# حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾

(حصو پهريون)

مصنف:

**محمد وارث عباسي**




**اين. اي جان فائونڊيشن، حيدرآباد**

2014ع

اداري جو ڪتاب نمبر_32

ڪتاب جو نالو: حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ (حصو پهريون)
مصنف: محمد وارث عباسي
موضوع: تحقيق
ڇاپو: پهريون 2014ع
ڪمپوزنگ: بشير جمالي ۽ سيد بخشل شاهه
ڇپائيندڙ: اين. اي جان فائونڊيشن،
حيدرآباد (0304_3652072, 0344_3092229, 0304_3652072)
قيمت: 350 روپيه
ڪتاب گهرائڻ لاءِ: محمد وارث عباسي
گهر نمبر، A-38
المصطفيٰ ٽائون، فيز_ II
واڏو واهه، قاسم آباد، حيدرآباد (0300_9372122)

---

Book Name: Hyderabad Shahar Tareekh Je Aaene Me
Author: Muhammad Waris Abbasi
Edition: First-2014
Composing: Bashir Jamali & Syed Bakhshal Shah
Printed By: N. A Jan Foundation, Hyderabad
Prise: Rs: 350/=

# پبلشر پاران

حيدرآباد سنڌ جو قديم ۽ تاريخي شهر آهي. هي شهر نہ صرف علمي ادبي، پر ثقافتي ۽ سياسي حوالي سان بہ اهم رهيو آهي، هتي ڪيترين ئي مايہ ناز هستين پيدا ٿيون ۽ ڪيترين وري هن شهر کي پنهنجو مسڪن بڻايو.

حيدرآباد جي تاريخ تي ڪيترن ئي نامور محققن قلم کنيو آهي، اُنهن ۾ سائين محمد وارث عباسيءَ جي لکيل هي تاريخ انوکي آهي، ڇاڪاڻ تہ هُن هڪ تہ پيرائتي تاريخ لکي آهي ۽ ٻيو تہ اُن ۾ عوامي رنگن کي گهڻو نروار ڪيو آهي. عباسي صاحب تاريخ جي ڪيترن ئي اهڙن پهلوئن طرف ڌيان ڇڪايو آهي، جن طرف ڪنهن محقق جو اڳ ڌيان نہ ويو آهي.

حيدرآباد شهر جي هن تاريخ ۾ نئون ۽ پُراڻو ٻئي رنگ ملن ٿا: حيدرآباد شهر جي تاريخي ماڳن سان هن وقت ڪهڙو ويڌن ٿي رهيو ۽ اهي ڪهڙي حالت ۾ آهن، اُن جو مڪمل بحث هن ڪتاب ۾ موجود آهي. آءٌ دلي طور سائين وارث عباسي صاحب کي هن تاريخ لکڻ تي مبارڪباد پيش ٿو ڪريان. دعا آهي تہ الله سائين کيس وڌي عمر ۽ صحتيابي عطا ڪري، جو هو حيدرآباد شهر جي تاريخ کي مڪمل ڪرڻ کان علاوه ٻين تاريخ جي ٻين موضوعن تي ڪم ڪري سگهي.

**احسان علي لغاري**

چيئرمين (اعزازي)

اين. اي جار. فائونڊيشن، حيدرآباد

# فهرست


- ڪتاب جي باري ۾ — محبوب ٻٽي 7
- محمد وارث عباسي ۽ سندس قلمي پورهيو — سليم چنا 11
- پنهنجي پاران — محمد وارث عباسي 37
- حيدرآباد شهر ۾ درويشن جون آخري آرامگاهون (اصحابي سگوري رضہ جي مزار) 43
- حيدرآباد شهر ۾ گمنام درويشن جون آخري آرامگاهون (ٻہ قبرون) 51
- حيدرآباد شهر ۾ مڪي شاهہ جي درگاهہ ۽ قبرستان 59
- حيدرآباد شهر مان ختم ڪيل شهيدن جو مقام 72
- حيدرآباد ۾ سيد ابراهيم شاهہ بخاري جي مزار 78
- حيدرآباد جي سونهن گاڏي کاتو ۽ اتي موجود درويشن جون آخري آرامگاهون 83
- حيدرآباد شهر ۾ سيد محمود شاهہ بخاري جي آخري آرامگاهہ 95
- ٽڪري تي قائم قديم شهر حيدرآباد جي اولهہ واري هيٺاهين حصي جي تاريخ 105
- ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي جو مقبرو ۽ آس پاس جا قبرستان 121
- حضرت سيد محبت علي شاهہ بخاري رح جي درگاهہ 130
- سيد مراد علي شاهہ بخاري رح جي درگاهہ 140
- سيد جمن شاهہ رح جي درگاهہ ۽ ان جي آسپاس درويشن جون آخري آرامگاهون 149
- حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو پهريون) 158
- حضرت سيد بوچالو شاهہ رحہ جي درگاهہ ۽ آسپاس ٻيون درگاهون 168

- حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو ٻيو) 179
- حضرت محمود شاهه رحه ۽ فقير حاجي محمد حيات رحه جون درگاهون قبرستان پناڻ ڪالوني 190
- حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو ٽيون) 198
- نواب ولي محمد خان لغاري جو قبو ۽ ان جي آسپاس ٻيون درگاهون ۽ قبرستان 209
- حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو چوٿون) 219
- ٽنڊو آغا اسماعيل شاهه ۽ پراڻو مقام 231
- الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو پنجون) 243
- درگاهه حضرت اشرف شاهه بخاري رحه 254
- حضرت سيد نهال شاهه، سيد ڏتل شاهه، سيد مراد علي شاهه جون درگاهون ۽ قديم مسجدون 264
- فقير جي پڙ جو تاريخي پسمنظر 275
- الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو ڇهون) 287
- ناهين جو پڙ ۽ گولا اندازن جي پاڙي جو تاريخي پسمنظر 298
- حيدرآباد شهر جون چاڙهيون 310
- الهندي ڪچي جي تاريخ (حصو ستون) 321
- ڪلهوڙا حڪمرانن جا مقبره 334
- راجو ليکي ۽ تاجو ليکي جا مقبره 345
- ڪينٽ حدن جي ڪجهه حصي جي تاريخ 355

# ڪتاب جي باري ۾

حيدرآباد جو ماضي شاندار، حال تباهه شده ۽ مستقبل غير اطمينان بخش آهي. هي سنڌوءَ جي ڪنازي، گنجي ٽڪر جي پاڪر ۾، ڦليلي ۽ پڇاريءَ جي دامن ۾ وسيل شهر، آبهوا جي لحاظ کان جنت بينظير جي اهميت رکندو هو. شام جو ٿڌڙيون هوائون جڏهن لڳنديون هيون ته بدن جو ٿڪ ۽ پگهر گمُ ٿي ويندو هو.

هن شهر تي ڪافي ڪتاب مرتب ڪيا ويا آهن، جن ۾ ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جو لکيل ڪتاب ”حيدرآباد جو شهر- ٽالپرن جي دور ۾“، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جو ”تاريخ باب السلام سنڌ“، مير علي شير قانع جو ڪتاب ”تحفة الڪرام“، مرزا قليچ بيگ جو ڪتاب ”قديم سنڌ“، غلام رسول مهر جو ڪتاب ”تاريخ سنڌ- عهد ڪلهوڙا“، خانبهادر خداداد خان جو ڪتاب ”تاريخِ لب سنڌ“، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو ڪتاب ”سنڌي ادب جي مختصر تاريخ“، رحيمداد خان شيدائي مولائِي جي ”جنت السنڌ“، مولانا دين محمد وفائي جو ڪتاب ”تذڪره مشاهير سنڌ“، ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جو ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ قابل ذڪر آهن.

اِهو واقعي باعث فخر آهي ته مصنف محمد وارث عباسي صاحب مذڪوره ڪتابن جو حوالو ڏئي اهو ثابت ڪيو آهي ته هن ڪتاب جي لکڻ کان اڳ تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ لاءِ هن پنهنجي وت ۽ سٽ کان وڌيڪ محنت ڪئي آهي، ۽ ڪتاب کي علمي معلومات سان شاهوڪار بنايو آهي. اُن کان سواءِ عشرت عليءَ، قمر الدين بهرا جج، تابش الوريءَ، قاضي خادم هن شهر بيڪران تي پنهنجو قلم وهايو

آهي. منهنجي آتم ڪهاڻي "13 جولاءِ" ۾ بہ ڪافي پاڙن، رستن گهٽين جو ذڪر ڪيل آهي.

هن ڪتاب جي خصوصيت هي آهي تہ جن ولين، بزرگن، پيرن ۽ سيدن جي مزارن ۽ فقيرن بابت معلومات فراهم ڪئي وئي آهي، ان جو مثال ڪنهن بہ ڪتاب ۾ نہ ملندو. هن ڪتاب جي پڙهندڙن کي حيدرآباد ۾ ڦهليل وسيع علائقي ۾ قائم، قبرستان، مزارن، مندرن ۽ فقيرن جي آستانن بابت حقيقتن جي بنياد تي علم حاصل ٿيندو. خاص ڪري بوچالو شاهہ، نهال شاهہ، سانول شاهہ، خير شاهہ، ولايت علي شاهہ، ياٽي خان، پير پکو محمود شاهہ بخاري، محبت علي شاهہ بخاري، قدم گاهہ حضرت علي عليہ السلام، عبدالوهاب شاهہ جيلاني، سيد حسين شاهہ جيلاني، گل شاهہ، مصري شاهہ، سيد چٽن شاهہ، سيد اشرف شاهہ، ميان سرفراز ڪلهوڙو، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو، عبدالنبي ڪلهوڙو، سيد مراد علي شاهہ بخاري، مائي خيري يا خيرالنساء، سيد حاجي شاهہ بخاري، سيد جمن شاهہ، سيد سليمان شاهہ، سيد حڪيم شاهہ ۽ حاجي حيات شاهہ بابت سندن آخري آرامگاهن جي نشاندهي ٿيل آهي. مان نہ ٿو سمجهان تہ مون جهڙي ڪم علمي حيثيت واري ماڻهوءَ کي اهڙي مڪمل جاڻ هڪ ئي هنڌ ملي سگهندي، ان لاءِ ڪئين ڪتاب پڙهڻا پون ها.

هي ماڳ، مڪان ۽ آستانہ پنهنجو وجود وڃائيندا وتن. شهر جي وڌندڙ آباديءَ جو راڪاس هن ثقافتي خزاني کي ڳڙڪائيندو وڃي، جت مزارون هيون، اُتي سئنيمائون تعمير ٿي رهيون آهن، جت مقام هئا، اُتي شاپنگ پلازا ٺهندا پيا وڃن ۽ آخر اهو ڏينهن ايندو جڏهن انهن جو ماڳ صفحہ هستيءَ تان مٽجي ويندو.

جناب محمد وارث عباسي صاحب ڪيرون لهڻي، جنهن انهن ماڳن، مقامن، مزارن ۽ آستانن کي هڪ هنڌ سهيڙي تاريخ تي وڏو احسان ڪيو آهي. آئنده جو مؤرخ هن ڪتاب مان روشني حاصل ڪري، هڪ نئين تاريخ مرتب ڪندو.

اسانجي نئين ٽهيءَ کي انهن پاڪ آستانن جي وجود جي ڪابہ خبر نہ آهي. جڏهن هي ڪتاب انهن نوجوانن جي هٿ تائين پهچندو تہ انهن کي هڪ نئين دنيا نظر ايندي.

ڪتاب ۾ ماڳن ۽ مڪانن کان سواءِ مشهور شخصيتن جو ذڪر نهايت دلچسپ پيرائيي ۾ ڪيو ويو آهي، جي حيدرآباد سان واسطو رکندا هئا. اُنهن ۾ مستري، حجام، ٽانگن وارا، لُهر، واڍا، خطاط، حلوائي، اخبار نويس، شِير فروش، دڪاندار، فنڪار، اداڪار ۽ رازا قابل ذڪر آهن.

مشهور پاڙا، جن جي تاريخي حيثيت آهي، نامور گهٽيون جتي املهہ ماڻڪ سڪونت پذير هُئا. عمارتون جن جي چٽسالي، دست نگاري لاجواب هئي، مسجدون جن جا محراب ۽ منارا روح پرور منظر رکندا هئا. منگهہ جيڪي هوائن کي قيد ڪري بوسٽ کي ختم ڪندا هئا. پراڻا باغ جيڪي اجڙي ويا. پراڻا وڻ جيڪي وڍجي ويا. ڪليل ناليون جن مان ڀنگي جهاڙو ۽ پيالا استعمال ڪري سون حاصل ڪندا هئا. پاڙن ۾ قائم هندن طرفان نلڪا ۽ حوض، خوبصورت چاڙهيون، ڏرم شالا، سئنيما گهر جيڪي زمين دوز ٿي ويا. گهوڙا گاڏيون ۽ بگيون جيڪي برق رفتار هيون. جانورن جا حوض، آسائش گهر، رقص ڪنڊڙ ۽ موڙ ڪائيندڙ رستا ۽ محفوظ فٽ پاٿ جا احوال ڪتاب ۾ رقم ڪري انهن کي مصنف محمد وارث عباسي صاحب امر ڪري ڇڏيو آهي.

هي ڪتاب هر ڪتاب گهر علم جي پياسي، لائبريري ۽ اهل علم و هنر جي گهرُ تائين پهچڻ گهرجي.ان لاءِ عباسي صاحب کي اجا وري محنت ڪرڻي پوندي، خدا کيس صحت، طاقت ۽ شڪتي عطا ڪري. آخر ۾ هن ڪتاب شايع ٿيڻ تي کيس مبارڪباد ڏيان ٿو.

5 جون 2014ع

**محبوب پنهور**

[رٽائرڊ ڪنزرويٽر آف فاريسٽس]

المصطفيٰ ٽائون، 92/A،

فيز_II، قاسم آباد، حيدرآباد

# محمد وارث عباسي ۽ سندس قلمي پورهيو

منهنجي سامهون ادا محمد وارث عباسي جو ڪمپوز ٿيل مسودو ڪتاب ”حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾“ ۾ آهي، جيڪو پڙهي مون محسوس ڪيو ته آءٌ ادا سان هر لمحي گڏ ئي گڏ آهيان، ڇو ته اشرف شاهه جي اوتاري ۾ بلاول چاڙهيءَ ڪان اسان ٽن سنڌين جا گهر هوندا هئا. پهرئين اسان جو گهر، پوءِ ادا وارث وارن جو گهر، پوءِ محمد شفيع لغاريءَ وارن جو گهر، ٽئي گهر هڪ ئي قطار ۾ هڪٻئي سان ڳنڍيل هُئا. تنهنڪري ننڍي هوندي ادا وارث، محمد شفيع، محمد عمر خلجي، محمد عيسيٰ خلجي، عبدالعزيز خلجي، ڪريم بخش خلجي، منهنجو وڏو ڀاءُ محمد اقبال چنا، هڪ ئي ويڙهي اشرف شاهه جي اوتاري جا ننڍپڻ جا دوست ساٿي ۽ ڀيچي هئاسين.

اسان جا ٻاهريان دوست هُئا، نور محمد رند (نورل)، علي احمد جوهرائي (بابو)، خير محمد لالا، عبدالمنان کتري، محمد رمضان مهاجر، خالد قريشي (پشوري)، پڪي پير جي حدن ۾ رهندڙ روڊ جي هُن پاسي، مدد علي سنڌي، ڪوڪر پاڙي جا منظور ڪوڪر، غلام رسول عرف منو ڪوڪر، شمس الدين شمو ڪوڪر، نثار هاليپوٽوغلام حيدر قريشي ۽ خاص گهٽو گهرا، حسين بخش چنا، رفيق احمد پناڻ (هي گاڏي ڪاتو جو آهي)، غلام شبير عرف نيني مستري، نبو سندس ڀاءُ ۽ ٻيا ننڍا وڏا گڏ رانديون ڪندڙ دوست. مون کي چٽي طرح ياد آهي ته اسان هڪٻئي جي عمرن جي ننڍ وڏائي جي باوجود لڪ ڇپ، اٽي ڏڪر، لغڙ اُڏائڻ، بلورن کيڏڻ، ايمپريس راند کيڏڻ، شرارتون ۽ حرڪتون ڪرڻ ۽ گڏ گهمڻ ڦرڻ لاءِ نڪرندا هئاسين. اسان سڀ پنڌ جا ماهر هئاسين. اُميدن

پرئي واري ميدان ۾ ڪرڪيٽ کيڏڻ وڃڻو هجي. پنڌ ئي پنڌ عيد جي ڏينهن نوان ڪپڙا، نوان بوٽ پائي، ڪيسا خرچين سان پري، ادا محمد وارث جي اڳواڻي ۾ محمد اقبال چنا، محمد شفيع لغاري، محمد عمر خلجي، حسين بخش چنا، رفيق احمد پناڻ، خالد پشوري ۽ ڪجهه ٻيا دوست پنڌ ئي پنڌ. عيد جي پلاري ۽ سڳوري ڏينهن نارا جيل گهمڻ ويا هُئاسين. تڏهن اُتي ڪا چمڙي جي مل هوندي هُئي، جنهن جي ڪري سڄي علائقي ۾ ڏاڍي ڏپ ڦهليل هوندي هئي ۽ اسان اها تيز تکي بدبوءِ برداشت ڪري، نارا جيل پهچي، جيل اندران گهمي ڦري آيا هئاسين ۽ پوءِ اهو دوستن جو باهمت ٽولو پنڌ ئي پنڌ جابلو رستو ڏئي ڪل پوڳ ڪندو، گانا ڳائيندو، تازو ٺهيل ايئرپورٽ تي وڃي پهتو هو. ايئرپورٽ سڄو گهمڻ ۽ ڏسڻ ڪانپوءِ اسان کي بک لڳي هئي ته ڪنڊ وارا بسڪوٽ وٺي کاڌا هُئاسين، پائي پيتو هئوسين ۽ بنا ٿڪجڻ جي پنهنجي مُهم جو طبيعت سبب خوشي خوشي، پنڌ ئي پنڌ ڪي سنڌي، ڪي اردو گانا جهونگاريندا واپس وريا هُئاسين.

صفا ننڍا ٻار هُئاسين ته اوتاري ۾ رانديون ڪندي، گانا ڳائيندا هُئاسين. ڪورس جي صورت ۾:

1. چھلیا میرا نام، چھلیا میرا نام،
ہندو۔ مسلم، سک عیسائی،
سب کو میرا اسلام۔
2. صندوق میں صندوق، بندوق میں گولی،
نکل ہی پڑی، دور سے معشوقوں کی ٹولی۔
3. سمجھنے والے سمجھ گئے،
جو نا سمجھے وہ اناڑی ہے۔

4. يا خدا تقدير جو آهي، زمانو بي وفا.
5. نہ مار منهنجي ڪڪڙ کي حرامزادي تون.
(اهو گانو پوءِ ڪن جي اعتراض تي وڃائڻ ئي بند ڪيو ويو هو)
6. کبھی آر، کبھی پار، جانے تیر نظر۔
7. ننگڙا نماڻي دا، جيوين تيوين پالڻا.
8. بہارو پھول برساؤ، میرا محبوب آیا ہے۔
9. دل میں چھپا کے، پیار کا سامان لے چلے۔
10. آءُ راڻا رهہ رات
11. من گهرئي مشتاق سان، جيئري جدايون ڪيم ڪر.

۽ ٻيا ڪي ڪيترائي گانا ۽ ڪلام رانديون ڪندي گهمندي ڦرندي پيا جهونگاريندا هئاسين. چڱي طرح ۽ چٽي طرح ياد اٿم تہ ڪيئن نہ ادا وارث جي اڳواڻي ۾ اسان منهنجي وڏي ڀاءُ محمد اقبال، محمد شفيع، محمد عمر ۽ ٻين قيصر سئنيما تائين پنڌ وڃي، دليپ ڪمار ۽ پريم ناٿ جي مشهور فلم "آن" ڏٺي هئي.

اسان الهندي ڪڇي جا گهٽو ڪري سڀ ڇوڪرا، ٻاراڻي وهي ڪان مُهم جو ڳولائو رولاڪ ۽ سياح طبيعت جا رهيا آهيون. اسان وٽ ڪيسي ۾ پئسا هجن يا نہ هجن. ادا محمد وارث، ادا محمد شفي يا ادا عمر خلجي کي اوچتو خيال ايندو هلو تہ ڪوٽڙي هلون ۽ اسان سڀ خالي ڪيسن جي راضي، پنڌ پهچون. حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي پليٽ فارم ٽڪيٽ جا پئسہ نہ. اٽڪل سٽڪل سان، لڪي، ڇپي چڙهي پئون. مالَ گاڏي جي ڪنهن نہ ڪنهن ڪليل گاڏي ۾ ۽ پوءِ اچي لهون ڪوٽڙي ريلوي اسٽيشن تي. اُها گهمي ڦري، مٽن ۽ نڪلن جا ٻاڻي پي پيٽ ڀري هٿ منهن ڌوئي، تازا توانا ٿي، جي ڪيسي ۾ هوندا

ڪجھ آنا، پئسہ تہ ڪا شيءِ ڪائي وري واپس ڪنهن بہ مال گاڏي ۾ حيدرآباد اسٽيشن ايندا هئاسين. دراصل ادا وارث، ادا شفيع، ادا عمر، ادا اقبال ۽ مون ننڍي لاڪون ايڊونچر لائيف کي ڏاڍو پسند ڪيو آهي. ننڍي لاڪون اسان جي طبيعت ۾ ٻولا - ڦولا، گهمڻ ڦرڻ، نت نيون جايون جڳهون، ماڳ، مڪان ڏسڻ ۽ اُتي موجود ماڻهن کان پڇا ڳاڇا جو جنون حاوي رهيو آهي. نت صفا ٻاراڻي وهي يعني پرائمري جا شاگرد ائين گهمن پيا. ڪوٽڙي، شهر، بابا صلاح الدين جي مزار مبارڪ (اسان مان ڪيترن مون سميت بابا صلاح الدين کي حياتيءَ ۾ ڏسڻ جو شرف حاصل ڪيو هو) تہ ڪڏهن نٿو شاهہ بادشاهہ جي مزار مبارڪ تي بيهي پيا حيرت زده ٿيون. ها حيران ٿيڻ بہ هڪ انساني خصلت آهي ۽ ان حيرانيءَ کان پوءِ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي جستجو انسان جي اعليٰ خصلت آهي.

مان ائين ڪونہ ٿو چوان تہ اسان ننڍي هوندي حرڪتون يا شرارتون نہ ڪيون. ها اسان پڪي پير جي خدمت گذار فقير عبدالله کي گروپ جي صورت ۾ تنگ ڪندا هئاسون، ۽ پوءِ لڪي، اُن جون گاريون ٻڌي لطف اندوز ٿيندا هئاسين. اڳواٽي ادا وارث ڪندو هو ۽ اسان پري بيهي يعني ڳانو ڳائي عبدالله کي چيڙائيندا هُئاسين.

”بيگاني شادي مين عبدالله ديوانا“

پوءِ هو ويچارو غريب مسڪين، اسان مان هرهڪ جي گهر وچي دانهون ڏئي ايندو هو پر اسان فيل مست ڇوڪرا پوءِ بہ ڪونہ مڙندا هئاسين. ادا وارث، ادا شفيع، ادا عمر، ادا اقبال، ادا مَنان، ادا خالد مان ۽ ڪي ٻيا پاڙيسري ڇوڪرا، رات جو دير سان جڏهن فقير عبدالله، گهري ننڊ ۾ ستل هوندو هو تہ ڪيس ڪٽ سوڙو ڪٽي پير- پير ۾ ڏئي، ڪليل گندي نالي جي مٿان سندس کٽ رکي ماٺ ڪري هليا ويندا

هُئاسين ۽ صبح جو فقير عبدالله پکي پير جي متولي چاچا محمد يعقوب جوهرائي کي وٺي اسان جي گهرن تي شڪايتن جا دفتر کولي ڇڏيندا هُئا. پر اسان سڀ انڪاري ٿي ويندا هُئاسين.

ادا وارث وٽ زبردست حاضر جوابي ۽ مزاحمت ٻـ هوندي هئي. خاص طور تي اوتاري جي ميدان ۾ گدامڙي جي وڻ جي هيٺان، پکي پير جي وڏي ميدان ۾ وڏي شاهي پپل جي وڻ جي هيٺان يا ڪوڪر پاڙي ۽ فريد محلي ۾ مهاجر پاڙيسرين سان راند ڪيڏندي هو جڏهن اِهو چوندو هُئا تہ توهان سنڌين کي اسان سٽڻ پائڻ سيکاري تہ فوري طور ادا وارث شايد سندس ٿي ناهيل هي ڪلام ڳائڻ شروع ڪندو هو:

"اجهو ڏِسي مٿي وارا آيا، جن ڪارا مرچن جا ڪتايا"

پوءِ تہ اسان ٻيا سنڌي اُن سان گڏ ڪورس جي انداز ۾ اِهو ڳائيندا هُئاسين.

"اجهو ڏِسي مٿي وارا آيا،
جن ڪارا مرچن جا ڪتايا."

تڏهن اسان جا مهاجر پاڙيسري پڄي جان ڇڏائيندا هئا. اسان ننڍي هوندي، اجو شاهہ ڪان ڪاٺ جون دلدلون نهرائي، سينگارائي، آس پاس جي پڙن تي محرم شريف ۾ پيا ويندا هُئاسين ۽ نظر نياز وٺي پيا کائيندا هئاسين ۽ پوءِ دلدلن سان وڏا چڪر ڪاٽي گهر موٽندا هُئاسين.

پنهنجي پاڙي ۾ سبيل هٽي، چندو ونڻ جا وڏا ماهر هُئاسين تہ ڪڏهن ٻين سبيلن تان ٿيا ڪٽي اچي پنهنجي سبيل تي رکندا هُئاسين. پاڙي بلاول چاڙهي اشرف جي اوتاري ۽ پکي پير جي مزارن تي تمام ننڍي هوندي راند ڪيڏندي ليٽڙيون پائيندا هُئاسين ۽ مزارن جي مٿان چڙهي ويهي رهندا هُئاسين.

اسان حيدرآباد جي مشهور لڏي فقير کي، ڏاڍو پيائيندا ٻـ هُئاسين تـ تنگ بـ ڪندا هُئاسين: هُن کي سوتيلين سان ٻڏي امام جي دلدل ناهي، هُن کي دلدل واري انداز ۾ هلڻ، چلڻ جو چوندا هُئاسين. هو فقير اسان ٻارن کي خوش ڪرڻ لاءِ ائين ڪندو هو جيئن سينگاريل دلدل ڪندي آهي.

اسان سفيد پوش، سفيد جسم، سفيد وارن واري (جنهن جا پرؤن ۽ ٻانهن جا وار بـ سفيد هوندا هُئا) پکي پير جي باغ ۾ رهندڙ تمام وڏي عمر جي پر صحت مند لال بوتيءَ (پنانڙ) کي تنگ ڪندا هُئاسين، پر هي فقيرچڙندو تمام گهٽ هو ۽ پنهنجي ڪم اڳڙين کي ميڙي ڳنڍيون ناهڻ ۾ مصروف هوندو هو. تنهنڪري اسان کي مزو ئي نـ ايندو هو، سو لالا بوتي اسان جو ٽارگيٽ گهٽ ٿيندو هو.

باقي هڪڙو غريب مسڪين شايد فقير جي پڙ واري پاسي کان ايندو هو جنهن جي هڪ هٿ ۾ هر وقت ڪنهن بيماري سبب ڏاڍي لرزش هوندي هئي. اهو اسان جي پاڙي مان لنگهندو هو تـ کيس ڊِگي، ڊِگي، ڪري چيڙائيندا هئاسين. هو ٻيهي گاريون ڏيندو هو تـ خوش ٿي پجي ويندا يا لڪي ويندا هئاسين. ٻيو هڪ وڏي شاهوڪار فئملي جو پٽ جيڪو D.C جي چاڙهي کان هيٺ روڊ وٽ پيٽرول پمپ پرسان رهندو، اُن کي برڪ برڪ ڪري تنگ ڪندا هُئاسين، پر اهو خوبصورت نوجوان جواب نـ ڏيندو هو. اسان ڌرم شالا ۾ رهندڙ عجيب ۽ غريب ڪردار لڏي فقير جو رقيب راڌو کي بہ نـ بخشيندا هئاسين.

اسان جي ڇوڪرائي تفريح جو هي انوکو ڪردار وڏن کي ٺهڪ ڏيارڻ تي مجبور ڪندو هو. سندس معصومانـ انداز سان ڏنل گاريون ۽ ٻُجا بـ اُن زماني ۾ ڏاڍو لطف ڏيندا هُئا. ٻاراٽي وهيءَ ۾ رڳو

حرڪتون، رانديون، شرارتون نہ هيون، پر هڪ سماجي سرشتي سان گڏوگڏ هلندڙ عمل بہ جاري وساري هُئا. مثلاً روزا، نمازون، جاڳا، اوڙي، پاڙي جا ڪم ڪار، وڏن جي عزت، شادي، غمي ۾ وڏن سان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ، دعوتن جا سَڏ، ڏيڻ، فوتگي جا پِري، پِري تائين وڃي اطلاع ڏيڻ، ميت سان گڏ قبرستان وڃڻ جهڙا اهم فرض بہ شامل هوندا هئا.

جيئن تہ اسان حيدرآباد جي مرڪز واري هندّ الهندي ڪچي جا رهواسي هُئاسين. مشهور زناني اسپتال اسان جي گهرن جي ويجهو هُئي. هندوستان مان آيل مهاجرن (خيراتي) جيڪي پڪي پير ۽ بلاول چاڙهي وٽ اچي رهيا هُئا. جيڪي بابينون، لاٽون، اتي ڏڪر ٺاهڻ جي ڪري سڄي شهر ۾ مشهور هُئا. تنهنڪري شهر جي مختلف پري توڙي ويجهو جي ڪيترن ئي ڇوڪرن سان اسان جي واقفيت ۽ شناسائي هئي ۽ ڪيترائي ٻين پاڙن جا خاص طور سنڌي ڇوڪرا اجو شاهہ ڪان دلدلون نهرائڻ ۽ سينگارائڻ ايندا هُئا. تازو سال ڏيڍ پهرئين مون ڪي مشهور صحافي اڳي پشوري پاڙي گول بلڊنگ وٽ رهندڙ هاڻي قاسم آباد ۾ رهندڙ دستگير ڀٽي گڏيو تہ سلام دعا ڪانپوءِ پڇيائين سليم تون اجو شاهہ واري گهٽي ۾ رهندو هئين نہ؟

مون چيو تہ ها، چيائين اجو شاهہ ڪان مون ننڍي هوندي، دلدل نهرائي هلائي هُئي ۽ هُن جون سينگاريل سبيلون بہ ڏٺيون هيون.

پوءِ پڇيائين وارث ۽ شفيع ڪٿي آهن؟ ٻڌايومانس تہ وارث اجڪلهہ حيدرآباد جي درگاهن ۽ شهر جي تاريخ پيو لکي ۽ شفيع پنهنجي اخباري اسٽال مان گذر سفر ڪري رهيو آهي. چيائين تنهنجو وڏو ڀاءُ بہ هو ٻڌايومانس تہ اهو 2011ع ۾ وفات ڪري ويو آهي، پوءِ هُن سان ڪاوش ۾ ڇپجندڙ سندس ڪالمن بابت ڳالهايم. تنهن تي هو ڏاڍو خوش ٿيو، پوءِ هُن ڪان موڪلايم. اجو شاهہ تمام سٺو ڪاريگر

هو. دراصل هو ڪاٺ گهڙڻ جو هڪ بهترين آرٽسٽ هو. هو لاٺن جي ڇُهنبن ڪي گهڙڻ، سنهو ڪرڻ (مکڻ ڪرڻ) جو بہ ماهر هو تہ مانجو بہ ڏاڍو سنو ٺاهيندو هو. اسان پنهنجي ننڍپڻ کان ئي حيدرآباد جي درگاهن جي ميلن ۽ عرسن جي موقعن تي گڏ هوندا هئاسين. حيدرآباد جا مشهور ڪردار لطيفو (عبداللطيف کتري)، نانا شيدي، مولو شيدي (باڪسر)، الهہ بخش کوکر (نانا کوکر)، امام بخش کوکر، منشي قمر الدين (گول بلڊنگ وٽ). بشير ڀائي مهاجر (مارواڙي) بلاول چاڙهي وارو محمد يعقوب جوهرائي پڪي پير وارو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۽ ٿورو پوءِ پڪي پير ۾ ڪي پراڻا سنڌي رهواسي ڪثرت (ورزش) بہ ڪندا هُئا. اسان جي دؤر ۾ سٽ جي ڏهاڪي دوران هڪ ورزشي ڪلب هو جنهن ۾ پاڙي جا سنڌي توڙي مهاجر نوجوان ڪثرت يا باڊي بلڊنگ ڪرڻ ايندا هُئا، جيڪي اسان کان عمر ۾ وڏا هُئا. جنهن جو مک اڳواڻ نثار مارواڙي هو جيڪو گاڏي کاتي ۾ مشهور سنو وائيٽ ڊرائي ڪلينر واري مختيار جو وڏو ڀاءُ هو ۽ پڪي پير اندر نهيل گهر ۾ رهندو هو.

اسلامي ڊرائي ڪلينر جي مالڪ جا پٽ، عبدالمنان ۽ عبدالغفار کتري بہ ڪثرت ڪندا هئا خاص طور تي بخاري شاهہ کوکر پاڙي واري ميلي ۾ ننڍا توڙي وڏا فنڪار ايندا هُئا. اُستاد محمد يوسف، بلاول بيلجم، جي. ايم پلپلي، قادر بخش (قادو شيدي)، ابو بلاول اداڪار، قربان جيلاني اداڪار، محبوب عالم اداڪار، مشتاق چنگيزي اداڪار، ڪامران ڀٽي صداڪار، پروانو ڀٽي صحافي ۽ شاعر سينگار علي سليم ۽ ٻيا ننڍا وڏا فنڪار اسان اُتي ڏٺا. پڪي پير جي ميلي تي ۽ مکي شاهہ جي ميلي خاص طور تي شيدي ۽ مڪراني، جنگلين وارا ڪکن ڪانن، پٽن وارا مختلف لباس پائي، جسم تي

اچا، ڪارا، ڳاڙها، پيلا چٽ ڪيل کنهن وارا تاج پهري، هنبو ڇيون هڻندا، ڪڏهن مغرمان تي تہ ڪڏهن ڍُهلن، شرنائين تي نچندا ٽپندا. جنگلي آواز ڪيندا، بهترين رقص ڪندي نظر ايندا هُئا. نچڻ مهل سندن انگ انگ نانگن وانگر پيو وَر وڪڙ ڏيندو هو ۽ ڏسندڙ کي ڏندين آڱريون اچي ويندیون هيون. اهڙي ريت شهر جي ٻين ميلن ملاکڙن ۾ اسان جو گڏيل يا جدا جدا جوڙ پيو هلندو هو. ڪوڪر پاڙي ۽ ٽنڊو آغا جون وانجهي جون ٽيمون تمام گهڻو مشهور هيون. انهن جا پاڻ ۾ ۽ شهر جي ٻين ٽيمن سان مقابلا ۽ ٽورناميننٽ اچا بہ ذهن جي ڪينواس تي چٽن رنگن جيان موجود آهن. جڏهن حيدرآباد شهر جو مشهور DC اسدالله انڙ هو.

تڏهن هُن جي سهڪار سان وانجهي راند جي هڪ وڏي ٽورناميٽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نذد گول بلڊنگ ۾ لڳي هئي، جنهن ۾ ڪيٽرين ٽي وانجهيءَ جي ٽيمن حصو ورتو هو.

آءٌ جڏهن ماضيءَ ۾ ٽٻي هڻان ٿو تہ چاڻ ڪيترا واقعا ذهن تي تري اچن ٿا. ادا وارث کي ننڍي هوندي کان ئي هڪ منفرد سڃاڻپ هُئي، جو تہ هو اسان ننڍن ڇوڪرن کي ۽ سندس هڪ جيڏن کي نت نين شين کان آگاهي ڏياريندو هو. اسان سندس ڪيترن ئي نوَن ڪمن ۾ ياڳيوار ۽ پيڇي بہ ٿياسين تہ رانديون بہ ڪيون سين. جڏهن ادا وارث پنهنجي والد جي ڪير جي دڪان تي ويهڻ شروع ڪيو هو تڏهن ڪيس ٻن قسمن جا شوق جاڳيا، هڪ بينجو سکي وڄائڻ جو پيو راڳ سمجهڻ ۽ ڳائڻ جو انهن ڏينهن ۾ آءُ ونس تمام گهڻو ويندو هوس، ڇو تہ بينجو ٻڌڻ، وڄائڻ سکڻ ۽ راڳ ٻڌڻ ۽ سکڻ جو ٿوروئي سهي، پر شوق مون کي بہ هو آئون جڏهن پرئڪٽسنگ اسڪول فار ٽريننگ [illegible] ۾ پرائمري پڙهندو هوس ۽ دوستن سان [illegible] اسڪول

ايندو ويندو هوس. تڏهن خانبهادر ڊاڪٽر عبدالعزيز عباسي جي اسپتال پرسان پپل جي وڻ ۽ ڪمند جي رس واري جي سامهون هڪ ننڍي دڪان ۾ ڪو مستري ويهندو هو جنهن کي ڪم ڪندي گهٽ بينجو وڄائيندي مون گهڻو ڏٺو. ائين بينجو جو آواز موسيقيءَ جو ساز منهنجي دل جي قرار جو سبب مائڻ. لاءِ ادا وارث جي دڪان تي ويندو هوس جتي اُستاد فيض محمد مڪراني ۽ ادا وارث کي بنجو وڄائيندو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو ڪيترائي ڀيرا موقعو مليو. دڪان تي وڃڻ جو سبب اُها يادگار فورڪلر وال پينٽنگ به هُئي جيڪا آرٽسٽ چاچا غلام حيدر عباسي (وارث جو والد) جي ناهيل هئي، جنهن ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ گهوڙي تي سوار آهي ۽ سندس هٿ ۾ پيپلز پارٽي جو جهنڊو آهي ۽ پويان عوام جو نہ ڪٽندڙ سلسلو آهي. اُتي اڪثر اهڙا فنڪار، ڪير پيئڻ يا ڪچهري ڪرڻ ايندا هئا. جن جو تعلق ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ڳائڻ ۽ موسيقي وڄائڻ سان هوندو هو. تنهنڪري اهو ادا وارث مون کي گهمڻ ڦرڻ واري وارث کان انتهائي مختلف ۽ هم خيال لڳندو هو. اُتي دڪانداري ڪندي، ادا محمد وارث ڪنهن راڳيءَ يا موسيقار جي اچڻ تي مشهور سنڌي ڪلام به جهونگاريندو هو. مون کي تہ سندس والد صاحب جا جهونگاريل سنڌي ڪلام بہ ڪنن ۾ رس اُوتي رهيا آهن. پر تڏهن سندن گهر پرسان رهندي آئون تمام ننڍو هوس شايد اسڪول جي پهريئن يا ٻئي درجي ۾ مس هوس.

تڏهن هڪ اهڙو شخص جيڪو راڳ سان روح ريجهائيندڙ قلم ۽ برش سان مصوري ڪندڙ ورهاڱي کان اڳ پڪي پير جي آڪاڙي ۽ ڪسرتي جوان رهيو هجي، (چاچا غلام حيدر عباسي قدآور ۽ ڪسرتي بدن جو هو) اُن جي پٽ وارث ۾ به ڪي خوبيون هونديون نہ.

جو هو ننڍي وهي کان انتهائي منفرد انداز سان زندگي گذاري رهيو هو
هُن ۾ پنهنجي پيءُ جيان سياسي شعور بہ تمام گهڻو هو ۽ هُن
پيپلزپارٽي جي نهڻ کان وٺي ان جو ڀرپور ساٿ ڏنو هو ۽ ڳوٺ جهنڊي
ناريجي جو ديو مالائي قسم جو ڪردار ذوالفقار علي ڀٽو جو شيدائي،
عاشق ۽ زبردست ورڪر، جوشيلو جوان مرد عهديدار الله ڏنو ناريجو
(اي۔ ڊي۔ ناريجو) جڏهن عبرت اخبار ڪٽي اڪثر ادا وارث سان
اوتاري ۾ يا سندس دڪان تي مِلڻ ايندو هو ۽ پوءِ ٻئي گڏجي مقامي
صوبائي ۽ مرڪزي پيپلز پارٽي جي اڳواڻن سان ملندا رهندا هئا،
سندس اهو سياسي دؤر انتهائي مصروف رهيو ۽ مون محسوس ڪيو تہ
ادا محمد وارث هاڻي وڏو تي ميچور ٿي ويو آهي، ٻيو تہ منهنجو لاڙو
ننڍي لاڪؤن قوم پرست سياست ڏانهن هو اُن لاءِ آئون وري وجي ٻئي
پاڙيسري دوست مدد علي سنڌي جو ساٿاري ٿيس، ان کان اڳ 1970ع
جي ڏهاڪي کان آئون منظور چيمبرز ۾ ٿيندڙ سنڌي ادبي سنگت جي
گڏجاڻين ۾ ويندو رهندو هوس ۽ 1965ع کان ريڊيو جي ٻارن جي ٻاري
۾ اسڪول ۾ تقريرون ڪندو هوس، مضمون لکندو هوس ۽ ڪلاس ۾
ڪهاڻيون ۽ شعر پڙهندو هوس.

ادا محمد وارث پيپلز پارٽي جي پهرئين اليڪشن ۾ هڪ
ورڪر طور ڀرپور حصو ورتو، اسان جي حلقي ۾ مير اعجاز علي ٽالپر ۽
قاضي محمد اڪبر جا سياسي جلسا ۽ جلوس تمام گهڻا ٿيندا هئا،
قاضي عبدالقيوم روڊ واري جلسي ۾ معراج محمد خان ڪنيز فاطمہ
طارق عزيز ۽ مولانا ڪوثر نيازي جون تقريرون حيدرآباد جي شهرين
کان ڪڏهن ڪين وسرنديون ۽ اهو دؤر ادا محمد وارث جي سياسي
وابستگي دلچسپي ۽ ڪَمَ ڪار جو ابتدائي دؤر هو جڏهن تہ سندس
ڪير جو دڪان هڪ ننڍڙي اوطاق هو جنهن جي وچ تي ڪاٺ جا

تختا لڳل هوندا هئا اُهي هٽائبا هئا تہ هيٺ هڪڙو اسٽور هوندو هو جنهن ۾ ڪاٺين جا گهٽڪا، ڪوئلو يا ٻيو دڪان جو سامان رکيل هوندو، پڪي پير چاڙهي جيڪا هاڻي ريشم گلي بنجي چڪي آهي، انهيءَ جي منڍ تي هڪ پهلوان ڪير وارو هوندو هو ۽ اُن جي پرسان ئي پوءِ ڪيفي اڪبر بہ کلي هُئي، جيڪا ڪجهہ سال هلي پوءِ دڪانن جي مارڪيٽ بنجي وئي.

سو ڳالهہ پئي ڪيم تہ اُن پهلوان مهاجر ڪير واري وٽ بہ ماڻهو ايندا هئا، پر ڪير پي هليا ويندا هئا، پر ادا وارث جي دڪان تي ايندڙ سنڌي سپاجهڙا ڪير پيئي، ڏونئري سان ڊبل روٽيون، يا نان ڪاٺڙ ڪانپوءِ گهڻي دير وينا هوندا هئا. ڪچهري ۽ گفتگو جا گوهر گفتا ادا محمد وارث بہ ٻڌندو رهندو هو ۽ ڏسندڙ ٻڌندڙ شيون هن جي شعور کان لاشعور ۽ پوءِ تحت الشعور ۾ وڃي اسٽور ٿينديون هيون، ۽ هاڻي جڏهن هُن حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني لکيو آهي، تہ هُن جي حافظي ۾ تحت الشعور ۾ محفوظ شين کي ڪڍي نروار ڪيو آهي، انسان جو ماضي هُن جو تمام وڏو ۽ قابل پروسو اُستاد رهيو آهي، ادا محمد وارث الهندي ڪچي ۽ حيدرآباد جي گهٽي گهٽي گهمي آهي، پنڌ ئي پنڌ اها حيدرآباد سائين محمد ابراهيم جويو ع-ق شيخ، مراد علي مرزا، پرواني ڀٽي، امداد حسيني، مدد علي سنڌي ، نثار حسيني، نصير مرزا، مون ۽ ٻين ڪيترن ئي اديبن پنڌ ئي پنڌ گهمي آهي، پر ڇا تہ شاندار واقعا منظر ۽ دؤر قاضي خادم صاحب پنهنجي يادگيرين ۾ بيان ڪيا آهن. ڇا تہ جاگرافي، تاريخ، زميني حقيقت علمي، ادبي، سياسي ۽ سرشتي جي جوڙ جڪ عام، خاص ۽ وچولي طبقي جي حالتن، واقعن گم ٿيل ۽ لڪل حقيقتن کي ادا وارث ظاهر ڪيو آهي، جو ڪمال ڪري حقن [illegible] تيز تڪ حافظي پرواني ڀٽي ۽ قاضي خادم بہ

اجا ظاهر نہ ڪيو آهي، جو تہ پرواني وٽ اخباري رڪارڊ ۽ وسيع علمي، ادبي حلقو موجود. ريڊيو ۽ اخبار ۽ وڏن نالي وارن ماڻهن سان ٽيل ملاقات جي هر وقت سهولت موجود قاضي خادم بهترين صحافي اديب، تعليم دان، اعليٰ عهدن تي رهندڙ اعلي تعليميافتہ ۽ رڪارڊ ۾ هر شي ۽ رکندڙ مثلا ڊائريون، دعوت ناما، تصويرون تمام گهڻا ملڪي ۽ ٽورا غير ملڪي دؤرا ريڊيو T.V چينلز ٽيپ رڪارڊ ڪئمرا، قلم، ڪاغذ ۽ ڄامشوري جي هوائن جو هڳاءُ، درسگاهون ۽ لائبريون سندس مطالعي ۽ مشاهدي لاءِ موجود رهيون آهن. پر هتي هڪ شخص وٽ پنهنجو نندپڻ، عام تعليم ۽ عام نوڪري، پر نوڪري تان رٽائرڊ ٿيڻ کانپوءِ هن جو ماضي جي سمنڊ ۾ ٽبي هڻئي آهي تہ الاءِ ڪيترا ناياب گوهر ڪڍي ٻاهر آندا اٿس، انهيءَ لاءِ کيس جس، شاباس، جيتري بہ ڏجي گهٽ آهي، اُن سلسلي ۾ هُن تاريخي ڪتابن کي ورائي، ورائي پڙهيو بہ آهي.

الهندي ڪڇي جي اَهم واقعن ۾ هي بہ هڪ نہ وسرندڙ ڏکارو واقعو آهي، جڏهن سٺ جي ڏهاڪي ۾ لجپت روڊ جي اورائين پاسي عبداللطيف کتري (لطيفي) ڪوکرن جي ونجهہ وٽي ٽيم جي مقابلي ۾ محمدي وانجهي ٽيم ناهي هئي، هي ٽيم پنهنجن بهترين رانديگرن جي ڪري جلدئي مشهور ٿي وئي هئي، هن ٽيم جو اُن ئي علائقي ۾ ئي رهندڙ اهم رانديگر نالي الياس هوندو هو ۽ ڪوکر پاڙي جو هردلعزيز نوجوان محمد اقبال ڪوکر سندس گهاٽو دوست هوندو هو ٻئي پاڙي جي هڪ ڇوڪري تي عاشق هئا. پر هڪبئي سان ڳالهہ نہ ڪئي هُئائون، پوءِ هڪ ڏينهن الياس اقبال کي اُن وٽ ڏسي ورتو ۽ جذبات ۾ اچي گوليون هڻي کيس قتل ڪري ڇڏيائين. الياس، ان قتل ڪيس ۾ گرفتار ٿيو ۽ کيس ڏگهي قيد جي سزا

آئي هئي، جيڪا هن ناراجيل ۾ ڪاتي هئي، پوءِ خبر ناهي تہ هو
ڪيڏانهن هليو ويو.

سٺ جي ڏهاڪي جي آهم واقعن مان شهر حيدرآباد ۾ هڪ
رڪشا ڊرائيور جي قتل ڪانپوءِ سيني رڪشا وارن پنهنجن پنهنجن
رڪشائن ۾ چڙهي احتجاجي ريلي ڪڍي حڪومت کان انصاف وٺڻ
جي ڀرپور گهر ڪئي هئي، اسٽيشن روڊ تي رڪشائين جي هڪ ڊگهي
قطار نهي وئي هئي، اهڙي ٻڏي رڪشا وارن ۾ وري نظر نہ آئي آهي، اُن
دور ۾ مشهور فنڪار جي ابم پليلي بہ رڪشا هلائيندو جيڪو پڻ اُن
احتجاجي ريلي ۾ پنهنجي رڪشا سان گڏ هلي رهيو هو ادا وارث ۽
اسان جي سانپر ۾ ڪوهہ نور سينما، وينس سينما، بمبنيو سينما، هل
ٽاپ سينما، چاندني سينما، اودين سينما، سرفراز چاڙهي، سچل آرٽس
ڪاليج، نئين پُل، گول بلڊنگ هوٽل اورينٽ، فاران هوٽل منظور
چيمبرز جون تياريون شروع ٿيون ۽ اُهي نهي راس ٿيون، ادا وارث ۽
اسان فلمون گڏ ڏٺيون، محرم شريف جون مجلسون ۽ پڙ ڏٺا، منهنجا ان
دؤر ۾ بيا پاڙيسري دوست هئا، ڪريم بخش خلجي، عبدالعزيز خلجي،
محمد عيسيٰ خلجي، غلام مصطفيٰ خلجي، يونس مهاجر، سو اسان
ننڍي لاڪون ئي رولاڪيون ڪيون آهن، اشرف شاهہ جي اوتاري ۽
پڪي پيير جا ننڍا چوڪرا بنا ڊپ ڊاءَ جي حيدرآباد شهر جون ۽ لطيف
آباد جون حدون، پنڌ، سائيڪلن ٽانگن، ڊبل بسن ۽ پوءِ مني ٽيڪسين
۽ رڪشائن ۾ پيا گهمندا هئا، حيدرآباد توڙي لطيف آباد جون
سينمائون بهترين تفريح گاهون هيون، پريم پارڪ وٽن، گلن، ڦلن سان
ڳنڍيل هوندو هو ويهڻ لاءِ ڪاٺ جون بينچون ۽ سائو چهر هوندو هو
صبح ساجهر اولهہ واري ڪنڊ کان هڪ آکاڙو هوندو هو جنهن ۾
پهلوان اچي ورزش ڪري ڪشتي وڙهندا هئا، پڪين جون منڙيون

منڙيون ٻوليون ۽ لاتون روح ريجهائيندڙيون هيون. اج سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو آهي. حيدرآباد کي ٻاهران آيل آبادي، ڪيترو نه تبديل ڪري ڇڏيو آهي. اُها سونهن، سوڀيا، سيپتا، اَلاءِ ڪيڏانهن وئي هلي، حيدرآباد جو حُسن، عامل ڪالوني جون وڏيون وڏيون پٿريليون پر خوبصورت عمارتون، بلڊر مافيا جي وَر چڙهي، پلازائن ۾ تبديل ٿي رهيون آهن. پنجاهه ۽ سٺ جي ڏهاڪي ۾ حيدرآباد جي وڏن روڊ رستن تي صبح شام ڇنڪار ٿيندو هو. ڀنگي ٻهارا ڏئي روڊ صاف ڪندا هئا. پپر جا وڏا وڻ گهاٽاڻن ڇانو ڏيندا هئا ۽ اسان اڪين سان ڏٺو ته ڪي الله لوڪ، مخلوق خدا سان محبت ڪندڙ پراڻا ماڻهو صبح سوير هيرآباد کان وٺي تلڪ چاڙهي فوجداري، روڊ ۽ اسٽيشن روڊ تائين ڦهليل پپل جي وڻن جي پاڙن ۾ جيتن ۽ پکين لاءِ کنڊ، ٻاجهر يا چانور رکندا ويندا هئا. زندگي پر اَمن، محبت ڀري انسان ۽ جانورن سان دوستن جهڙي هئي. گهوڙن ۽ گڏهن جي پاڻي لاءِ شهر ۾ ڪيترائي حوض نهيل هُئا. پر هائي ڇاٽي رهيو آهي ۽ اڳتي ڇا ٿيندو ڪاش! اها سوچ اسان جي پراڻن رهواسين يعني وڏڙن کي پهرئين ٿي هجي ها، ته اج اهي ڏينهن نه ڏسون هان.

ادا وارث جيڪو ماشا الله هينئر 63 يا 64 سالن جو هوندو جنهن جي نظرن جي سامهون شهر حيدرآباد جا ڪيئي اهم واقعا گذريا آهن. هُن کي گول بلڊنگ وارو باغ به چڱو ياد آهي، ته اُن سامهون ڪونڌڙي ويندڙ بسن جو اڏو به 50 ۽ 60 جي ڏهاڪي ۾ بس اندر سفر ڪندڙ غريب ڪولهياڻين باگڙيائين ۽ ڀيل عورتن کي خَالي سيٽ هوندي به هيٺ پٽ تي ويهي سفر ڪندي هُن به ڏٺو هوندو ته مون به. ان دؤر ۾ گهٽ ذات وارا هندو يا ڀنگي هوٽلن ۾ ويهي نه سگهندا هئا. تنهنڪري انهن کي ڪاڏو سندن ٺانون ۾ ۽ پاڻي ٻڪ ۾ پياريو ويندو هو.

هاڻي دؤر اهڙو بہ بدلجي ويو آهي جو اهو سچائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي تہ ڪير هن سفيد پوشي جي پٺيان لڪل آهي، انسان، حيوان يا شيطان. انساني لباس ۽ طور طريقا سندس تهذيب، تمدن ۽ سڃاڻپ جو حصو هُئا، هاڻ انسان پنهنجي اصل سڃاڻپ وڃائي ويٺو آهي.

هتي آئون هڪ پيرو بيهر اهو ٻڌائيندو هلان تہ ڪنهن بہ انسان جي اعليٰ عمل جي پٺيان ان جو ماضي لڪل هوندو آهي، ماضي، استاد، رهبر، ۽ آئينو ڏيکاريندو آهي، ماضي جي آرسي ماضي جي ٽِڪَ حال ۽ مستقبل جو تسلسل ۽ ڳانڊاپو سمجهڻ لاءِ مون کي هڪ پيرو وري ماضيءَ ۾ وڃڻو ٿو پويءَ. 1960ع جو ڏهاڪو هلي رهيو آهي. اسان ٻاڙيسري ننڍا وڏا دوست رات جي وقت فاطمہ اسڪول جي پٽ تي ٻرندڙ بلب جي روشني هيٺيان، موجود آهيون، اسان مان ڪن جي هٿن ۾ لاٺل جتيون آهن، تہ ڪن جي هٿن ۾ ڊگها ڪانا جن جي منڍ تي سٽيي ڪپهہ ويڙهيل آهي، جنهن تي مڇر يا مکيون اچي سگهن ٿيون. ڪانا جهليندڙ قد جا ڊگها ۽ عمر جا وڏا دوست اهڙي تہ اتڪل سان ڪانا لوڏين ٿا جو مڇرن جو شڪار ڪندڙ ڪرڙيون (چچڙيون) آهستي هيٺ لهن ٿيون. مون سميت ٻيا ننڍا ڇوڪرا وات ڦاڙي ڏسن ٿا تہ اهو ڇا پيو ٿئي، ۽ جڏهن ڪرڙي ٿورو هيٺ لهي ٿي تہ ان کي پادرن جو سٽڪو ٿي وڃي ٿو ڪا پٽ تي تہ ڪا هيٺ ڪري مري وڃي ٿي. اها راند هئي؟ مڇرن ۽ مکين جو بچاءُ هو؟ يا زهريلي ڪرڙي سان نفرت جو اظهار؟ اهو عمل بس ڪجهہ ڏينهن ئي هليو هو پر اُن جي پٺيان اسان جي ڪهڙي دوست جو دماغ هو جو هو ٻين ننڍن ۽ هڪ جيڏين دوستن کي قائل ڪري، ڪرڙيون مار تي ويو هو. بحرحال زندگي جا نيڪ واقعا، ڪي اراداتن تہ ڪي غير ارادي طور انفرادي يا اجتماعي سطح تي گذرندا آهن ۽ ورهين پڄاڻان اهو خيال ايندو آهي تہ اهو اسان ... ڇيو هو؟!

پر ڪي ڪي ڪم وري ٻاراٽي وهي ۾ ٻه ڏاڍا سنا ٿي ويندا آهن. جنئين فيلڊ مارشل ايوب خان جي دؤر ۾ ڪتا مار مهم جو زور هو ميونسپل وارن وٽ لوهي شيخن جي پڃرن واري هڪ گاڏي هوندي هئي جمعدار ڀنگي هٿن ۾ وڏيون لوهي ڪوڙڪيون کڻي شهر جي رولو ڪتن کي پڪڙي اُن پڃري ۾ بند ڪندا هئا ۽ پوءِ شهر کان ٻاهر وڃي ذهريلو ڪاڏو ڪارائي انهن کي ماري ڇڏيندا هئا. اسان کي انهن تي ڏاڍو رحم ايندو هو ڇو ته اهي ئي ڪتا ڏينهن جو اسان جا دوست ۽ رات جو گهرن ۽ گهٽين جا چوڪيدار هوندا هئا. ورلي ڪو ڪتو ڇتو ٿيندو هو يا سندس ڏاڙهڻ جو واقعو ٻڌڻ ۾ ايندو هو پر هي ڪتا مار مهم ٻه روز جو معمول هو تنهنڪري اسان ميونسپل وارن جي اُن پڃري واري گاڏي يا ڀنگين جي هٿ ڪينچين جهڙي ڪوڙڪي ڏسي پنهنجي پاڙي جي ڪتن کي ڊوڙائي ٻئي پاسي وٺي ويندا هئاسين، ۽ ڀنگي ناڪام ٿيندا هئا ته اسان خوش ٿيندا هُئاسين. ادا وارث کي ياد هوندو ته اسان ننڍي هوندي گڏيل طور تي هڪ ڪتو پاليو هو جيڪو اسان سان ڏاڍو هري ويو هو. اُن جو نالو اسان درو رکيو هو. ادا وارث سميت هو اسان سڀني جو هڪ وفادار حيوان دوست هو. اُن جو اسان ڏاڍو خيال ڪندا هئاسين.

ادا وارث وارن وٽ پڪي پير چاڙهي تي هڪ اوطاق ٻه هئي، جنهن ۾ اڪثر سندس اسڪولي ۽ پاڙيسري دوست ٻه اچي ڪچهريون ڪندا هئا. فوجداري روڊ واري هڪ گهٽي ۾ وارث جو هڪ دوست رهندو هو جيڪو محرم شريف ۾ شرنائي واري سان گڏ دُهل وڄائيندو پڙ سان گڏ هلندو هو ۽ ڪٿي سرڪاري ملازم ٻه هو. اهو ادا وارث وٽ اوتاري ۾ ملڻ ٻه ايندو هو.

پهرئين محرم تي اشرف شاهه جي اوتاري مان مان محمد آچر لغاري جو پڙ نڪرندو هو. دلدل اوتاري ۾ سجائي ويندي هئي ۽ اسان

اهو سالن جا سال منظر ڏنو پر آس پاس جي ڪيترن ئي علائقن مان نڪرندڙ دلدلن کي سجڻ تيار ٿيڻ مهل ڏٺو تہ آخر ۾ اچي مولا علي جي قدمگاهہ تي نهر ٿيندي بہ ڏٺو. تازين ۾ تابوتن کي شهر مان لنگهندي ڏٺو تہ ڦليلي ۾ نهر ٿيندي بہ ڏٺو رسالا روڊ ڪان جتي هينئر رضا بڪ اسٽال آهي، گهٽي ۾ اندر اچبو تہ منڊ ڪان هڪ پناڻ جي مانڊٽي هوندي هئي، جنهن تي ويهي هو نسوار وڪڻندو هو. گهٽي ۾ اندر گهڙبو هو تہ ساڄي هٿ تي چاڪين (خلجين) جو تيل جو پراٽو گهاٽو هوندو هو. جيڪو اڄ بہ جديد انداز سان موجود آهي. اهي چاڪي اسان جي پراڻي پاڙي وارن چاڪين جا ويجها مائٽ آهن. انهيءَ گهٽي جي کابي هٿ تي محمدي مسجد آهي پوءِ روڊ جي هن پاسي پراٽو آنيمر جو گتو هو. جنهن برف واري جو ذڪر ادا وارث ڪيو آهي. برف واري جي پرسان ئي ورهين کان وني هڪ سنڌي مچي کپائيندو آهي. هاٽي برف واري وٽان ئي اوپر ڏانهن گهٽي ۾ هلبو تہ هڪ بہ دڪان چڏي شاهہ محمد سومري جي سچي گيهہ جو دڪان هوندو هو. سچي سنڌ ۾ سندس دڪان جي هاڪ هوندي هئي، ۽ گهٽي ۾ پري پري تائين سچي، ديسي گيهہ جو خوشبو پکڙيل هوندي هئي. هن وٽ نج ماکي بہ ملندي هئي، هن کي بہ پٽ هئا. هڪ بصر بيو غلام محمد. بابا جو ۽ خان صاحب عبدالله چنا جي پٽن جو دوست منشي محمد اشرف سومرو سندس ناني هو هنن جو ڳوٺ پياري ڳوٺ اسٽيشن جي ويجهو هو.

بصر ڏاڍو سُهڻو جوان هو. گورنمينٽ هاءِ اسڪول سوسائٽي ۾ پڙهندو هو. ملهہ وڙهڻ جو ماهر هو ۽ هم عمر کوکر دوستن شمو ۽ مَنوءَ سان ملهون وڙهندو هو. قدرت کيس سونهن سان گڏ خوبصورت آواز سان بہ نوازيو هو. هو جڏهن رات جو فاطمہ گرلز اسڪول جي نهيل سيمينٽ جي بينچ تي اسان پاڙيسرين سان گڏ ڪچهري ڪندي اسان مان ڪنهن جي فرمائش تي پنهنجي پَرسوز منڙي آواز ۾ هي گانو

تو جو نہیں ہے تو کچھ بھی نہیں ہے،
یہ مانا کہ محفل حسین ہے جوان ہے۔

ڳائيندو هو تہ رستي تي هلندڙ ماڻهو بيهي اوستائين کيس ٻڌندا هئا. جيسين اهو گانو پورو نہ ٿئي. جلد ئي نوجواني ۾ هن کي عشق جي اهڙي تہ چوٽ لڳي جو هي ڪيترائي سال پنهنجي حال ۾ نہ هو. نيٺ هڪ تيز برسات واري رات بجلي جي ڪرنٽ لڳڻ سبب سندس زندگيءَ جو ڏيئو اجهامي ويو پر حيدرآباد جي هوائن هُن جا ڳايل پر سوز گانا اڄ بہ منهنجي ڪنن ۾ پري رهيا آهن. هو فريد محلي ۾ رهندو هو ۽ ادا وارث وارن سان سندس دوستي هئي. انهي ۾ ساڳي گهٽيءَ ۾ شاهہ محمد سومري جي دڪان پرسان پيرو پٺوري جي سائيڪلن جو دڪان هوندو هو جنهن کان ننڍي هوندي اسين مسواڙ تي سائيڪل وٺي هلائيندا هئاسين. پيرو جو هڪ ڀاءُ عبدالغفور پٺوري پنهنجي وقت جو مشهور نوجوان راڳي هو هاڻي ريڊيو تي ملازم آهي. پيروءَ جو وڏو ڀاءُ مشهور بينجو نواز خير محمد هو. درزڪو دڪان بہ اُن ئي گهٽي ۾ هئس. اهڙي ريت ادا وارث جيڪو مون کان عمر ۾ 3 يا 4 سال پنج وڏو آهي، اُن جي نظرن جي سامهون حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جون هي اَهم شخصيتون مون کان وڌيڪ چٽيون ۽ نمايان هونديون مثلا شيخ عبدالمجيد سنڌي. ڪوڪر پاڙو مولانا محمد صديق نوحاڻي بلوچ. فريد محلو ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي. آپا مريم نوحاڻي. آبادگار عبدالرحمن بلوچ. اي آر بلوچ. اداڪار فريد نواز بلوچ اداڪار. نعمت الله قريشي وڪيل احمد علي قريشي وڪيل. ڪريم بخش چنا ماهر تعليم. محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سنڌس قرآن پريس. نياز همايوني. امداد حسيني. طارق اشرف. غلام

نبي مغل، ظفر حسن، غلام محمد گرامي، پروانو ڀٽي، ڪامران ڀٽي (ڪوڪر پاڙي ۾ اچي ڪجهه عرصو رهيل، امر جليل، جمال ابڙو) علي محمد خالدي وڪيل ۽ شاعر واحد بخش شيخ وڪيل حڪيم احمد علي مغل، عبرت پريس جي ڪري، قاضي محمد اڪبر، قاضي عبدالمجيد عابد، حاجي محمد هارون ڊي سي، قاضي سچيڏنو ڪليڪٽر، ابرار قاضي سياستدان خير محمد ڪوڪر صحافي، شيخ علي محمد آفتاب اخبار جو ايڊيٽر، مدد علي سنڌي، ممتاز علي قريشي، مالڪ قيصر سينما، حاجي نجم الدين سريوال، اسڪائوٽ رضاڪار محمد علي شاهه، خاڪسار محمد اسحاق بلوچ، خاڪسار محمد عمر بلوچ، پروفيسر سيف الله بلوچ، نجم الدين چنا (منهنجو والد) غلام حيدر عباسي (وارث جو والد) محمد آچر لغاري، ڏٽي بخش لغاري ماستر، مير محمد رند پکو پير، محمد ابراهيم پنهور ۽ ٻيون انيڪ غريب توڙي امير شخصيتون ذهن تي تري آيون آهن، پر مضمون کي اصل موضوع ڏانهن وٺي وڃڻ کان پهرئين هي واقعا به رڪارڊ تي اچڻ جهڙا آهن، مثلا سردار غلام محي الدين ڀٽي، جڏهن گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو تڏهن ٻي ٽي ۽ ڊرل جو ڪيپٽن هوندو هو انتهائي خوبصورت پر ڪشش شخصيت جو هي نوجوان صبح جو اسيمبلي مهل بينڊ باجي وارن شاگردن جي اڳواٽي ڪندي، هاءِ اسڪول جي وڏي ميدان پنهنجن مخصوص انداز سان هٿ ۾ جهليل ڊگهي لٺ کي ڦيرائي ميوزڪ جي ردم سان هوندو هو ته ڪيترائي ٻاهريان ماڻهو ڪيس ڏسڻ ايندا هئا، ادا وارث جو هڪ اهم ۽ يادگار ڪارنامو هي به آهي ته سال 1965ع ڪانپوءِ شايد 1967ع يا 1968ع ۾ هُن مڪ سائيڪل جي عمارت جي ڇت تي هڪ ميوزيڪل پروگرام ڪرايو هو جنهن ۾ اسان سڀ پاڙيسري دوست ۽



نواب ولي محمد خان لغاري جي مقبري جو اتر - اولهه طرف کان منظر
تصوير ۾ غلام قادر چانديو ويٺل نظر اچي رهيو آهي
10 جولاءِ 2013ع



فقير جو پڙ
مسجد مائي خير النساءَ جو ٻاهريون منظر
9 - آڪٽوبر 2013ع



زبيده گرلز ڪاليج جي چاڙهي جو منظر

13 فيبروري 2014ع




سيد مراد علي شاهہ بخاري رحہ جو داخلي دروازو
تصوير ۾ مصنف جو پوٽو غلام حيدر نظر اچي رهيو آهي
15 مئي 2013ع



پڪو قلعو
حضرت سيد اشرف شاهه بخاري جي درگاهه
(پراڻي تصوير بِہ عنايت علي گوهر چانڊيو صاحب)



پراڻو مقام ٽنڊو آغا
سيد جڙيل شاهه جي مقبري جو ٻاهريون منظر
15 سيپٽمبر 2013ع



پڪي پير جي سامهون الهندو ڪچو حڪيم چراغ الدين جو گهر

14 جون 2013ع



سيد مراد علي شاهه بخاري رحه جو مقبرو

15 مئي 2013ع



پڪي قلعي جي دروازي سامهون اصحابي جي درگاهہ جو ٻاهريون منظر

15 سيپٽمبر 2013ع



فوجداري روڊ ايرندي طرف ڪاساين جي پِڙ جو علم

(1 جون 2013ع)



نوڙها چاڙهي

سوڙهي گهٽي ۾ سيد مراد علي شاهه جي درگاهه جو ٻاهريون منظر

9 آڪٽوبر 2013ع



غلام شاهه ڪلهوڙي جي قبي جو منظر

ٽلهي ڪان هيٺ الهه بخش ليکي جي قبر نظر اچي رهي آهي

(13 فيبروري 2014ع)



الهندو ڪڇو:

سيد محبت علي شاهه بخاري جي درگاهه



رسالا روڊ

پوڪياٽي بلڊنگ

31 آگسٽ 2013ع



ختم ٿي ويل اسڪول برانچ نور محمد هاءِ اسڪول.

مٽي ٽڪريءَ تي بوچالو شاهه چاڙهي جي قريب

01 جون 2013ع




ختم ٿي ويل ’ونڊسر بار‘ جي پراڻي عمارت جو منظر

(23 مئي 2013ع)



پناڻ ڪالوني
حضرت سيد محمود شاهہ جي مقبري ۽ مزار جو منظر
(10 جولاءِ 2013ع)



بوچالو شاهہ ۽ فقير لڪانو صبح پوٽو (ساٿي) جون مزارون

(28 جون 2013ع)




حضرت سيد محمود شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ
(20 آگسٽ 2013ع)



گنجو ٽڪر راڄو ليڪي جو قبو ايئرپورٽ روڊ فوجي ڇانوڻي جي حدن اندر
(20 مارچ 2014ع)




الهندو ڪچو
فوجداري روڊ عباسي اسپتال جي عمارت
28 جون 2013ع



مڪي شاھ (جئي شاھ) جي درگاھ جو منظر
20 مارچ 2014ع



پڪي قلعي لڳ گمنام درويشن جي درگاهہ جو ٻاهريون ڏيک
15 سيپٽمبر 2013ع



امام بارگاه محفل حسيني فوجداري روڊ الهندو ڪچو
(1 جون 2013ع)

ڪجھ ادا وارث جا دوست شامل ٿيا هئا. لاڙ جي پاسي جو ڪو غريب
مسڪين فنڪار ٿيڻ جو تمنائي ٿي حيدرآباد جي وڏن آرٽسٽن ۾
ميلن ملاڪڙن ۾ پنهنجو فن پيش ڪرڻ جا موقعا پيو ڳوليندو هو. هو
فلمي اداڪار رنگيلي کان متاثر ٿي مزاحيہ اداڪار ٿيڻ آيو هو ڇو تہ
تن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ سنڌي فلمن ٺهڻ جو دؤر هلي رهيو هو. هن
پنهنجي نالي پٺيان رنگيلو لڳائي ڇڏيو هو پر پوءِ ڪيس موقعو نہ
ملندو هو يا آخر ۾ هن کي گهرايو ويندو هو. تيسين پنڊال ۾ ڪجھ
ٿورا ماڻهو هوندا هئا. سي ايترا تہ ٿڪل جو هن کي داد بہ نہ ڏئي
سگهن. پر هن فنڪار وٽ اصل ڏات ڪا ڪا بہ هئي. ادا وارث سنڌس
لڪل ڏات کي ڳولي ورتو ۽ هن رهاڻ رچائڻ پروگرام ناهي وڏائين تہ
ها مهربانو! اهو فنڪار هو سيلم رنگيلو رنگ ڪوجهو ۽ منهن تي
هلڪا داغ. پر قدرت هن کي وڏي پچ تي ڳائڻ جي زبردست صلاحيت
ڏني هئي. هُن آواز ۾ درد ۽ سوز هو ۽ هو سُر کي ڇڪي بہ پنهنجي آواز
جي ميناج کي قائم رکي سگهندو هو يادگار رات جو اسين هئاسين.
هڪ 5 ڪلو گيھ جو خالي دبو وڃائڻ لاءِ هو. باقي هن جو آواز ۽ انداز
هو. جنهن هيٺ هلندڙ ماڻهن کي روڊ تي بيهاري ڇڏيو ۽ اسين سنڌس
پرسان ويٺل پنڌ پهڻ ٿي ويا هئاسين. افسوس جو قدرت جو هي
شاهڪار فنڪار حيدرآباد ۾ ڪجھ سال ڪوششون ڪري بنا منزل
ماڻڻ جي واپس پنهنجي ڳوٺ هليو ويو هو. هت جن جن الهندي
ڪڇي جي آهم ماڻهن جو مون ذڪر ڪيو آهي. ادا وارث انهن
سيني کي مون کان وڌيڪ واقف آهي. هن جو مطالعو ۽ مشاهدو مون
کان وڌيڪ وسيع آهي. قدرت هِن کي هڪ مؤرخ ۽ محقق جي اک
ڏني آهي. هن جي قلم کي طاقت ڏني آهي ۽ هِن جو ذهن تاريخي

ڪتابن جي مطالعي ڪانپوءِ زميني حقيقتن ڏانهن سوچي ٿو. هو سوال ڪري ٿو. هو جواب ڳولي ٿو.

ادا وارث حيدرآباد جي نئين ۽ پراڻي تاريخ لکي اهو ثابت ڪيو آهي تہ نون آيل مهمانن ڪانپوءِ هِن شهر جي اوج ۽ اوستا کي وڏو نقصان پهتو آهي. ادا وارث هرهڪ بزرگ، ماڳ مڪان، مسجد تائين پاڻ هلي ويو آهي. ڪتابن ۾ پڙهيل ڳالهين ڪانپوءِ زميني، جاگرافيائي، تاريخي حقيقتون ڳولڻ جو متلاشي رهيو آهي. هن ڪتاب ۾ هو تمام گهڻو ڪامياب بہ ويو آهي، پر وري بہ ڪي اهم سوال اٿاري هو پاڻ انهن جي جواب لاءِ متلاشي آهي.

حيدرآباد شهر جو نئون ۽ پراڻو ڪلچر، پراڻيون ذاتيون، پراڻا پاڙا ۽ پڙ، شهر جون سڀ ننڍيون وڏيون چاڙهيون هن پنهنجي قلم جي زور سان اسان آڏو وڏيڪ نمايان ۽ چٽيون ڪيون آهن. اهي چاڙهيون ڪيترو پراڻيون آهن ۽ انهن جي آس پاس ڇا آهي؟ پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ڪهڙيون ۽ ڪيتريون چاڙهيون نيون نهيون آهن، جڏهن ڪان نيرون ڪوٽ مان قري هي علائقو حيدرآباد جو شهر بنيو آهي، جيڪو 1770ع ۾ ڪلهوڙن اچي آباد ڪيو. انهن حڪمرانن جي دؤر جي اهم ماڻهن، مقبرن، مسجدن بابت هن ڪتاب ۾ گهڻو ڪجهہ موجود آهي. ڪهڙيون ذاتيون پنهنجي هنر ڪاريگري ۽ قابليت جي بنيادن تي هتي اچي آباد ٿيون، هينئر انهن جا پونيئر آهن يا نہ؟ ۽ جيڪي آهن، انهن جي نشاندهي بہ ڪئي وئي آهي. ان ڪانپوءِ ٽالپرن جو دور آهي. هِن دور جي بہ اهم شين کي تاريخي حوالن سان پيٽي ۾ نئين کوجنا، ڳولا ۽ تحقيق ڪري لکيو ويو آهي. حيدرآباد ۾ ڪيترا ٽنڊا هُئا. اهي هاڻي ڪهڙي حيثيت ۾ موجود آهن، بزرگن جي آخري آرامگاهن، امام بارگاهن، پراڻن پڙن ۽ پراڻن پاڙن جو ذڪر حوالن سان ڪيو ويو آهي.

ناهين، گولا اندازن، جوڻيجن، لغارين، بخاري ساداتن، راجو ليکي ۽ تاجو ليکي جي مقبرن کان وٺي انگريز دؤر تائين جي اهم واقعن، ڪينٽ جي حدن ۽ پراڻي دور جي سرنگهہ جو ذڪر ڪندي ادا وارث حيدرآباد شهر جي ننڍن ۽ وڏين ٽڪرين تي آباد هِن وستي (بستي) کي هڪ انجنيئر هڪ عمارت ساز، هڪ نقشہ نويس، هڪ تاريخ نويس، هڪ ڪاهوڙي، جاکوڙي ۽ تحقيقي انداز سان پڙهي، ڏسي، پرکي، سوچي ۽ سمجهي پوءِ لکيو آهي ۽ چيو اٿس تہ سندس اها تحقيق جاري آهي.

حيدرآباد جي جاگرافي، تاريخ، تهذيب، تمدن ۽ ڪلچر ڏيکارڻ ۾قاضي خادم صاحب جو وڏو ڪارنامو آهي، تہ ڪجهہ پرواني پٽني جو بہ تمام گهڻو ڪم هِن شهر حيدرآباد تي عبدالقيوم صائب ڪيو لکيو وينو آهي، پر شايد وٽس ڪو پبلشر نہ پهتو آهي ۽ نہ ئي ڪو ادارو. مرحوم ابن الياس سومرو بہ اتڪل پنهنجي زندگيءَ جي 30 سالن کان مٿي واري روزاني ڊائري ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي. پر اهو بہ ڇپجي نہ سگهيو آهي. ادا مدد علي سنڌي، ادا نصير مرزا ۽ آءٌ هِن شهر حيدرآباد جو پانڌيئڙو آهيان. يقينن اڳتي هلي جڏهن اسان حيدرآباد تي لکنداسين تہ ادا وارث، قاضي خادم، پرواني پٽني ۽ ٻين جي تاريخي ڪتابن مان مدد ۽ فائدو ضرور وٺنداسين. لکندي لکندي هي بہ ياد اچي ويو تہ جتي هاڻي زناني اسپتال جي سامهون امام بارگاهہ شيعہ عثنا عشري جي عمارت آهي، اُتي اڳاتي اسپتال ختم ٿيڻ کانپوءِ زرعي ماهر عبدالرحمن بلوچ موٽر سائيڪلن جو ڪجهہ وقت لاءِ شوروم بہ کوليو هو. ٻيو تہ بلاول چاڙهي چڙهڻ مهل بزرگ مصري شاهہ جي مزار اسپتل اندر هُئي، جنهن جو ذڪر ادا وارث بہ ڪيو آهي. تڏهن اسپتال اندر ڪجهہ

سال بزرگ تي ميلا بہ لڳا. جيڪي اسپتال انتظاميہ يا نرسن ۽ اسٽاف جي مردن پاران ھُئا. ننڍي ھوندي اھڙا اسان ھڪ بہ ميڙاڪا (ميلا) ڏٺا ھئا. ادا وارث جي بي انتها محنتن ۽ محبتن سان لکيل ھي ڪتاب "حيدرآباد شھر تاريخ جي آئيني ۾ (حصو پھريون) ھن شھر بابت ھڪ اھم دستاويز ۽ ڊاڪيومينٽ آھي، جنھن ۾ ننڍين مڻھن پورھيتن ۽ دڪاندارن کي ياد ڪيو ويو آھي. ھن ڪتاب شھر جا ڪيترائي اھڙا بزرگ ۽ سندن مزارون ظاھر ٿيون آھن، جيڪي منظرعام تي نہ ھيون. پراڻا ۽ لڪل قبرستان بہ ادا وارث گولي لڌا آھن تہ پراڻيون مسجدون ۽ انھن بابت تاريخي ڄاڻ بہ ھُن ڏني آھي. ھُو ھِن ڪتاب کي لکڻ لاءِ ھر اُن ماڳ مڪان تي ويو آھي. فوٽا ڪڍيا اٿائين، مقامي ماڻھن سان مليو آھي. بزرگ ماڻھن کان ٻڌل رايا بہ شامل ڪيا اٿس، تہ پنھنجي تحقيق تي بہ زور ڏنو اٿس. ھو خوشنصيب آھي، جو سندس ھي پورھيو ھڪ ڪاميابيءَ جي صورت ۾ اچي رھيو آھي. ادا وارث جابجا تاريخي ڪتابن جا حوالا بہ ڏنا آھن تہ پنھنجي ڪيل کوجنا ۽ ڄاڪوڙ جو نتيجو بہ ڏنو آھي ۽ ھر مضمون ۾ دعويٰ ڪرڻ بدران اھو چيو آھي تہ منھنجو ڪم جاري آھي، جيئن حقيقتون معلوم ٿينديون وينديون، آءٌ انھن کي لکندو ويندس. ھن ڪتاب ۾ اسان جي علائقي جا ست اھم باب آھن. آءٌ حيران آھيان تہ ھن گاڏي کاتي کان وٺي بلديہ جي آفيس تائين دڪانن ۽ دڪاندارن پار۔ پتا ۽ ڪاروبار لکيو آھي. جيئن تہ ھي ڪتاب اڃا بہ وڌائي لکيو ويندو. تنھنڪري سنڌ يونيورسٽي وارن کي عرض ڪندس تہ ھِن ڪتاب تي ادا وارث کي حيدرآباد کي نئين سر لکڻ ۽ ايڪسپلور ڪرڻ تي پي ايڇ. ڊي جي اعزازي ڊگري ڏني ﹺجي. ھتي مون جيڪا ڊگھي اپٽار ڪئي آھي، سا بہ

حيدرآباد شهر ۾ الهندي ڪچي جي ويجهي ماضيءَ جي اڪين ڏٺي، ڪنن ٻڌي تاريخ آهي. انسان پنهنجي ماضيءَ مان سجاڳو ويندو آهي، هِتي مون پنهنجي ڄاڻ موجب ادا وارث جو اسان سان گڏ گذاريل ننڍپڻ لکي اهو ظاهر ڪيو آهي تہ خداداد صلاحيت هن ۾ ننڍپڻ کان هُئي. جيڪا هاڻي نکري نروار ٿي آهي. اسين جڏهن ننڍا هوندا هُئاسين ۽ گهر وارا ڪيڏانهن ويل هوندا هئا تہ ڪڏهن ادا وارث جي گهر تہ ڪڏهن ادا شفيع جي گهر تہ ڪڏهن اسان جي گهر گڏجي راند روند ڪندا هُئاسين. اسان جي گهر هڪ ڪوٺي مڪمل طور تي بابا جي لائبريري هوندي هُئي. جنهن ۾ چئن يا پنجن وڏين پيٽين ۾ ڪتاب، نقشا، فائيل، اخبارون ۽ رسالا پيا هوندا هئا. جنهن ۾ وقت بہ وقت آءٌ پيو فنائيل جون گوريون، نم جا پن رکندو هوس. جيئن اڏوهي ڪتابن کي نہ کائي ۽ وقت بہ وقت اُهي ڪتاب اٿلائي پٿلائي پيو ڏسندو هوس. ادا وارث ۽ ادا شفيع وارن بہ ڪيترائي ڀيرا سراسري طور اُهي ڪتاب ڏٺا هئا. دراصل انهن ڏينهن ۾ مون کي ۽ ادا وڏي کي ڪتابن ڏسڻ جو شوق ان ڪري بہ هوندو هو جو اڪثر ڪنهن نہ ڪنهن ڪتاب ۾ نشان طور رکيل 5 يا 10 روپين جو ڪڙڪ نوٽ نظر اچي ويندو هو جيڪو ڪٽي اسان فلم ڏسندا هُئاسين. يا گهر آيل دوستن سان ٻاهر وڃي شيون کائيندا هئاسين. ادا محمد وارث پنهنجي نوڪري دوران ڪتاب خريد ڪندو رهيو ۽ پڙهندو رهيو. رٽائرڊ ٿيڻ کانپوءِ هو وڪالت بہ ڪري سگهيو پئي، ڇو تہ هُن کي اڄ قانون جا ڪيترائي نقطا ۽ رولز بر زبان ياد آهن ۽ گهر ۾ قانون جي ڪتابن جي جدا هڪ وڏي لائبريري اٿس. هُن جي گهر جو مڪمل مٿيون حصو هو اوطاق ۽ مهمان خاني طور استعمال ڪندو آهي. جتي سندس علمي، ادبي،

تاريخي، تحقيقي ڪتابن جي لائبريري آهي. هُن جا ملاقاتي دوست پڙهيل، لکيل، سلجهليل آهن؛ جيڪي هُن سان هُن جي پسند جي موضوع تي ئي ڳالهائيندا آهن. باقي وقت ادا وارث پنهنجي پڙهڻ ۾ ڏيندو آهي. هُن وٽ اڃا به وڏيڪ مواد پيو آهي، سياست تي، سماج تي، بيورو ڪريسي تي، اوقاف کاتي تي، هُن جن به ادارن کي خط لکيا آهن، اُهي هن وٽ محفوظ آهن.

هُن سرڪاري نوڪري دوران اهم عهدي تي رهندي جيڪي ڪجهه ڏٺو ۽ سمجهيو اهو به سندس دل و دماغ ۾ ڪٿ تي لکت جي صورت ۾ موجود آهي. آخر ۾ آءٌ ڀاءُ واحد پارس هيسباڻي، حميد ابڙي، اصغر گگي، احسان علي لغاري، بشير جمالي ۽ عبرت گروپ آف پبليڪيشن جو ٿورائتو آهيان، جن هِن ناياب تحريرن کي عبرت مئگزين ۾ قسطوار مسلسل شايع ڪري، اُن بابت آيل خطن کي خطن واري پاڱي ۾ شايع ڪري حيدرآباد جي هن تاريخ کي نئين سر سنواري سينگاري اجاگر ڪيو آهي ۽ انمول موتين جهڙن ماڻهن جو ذڪر ڪري سندن تعارف ۽ ڪم ڪار متعارف ڪرايو آهي. ادا وارث اسان جي حيدرآباد جي موجوده حالت هائي پتائي جي لفظن ۾ لکان ته هيئن وچي بيٺي آهي:

نه سي وڻڙ وٽن ۾ نه سي ڪاتاريون،
پسيو بازاريون، هيڏو مون لوڻ ٿئي.

سليم چنا
حيدرآباد

13 جون 2014ع

# پنهنجي پاران

مون کي خوشي ٿي رهي آهي، تہ منهنجو حيدرآباد شهر جي تاريخ بابت لکيل ڪتاب ”حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾“ (حصو پهريون) پنهنجو سفر طئي ڪندي اشاعت جي منزل تائين پهچي چڪو آهي، پر ڪنهن ڪنهن وقت دل ۾ اهو جهٽڪو بہ محسوس ٿيندو آهي تہ اها حقيقت آهي يا خواب. بهرحال ايترو ضرور چوندس تہ مون جهڙي بي سهارا ماڻهوءَ کي هن ڏکئي/ افراتفري واري دور ۾ اهڙي منزل تائين پهچڻ هڪ معجزه ٿي چئبو جو هن ڏکئي افراتفري واري دور ۾ ڏهن لکن بعد ئي ڪو همدرد دوست ملي ٿو جيڪو مون جهڙي ڪمزور کي سهارو ڏئي منزل مقصود تائين پهچائي ٿو.

جڏهن آءُ ملازمت جي مصروفيتن ۾ ڦاٿل هيس تہ منهنجي دل ۾ اهو جذبو گردش ڪندو رهندو هو تہ ملازمت کان آجو ٿيڻ کان پوءِ ڪيترن ئي موضوعن تي قلم کڻندس، جيڪي منهنجي دل ۽ دماغ ۾ سمائجي مون کي لکڻ تي مجبور ڪري رهيا هئا. خير اهو وقت بہ اچي پورو ٿيو جو مون رٽائرمينٽ ورتي ۽ الله سبحانہ جا شڪرانہ ادا ڪيم. منهنجي دل ۽ دماغ ۾ جيڪي مقاصد سمايل هئا. انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سفر شروع ڪيم. گهڻو ڪجهہ لکي هٿيڪو ڪري رکڻ بعد، ننڍپڻ ۽ جوانيءَ واريون ڳالهيون ياد آيون، اهي هيون حيدرآباد شهر جي تاريخ متعلق.

اهي يادون تازه ٿيڻ کان پوءِ پيون سڀيئي مصروفيتون ختم ڪري، اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ قلم کنيم ۽ حيدرآباد شهر جي

تاريخ لکڻ ۾ محو ٿي ويس. تاريخ جا ڪجهه حصا لکي اهو سوچيم تہ ان کي عوام تائين ڪيئن پهچائجي، ان لاءِ منجهي پيس. گهڻي سوچ ويچار بعد ارادو ڪيم تہ ان مقصد لاءِ اخبار سان رابطو ڪجي. پر وڏيڪ اهو بہ سوچيم تہ آءٌ بي پهچ، مون کي ڪير ٿو سُڃاڻي، هن ڏکئي دور ۾ مون کي اتي جاءِ ڪيئن ملندي. منهنجي ذهن ۾ اخبار عبرت ئي هئي، جنهن ۾ مون کي وڏيون اُميدون هيون. ڇاڪاڻ تہ جيئن ئي آءٌ پڙهڻ لائق ٿيو هئس، تہ عبرت اخبار سان دلي محبت ٿي وئي هئي، ۽ اها اخبار ئي پڙهندو هيس، پر اخبار پڙهي ضايع نہ ڪندو هيس، بلڪ سنڀالي رکندو هيس. اڄ مون وٽ پراڻين عبرت ۽ ٻين اخبارن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. اخبارن ۽ ڪتابن جو وڏو ذخيرو شهر مان لڏ پلاڻ دوران ضايع بہ ٿي ويو هو. گهڻو ذخيرو بعد ۾ گهر کي باهہ لڳڻ جي ڪري بہ ضايع ٿي ويو هو. تنهن جو تمام گهڻو ڏک ۽ ارمان اٿم.

همت ڪري پنهنجي همدرد ساٿي محترم غلام مصطفيٰ ميمڻ سان گڏجي، عبرت اخبار جي آفيس ويس، اتي اخبار ۾ تاريخي مضمون شايع ڪندڙ شعبي سان تعلق رکڻ وارن بابت معلوم ڪيم. ٻڌايو ويو تہ اهو ڪم جناب حميد ابڙي صاحب جي ذمي آهي. ساڻس مليس. حميد صاحب تمام گهڻي عزت ڏيڻ سان گڏوگڏ همت افزائي ڪندي، تاريخي مضمون شايع ڪرائڻ جي يقين دهاني ڪرائي. ايترو ضرور چيائين تہ ان بابت انتظاميہ کي بہ اعتماد ۾ ورتو ويندو. بهرحال ابڙي صاحب سان ملاقات جو سلسلو جاري رهيو. آخرڪار ابڙي صاحب منهنجي ملاقات جناب واحد پارس هيسباڻي صاحب سان ڪرائي. انهن کي منهنجي مقصد بابت ٻڌايو. هيسباڻي صاحب منهنجي تمام گهڻي عزت ڪئي، حوصلہ افزائي ڪئي ۽ عبرت مئگزين ۾ تاريخي مضمون شايع ڪرڻ جو يقين ڏياريو ۽ وڏيڪ اهو بہ

چيو تہ لکندا رهو. اهو سلسلو جاري رهندو. مونکي بيحد خوشي ٿي ۽ اهو سوچيم تہ اجا بہ کي آهن، جيڪي بي سهارن جي مدد ڪرڻ جو جذبو رکن ٿا.

اهڙيءَ طرح عبرت مئگزين ۾ منهنجا حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي مضمون شايع ٿيڻ شروع ٿي ويا. مضمون پڙهي بي حد خوشي ٿيندي هئي. جناب واحد پارس هيسباڻي صاحب، جناب حميد ابڙو صاحب، منهنجي نياڻي محترمہ سميرا مختيار صاحبہ ۽ ٻين همدردن جو تاحيات دعاگو رهندس.

منهنجو پهريون مضمون 16 نومبر کان 30 نومبر 2012ع واري عبرت مئگزين ۾ شايع ٿيو هو. تنهن بعد اهو سلسلو ڪاميابيءَ سان سفر ڪري رهيو آهي. ماڻهو مضمون پڙهي خط لکي، مضمونن کي پسند ڪري حوصلہ افزائي ڪندا رهيا آهن. اهڙي طرح مون کي وڏيڪ خوشي هئڻ سان گڏوگڏ وڏيڪ محنت ڪرڻ ۽ لکڻ جو شوق پيدا ٿيندو رهيو. ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو اڄ آءٌ ڪتاب شايع ٿيڻ جي منزل تائين پهچي چڪو آهيان.

حيدرآباد شهر بابت تاريخ لکڻ جو شوق دل ۾ ڪيئن پيدا ٿيو. ان لاءِ اهو چوندس تہ اڄ کان اڌ صدي کان بہ پهرين واري دور ۾ جڏهن شهر جي ايتري گهڻي آبادي نہ هئي. امن سڪون، ميٺ محبت ڀائيچاري، وڻڪاري وارو دور هو. ان وقت شهر جي رستن، گهٽين پاڙن مان لنگهبو هو تہ ڪابہ جاءِ اهڙي نہ هئي، جتي پراڻيون مسجدون، درگاهون، جايون، قبرستان، آثار قديمہ جون نشانيون، تفريح گاهون، ڪچهريون ڪرڻ جون اوطاقون نہ هجن. ان وقت انهن کي ڏسي دل ۽ دماغ ۾ ڪجهہ سوچون پيدا ٿينديون هيون. جهونا جيڪي ان وقت موجود هئا، اهي انهن بابت عجب قسم جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا.

اسين نٺڍا هوندا هئاسين. جهونئن جون ڳالهيون ٻڌي انهن تي غور ڪندا هئاسين.

جهونئن جون ڳالهيون ٻڌي ۽ زميني حقيقتون ڏسي، ڪتاب پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو. ڪتاب وٺڻ ڪتاب گهرن ۾ ويندا هئاسين ته پراڻا ڪتاب ڏسي، دل ۾ پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيندو هو ڪتاب خريد ڪري پڙهڻ جو سلسلو شروع ڪيم. هر مڪتب فڪر جا ڪتاب پڙهيم. حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن جي پڙهڻ سان خاص دلچسپي رکيم. مطالعو ڪرڻ بعد انهي نتيجي تي پهتس ته تاريخي ڪتابن ۽ زميني حقيقتن ۾ وڏو فرق نظر آيو. اهڙيون حقيقتون ڏسي، دل ۾ اهو جوش وڌندو رهيو ته حيدرآباد جي اڻ مڪمل تاريخ کي مڪمل ڪجي. ان لاءِ وس آهر محنت ڪيم. جنهن جي بدولت هي ڪتاب شايع ڪرڻ جي قابل ٿيو آهيان.

حيدرآباد جي تاريخ لکڻ لاءِ ڪتابن جو به مطالعو ڪندو هيس، جنهن به تاريخي ڪتاب ۾ جيڪڏهن نيرون ڪوٽ يا حيدرآباد بابت ڪا تاريخي ڳالهه نظر ايندي هئي، ته پهرين ان تي تمام گهڻو غور ڪندو هيس جي اها حقيقت منهنجي تاريخ سان نهڪندي يا ملندي هئي ته ان جو حوالو ضرور ڏيندو هيس ته جيئن تاريخ مڪمل ٿي سگهي ۽ ڪابه ڳالهه رهجي نه وڃي. ڪتاب پڙهي وري زميني حقيقتن جو جائزو وٺڻ ويندو هيس. ان ڪم لاءِ تمام گهڻي جاکوڙ ۽ محنت ڪرڻي پوندي هئي. ان اهم ڪم ۾ منهنجي مدد فقط ٻن دوستن ڪئي. هڪ محترم غلام قادر چانڊيو ۽ ٻيو محترم غلام مصطفيٰ ميمڻ. هنن ٻنهي دوستن گرمي توڙي سردي ۾ هن ڪم ۾ منهنجا ٻانهن ٻيلي ۽ هڏ ڏوکي رهيا. ڪيترن ٻين به انهيءَ ڪم ۾ گڏ هلڻ ۽ مدد ڪرڻ جي يقين دهاني ڪرائي، پر وقت اچڻ تي، اهي يا ته

لکي ويندا هئا. يا ڪو عذر ٻڌائي لنوائي ويندا هئا. محسوس ڪيم تہ اهڙن ماڻهن کي علم، ادبُ ۽ تاريخ سان ڪابہ دلچسپي نہ هئي، بلڪ ان ڪم کي فضول ۽ وقت جو زيان سمجهندا هئا. مون ٻن ساٿين جي مدد سان پنهنجو سفر جاري رکيو. جتي بہ ويندا هئاسين، انهن جاين جون تصويرون ضرور ڪڍندا هئاسين. هن وقت مون وٽ تصويرن جو وڏو تعداد موجود آهي، اڃا بہ گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي، ان لاءِ جدوجهد جاري آهي.

تاريخ لکڻ لاءِ زميني حقيقتن جو جائزو وٺڻ لاءِ جڏهن سفر شروع ڪيم ۽ انهن جاين تي پهتس، ماڻهن سان مليس، تہ وڏا تجربا حاصل ٿيا. گهڻو ڪجهہ ڏٺم ۽ ٻڌم. ماڻهن کان انهن جاين بابت عجب قسم جون ڳالهيون ٻڌم. حقيقت ۽ تاريخ جي برعڪس عمل ۽ تضاد ڏٺم، ماڻهو هڪ کي ٻيو بنايو ويٺا هئا. جڏهن تہ انهن وٽ ڪي بہ ثبوت موجود نہ هئا. مطلب تہ تصوراتي ڳالهين تي گهڻو زور هو. باقي حقيقت تاريخ طرف نہ ڪنهن جو شوق هو نہ توجهہ. انهن ٻڌايل ڳالهين ۽ حقيقت ۽ تاريخ جي برعڪس ڳالهين کي درگذر ڪندي مون هي نئين تاريخ لکي آهي، ۽ صحيح حقيقتون لکيون آهن. ڇاڪاڻ تہ هي تاريخ آهي، اها محفوظ رهندي، اڄ جون غلطيون اڳتي هلي مونجهارا پيدا ڪنديون.

حيدرآباد شهر جي تاريخ جو هي پهريون حصو آهي، جيڪو شايع ڪرڻ لاءِ مون تي منهنجي محسنن سليم چنا صاحب ۽ محترم غلام مصطفيٰ کهڙو صاحب تمام گهڻو زور ڀريو هو. محترم واحد پارس هيسباڻي صاحب وڏي رهنمائي ڪئي، جي حياتيءَ ساٿ ڏنو تہ هي تاريخ مڪمل ٿي ويندي.

آخر ۾ آءُ جناب اصغر گگو صاحب، جناب احسان علي لغاري صاحب ۽ محمد بشير جمالي جو بہ احسانمند ۽ شڪرگذار آهيان، جن منهنجي تمام گهڻي مدد ڪئي. الله سبحانہ سيني محسنن کي وڏي جمار عطا ڪري فرمائيندو ۽ کين اهل و عيال سميت خوش رکندو.

پڙهندڙن کي گذارش ڪندس تہ هو ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ پنهنجي راءِ کان مون کي ضرور آگاهہ ڪن.

**محمد وارث عباسي**

گهر نمبر،

المصطفيٰ ٽائون،

واڌو واهہ، حيدرآباد

0300_9372122

# حيدرآباد شهر ۾ درويشن جون آخري آرامگاهون

(اصحابي سڳوري رضہ جي مزار)

حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ جي تاريخ، سنڌ بابت لکيل تاريخي ڪتابن موجب سال 1769_1768 عيسوي ملي ٿي. پراڻي قلعو نيرون ڪوٽ جي جاءِ تي حاڪم وقت ميان غلام شاھہ ڪلهوڙو نئون قلعو تعمير ڪرايو هو ۽ هن شهر ۾ پنهنجو تخت گاھہ قائم ڪري شهر کي آباد ڪيو هو. ميان صاحب سان گڏ ٻن قبيلن جا ماڻهو آيا هئا. جيڪي هت آباد ٿيا هئا. تختگاھہ قائم ٿيڻ وقت شهر جي آبادي بلڪل مختصر هئي جوڻيجو قبيلي جي ماڻهن جي هن شهر ۾ آمد اوائلي آهي. اڄ هن شهر جي آبادي لکن کان بہ وڌي چڪي آهي. ڪلهوڙا حڪومت جي هي آخري ۽ سڀ کان وڏي تعميري ڪارنامي پڪي قلعي جي اڄ ڇا حالت آهي، انهي تي بہ مضمون لکڻ ۽ تباهي جا اسباب ڳولڻ جي سخت ضرورت آهي.

پراڻي شهر حيدرآباد گنجي ٽڪر وارو علائقو ٽوڙي اپرندي ۽ الهندي ڪڇي ۽ ان جي ارگرد وارن علائقن ڏانهن نظر ڊوڙائبي تہ اتي ڪيترن ئي درويشن ۽ ڪامل ولين جون مزارون نظر اينديون. شهر جي ورلي ڪا اهڙي گهٽي، پاڙو يا رستو هوندو جتي ڪنهن درويش جو آخري آرامگاھہ نہ هجي. شهر يا ان جي اردگرد جيڪي بہ درويش ابدي ننڊ ستل آهن، ڪنهن جي بہ پس منظر جي ڪا بہ درست ۽ صحيح

معلومات نہ ملي سگهي آهي تہ اهي درويش ڪير هئا. ڪٿان آيا ۽ انهن جا هتي اچڻ جا ڪهڙا مقصد هئا. جو سواءِ چند درويشن جي هتي ڪنهن بہ بزرگ جو اولاد موجود نہ آهي. جنهن وٽان بزرگ بابت درست معلومات ملي سگهي. هتي جيڪي بہ بزرگن جون مزارون آهن. انهن جا جيڪي متولي يا خدمتگار آهن اهي اڪثر غير آهن. انهن جو بزرگن سان ڪو بہ تعلق نہ آهي. جيڪڏهن ڪنهن کان بزرگ جي پسمنظر بابت معلوم ٿو ڪجي تہ هرڪو اندازي تي وڏن کان ٻڌل ڳالهين جو حوالو ڏئي ٻڌائي ٿو باقي ڪنهن وٽ بہ پختو تسلي بخش دليل يا دستاويزي ثبوت موجود نہ آهي. شهر ۾ چند اهڙن بزرگن ۽ درويشن جو مزارون موجود آهن. جن جو تاريخي پسمنظر بہ معلوم ٿئي ٿو ۽ انهن جو اولاد بہ موجود

شهر ۾ ڪافي مزارون اهڙيون آهن. جن جي مٿان پراڻي وقت جا مقبره موجود آهن. ڪجهہ مزارن مٿان نئين دور جا مقبره تعمير ٿيل آهن تہ ڪي بغير مقبره بہ مزارون آهن اهو بہ ثبوت نٿو ملي تہ پراڻا مقبره ڪنهن تعمير ڪرايا هئا ۽ ڪهڙي وقت تعمير ٿيا هئا. انهن درويشن بابت ڪا بہ لکيل مڪمل تاريخي نہ ٿي ملي. اها تاريخ نہ لکڻ ڪنهن جي غلطي چئجي ۽ تاريخ نہ لکڻ جا ڪهڙا اسباب هئا. انهي جي ڪا بہ صحيح ڄاڻ نہ ٿي ملي. بهرحال درويشن بزرگن جون آخري آرامگاهون موجود آهن. جتي سالانہ ميلا بہ منعقد ٿين ٿا ۽ عقيدتمند حاضريون بہ ڀريندا رهن ٿا. ڪن درويشن جا تہ نالا بہ صحيح معلوم نہ ٿا ٿين. يقينن اهي نالا بزرگن جا اصلي نالا نہ هوندا. تاريخ نہ لکڻ ڪري اهڙيون ڳالهيون مونجهاري جو سبب بڻجي ويون آهن.

ماضي ۾ جيڪي ڪجهہ بہ ٿيو انهن کي درگذر ڪري انهن بزرگن جي تاريخ جيڪي ڪجهہ بہ حقيقتون ملن ٿيون انهي جي بنياد تي هڪ نئين تاريخ مرتڪب ڪرڻ وقت جي اهم ضرورت آهي تہ

---

*حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :44*

جيئن ايندڙ نسل اسان جيان مونجهاري جو شڪار نہ ٿئي. اهڙي تاريخ لکڻ لاءِ وقت بہ ذرڪار آهي ۽ محنت ڪرڻ جي بہ سخت ضرورت ٿيندي باقي جي تاريخ لکي مڪمل ڪئي وڃي تہ هڪ نئين باب جو آغاز ٿيندو چاڪاڻ تہ انهن بزرگن جي مڪمل تاريخ ڪنهن بہ نہ لکي آهي. ڪجهہ تاريخي ڪتابن ۾ فقط چند اوائلي بزرگن جو ذڪر ملي ٿو.

ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جو لکيل ڪتاب حيدرآباد شهر (تالپرن جي دؤر ۾) هڪ ننڍو ڪتاب ضرور آهي پر انهي ننڍي ڪتاب کي مرتب ڪرڻ ۾مرزا صاحبہ جي وڏي محنت ۽ جاکوڙ نظر اچي ٿي. هن ننڍي ڪتاب ۾ حيدرآباد شهر جي پسمنظر بابت جامع تاريخي معلومات فراهم ٿيل آهي. مرزا صاحبہ ڪتاب ۾ شهر جي فقط چند درويشن جو ذڪر ڪيو آهي. هڪ درويش بابت لکن ٿيون.

12 صدي عيسوي جي پوئين اڌ ڌاري هڪ درويش مڪي مان هتي آيو. جنهن هن بستيءَ کي هميشہ لاءِ اچي پنهنجو آرامگاهہ بنايو ان درويش جو نالو سيد محمد مڪئي آهي، جنهن جي درگاهہ هن وقت جئي شاهہ جي نالي سان مشهور ۽ معروف آهي. ٻارهين صدي بعد سيد محمد مڪئي جي درگاهہ نيرون ڪوٽ جو نمايان شان رهي. قلعي واري ايراضي ۽ ان جي آسپاس اوائلي عربي دور جا بزرگ بہ دفن ٿيل هئا. ٿي سگهي ٿو تہ قلعي جي سامهون واري "اصحابي واري قبر" بہ آڳاٽن بزرگن مان ڪنهن جي هجي. نسبتن پوئين دور ۾ بخاري ساداتن مان بہ ڪي بزرگ اچي نيرون ڪوٽ ۾ رهيا. انهن ۾ سڀ کان آڳاٽو شاهہ بخاري قلعي واري ايراضي ۾ ڏکڻ اوڀر طرف مدفون هو. سندس قبر قلعي واري نئين ڪالوني ٺهڻ وقت بہ موجود هئي. شاهہ بخاري ڪليڪٽر کان ايرندي طرف دفن ٿيل آهي جو پڻ آڳاٽو آهي. مرزا صاحب عبدالقادر جيلاني رحہ جي اولاد مان مان عبدالوهاب جيلاني جو بہ ذڪر ڪيو آهي، جنهن جي مزار

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :45

مولىٰ علي عليہ السلام جي قدمن پرسان آهي. ان بابت اهو بہ لکيو ويو آهي تہ اهو بہ آڳاٽن بزرگن مان آهي.

ڊاڪٽر مرزا صاحب حيدرآباد جي تاريخ ۾ فقط ٻن ٽن بزرگن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب تاريخي ڪتابن جو حوالو ڏنو آهي. جڏهن تہ شهر ۾ بزرگن جون ڪافي درگاهون هن وقت بہ موجود آهن، جن جو ذڪر نہ ڪيو ويو آهي. شايد ڪتاب مرتب ڪرڻ وقت اهو ڪم ڊاڪٽر صاحب جي ذمي نہ هجي ۽ چڙ سبجيڪٽ ۾ شامل نہ هجي. جڏهن تہ حيدرآباد شهر جي تاريخ مڪمل ڪرڻ لاءِ انهن درويشن جو حوالو ڏيڻ تمام ضروري آهي، جو اهي درگاهون شهر جي زينت بہ آهن.

مير علي شير قانع فقط ٻن بزرگن جو ذڪر ڪيو آهي. هڪ شيخ مڪائي (شاهہ مڪئي) ۽ ٻيو شاهہ بخاري. شاهہ مڪئي بابت مير صاحب جو بيان آهي تہ هڪ وڏي ۾ وڏو ولي ۽ پهريون اسلامي حاڪم آهي جو سنڌ جي فتح کان پوءِ هتي حڪومت ڪرڻ ويو. سندس درگاهہ الله جي ولين ۽ خدا جي معرفت وارن جي زيارتگاهہ ۽ مرجع آهي. شاهہ بخاري بابت لکي ٿو تہ شاهہ بخاري پڻ مٿئين شهر کان ٽن ڪوهن جي پنڌ تي هڪ برڪت پري درگاهہ زيارتين جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ آهي. شاهہ مڪئي جي درگاهہ شهر ۾ ڪچي قلعي ۾ واقع آهي. قلعي اندر ٻيون بہ ڪيتريون ئي قديم مزارون آهن، انهن بابت ڪو بہ ذڪر نہ ٿو ملي. حيدرآباد شهر کان ٽن ڪوهن جي پنڌ تي شاهہ بخاري جي درگاهہ آهي، ان جي مٿان قديم زماني جو مقبرو تعمير ٿيل آهي. موجوده تعقلي قاسم آباد جي حد ۾ آهي. مير علي شير قانع عبدالوهاب شاهہ جيلاني ۽ اصحابي جي مزارن جو ذڪر نہ ڪيو آهي، جڏهن تہ اهي ٻئي درگاهون شهر جي وچ ۾ پڪي قلعي لڳ آهن. ڊاڪٽر مرزا صاحب ٻنهي درگاهن جو ذڪر ڪيو آهي. جڏهن شاهہ

بخاري بابت اهو لکيو آهي تہ ڪليڪٽري کان اپرندي طرف دفن ٿيل آهي، جو پڻ آڳاٽو آهي. ڪليڪٽري کان اپرندي طرف الهندي ڪچي ڪوڪر جي پاڙي ۾ محبت شاھ بخاري جي مزار آهي، جيڪا پڻ وچ شهر جي گنجان آبادي ۾ آهي. بخاري شاھ جي مزار مٿان قديم زماني جو نہ پر هن دور جو مقبرو تعمير ٿيل آهي. محترم مرزا صاحب جو اشارو انهي شاھ بخاري طرف شايد هجي. مرزا صاحب قلعي واري ايراضي ۾ ذڪڻ اوپر طرف مدفون ٿيل جنهن بخاري سادات جي قبر جو ذڪر آهي ۽ لکيو آهي سندس قبر نئين ڪالوني ٺهڻ وقت بہ موجود هئي. پڪي قلعي جي ايراضي ۾ بيشڪ هڪ قبر موجود هئي، جنهن جي چئني طرفن کان لوھ جا مضبوط ٿنيا جن تي زنجير لڳل هئي، پر انهي کي جنرل هوش محمد شيدي جي قبر چيو ويندو هو. شايد اها ئي قبر انهي بخاري سادات جي هجي، جنهن جو مرزا صاحب ذڪر ڪيو آهي، جاڪاڻ تہ هوش محمد شيدي جي قبر تعلقي حيدرآباد ناريجن جي ڳوٺ لڳ آهي، جيڪا اڃا تائين موجود آهي. مير علي شير قانع صاحب تحفت الڪرام ۾ گنجي ٽڪر جي آرامي ڪجھ بزرگن جو بہ ذڪر ڪيو آهي.

مير علي شير قانع ۽ ڊاڪٽر مرزا قمر جهان جن جا قبرن بابت بيان مٿي لکيا ويا آهن. محترم ڊاڪٽر مرزا صاحب ڪتاب ۾ اصحابي جي مزار جو تہ ذڪر ڪيو آهي پر انهي جو نالو ۽ سنڌ ۾ آمد ظاهر نہ ڪئي آهي. ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب جن جو لکيل ڪتاب "تاريخ باب الاسلام سنڌ" مطالعي هيٺ آيو. ڊاڪٽر صاحب ڪتاب جي صفحي 15 تي بيان ٿو ڪري تہ اسلام جي آغاز جو خود حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۾ سنڌ ڏانهن تبليغي جماعت جو اچڻ ثابت ٿي چڪو آهي. سنڌ جي هڪ داخلي ذريعي "گنجينہ جهان نما" (فارسي قلمي) مان اها حقيقت هن

طرح معلوم ٿئي ٿي تہ هجرت جي اٺين سال (630 عيسوي) آنحضرت صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنج اصحابي اسلام جيءَ تبليغ واسطي سنڌ ڏانهن موڪليا. جن جو اڳواڻ ابو رافع هو. ابو رافع حيدرآباد (نيرون ڪوٽ) ۾ وفات ڪئي. سندس مزار شريف حيدرآباد بزار (شاهي بازار) وٽ هڪ زيارتگاهہ آهي. سندس هڪ ٻيو رفيق جنهن جو نالو تاريخ مان معلوم نٿو ٿي سگهي تنهن پڻ سنڌ ۾ وفات ڪئي، جنهن جي تربت ٺٽي ۾ مڪلي ٽڪري تي آهي. باقي ٽي ڄڻا موٽي رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت اقدس ۾ وڃي حاضر ٿيا. حيدرآباد (نيرون ڪوٽ) جي شهر مان ڪن ٿورن ماڻهن ڳجهي طرح اسلام آندو.

حيدرآباد شهر ۾ موجود اصحابي سڳوري جي مزار مبارڪ بابت ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جيڪا معلومات فراهم ڪئي آهي، سنڌ جي ٻئي ڪنهن تاريخي ڪتاب ۾ اهڙي اهم معلومات شايد موجود نہ هجي (منهنجي ذاتي راءِ موجب) تمام اهم ۽ قابل توجهہ معلومات آهي. اصحاب سڳوري جي تربت اڄ بہ موجود آهي، مزار جي مٿان مقبرو يا ڇت تعمير ٿيل نہ آهي. عقيدتمند زيارت لاءِ ايندا رهندا آهن، پر اصحاب سڳوري جي صحيح حقيقت ڪنهن کي بہ معلوم نہ آهي. زباني روايتن موجب هرڪو مختلف ڳالهيون ٻڌائي ٿو. اصحاب سڳوري جي مزار مبارڪ عدم توجهہ جي ڪري زبون حالت ۾ آهي. درگاهہ جو احاطو بہ بلڪل سوڙهو. ٺهي طرفن کان عمارتون تعمير ٿيل آهن. حيدرآباد شهر جا رهاڪو خوش قسمت آهن جو هتي رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي دور جي موڪليل اصحاب جي آخري آرامگاهہ آهي، پر عدم معلومات جي ڪري زبون حالت آهي.

اصحاب سڳوري جو نالو جيڪي لکي دروازي تي نمايان ڪيو ويو آهي اهو بہ قابل غور آهي. اهڙيون ڳالهيون جيڪي قياس آرائي تي مبني آهن ۽ تاريخي حقيقتن جي بلڪل برعڪس آهن.

---

ذهنن ۾ مونجهارا پيدا ڪن ٿيون ۽ انهن بنيادن تي نيون نيون رسمون ۽ رواج جنم وٺن ٿا. تنهنڪري صحيح حقيقتن کي منظر عام تي آڻڻ لاءِ بزرگن جي مزارن بابت وڏيڪ تحقيق جي سخت ضرورت آهي ۽ معتبر تاريخي ڪتابن مان جيڪي به حقيقتون درست معلوم ٿين ٿيون، انهن کي سامهون آڻجي ته جيئن هن دور جا نوجوان ۽ ايندڙ نسل وڏيڪ مونجهاري جو شڪار نه ٿين. ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جنهن ٻئي اصحاب سڳوري جي نشاندهي ڪئي آهي ۽ بيان ڪيو آهي ته ٺٽي مڪلي تي مدفون آهن. منهنجي ذاتي راءِ موجب ته اهي بزرگ عبدالله شاهه اصحابي آهن، جيڪي اصحابي نالي ئي مشهور آهن.

اها حقيقت به قابل توجهه آهي ته دنيا جي اسلامي توڙي غيراسلامي ملڪن ڏانهن نظر ڊوڙائبي ته نظر اهو ايندو ته جنهن به ملڪ ۾ اصحاب سڳورن جون مزارون آهن، اتي جون حڪومتون ۽ اتي رهندڙ مسلمان پنهنجي بزرگن جي آخري آرامگاهن جي حفاظت ڪن ٿا. اسان جو پيارو ملڪ پاڪستان اسلامي ملڪ آهي، هن ملڪ ۾ اڪثريت به مسلمانن جي آهي ۽ اها اسان جي وڏي خوش قسمتي آهي جو اسان جي ملڪ ۾ اصحاب سڳورن کي رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم اسلامي تبليغ لاءِ هتي موڪليو هو. انهن بزرگن جون مزارون ته موجود آهن، پر اهڙين مقدس هستين جي درگاهن جي حفاظت جي پرواهه نه حڪومت کي آهي ۽ مسلمانن کي.

منهنجي ذاتي خيال موجب ته اها به بدقسمتي چئبي جو اصحاب سڳورن جون آخري آرامگاهون پاڪستان جي صوبي سنڌ ۾ آهن. سنڌ ۾ تاريخي ۽ قديمي مقبرن، عمارتن، قلعن ۽ قيمتي اثاثن جي ڇا حالت بنائي وئي آهي، ڪي قيمتي اثاثا ته مٽجي مسمار ٿي چڪا آهن، جيڪي موجود آهن اهي به ڪو به توجهه جي ڪري زبون حالت ۾ آهن. انهن قيمتي اثاثن جي ختم ٿيڻ جي ڪنهن کي پرواهه نه آهي،

انهن اثاثن جي ڪري اسان جي شهرن جي ۽ ماڻهن جي تاريخي پسمنظر جي خبر پئي ٿي. اهي اثاثا، عمارتون، ڪوٽ، قلعا ۽ مزارون مقبره شهرن جي سجاڳپ سان گڏوگڏ زينت بہ آهن. پاڪستان جو هر هڪ صوبو تاريخي اثاثن جي حفاظت ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن اهڙن اصحاب سڳورن جون مزارون پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ هجن ها تہ انهن جي اهڙي زبون حالت نہ هجي ها مولانا سيد ابوالاعليٰ مودودي جو لکيل تفهيم القرآن (سنڌي ترجمو) قرآن پاڪ جي صورت 84 الانشقاق جي تفسير ۾ اصحاب ابو رافع جو نالو لکيو آهي، جلد ڇهون صفحو نمبر 316. جڏهن تہ حيدرآباد ۾ آرامي اصحاب سڳوري جو نالو بہ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي ابو رافع ظاهر ڪيو آهي. جيڪا ڳالهہ قابل غور آهي جو اصحاب سڳورو حيدرآباد (نيرون ڪوٽ) هجرت جي اٺين سال ٻين اصحابن سڳورن سان گڏ تبلغ واسطي آيو هو.

حڪومت ۽ عوام کي هن اهم معاملي طرف خصوصي توجهہ ڏيڻ گهرجي تہ حيدرآباد شهر ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي اصحاب سڳوري جي آخري آرامگاهہ آهي عدم معلومات جي ڪري سڳورن کي مختلف نالن سان ياد ڪيو ٿو وڃي.

(عبرت مئگزين، 16 نومبر کان 30 نومبر 2012ع)



# حيدرآباد شهر ۾ گمنام درويشن جون آخري آرامگاهون

(بـ قبرون)

مون پنهنجي اڳوڻي تاريخي مضمون حيدرآباد شهر ۾ مدفون اصحابي سڳوري ۽ ڪجهہ ٻين درويشن جي تربتن جو تذڪرو ڪيو هو. ڪجهہ ٻين درويشن جي مزارن جي نشاندهي ڪرڻ بہ ضروري آهي جن جون تربتون تہ موجود آهن پر گمنام آهن. جن جي تاريخي ڪتاب نشاندهي ڪن ٿا هونئن تہ شهر جي ڪا گهٽي، ڪو پاڙو، ڪو رستو ورلي ڪو اهڙو هوندو جتي ڪنهن بزرگ جي آخري آرامگاهہ نہ هجي. اهڙن گمنام بزرگن جي تحقيق ڪري منظر عام تي آڻڻ لاءِ هڪ تہ تمام گهڻي محنت ۽ ٻيو وقت درڪار آهي. اهو عمل مڪمل ڪيو وڃي تہ شهر حيدرآباد جي هڪ نئين تاريخ جو آغاز ٿيندو اهو ڪم هٿ ۾ کڻڻ کان پهرين انهن بزرگن ۽ درويشن کي نروار ڪجي جن جي نشاندهي تاريخي ڪتابن ۾ ٿيل آهي.

گمنام درويشن جو ذڪر ڪرڻ لاءِ ڪجهہ بزرگن جو حوالو ڏيڻ بہ ضروري آهي جن حيدرآباد شهر انگريزن جي دور ۾ بہ ڏٺو انهن بزرگن مان هڪ سيد احمد علي شاهہ نالي هو جنهن جي عمر اڄ کان پنجاهہ سال اڳ نوي سال کان بہ وڌي هئي. هي بزرگ حيدرآباد جي پراڻي تاريخ جيڪا هن سندس بزرگن کان ٻڌي يا ڏٺي ٻڌائيندو هو هر ڪو شوق سان سندس ڪچهري ۾ ويهندو هو. انهي بزرگ جي ٻڌايل

ڪافي ڳالهيون اڄ ڏينهن تائين ياد اٿم. هي بزرگ ڪافي سال اڳ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪو آهي. بزرگ سيد احمد علي شاهه قدم گاهه موليٰ علي عليہ السلام لڳ هڪ پاڙي ۾ رهندو هو. مون ڪيس پورهيو ڪندي ڏٺو حيدرآباد شهر جي دل گاڏي کاتو سڏبي هئي ڇا عروج هو گاڏي کاتي جو ۽ اڄ ڇا آهي، عروج کي زوال اچي ويو. پڪو پير چاڙهي جتان شروع ٿيندي هئي، اتي ٽانگن ۽ وڪٽوريا گاڏين جي بيهڻ جي جاءِ هئي، جنهن کي ٽانگا اسٽينڊ چيو ويندو هو. انهي وقت ايتريون ڪارون موٽرون ۽ رڪشائون وغيره نہ هيون. وڪٽوريہ گاڏين ۽ ٽانگن جو عروج هو. ويجهي سفر لاءِ اُهي آسان سواريون هيون سرندي وارا ماڻهو وڪٽوريہ ۽ غريب ٽانگن ۾ قريبي سفر ڪندا هئا اهو ٽانگہ اسٽينڊ انگريزن جي دور حڪومت ۾ ڪنهن هندو قائم ڪيو هو. جيڪو ڇپري جي نالي مشهور هو مگر پڪي ۽ پختي تعمير ٿيل هئي، انهي ڇپري جي ڇت هيٺان ٽانگن هلائڻ وارا ۽ جانور اسائش وٺندا هئا. ڇپري وٽ هڪ حوض جانورن جي پاڻي پيئڻ لاءِ تعمير ٿيل هو. انهي حوض جي پرسان پيئڻ جي پاڻي لاءِ نلڪو بہ لڳل هو جنهن مان هر وقت پاڻي مهيا هوندو هو. نلڪي مان پاڻي تمام گهڻي تيز رفتاريءَ سان نڪرندو هو. انسانن ۽ جانورن جي سهولت لاءِ اهو ثواب جو ڪم ڪنهن هندو ڪيو هو. شهر کي تباهہ ڪرڻ ۽ شهر جي ثقافتي اثاثن کي مٽائڻ وارن دشمنن ڇپرو ختم ڪري ان جاءِ تي پلازه تعمير ڪرائي ڇڏيو آهي. حيدرآباد شهر جا قديم يادگار ۽ تاريخي اثاثہ جن جو هن وقت نام و نشان بہ موجود نہ آهي.

سائين احمد شاهہ مرحوم انهي ڇپري واري حوض جي پاڻي مان وڪٽوريہ ۽ ٽانگا ڌوئي گذر سفر ڪندو هو. سائين شهر جون پراڻيون ڳالهيون ٻڌائيندو هو. شهر ۾ مدفون درويشن جون بہ گهڻيون ئي

ڪرامتون ٻڌائيندا هئا. گهڻو ڪري اصحاب سڳوري جي مزار، قدم گاهہ موليٰ علي عليہ السلام، جئي شاهہ ۽ عبدالوهاب شاهہ جيٰ مزارن ۽ ڪرامتن جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. سائين ٻڌائيندا هئا تہ اهي ڳالهيون هن سندن وڏن بزرگن کان ٻڌيون آهن سائين وٽ انهن بزرگن بابت ڪو پختو ثبوت يا دستاويزي ثبوت موجود نہ هو. سائين کان بزرگن بابت معلوم ڪبو هو تہ ٻڌائيندو هو تہ اهي اسان کان اڳ جا آرامي آهن. باقي انهن آرامي بزرگن جون ڪرامتون بيان ڪندا هئا، ڪن ڪي جلالي ظاهر ڪندا هئا تہ ڪن بزرگن ڪي رحماني سائين ٻڌائيندا هئا. هن پنهنجي حياتي ۾ بہ بزرگ زنده ڏٺا. هڪ منگهواڻو فقير ۽ ٻيو پير شاهہ ٻڌائيندا هئا. پير شاهہ بابت ٻڌائيندا هئا تہ بزرگ ڪنهن ٻئي پاسي جو هو. وفات وقت سندس لاش ڪي مائٽ ڪڻائي ويا. باقي منگهواڻي فقير جي مزار تہ ڪوڪرن جي پاڙي محبت شاهہ بخاري جي تربت جي سامهون واري گهٽي ۾ اڃان تائين موجودآهي، فقير جي اهل و عيال جي ڪا بہ خبر نہ آهي. پاڙي وارن فقير جي تربت ڪي خوبصورت تعمير ڪرائي خدمت ڪري رهيا آهن. پير شاهہ جي مزار بابت ڪا ڄاڻ نہ آهي. باقي فقير جي پڙ "نوڙها چاڙهي" تي پير شاهہ جو آستانہ هڪ دوڪان اندر موجود آهي، جنهن ڪي خدمتگار ٺاهيو جوڙيو سينگاريو قائم ڪيو اچن.

سائين احمد شاهہ شهر ۾ آرامي بزرگن، درويشن جي ڪرامتن، جنن ۽ ڀوتن جون بہ عجب قسم جون خوف ڏيارڻ واريون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. جي لکڻ جون سلسلو جاري رهيو تہ هر هڪ ڳالهہ قلمبند ڪئي ويندي شهر جا عقيدتمند مزارن تي باسون باسيندا هئا، خير خيراتون ڪندا هئا، غربت جو دور هو هرڪو پنهنجي وس آهر اهو عمل ڪندو هو. عجب قسم جون رسمون ۽ رواج قائم هئا، شهر

جي ايتري گنجان آبادي نہ هئي، شهر جي سنڌين جي درگاهن سان بيحد عقيدت، محبت هوندي هئي درويشن جو ادب احترام ڪندا هئا. اهو سلسلو اڄ بہ جاري آهي. آبادي تمام گهٽجي وڌي وئي آهي، ماڻهو عقيدت ۾ حدون اورانگهي چڪا آهن، هرڪو وڏي ماڻهو جو تذڪرو تہ ڪري ٿو پر هڪ مسڪين غير معروف شخص سادات جو ذڪر ڪري ان جو وسريل نالو ياد ڪري اجاگر ڪيو آهي. بيون بہ شهر جون ڪيتريون ئي غريب غير معروف شخصيتون هيون، جيڪي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪيون آهن. لکڻ جي هلندڙ سلسلي ۾ انهن غريبن کي بہ ياد ڪيو ويندو جيڪي تاريخي ڳالهيون ٻڌائيندا هئا.

هاڻي هن مضمون جي خاص موضوع طرف اچجي ٿو. اهو هي آهي تہ مير علي شير قانع صاحب "تحفت الڪرام" جي صفحي نمبر 442 تي نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) جي وجود ۾ اچڻ ۽ پڪي قلعي جي تعمير بابت جيڪو لکيو آهي سو هن ريت آهي. مير صاحب جو بيان آهي تہ (سن 1182 هجري) ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي هن جاءِ کي پنهنجي خاص رهڻ لاءِ پسند فرمائي، مضبوط شهر ۽ شاندار قلعي جو بنياد رکيو. ڪن لاشن جي نڪرڻ وقت ماڻهن کي ڪي عجائبات ڏسڻ ۾ آيا. هتي مٿلن ڪيترن بزرگن، جن کي فوت ٿئي سوين سال گذري ويا هئا، جا لاش بلڪل صحيح سلامت نڪتا. انهن سٽلن مان هڪ زال ۽ مرد پراڻين قبرن مان اهڙا نڪتا جو گويا ڪي زنده هجن چون ٿا تہ اهي هڪ ٻئي جا عاشق معشوق هئا.

مير صاحب اصحاب سڱوري جي مزار، عبدالوهاب شاهہ جيلاني، پڪي قلعي جي ايراضي اندر مدفون ٽيل شاهہ بخاري ۽ ڪليڪٽري کان اپرندي طرف مدفون ٽيل شاهہ بخاري جي تربتن بابت ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي مير صاحب شاهہ مڪئي حيدرآباد کان

تي ڪوهہ پري مدفون ٽيل شاهہ بخاري ۽ پراڻين قبرن مان صحيح سلامت نڪتل لاشن جو ذڪر ڪيو آهي.

ڊاڪٽر قمر جهان مرزا صاحبہ پنهنجي لکيل ڪتاب "حيدرآباد شهر (ٽالپرن جي دور ۾) جي صفحي نمبر 28 کان صفحي نمبر 30 تائين حيدرآباد شهر جي قيام جو ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحبہ هڪ زال ۽ مرد جي پراڻين قبرن مان صحيح سلامت تازا لاش نڪرڻ جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪو تحفتہ الڪرام جو نقل آهي، صفحي نمبر 24 ۽ 25 تي لکيو آهي. نيرون ڪوٽ شاهراهہ تي واقع هئڻ سبب وقت بہ وقت هتي مسلم سياح محقق ۽ عالم پئي آيا. پر تقريبن 12 صدي عيسوي جي پوئين اڌ ڌاري هڪ درويش مڪي شريف مان آيو جنهن هن بستيءَ کي هميشہ لاءِ اچي پنهنجو آرام گاهہ بنايو. ان درويش جو نالو سيد محمد مڪئي هو جنهن جي درگاهہ هن وقت "شاهہ مڪائي" يا جئي شاهہ جي نالي سان مشهور معروف آهي. مير صاحب شيخ مڪائي (شاهہ مڪئي) بابت لکيو آهي تہ وڏي ۾ وڏو ولي ۽ پهريون اسلامي حاڪم آهي جو سنڌ جي فتح کان پوءِ هتي حڪومت ڪرڻ ويٺو. سندس درگاهہ الله جي ولين ۽ خدا جي معرفت وارن جي زيارتگاهہ آهي. شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ قديم سنڌ جي صفحي نمبر 80، 81 تي نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) بابت بلڪل مختصر لکيو آهي. مرزا صا حب بہ مڙس ۽ زال جا صحيح سلامت نڪتل لاشن ۽ شيخ محمد مڪائي جو ذڪر ڪيو. اصحاب سڳوري ۽ بين بزرگن جو ڪو بہ ذڪر نہ ڪيو آهي.

پڪي قلعي جي اردگرد نظر ڊوڙائبي تہ ڪيترن ئي بزرگن جون مزارون نظر اينديون. ڪجهہ جو ذڪر تہ تاريخي ڪتابن ۾ نظر اچي ٿو ڪجهہ گمنام آهن. هاڻي خصوصي توجهہ انهي ڳالهہ ڏانهن

ڪبي تہ پڪي قلعي جي تعمير دوران ڪوٺائي وقت اتان مڙس ۽ زال جا
بہ لاشا جيڪي سوين سال اڳ دفن ٿيل پراڻين قبرن مان صحيح
سلامت اهڙا نڪتا هئا، جڻڪ جيئرا هجن. يقينن اهي لاشا مسلمانن
جا ئي هوندا ۽ انهن کي بيهر ڪٿي دفن ڪيو ويو هوندو پراڻي وقت جا
جيڪي بہ درويش پڪي قلعي جي احاطي اندر يا ارد گرد مدفون ٿيل
آهن، انهن مان ڪجهہ درويشن جو ذڪر تہ ڪتابن ۾ موجود آهي ۽
ڪجهہ الله وارن کي وساريو بہ ويو آهي. پڪي قلعي جي ديوار جي
سامهون جتان لونگ پڳت گهٽي شروع ٿئي ٿي (قلعي جي انهي ٽٽل
پٽ جون نشانيون اڃا تائين موجود آهن، جتان پڪو رستو تعمير ڪيو
ويو آهي) بہ قبرون موجود آهن. انهن دفن ٿيل بزرگن جي نالن جي
ڪنهن بہ ڄاڻ نہ آهي ۽ نہ ڪنهن تاريخ لکڻ واري انهن جي نشاندهي
ڪئي آهي تہ اهي قديم مزارون ڪنهن جون آهن. شروع کان وٺي
آهي قبرون ”ٻن قبرن جي نالي“ سان مشهور آهن. بزرگن کان انهن
قبرن بابت پڇيو هو تہ ٻڌائيندا هئا، تہ اسان ائين ئي ڏٺيون آهن ۽ وڏن
کان بہ ائين ئي ٻڌو آهي. جڏهن شهر ۾ مدفون هر هڪ بزرگ درويش
ڪنهن نہ ڪنهن نالي مشهور آهي، جڏهن تہ ڪيترن بزرگن جا نالا
عجب آهن.

جيئن اصحاب سڳوري جي مزار تي بہ ڪو نالو لکيو پيو آهي،
جڏهن صحيح معلومات نہ هئڻ ڪري اها نالي واري تختي غلط لڳائي
وئي آهي. ساڳئي طرح ٻن قبرن ۾ مدفن بزرگن جا نالا ڇو نہ ظاهر ڪيا
ويا آهن. پڪي قلعي اندر روڊ لڳ اشرف شاهہ بخاري جي تربت آهي،
انهي مٿان مقبرو تعمير ٿيل آهي. مقبرن جي تعميرات مان قديم تاريخ
کي مدنظر رکندي اهو اندازو ٿي رهيو آهي تہ اهي بزرگ شايد انگريزن
جي اوائلي دور جا هجن.

ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ بعد ۾ حالاتن کي مدنظر رکندي انهيءَ ناقص راءِ ڏيڻ تي پهتو آهيان تہ اهي بہ قبرون انهن ئي بزرگن جون هجن جن جا سوين سال اڳ قبرن ۾ دفن ٿيل لاشا صحيح سلامت نڪتا هئا. يقينن اهي قلعي جي بلڪل لڳ ئي دفن ڪيا ويا هوندا. انهن جي اردگرد نہ ڪو قبرستان آهي نہ ڪنهن ٻئي درويش جي مزار آهي، جيڪڏهن ڪنهن ٻئي بزرگ، چاڙ رکندڙيا ڪنهن تاريخدان وٽ انهن ٻنهي قبرن جيڪي "ٻن قبرن" جي نالي مشهور آهن بابت ڪو ثبوت، روايت يا دليل موجود آهي تہ پوءِ منهنجي راءِ درست نہ آهي ۽ صحيح حقيقت کي ظاهر ڪيو وڃي. ٻي صورت ۾ منهنجي راءِ درست آهي. تاريخي ڪتابن ۾ تہ هنن تربتن بابت ڪا بہ نشاندهي ٿيل نہ آهي. جڏهن تہ قبرن جو وجود موجود آهي. حيدرآباد شهر ۽ ان جي پسگردائي ۾ مدفون ٿيل هر هڪ بزرگ، درويش بابت درست چاڙ مهيا ڪرڻ ۽ بزرگن جي تاريخ لکڻ سان شهر جي اڻ مڪمل تاريخ مڪمل ڪري سگهجي ٿي، جو اهي درگاهون حيدرآباد جي سجاٽپ بہ آهن تہ زينت بہ آهن موجوده وقت دوران اهو ڏٺو ويو آهي تہ شهر جي درگاهن کي نون نون نالن ۽ لقبن سان مشهور ڪيو پيو وڃي. جڏهن انهن جي مسلڪن جو بہ ذڪر ڪيو پيو وڃي، يعني انهن بزرگن جي تاريخي ۽ قديمي حيثيت کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي ۽ شهر جي قديم تاريخ جي جاءِ تي نئين تاريخ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي، درگاهن جي پراڻن خدمتگارن جي جاءِ تي نوان ماڻهون قابض ٿيندا پيا وڃن.

اڄ کان 24_23 سال پهرين شهر جا جيڪي خطرناڪ حالات هئا، انهن مجبورين جي ڪري اسين شهر ڇڏي چڪا آهيون، پر اڄ بہ شهر جي ويجهو ئي آهيون. شهر ڇڏڻ جي باوجود بہ اجان تائين اسانجا شهر سان روحاني رشتا ۽ ناتا قائم آهن جو ننڍپڻ کان وٺي جواني جو گهڻو حصو شهر ۾ گذاريوسين. اسانجا ابا ڏاڏا بہ شهر ۾ ئي زندگيون

گذاري راهہ رباني ٿيا. شهر حيدرآباد جنهن جي قديم تاريخ آهي. ان سان اسانجو روحاني رشتو ڪنهن بہ طرح ٽٽي نہ ٿو سگهي. شهر 21, 20 سالن دوران تمام گهڻو تبديل ٿي چڪو آهي، هر رستي گهٽي ۽ پاڙي ۾ بازارون ۽ ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. ماڻهن جي آبادي بہ تمام گهڻي وڌي وئي آهي. پراڻيون يادون ختم ٿينديون پيون وڃن. اسين اڄ بہ شهر ۾ وڃون ٿا تہ ان کي پنهنجو ئي سمجهون ٿا. روحاني سڪون ٿو ملي، جڏهن تہ اتي هن وقت اسانجو جسماني وجود نہ آهي، شهر ۾ موجود درويشن، بزرگن جا آرامگاهہ، درگاهون مقبره ڏسي يادون تازيون ٿيون ٿين. جو اهي ساڳئي جاءِ تي ساڳئي صورت ۾ موجود آهن. اسين شهر جي حقيقي ۽ صحيح ڄاڻ ڏيڻ لاءِ پنهنجي موجوده ۽ ايندڙ نسل کي شهر جي تاريخي حيثيت کان روشناس ڪرائي پنهنجو فرض ادا ڪري رهيا آهيون. جيئن ماضيءَ ۾ اسانجي بزرگن شهر ۾ مدفون درويش جي صحيح معلومات فراهم نہ ڪري مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. جيڪڏهن هن وقت بہ ساڳئي غفلت ورجائي وئي، تہ اسانجو نسل وڏيڪ مونجهاري جو شڪار ٿي ويندو ۽ شهر سان روحاني رشتو جيڪو اڄ بہ قائم آهي، هميشہ لاءِ ختم ٿي ويندو.

هن مختصر تاريخ تي هر هڪ غور کي ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن غيردانستہ ڪا غلطي يا ڀل ٿي هجي تہ درگذر ڪرڻ فرمائيندا. وڌيڪ اهو تہ اگر ڪنهن وٽ ڪا درست ڄاڻ ڪنهن بزرگ درويش بابت هجي تہ برائي مهرباني فراهم ڪري تہ جيئن غلطيون بہ درست ڪيون وڃن ۽ وڌيڪ لکڻ جو سلسلو بہ جاري رکيو وڃي. خاص توجهہ "بن قبرن" جي نشاندهي طرف ڪئي وڃي جو هن مختصر تاريخ جو اهم ۽ خاص موضوع بہ اهي بہ قبرون آهن.

(عبرت مئگزين، 16 ڊسمبر کان 31 ڊسمبر 2012ع)



# حيدرآباد شهر ۾ مڪي شاهه جي درگاهه ۽ قبرستان

حيدرآباد شهر جي بزرگن، درويشن ۽ الله وارن جي تاريخ لکڻ جو سلسلو جيڪو شروع ڪيو ويو آهي انهي جي پهرئين ۽ ٻئي حصي ۾ پڪي قلعي سامهون اصحابي سگوري جي مزار ۽ پڪي قلعي جي تعمير دوران کوٽائي ڪندي عورت ۽ مرد جي ٻن صحيح سلامت قبرن مان نڪتل لاشن ۽ انهن جي مدفون ۽ قبرن بابت راءِ اڳيئي لکي چڪا آهيون. اهي واقعا ۽ حوالہ سنڌ جي تاريخي ڪتابن ۾ قلمبند ٿيل آهن.

شيخ مڪائي (شاهه مڪئي) جو ذڪر ۽ حوالہ سنڌ جي تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهن. اڳين ٻنهي حصن ۾ شاهه مڪئي جو مختصر ذڪر ڪيو ويو آهي. هي مضمون خاص شاهه مڪئي جي ئي بابت لکجي ٿو. شاهه مڪئي جي درگاهه ۽ قبرستان حيدرآباد ۾ شروع کان اڄ تائين نمايان نشان آهي. درگاهه مٿي ٽڪري تي واقع آهي. مزار مٿان تعمير ٿيل مقبره ۽ هوا ۾ لهرائيندڙ رنگارنگي جهنڊا پري کان نظر اچن ٿا. درگاهه جي احاطي ۾ هر وقت زيارتي نظر ايندا. خاص ڪري جمعرات، جمعي يا ڪن ٻين خاص ڏينهن تي زيارتين ۽ عقيدتمندن جا هجوم ڏسڻ وٽان هوندا آهن. هر هڪ عقيدتمند پنهنجي عقيدي موجب عبادت ڪندو ريتون رسمون ادا ڪندو نظر ايندو.

بزرگ جي نالي تي مورخن ۽ ليکڪن جا مختلف رايا آهن. تاريخي ڪتابن جي حوالن سان، بزرگ جو نالو پڙهندڙن آڏو نمايان ڪجي تہ بهتر ٿيندو. جناب غلام رسول مهر صاحب سندس لکيل ڪتاب تاريخ سنڌ (عهد ڪلهوڙه) اردو حصو ٻيو جي صفحي نمبر 680 تي بزرگ جو نالو شيخ محمود انصاري بہ معروف پير مڪي لکيو آهي. مهر صاحب ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي هڪ عجيب روايت هن ريت بيان ڪئي آهي: ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي حيدرآباد جي تعمير لاءِ راجہ ليکي جي مشوري موجب شيخ محمد انصاري بہ معروف پير مڪي جو قبرستان صاف ڪري ڇڏيو هي نيرون ڪوٽ جي ٽڪري تي واقع هو ۽ مردن جون هڏيون بي حرمتي سان ڪڍيون، انهي ڪري طهارت خانہ ۾ ان جي جان تي هڪ غيبي چماٽ لڳي، ۽ هن جي روح قفس عنصري کان پرواز ڪري وئي، مهر صاحب انهي واقع جي ترديد ڪندي وڏيڪ تشريح ڪئي آهي، جيڪا پڻ ڪتاب ۾ موجود آهي.

جناب مير علي شير قانع صاحب تحفتہ الڪرام جيڪو سنڌ جي تاريخ جو قديم تاريخي ڪتاب آهي، جي صفحي نمبر 445 تي بزرگ جو نالو ظاهر نہ ڪيو آهي. بلڪ اهو لکيو آهي تہ هڪ وڏي ۾ وڏو ولي ۽ پهريون اسلامي حاڪم آهي .جو سنڌ جي فتح کانپوءِ هتي حڪومت ڪرڻ ويٺو. سندس درگاهہ الله جي ولين ۽ خدا جي معرفت وارن جي زيارتگاهہ ۽ مرجع آهي. مير صاحب بزرگ کي شيخ مڪائي (شاهہ مڪائي) جي لقب سان لکيو آهي.

محترم ڊاڪٽر قمر جهان مرزا صاحبہ سندن لکيل ڪتاب حيدرآباد شهر (ٽالپرن جي دور ۾) جي صفحي نمبر 25 تي بزرگ جو نالو سيد محمد مڪئي لکيو آهي. مرزا صاحبہ بزرگ بابت وڏيڪ

لکيو آهي تہ تقريبن 12 صدي عيسوي جي پوئين اڌ ڌاري هڪ درويش مڪي شريف مان آيو جنهن هن بستيءَ کي هميشہ لاءِ اچيِ پنهنجو آرامگاهہ بنايو. ان درويش جو نالو سيد محمد مڪئي هو جنهن جي درگاهہ هن وقت ”شاهہ مڪائي“ يا ”جئي شاهہ“ جي نالي سان مشهور معروف آهي. ٻارهين صدي بعد سيد محمد مڪئي جي درگاهہ نيرون ڪوٽ جو نمايان نشان رهي.

خان بهادر خداداد خان سندس تاليف ڪيل ڪتاب ”لب تاريخ سنڌ“ جي صفحي نمبر 155 تي سيد مڪئي بابت هن ريت بيان ڪيو آهي. مورخن جو چوڻ آهي تہ ميان غلام شاهہ واري قلعي جي ڀرسان ٻيو بہ هڪ ننڍو قلعو هو جو هڪ ولي الله سيد مڪئي رحمت الله عليہ جو تعمير ڪرايل هو. جيئن تہ اهو قلعو ميان غلام شاهہ جي قلعي کان گهڻو بلند نظر ايندو هو انهي ڪري 1185 هجري مطابق 1771 عيسوي ۾ ان کي ڊهرائي ڇڏيائين. خانبهادر صاحب ڪتاب جي صفحي نمبر 156 تي وڌيڪ لکن ٿا تہ عام ماڻهن جي روايت موجب جڏهن ميان غلام شاهہ ڪلهوڙہ جهڙي ڪم آزار ۽ نيڪ خصائل حڪمران جي هٿان اهل الله جي مقبره ۽ قلعي جي باري ۾ اهڙي بي ادبي سر زد ٿي تہ انهي رات لقوي, فالج ۽ غشيءَ جي بيمارين ۾ مبتلا ٿي پيو ۽ نيٺ 1186 هجري مطابق 1772 عيسوي ۾ سندس روح جو پکي جسم جي پڃري مان پرواز ڪري ويو. ڪنهن شاعر سندس وفات جي تاريخ ڪڍڙي نہ چڱي چئي آهي ”جنات فيها خالد“خان بهادر صاحب ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي وڌيڪ لکن ٿا تہ بيشڪ اهو هڪ اهل الله جي غيرت جو اثر آهي. انسان لاءِ اولياءِ الله کان ڊڄڻ بهتر آهي انهي اهل الله جو مقبرو جيئن جو تيئن ئي قائم آهي. آعليٰ ۽ ادنيٰ جوانن ۽ پوڙهن لاءِ زيارتگاهہ آهي. هميشہ

ذوالحج جي 9 تاريخ وڏو اجتماع ٿيندو آهي پري پري کان ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن.

خانبهادر خداداد خان سيد مڪي شاهہ جي ڪرامتن جو ذڪر ڪيو آهي. اهڙو ساڳيو ذڪر جناب غلام رسول مهر صاحب بہ ڪيو آهي، پر مهر صاحب ان جي ترديد ڪندي ڪجهہ وضاحت بہ ڪئي آهي، يعني ليکڪن جي راءِ ۾ اختلاف آهي. اهي تاريخي ڳالهيون ۽ واقعا جيڪي ڪتابن ۾ لکيل آهن. پڙهندڙ آڏو پيش ڪجن ٿا. اڪثريت ئي بهتر فيصلو ڪري سگهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ هي تاريخي ڳالهيون، حقيقتون، واقعا ماڻهن جا ئي لکيل آهن. ڇاڪاڻ تہ اسان آڏو ڪجهہ پراڻا تاريخي ڪتاب موجود آهن، جن کي ڏسي انهن جا حوالہ ڏيئي، نوان تاريخي ڪتاب مرتڪب ڪيا وڃن ٿا. اسانجي بدقسمي اها آهي جو سنڌ بابت ڪنهن بہ ليکڪ مڪمل تاريخ نہ لکي آهي، تنهنڪري مونجهارا پيدا ٿي رهيا آهن.

شمس العلماء جناب مرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم سندس تصنيف ڪيل ڪتاب ”قديم سنڌ“ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو جي صفحي نمبر 81- 80 تي نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) بابت هن ريت لکيو آهي: اصل هندو راجائن جي راڄ ۾ نيرون سمن نالي اتي حاڪم هوندو هو ۽ اتي بہ هڪڙو ڪوٽ هوندو هو جيئن ڪن ٻين وڏن شهرن ۾ قافر قلعا هوندا هئا. جڏهن محمد بن قاسم آيو تڏهن هنن قلعن جا در کولي هن کي ڏنا ۽ معافي ملين. نيرون ڪوٽ درياهہ جي ڪناري تي هو پر درياهہ ان جي ايرندي وهندو هو. سنہ 1182 هجري ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي نئون قلعو اتي جوڙايو جو اڃان تائين اتي قائم آهي. اڳي اتي فقط هڪڙو ڳوٺ هو پوءِ وڏو شهر ٿيو اتي سون ورهين کان ماڻهو پوريل هئا. سي سڀ ڪڏي پري مقامن ۾ رکيائون چون ٿا تہ سندن لاشا

صحيح سلامت نڪتا. انهن مان هڪڙي مڙس ۽ زال جا لاشا لڏا جي بلڪل تازا ڏسڻ ۾ ئي آيا، اگر جي انهن جون قبرون تمام جهونيون ٿي ڏنيون. بئي گڏ پوريل هئا. يانئجي ٿو تہ اهي عاشق ۽ معشوق هئا. نئين بڏل شهر جو نالو حيدرآباد رکيو ويو ۽ انهي کان پوءِ اهو شهر سنڌ جو تخت گاهہ ٿيو. آس پاس ٽڪرين تي اڃان تائين گهڻن بزرگن جون قبرون نهيل آهن. انهن مان هڪڙي شيخ محمد مڪائي جي آهي، جنهن جي قبر شهر جي الهندي ڏي مٿيءَ جي ڪوٽ اندر آهي، جو پڻ ميان غلام شاهہ وڏي ڪوٽ جي حفاظت لاءِ نهرايو هو. اهو شيخ عربن جي فتح کان پوءِ اتي حاڪم ڪري رکيو ويو هو. وڏن اوليائن ۾ شمار ٿيل آهي.

جناب مرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم حيدرآباد جي بنياد پوڻ جي تاريخ، اتي مدفون بزرگن جي لاشن ۽ شيخ محمد مڪائي بابت جيڪي مختصر تاريخ سندس ڪتاب ۾ قلمبند ڪئي آهي، اهو مٿي بيان ڪيو ويو آهي. مرزا صاحب پڪي قلعي سامهون دفن ٿيل اصحابي سگوري بخاري سادات بزرگن ۽ عبدالوهاب شاهہ جيلاني جي درگاهن جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي. مرزا صاحب ايترو ضرور لکيو آهي تہ اتي سون ورهين کان ماڻهو پوريل هئا. سي سڀ ڪيڏي پري مقامن ۾ رکيائون. پر انهن بزرگن جي ڪابہ چٽي طرح نشاندهي نہ ڪئي ويئي آهي، جنهن سان مونجهارا پيدا ٿي رهيا آهن. جڏهن تہ قلعي جي ارد گرد، آس پاس نظر ڪبي تہ ڪيترن ئي بزرگن جون قبرون نظر اينديون. جن جي صحيح نالن ۽ پس منظر جي ڪابہ خبر آهي. مدفون بزرگن ڪي جن نالن سان ياد ڪيو ٿو وڃي اهي نالا قابل غور آهن. اهڙين حقيقتن جي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ ۽ شهر ۾ مدفون بزرگن جي نئين سر تاريخ مرتڪب ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي، پر

انهي ڪم لاءِ وڏي محنت ۽ وقت جي ضرورت آهي. جن بزرگن جو مير علي شير قانع ۽ محترم ڊاڪٽر قمر جهان مرزا صاحب سندن ڪتابن ۾ ذڪر ڪيو آهي. مرزا صاحب انهن بابت ڪجهه به نه لکيو آهي جڏهين ته پڪي قلعي سامهون مدفون بزرگ بابت محترم ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب سندس ڪتاب "تاريخ" "باب الاسلام سنڌ" ۾ پس منظر چٽي طرح بيان ڪيو آهي, جيڪي هن تاريخ جي پهرين حصي ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

محترم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب جن جو مرتڪب ڪيل ڪتاب "سنڌي ادب کي مختصر تاريخ"۾ شاهه مڪائي بابت هن ريت بيان ٿيل آهي (ترجمو: "مل محمود ۽ مهرنگار" هن ڪهاڻي جو تعلق شاهه مڪائي (عرف جيئي شاهه) سان گڏ آهي جيڪي پنجين يا ڇهين صدي ۾ نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ۾ وارد ٿيا. هن ڪهاڻي ۾ به ڳاهون موجود آهن ليڪن ان جو زمانو متعين نه ٿو ڪري سگهجي. (ڊاڪٽر صاحب جي هن مختصر بيان مان جيئي شاهه جي شخصيت جهڙي طرح پين ليڪن بيان ڪئي آهي) بابت ڪو نتيجو نه ٿو نڪري.

جناب رحيمداد خان شيدائي مولائي صاحب جن جو لکيل ڪتاب "جنت السنڌ" جيڪو ڪتاب جي ديباچي موجب سن 1369 هجري ۾ لکي مڪمل ڪيو ويو هو. مولائي صاحب ديباچي جي صفحي نمبر 9 تي لکن ٿا ته هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ کان آئينده جڏهن ڪو صاحب تاريخ سنڌ تي قلم کڻندو سو انشاالله تعاليٰ مون عاجز کي ڪين وساريندو بلڪ اميد اٿم ته هي ڪتاب هڪ حد تائين سندس رهنمائي ڪندو. مولائي صاحب جن جا اهي چند جملا مون کي بيحد پسند آيا. ان ڪري مولائي صاحب جي محنتن جو اعتراف

ڪندي ۽ انهن ڪي نہ وساريندي حيدرآباد بابت مولائي صاحب جيڪو ڪجهہ مختصر بيان ڪيو آهي ان جو حوالو هن حيدرآباد جي تاريخ ۾ ڏيڻ بلڪل ضروري ٿو سمجهجي.

جناب رحميداد شيدائي مولائي صاحب سندس ڪتاب جي صفحي نمبر 531 تي حيدآباد بابت هن ريت بيان ڪيو آهي. نئون تختگاهہ ڪلهوڙن جي تختگاهہ خدا آباد کي هر سال مهراڻ جي آبڪلاٽي کان خطرو هوندو هو. خدا آباد کان سواءِ ڪلهوڙن مراد آباد، شاهہ ڳڙهي، محمد آباد ۽ الله باد جا شهر سنڌ ۾ تعمير ڪرايا هئا. سنہ 1182هجري (1767 عيسوي) ۾ احمد شاهہ ابدالي، ميان غلام شاهہ کي ڪڇ فتح ڪرڻ کانپوءِ "شمس الدولت" ۽ "صمحام الدولت" جا خطاب ڏنا. ميان غلام شاهہ مهراڻ جي کابي ڪپ تي نيرون ڪوٽ نالي پراڻي شهر پرسان گنجي ٽڪر جي هڪڙي شاخ تي پڪين سرن سان هڪڙو عظيم انشان قلعو تعمير ڪرائي مٿس حيدرآباد نالو رکيو. قلعي پرسان شاهہ محمد مڪائي جي مقبري جي چوگرد پڻ ڪچين سرن جو قلعو تعمير ڪرايائين. خدا آباد جا هندو لوهاڻا واپاري بہ نئين تخنگاهہ ۾ لڏي اچي ويٺا نتي کان پوءِ حيدرآباد صنعت ۽ واپار ۾ ترقي ڪرڻ لڳو ۽ انگريزان جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين سنڌ جو تخت گاهہ ٿي رهيو.

نصرپور جو عوج بہ گهٽجي ويو جو فقط قلعي جي ڪري هن شهر کي اهميت حاصل هئي. ساڳئي حالت سيوهڻ جي هئي. حيدرآباد هر طرح سان زور ونڻ لڳو.

جناب مولائي شيدائي صاحب جن جو حيدرآباد بابت بيان بلڪل مختصر آهي، جيڪو مٿي لکيو ويو آهي. مولائي صاحب جن جي ڪتاب ۾ سنڌ بابت معلومات وڏي فراهم ٿيل آهي. ليڪن

حيدرآباد بابت بيان بلڪل مختصر آهي. حيدرآباد شهر ۾ آرامي درويشن بابت مولائي صاحب فقط شاهه محمد مڪائي جو ئي ذڪر ڪيو آهي. جڏهين تہ حيدرآباد شهر ۽ ان جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪيترائي بزرگ درويش آرامي آهن، جن جون درگاهون موجود آهن. انهن جو مولائي صاحب ڪوبہ تذڪرو نہ ڪيو آهي. مولائي صاحب هن وقت دنيا ۾ موجود نہ آهن، درويشن جو ذڪر نہ ڪرڻ جا اسباب انهن کي ئي بهتر معلوم هوندا. جڏهين تہ حيدرآباد شهر جي رستن پرسان گهٽين ۾ ۽ پاڙن ۾ ڪيترائي بزرگ درويش آرامي آهن جن جي پس منظر جي ڪابہ ڄاڻ نہ آهي. مولائي صاحب جو لکيل علمي سرمايو جيڪو بہ اسان وٽ موجود آهي، انهي جو اوترو ئي حوالو ڏئي سگهجي ٿو. مولائي صاحب جن جون اهي مهربانيون ۽ احسان آهن جو علمي ۽ معلوماتي سرمايو اسان وٽ ڇڏي ويا آهن، جنهن مان اسان فيضياب ٿي رهيا آهيون.

شاهه مڪائي (جئي شاهه) جي تاريخ لکڻ وقت اها بہ نظر ڪئي آهي تہ ڪچي قلعي جي احاطي اندر ۽ ان کان ٻاهر ٻيون بہ ڪيتريون ئي قبرون موجود آهن ڪي پراڻيون تہ ڪي نيون آهن، پر اهي ڪنهن جون آهن. نين ڪيترين ئي قبرن تي تہ ڪتبا لکيا پيا آهن، پر قلعي جي احاطي اندر جئي شاهه سائين کان علاوه ٻيون بہ ڪيتريون ئي قبرون موجود آهن، جيڪي نامعلوم آهن. انهن بابت تحقيق ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي تہ اهي قبرون ڪنهن جون آهن. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي تاريخي ڪتابن ۾ اهو لکيل آهي تہ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پڪي قلعي جي حفاظت لاءِ ڪچو قلعو جوڙايو هو اتي شاهه مڪائي جو قبرستان هو جنهن کي هن صاف ڪرائي ڇڏيو هو. ان بيان مان واضح طور معلوم ٿو ٿئي تہ شاهه مڪائي جي

مزار کان علاوه اتي ٻيا بہ ڪيترائي بزرگ مدفون هئا. انهن بزرگن بابت تاريخي ڪتاب خاموش آهن.

جناب مولانا دين محمد وفائي صاحب مرحوم سندس تصنيف ڪيل ڪتاب تذڪره مشاهير سنڌ جي جلد نمبر ٽئين جي صفحي 154_ 153 تي هڪ درويش مومن حيدرآباد جو ذڪر ڪيو آهي. جناب وفائي صاحب درويش بابت هن ريت بيان ڪيو آهي. هي درويش بہ خواجہ محمد زمان بزرگ لواري جي مريدن مان آهي. دنيا کي ترڪ ڪري قلب جي ڪامل سڪون واري درجي تي پهتل هو. خواجہ صاحب جي خدمتن ۾ رهي هن گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو هو. وڏي ڪشتي جو مالڪ هو. خصوصن قبرن واري جي حالات تي بہ پوري طرح اطلاع ٿيندو هيس. هڪ دفعي ڪن پير ڀائي دوستن سان شڪار تي گڏجي ويو. جهنگل مان پکين کي اٿاري شڪار ڪري رهيا هئا تہ اوچتو وڃي قبرستان ۾ پهتا جتي چون ٻيا تہ حافظ درس جو مقبرو ۽ درگاهہ آهي. قبرستان جا مجاور درويش کي روڪڻ لڳا تہ قبرستان جي جهنگل مان پکين کي نہ اٿاريو ۽ نہ شڪار ڪريو جو هي ولي الله جي حرمت ۽ عزت جي حد آهي. مجاورن ڏاڍو لڙ ڪيو. آخر درويش ۽ سندس ساٿي اتان نڪري ٻاهر آيا. درويش ٻاهر نڪري چيو تہ ويچارا مجاور هن قبر واري کي ولي الله سمجهي رهيا آهن. مان هن ڏانهن پورو توجہ نہ ڪيو. مگر معلوم ٿيو تہ اونڌو ٿيو ٽنگيو پيو آهي ۽ کيس عذاب ٿي رهيو آهي. اگرچہ هو هن دنيا ۾ نيڪ هو. مگر ڏاڍو رياءَ ۽ ڏيک ڪندو هو ۽ رياءَ ڪندڙ منافق جي حڪم ۾ آهي. جنهن ڪري هن کي عذاب ٿي رهيو آهي. آخر ۾ هي درويش حيدرآباد ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. شاهہ مڪائي جي قبرستان ۾ کيس دفن ڪيو ويو. (مرغُب الاحباب)

جناب وفائي صاحب جنهن درويش جو ذڪر ڪيو آهي پڙهڻ سان اهو معلوم ٿيو ته اهو آڳاٽي وقت يعني شاهه مڪائي جي دور جو نه آهي، بلڪ ان کان بعد جو آهي، وفائي صاحب درويش جي تمام وڏي ڪرامت بيان ڪئي آهي. وفائي صاحب درويش جو دور وفات جو سال ۽ تاريخ بيان نه ڪئي آهي. جيڪڏهن جڏهن ته شاهه مڪائي جي قبرستان (قلعي جي احاطي اندر) ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي قبرون موجود آهن. پر درويش مؤمن جنهنجو ذڪر وفائي صاحب ڪيو آهي، جي مزار جي ڪٿي به نشاندهي ٿيل نه آهي ان ڪري درويشن جي قبرن بابت مونجهارا پيدا ٿي رهيا آهن. جناب دين محمد وفائي صاحب مرحوم درويش مومن بابت لکيو ته ڪنهن ٻئي ڪتاب جي حوالي سان آهي، پر ايترو ته يقين ڪري سگهجي ٿو ته درويش جي قبر ضرور هوندي پر اها ڪهڙي ۽ ڪٿي آهي، اها تحقيق ڪرڻ ڪجهه مشڪل آهي.

شاهه مڪائي (جئي شاهه سائين) جي قلعي اندر به مزارون اهڙيون آهن، جن کي عقيدتمند ۽ زائرين تمام گهڻي عقيدت، احترام ۽ ادب جي نگاهه سان ڏسن ٿا. انهن مان هڪ مزار جئي شاهه سائين جي مقبري جي اتر اولهه طرف آهي، جيڪو بزرگ جلالي بابا جي نالي سڏجي ٿو اتي به عقيدتمند جا هجوم هوندا آهن. اڄ کان تقريبن 50۔ 40 سال اڳ ان بزرگ جي مزار تي ماڻهن جي ايتري رش نه هوندي هئي، ماڻهن جي عقيدي کي ڪو روڪي نه ٿو سگهي، هاڻي ته بزرگ جي مزار تي مردن توڙي عورتن جا عقيده ڏسڻ وٽان آهن، اتي ڪي ماڻهون اهڙا به موجود هوندا آهن، جن کي نه تاريخ جي خبر آهي نه بزرگن جي پس منظر جي، عجب عجب طريقن ۽ قسمن جون ڳالهيون ماڻهن کي ٻڌائيندا رهندا آهن. ايتري تائين جو اوقاف کاتو جنهنجي انتظامي

ضابطي هيث شاهہ مڪائي جي درگاهہ آهي، اهي بہ عرس مبارڪ جا جيڪي اشتهار شايع ڪندا آهن. انهن ۾ سائين کي اصحابي لکندا آهن. اهي تصوراتي نظريہ ۾ ڳالهيون اڳتي هلي ايندڙ وقت ۾ تاريخ جو حصو بنجي وڃن ٿا ۽ پراڻي تاريخ منجي نئين تاريخ وجود ۾ اچي وڃي ٿي. اهڙي عمل کان گريز ڪجي تہ بهتر آهي. جئي شاهہ سائين جي مزار لڳ ايرندي طرف مقبري کان ٻاهر هڪ ٻي بہ مزار نمايان آهي. انهي مزار تي نالو لکيل نہ آهي، انهي مزار کي شاهہ مڪائي جي وزير جي مزار چيو وڃي ٿو. اها مزار عورتن واري احاطي اندر آهي. هن وقت عام مردن جي انهي احاطي اندر وڃڻ تي پابندي آهي. عورتن لاءِ عليحدا حصو پهرين نہ هو، پر اهو ڪجهہ سال پهرين ديوار تعمير ڪرائي علحيده ڪيو ويو هو. انهي احاطي اندر عورتن جي ويهڻ ۽ آرام ڪرڻ جي سهولت واري جاءِ بہ تعمير ڪرائي وئي آهي. عورتن واري احاطي اندر بہ ڪجهہ قبرون موجود آهن، پر نامعلوم آهن، جڏهن تہ نظر ۾ پراڻي دور جون اچن ٿيون. قلعي جي اوائلي دور وارو دروازو جيڪو قديم فن تعميرات جي بهترين نشاني آهي بند رکيو ويندو آهي. شاهہ مڪائي جي مزار جي الهندي طرف هڪ قديم ننڍي مسجد بہ تعمير ٿيل آهي.

شاهہ مڪائي جي مزار مٿي ٽڪري تي نمايان آهي، مزار تائين پهچائيندڙ ڏاڪڻ جي اتر طرف (قلعي جي احاطي کان ٻاهر) ڪجهہ زمين جو حصو آهي اتي بہ ڪجهہ قبرون موجود آهن، انهن مان ڪجهہ قبرون پراڻيون آهن، باقي گهٽي قدر هن دور جون قبرون آهن. شاهہ مڪائي واري قلعي کان ٻاهر ايرندي طرف بہ قبرستان آهي، انهي قبرستان ۾ هڪ يا ٻہ قبرون جيڪي پراڻي دور جي پٿر جون ٺهيل آهن، کان علاوه باقي ٻيون سڀ قبرون هن دور جون آهن، انهن قبرن تي فوتين

جا نالا، تاريخ ۽ سن وفات لکيا پيا آهن. جئي شاهه سائين جو عام قبرستان نہ آهي، پوءِ الاءِ ڪهڙا سبب آهن جو اتي عام ماڻهن کي دفن ڪرڻ جي بہ اجازت ڏني وڃي ٿي. جئي شاهہ سائين جي قلعي کان ٻاهر ڏکڻ طرف بہ هڪ ننڍو قبرستان آهي، ڏسڻ سان اهو معلوم ٿو ٿئي تہ ان قبرستان ۾ بہ هن دور جا ماڻهو مدفون ڪيا ويا آهن.

شاهہ مڪائي (جئي شاهہ) جو سالانہ عرس (ميلو) وڏي عقيدت ۽ احترام سان ملهايو ويندو هو. هي ميلو سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هوندو هو ۽ درسي ڪتابن ۾ بہ هن ميلي جو سبق هوندو هو. جڏهن تہ حيدرآباد جي ايتري آبادي هئي نہ روڊ ۽ نہ ارد گرد عمارتون تعمير ٿيل هيون، وڏا ميدان خالي هوندا هئا هتي وڏيون بازارون لڳنديون هيون، ملاکڙا ٿيندا هئا، راڳ جو محفلون منعقد ٿينديون هيون. ناميارا فنڪار ڳائيندا هئا. سنڌي هن درويش جي مزار جو وڏو ادب ۽ احترام ڪندا هئا. بزرگ هن درويش جون وڏيون وڏيون عجب قسم جون ڪرامتون ٻڌائيندا هئا. بزرگ اهو بہ ٻڌائيندا هئا تہ درگاهہ تي شينهن حاضري ڀرڻ ايندو هو. قلعي کان ٻاهر اپرندي طرف ڏاکڻ چڙهندي اتر طرف جيڪو ننڍو قبرستان آهي، اتي ٻين قبرن سان گڏ هڪ پراڻي قبر آهي جنهنجي پرسان سنگ مرمر تي شير بابا جي مزار لکيو پيو آهي، شايد اها قبر انهي شينهن سان وابسطہ ڪئي وئي هجي، جنهن جو ذڪر بزرگ ڪندا هئا. هن وقت شاهہ مڪائي جي مزار اوقاف کاتي جي تحويل ۾ آهي. ميلي جو اڳوڻو عقيدت وارو عوج ختم ٿي چڪو آهي. نہ رهيا آهن ملاکڙا نہ لڳن ٿيون بازارون، راڳ جون عارفانہ محفلون بہ ختم ٿي چڪيون آهن. خالي ميدان والارجي چڪا آهن، قلعي جي ارد گرد وڏيون وڏيون عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن. آبادي تمام گهٽي وڏي وئي آهي. درگاهہ تي وڃي ڏسبو تہ نوان نوان عقيدا، نوان نوان

رنگ رسمون نظر ايندين، نيون نيون تصوراتي ڳالهيون ٻڌائڻ لاءِ ماڻهو ويڻل نظر ايندا، مطلب تہ هر هڪ شي نئين رائجْ تي چڪي آهي اهڙين حقيقتن کي قلمبند ڪرڻ لاءِ وڏيڪ وقت جي ضرورت آهي.

وڏندڙ آباديءَ کان پهرين شاھہ مڪائي (جئي شاھہ) جي قلعي جي ارد گرد چند ذاتن جهڙوڪ بلوچ، مڪراني، بروهي، شيدي، خاصخيلي ۽ ڪجھہ ٻين ذاتين جي ماڻهن جا گهر هئا، سائين جي قلعي لڳ خدمتگارن (متولي) جن کي ميان چيو ويندو هو، انهن جو ماڻهو بيحد ادب ۽ احترام ڪندا هئا، اوقاف کاتي جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين درگاھہ جو انتظام هنن جي ذمي هوندو هو. انهن سيني ذاتين جي ماڻهن جا گهر اتي اڄان تائين موجود آهن، پر وڏندڙ آبادي جي ڪري اهي جهڙو محدود ٿي ويا آهن. انهن سيني ذاتين سان تعلق رکندڙ ماڻهو پورهيت هوندا هئا. هاڻي حالات بہ تمام گهڻو بدلجي ويا آهن.

(عبرت مئگزين، 16 جنوري کان 31 جنوري 2013ع)



# حيدرآباد شهر مان ختم ٿيل شهيدن جو مقام

حيدرآباد شهر جي قديم باشندن جي اولاد جي اها وڏي بدقسمتي چئجي جو بزرگن حيدرآباد شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ بابت تاريخ لکڻ لاءِ قلم تہ هٿ ۾ کنيو انهن تاريخ لکي تہ ضرور پر مڪمل نہ لکي، جنهن سان مونجهارا پيدا ٿي رهيا آهن. ڪافي جايون، درگاهون، درسگاهون ۽ قبرستان وغيره جي مڪمل تاريخ لکڻ جي ضرورت هئي، اهي لکڻ کان رهجي ويون، جن بابت نہ اسان کي ڄاڻ آهي ۽ نہ وري اسان جي نوجوانن کي. اسان جو ايندڙ نسل تہ اڃا بہ وڌيڪ مونجهاري ۾ پوندو جو شهر جون تاريخي جايون، درسگاهون، درگاهون ۽ قبرستان مٽجي ختم ٿي رهيا آهن ۽ اسان جي سڃاڻپ بہ ختم ٿي رهي آهي. ڇاڪاڻ تہ شهرن جي سڃاڻپ انهن قديمي ۽ تاريخي ماڳ مڪانن سان ٿئي ٿي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ حيدرآباد شهر جي آبادي ايتري نہ هئي. پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي ڪتاب "حيدرآباد جون اڳيون اوج" ۾ لکي ٿو تہ موجوده صديءَ (1900ع) جي شروعات ۾ هن شهر جي آدمشماري 75 هزار ڪن هئي. هاڻي اندازو ڪريو تہ هڪ صديءَ ۾ شهر جي آبادي ڪيترو وڌي وئي آهي. اڌ صدي پهرين بہ هن شهر جي آبادي ايتري ڪانہ هئي. وڏا وڏا ميدان خالي نظر ايندا هئا. اهي خالي ميدان بہ آباد ٿي چڪا آهن ۽ آبادي روزبروز وڌندي پئي

وجي. درگاهن، درسگاهن ۽ قبرستانن جو احترام ۽ تحفظ ڪيو ويندو هو. قبرستانن، درسگاهن، درويش بزرگن جي آخري آرامگاهن جون وڏيون ايراضيون هونديون هيون، انهن تي قبضا ڪري انهن کي محدود ڪيو ويو آهي. اهڙن عملن جي ڪري حيدرآباد شهر جي قديم تاريخ کي مٽايو پيو وڃي. شهر اندر ڪيترن ئي قديم قبرستانن جا تہ نالا نشان بہ مٽجي چڪا آهن. اڄ صدي جي عرصي اندر شهر جو خوبصورت نقشو ئي بدلجي ويو آهي.

حيدرآباد شهر ۾ سڀ کان قديم قبرستان جنهن کي شهيدن جو مقام چيو ويندو هو. هن مقام ۾ هزارن جي تعداد ۾ قبرون هونديون هيون، انهن ۾ ڪافي مزارون قيمتي پٿرن جون تعمير ٿيل هيون. موجوده جامعہ عربيہ هاءِ اسڪول کان وٺي سرفراز ڪلهوڙي جي مقبري تائين قبرون ئي قبرون هونديون هيون. هن وقت ان قبرستان جو نالو ۽ نشان بہ مٽجي چڪو آهي. نوجوانن کي تہ ان قبرستان بابت ڪابہ ڄاڻ نہ هوندي، اهو قديم شهيدن جو مقام حيدرآباد جي تاريخ جو هڪ حصو هو. نوجوانن ۽ ايندڙ نسل جي معلومات لاءِ انهي تاريخي قبرستان جو ذڪر ڪرڻ تمام ضروري آهي، جيڪڏهن هن دؤر ۾ لکندڙ تاريخ ۾ بہ انهي کي وساريو ويو تہ حيدرآباد جي تاريخ جو ڪجهہ حصو اڻ مڪمل رهجي ويندو. جو انهي قبرستان کي پيهر ساڳي حالت ۾ آڻڻ تہ ڪنهن جي وس ۾ نہ آهي، پر انهي قديم قبرستان کي قلمبند ڪرڻ اسان جي وس ۾ ضرور آهي.

شهيدن جي تاريخي ۽ قديم مقام ۾ ڪير مدفون ٿيل هئا، ڪنهن جون قبرون هيون، اهڙي ڄاڻ ملڻ مشڪل آهي ۽ نہ تاريخ لکڻ وارن ئي ان جو پسمنظر بيان ڪيو آهي. جڏهن تہ انهي قبرستان ۾ ڪيترين ئي قبرون قيمتي پٿرن جون تعمير ٿيل هيون ۽ انهن تي عربي

۽ فارسي زبان ۾ ڪتبا بہ موجود هئا. شهر جي تيز رفتاري سان وڌندڙ
آبادي کي رستي جي سهولت مهيا ڪرڻ لاءِ جامع عربيہ هاءِ اسڪول
کان موجوده دادن شاهہ امام بارگاهہ واري رستي کان سرفراز ڪلهوڙي
واري چاڙهي تائين قديم ۽ تاريخي قبرستان کي مسمار ڪري موجوده
رستو تعمير ڪيو ويو هو. اهو رستو ۽ چاڙهي، ايوب خان واري مارشل لا
جي اوائلي دور ۾ تعمير ڪيو ويو هو. اهو موجوده رستو تہ تعمير ٿي ويو
پر هزارن جي تعداد ۾ موجود قديم قبرن جو نالو نشان مٽايو ويو. اهو
قبرستان حيدرآباد جي قديم تاريخ جو آثار هو. انهي قديم قبرستان جي
وجود ۾ هئڻ دوران اتي ڪي چند گهر قديم سنڌي باشندن جا هئا.

انهي قديم قبرستان ۾ ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي جي مقبرو
نمايان هو. مقبري جي احاطي اندر بيون بہ ڪيتريون ئي پراڻيون قبرون
موجود هيون. جيڪي پڻ قيمتي پٿر سان تعمير ٿيل هيون ۽ انهن پٿرن
تي چٽسالي جو بهترين ڪم ٿيل هو. چند قبرون اجا تائين موجود آهن.
جيڪي قديم قبرستان هئڻ جي شاهدي ڏين ٿيون. اهو تاريخي شهيدن
جو مقام شهر جو اثاثو هو. حڪومت وٽ ڪيترائي بيا بہ وسيلا ۽ اپاءُ
موجود هئا. جيڪڏهن هن تاريخي اثاثي کي برقرار رکڻ جو ارادو هجي
ها تہ رستو بئي جاءِ تان تعمير ڪرڻ جي بہ گنجائش هئي. جي قبرستان
محفوظ هجي ها تہ شهر ۾ هڪ بهترين قديم سياحت ۽ ثقافت جو
مرڪز هجي ها. بهرحال ڇا ٿو ڪري سگهجي. جيڪو ڪرڻو هو سو
ڪيو ويو. هاڻي فقط ڪاغذن ۾ قلم ذريعي ختم ٿيل يادگارن ۽ اثاثن کي
ياد ڪري سگهجي ٿو. ڪن تاريخدانن ان مقام بابت اهو لکيو آهي تہ
هالاڻي واري جنگ. جيڪا ڪلهوڙا خاندان جي آخري فرمانروا ميان
عبدالنبي ڪلهوڙي ۽ ٽالپرن درميان سنہ 82_1781ع ڌاري لڳي هئي. ان
جنگ جي انتها هن ميدان تي ٿي هئي. جنگ هارائي حڪومت وڃائي

عبدالنبي ڪلهوڙو هن ئي جاءِ تان فرار ٿيو هو. ٽالپرن جو هن جنگ ۾ ڪامياب ٿيڻ سان خاتمو ٿيو. انگريز ٽالپرن جي وڏي تعداد ۾ فوج هئڻ جي باوجود بہ جنگ فتح ڪري سنڌ تي قابض ٿيا هئا.

انگريز جيتوڻيڪ غير ۽ غاصب هئا، تنهن هوندي بہ انهن مسلمانن جي مقبرن، مزارن ۽ قبرستانن جو احترام ۽ تحفظ ڪيو. حيدرآباد شهر جي ڪيترن ئي رستن ۽ گهٽين تي نظر ڪبي تہ انگريز سرڪار جنهن جي دور حڪومت ۾ شهر جا رستا تعمير ٿيا هئا، رستن جي قريب مسجدن، مزارن ۽ ٻين مذهبي رسمون ادا ڪرڻ وارين جاين کي مڪمل تحفظ ڏنو. انهن کي ختم نہ ڪيائون. جڏهن تہ روڊ جي سوڙهي هئڻ کي برداشت ڪيائون، پر حڪومت پاڪستان تاريخي قبرستان جو نالو نشان بہ مٽائي ڇڏيو ۽ تاريخ جو هڪ حصو جهڙوڪ دفن ڪري ڇڏيو. قبرستان جي جاءِ تي گنجان آبادي وجود ۾ اچي چڪي آهي. قديم آباد سنڌين جي اولاد جا چند گهر اجا تائين گهٽين ۾ موجود آهن ۽ اها آبادي هاڻي دادن شاهہ ڪالوني جي نالي سڏجي ٿي، جتي امام بارگاهہ دادن شاهہ موجود آهي. دادن شاهہ ڪالوني جي ڪجهہ گهٽين ۾ مزارون موجود آهن، جن جي تحقيق بہ لازمي آهي.

پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا سندس تصنيف ڪيل ڪتاب ”حيدرآباد شهر جو اڳوڻو اوج“ ۾ هن تاريخي قبرستان شهيدن جي مقام جو ذڪر ڪتاب جي صفحي نمبر 34 تي ڪيو آهي. مرزا صاحب جو هن مقام جي باري ۾ بيان آهي تہ حيدرآباد شهر ۾ ٻهرين ٽي وڏا مقام هوندا هئا. سڀ کان وڏو ۽ پراڻو شهيدن جو مقام آهي. هي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي زماني کان استعمال ٿيندو پيو اچي. ان کان پوءِ ٽنڊي آغا وارو قبرستان آهي، جنهن کي پراڻو مقام ڪري چون ٿا. ٽيون وڏو مقام ٽنڊي يوسف وارو آهي هن کي نئون مقام ڪري چوندا آهن.

انگريزن جي دور ۾ سواءِ هن وڏي مقام جي ٻين مقامن ۾ دفن ڪرڻ منع هوندو هو. اهڙو بورڊ خاص ڪري پراڻي مقام جي اڳيان لڳل هوندو هو. پر جيئن پاڪستان وجود ۾ آيو تيئن اهو بورڊ ڪنهن پٽي اڇلائي ڇڏيو. مرزا جي بيان مان اهو صاف ظاهر ٿي رهيو آهي ته انگريز سرڪار ٽنڊي يوسف وارو نئون مقام قائم ڪري پراڻن مقامن جو تحفظ ڪيو هو. ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهي قبرستانن ۾ قيمتي پٿرن جون تعمير ٿيل قبرون عظيم الشان نقش نگاري جو شاهڪار هيون ۽ اهي قديم پڻ هيون.

حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن جو مطالعو ڪبو ته حيدرآباد شهر جي تاريخ اڃا اڻ مڪمل آهي. پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا صاحب مرحوم پنهنجي ڪتاب حيدرآباد شهر جو اڳيون اوج ۾ حيدرآباد شهر بابت تمام گهڻي تاريخي معلومات فراهم ڪري حيدرآباد جي شهرين تي وڏو احسان ڪيو آهي. ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جو لکيل ڪتاب "حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور ۾" به وڏو علمي سرمايو آهي. حسين بادشاهه جو ڪتاب "حيدرآباد جي تاريخ" جو سرسري مطالعو ڪرڻ سان اهو معلوم ٿيو ته هن ڪتاب جي سهيڙيندڙ جي وڏي محنت نظر اچي رهي آهي. اهي ٽئي ڪتاب حيدرآباد بابت وڏو علمي ۽ معلوماتي سرمايو آهن. پر انهن قابل احترام ليکڪن حيدرآباد شهر ۽ ان جي پسگردائي ۾ آرامي بزرگن جي مڪمل تاريخ قلمبند نه ڪئي آهي، جيڪي حيدرآباد شهر جي سونهن ۽ سڃاڻپ به آهن. ليکڪ صاحبان چند درويشن جو ذڪر ڪيو آهي، جڏهن ته شهر جو ڪو رستو گهٽي يا پاڙو ورلي ڪو اهڙو هوندو جتي درويش جي آرامگاهه موجود نه هجي. ڊاڪٽر پروفيسر حبيب الله مرزا پڪي قلعي سامهون مدفون اصحابي سگوري جو جيڪو ذڪر سندس ڪتاب حيدرآباد جو اڳوڻو اوج ۾ ڪيو آهي، ان جي وضاحت اڳوڻي

تاريخي مضمون ۾ ڪئي وئي آهي. ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جي لکيل تاريخي ڪتاب "تاريخ باب الاسلام سنڌ" جي حوالي سان ڪئي وئي آهي، جيڪا تمام اهم ۽ تاريخي معلومات آهي. باقي اصحاب سڳوري جي ايڏي وڏي ڊگهي قد ۽ ايتري ڊگهي قبر بابت ڪنهن قديم تاريخي ڪتاب جي حوالي سان معلومات نہ ملي سگهي آهي.

سرفراز ڪلهوڙي واري چاڙهي جي موڙ تي هڪ پراڻي عباسي مسجد ۽ هڪ ننڍو قبرستان اڃا تائين موجود آهي. انهي ننڍي قبرستان ۾ بزرگن جون آخري آرامگاهون موجود آهن. انهي ننڍي قبرستان کي چوڌيواري تعمير ڪرائي دروازا نصب ڪري محفوظ رکيو ويو آهي. اها مسجد ۽ ننڍو قبرستان، شهر ۽ شهيدن جي تاريخي مقام جون يادگار آهن. شهر جي تيز رفتاري سان وڌندڙ آبادي کان پهرين ڪيترائي ٻيا بہ ننڍا ننڍا قبرستان موجود هئا، جيڪي نمايان هئا. آبادي جي وڌڻ ڪري ڪيترن ئي قبرن کي ختم ڪيو ويو آهي ۽ ڪجهہ قبرستان ۽ قبرون وڌندڙ آبادي جي گهيري ۾ اچي ڍڪجي ويون آهن. انهن سيني کي هن هلندڙ تاريخ جي سلسلي ۾ نمايان ڪيو ويندو تہ جيئن ختم ڪيل آثارن کي نوجوانن ۽ ايندڙ نسل جي معلومات لاءِ قلمبند ڪيو وڃي ۽ ڍڪيل آثارن کي نمايان ڪرڻ جو فرض ادا ڪيو وڃي. جي زندگي ساٿ ڏنو تہ انشاءَالله حيدرآباد شهر جي قديم تاريخ جنهن جو حصو لکڻ کان رهجي ويو آهي، ان کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي ۽ شهر جي موجوده حالتن کي بہ گڏوگڏ قلمبند ڪيو ويندو تہ جيئن وقت گذرڻ سان گڏوگڏ اهي تاريخ جو حصو بڻجي وڃن.

(عبرت مئگزين، 16 فيبروري کان 28 فيبروري 2013ع)



# حيدرآباد ۾
# سيد ابراهيم شاهہ بخاري جي مزار

باءِ پاس روڊ جيڪو نيشنل هاءِ وي سان ملي ٿو اتي چينل واهہ کان ڪجهہ اڳيرو اتر طرف رستو وڃي ٿو اهو ننڍو رستو چند ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي سيد ابراهيم شاهہ بخاري جي مزار ڏانهن وڃي ٿو. اهو درويش حيدرآباد ۾ رهندڙن کان شايد وسريل آهي درگاهہ جي اردگرد ڪجهہ ڳوٺ آهن. زمين جي وسيع ايراضي موجود آهي. جيڪا پوک لائق آهي، اتي پوک ڪئي وڃي ٿي. ديهہ شاهہ بخاري تعلقو قاسم آباد ضلع حيدرآباد جي جاگرافي حدن ۾ آهي، جتي ذڪر ڪيل درويش جي آخري آرام گاهہ آهي. درويش جي تاريخي پس منظر بابت منهنجي راءِ موجب تمام گهٽ ماڻهن کي ڄاڻ هوندي. قديم تاريخي ڪتاب جا ورق ورائيندي درويش جو تاريخي پس منظر نظراچي ٿو. جيڪو عوام جي معلومات لاءِ قلمبند ڪجي ٿو.

سنڌ بابت ڪجهہ ٻين تاريخي ڪتابن کان علاوه قديم تاريخي ڪتاب "تحفت الڪرام" آهي، جنهن کي معتبر تاريخي ڪتاب سمجهيو ويندو آهي. سنڌ بابت تاريخ لکڻ لاءِ جيڪو بہ قلمڪار اهو ذمو کڻي ٿو تہ تحفتہ الڪرام کي سامهون رکندي انهي جو حوالو ضرور ڏئي ٿو. تحفة الڪرام جو ليکڪ مير علي شير قانع آهي، جنهن اهو ڪتاب 1180 هجري ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ 1181 هجري ۾ لکي مڪمل ڪيو. ڪتاب جي مصنف مير علي شير قانع صاحب،

ڪتاب جي صفحي نمبر 445 تي شاهه بخاري جو ذڪر ڪيو آهي،
مير صاحب لکن ٿا تہ شاهه بخاري پڻ متين شهر (نيرون ڪوٽ
حيدرآباد) کان ٽن ڪوهن جي پنڌ تي هڪ برڪت ڀرئي درگاهه ۾
زيارتين جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ آهي.

مير صاحب ڪتاب لکڻ وقت درويش جو نالو ظاهر نہ ڪيو
آهي، باقي جيڪو حيدرآباد کان ٽن ڪوهن وارو اشارو ڪيو آهي،
انهي مفاصلي تي حيدرآباد کان ٽن ڪوهن جي مفاصلي تي اتر طرف
شاهه بخاري جي درگاهه آهي، جنهن بابت هي تاريخ قلمبند ڪئي پئي
وڃي، پراڻي ڪوهن واري نظام کي جيڪڏهن نئين رائج ٿيل
ڪلوميٽرن جي نظام ۾ ماپبو تہ حيدرآباد شهر کان تقريبن 9_8
ڪلوميٽر پنڌ تي ويندو. انهي موجب مير صاحب، ابراهيم شاهه
بخاري جي مزار جي نشاندهي ڪئي آهي. مير صاحب 1181 هجري
(ڪتاب جي مڪمل ڪرڻ جو سال) کان بہ اڳ جو هن بزرگ کي هتي
ظاهر ڪيو آهي، يعني حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان بہ پهرين
هن بزرگ جي هتي آمد ٿي آهي. مير صاحب نہ بزرگ جي آمد جو سال
نہ وفات جو سال لکيو آهي. پر اهو ثابت ٿي چڪو تہ هي بزرگ 252
سالن کان بہ اڳ جا هت آيل هئا.

جناب شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم سندس
تصنيف ڪيل ڪتاب (سنہ 1921ع عيسوي) "قديم سنڌ ان جا مشهور
شهر ۽ ماڻهو" ۾ بہ متين بخاري سادات جو ذڪر نہ ڪيو آهي. جنت
السنڌ (1369 هجري) جي ليکڪ رحميداد شيدائي مولائي صاحب
مرحوم بہ درويش جي تاريخ قلمبند نہ ڪئي آهي. خداداد خان سندس
لکيل ڪتاب "لب تاريخ سنڌ" ۾ بہ بزرگ جو ذڪر نہ ڪيو آهي.
حيدرآباد شهر جي تاريخ جي سڀ بڙيندڙ ۽ سنڌيڪار حسين بادشاهه

مير علي شير قانع جي حوالي سان مٿين بزرگ جو ذڪر ڪتاب جي صفحي نمبر 29 تي ڪيو آهي . اهو ڪتاب سال 2003 ۾ شايع ٿيو. حيدرآباد جي تاريخ بابت جيڪي ڪتاب شايع ٿيا آهن يا منهنجي مطالعي هيٺ آيا آهن انهن ۾ شاهہ بخاري جي مڪمل تاريخ بيان ڪيل نہ آهي. قمر جهان مرزا صاحبہ جي حيدرآباد بابت لکيل ڪتاب "حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور ۾" ۾ ڪجهہ ٻين نون ڪتابن ۾ ڪليڪٽري ڪان اپرندي شاهہ بخاري جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهي بخاري سادات جي مزار بہ موجود آهي. انهي جي تاريخ بہ ايندڙ حصن ۾ شامل ڪئي ويندي. اهو بخاري سادات ايترو قديم نظر نہ ٿو اچي، بهرحال اها بہ تحقيق ڪئي ويندي.

گذريل شايع ٿيل اصحابي بابت لکيل تاريخي مضمون ۾ ابراهيم شاهہ بخاري جي مقبري بابت غير دانستہ غلطي ٿي وئي هئي، جيڪڏهن درست نہ ڪئي وئي تہ مونجهارا پيدا ٿيندا. شاهہ بخاري جي مزار مٿان مقبري بابت اهو لکيو ويو هو تہ ان جي مٿان قديم زماني جو مقبرو تعمير ٿيل آهي. انهي جي وضاحت ڪندي لکجي ٿو تہ قديم مقبرو جيڪو زبون ٿي ويو هو انهي جي جاءِ تي سنہ 1427 هجري ۾ نيڪ شخص نالي سيد عبدالله شاهہ ولد سيد احمد شاهہ نئون مقبرو تعمير ڪرايو هو جيڪا موجوده دور جي عظيم الشان تعميرات آهي. مقبري جي الهندي طرف نسب ٿيل پٿر تي مقبرو تعمير ڪرائيندڙ جو مٿين نالو ۽ سن لکيل آهي. حيدرآباد ۾ آرامي درويشن جي مزارن بابت اسانجي بزرگن، جن حيدرآباد شهر بابت تاريخي ڪتاب مرتب ڪيا آهن، جيڪڏهن هر هڪ بزرگ جي تاريخ واضح ۽ چٽي لکن ها تہ اڄ اسانجي ذهنن ۾ مونجهارا پيدا نہ ٿين ها. سيد ابراهيم شاهہ بخاري رح جي مزار جيڪا اڄ شهر کان

ڪجهه پرپرو آهي. تنهنڪري اتي زائرين جي ايتري رش نه آهي. آبادي تيزيءَ سان وڌي رهي آهي هر هنڌ ترقياتي ۽ تعميراتي ڪم جاري آهن. جهنگن مان شهر آباد ٿي رهيا آهن. جيئن قاسم آباد ڪي ڏسو ٿوري ئي عرصي اندر هڪ وڏو شهر آبادي ٿي چڪو آهي. سال 1988ع کان پهرين ھي جهنگ هوندو هو ڪا ٿوري آبادي هوندي هئي. وقت گذرندي دير ڪا نه ٿي لڳي. سياڻي اسين به هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويندا سون. درويش جو مقبرو گنجان آبادي ۾ اچي ويندو. درويشن جا مقبرا اسانجا اثاثه آهن. انهن جو مڪمل تاريخي پس منظر هئڻ گهرجي. جيئن شاهه مڪئي (جيئي شاهه) جو مثال وٺو ته اڄ کان 50-40 سال اڳ شهر کان ڪجهه پرپرو سمجهيو ويندو هو اردگرد بلڪل مختصر آبادي هئي. اڄ درويش جي مزار گنجان آبادي جي گهيري ۾ اچي وئي آهي. جي هن وقت به اسان پنهنجي بزرگن جي تاريخ لکڻ ۾ غفلت ڪئي ته اسانجي ايندڙ نسلن جي ذهنن ۾ عدم معلومات جي ڪري مونجهارا پيدا ٿيندا.

حضرت سيد ابراهيم شاهه بخاري جي مزار جا خدمتگار شورا ذات سان تعلق رکن ٿا. جيڪي ڪافي سالن کان درگاهه جي خدمت سرانجام ڏيندا پيا اچن. درگاهه ڪي صاف سٿرو رکڻ لاءِ خصوصي طور توجهه ٿا ڏين ان ڪري درگاهه جو احاطو بلڪل صاف سٿرو نظر ٿو اچي. درگاهه جي احاطي اندر شورا خدمتگارن جو ن به مزارون آهن. درگاهه جي ايرندي ۽ اولهه ذکڻ طرف به قبرستان موجود آهن. اهي قبرستان پراڻا نظر ٿا اچن. زائرين جي رهائش ۽ سهولت لاءِ ڪو به مسافرخانو ۽ جاءِ تعمير ٿيل نه آهي. جڏهن ته اهڙيون سهوليتون بزرگن جي مزارن تي ضرور هئڻ گهرجن. بزرگ جو ساليانو ميلو به منعقد ڪيو ويندو آهي. جنهنجو اهتمام خدمتگار ڪندا آهن.

هي حقيقت اهم ۽ قابل غور آهي تہ سيد ابراهيم شاهہ بخاري حيدرآباد جي وجود ۾ اچڻ کان بہ آڳاٽو آهي. ان وقت اتي ڇا آبادي هوندي جتي هن وقت درويش جي آخري آرامگاهہ آهي. پوءِ درويش ان غير آباد علائقي ۾ ڪيئن گذر ڪندو هوندو. ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. يقينن درويش جي اها ڪرامت چئبي. جو اهڙي غير آباد علائقي ۾ زندگي گذاري وڃي آرامي ٿيا. اهي ئي الله سبحان جي دوستن جون نشانيون آهن. سيد ابراهيم شاهہ بخاري رح جي پرسان هڪ ٻي مزار بہ موجود آهي جنهن لاءِ ٻڌايو ويو تہ هي سيد وزير شاهہ جي مزار آهي پر انهي درويش جو تاريخي پس منظر ڪتابن ۾ نہ آهي.

حيدرآباد جي اردگرد نظر ڊوڙائبي تہ ڪجهہ ٻين ولين جون مزارون بہ ڪافي مفاصلو پري جبلن ۽ غير آباد علائقن ۾ نظر اينديون. جيڪي آڳاٽي دور ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. سندن مزارن تي اڃا تائين روحانيت جو اثر موجود آهي. اهڙن بزرگن جو حوالو تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي.

(عبرت مئگزين. پهرين مارچ کان 15 مارچ 2013ع)



# حيدرآباد جي سونهن گاڏي کاتوءِ اُتي موجود درويشن جون آخري آرامگاهون

روح هڪ اهڙو وجود آهي جيڪو هر هڪ شي کي سجاڳي ٿو ڏئي. روح سان گڏ سونهن به موجود آهي ته اها چوڏهينءَ جي چنڊ جيان چمڪي ٿي ۽ روشني ڏئي ٿي. روح جي نڪري وڃڻ بعد وجود جي ڪابه اهميت نه آهي. روح ئي آهي جيڪو سونهن کي نروار ڪري ٿو. جي روح جو وجود آهي ته سونهن جي به سڃاڻپ ٿئي ٿي، روح بغير سونهن جي ڪابه حيثيت نه آهي.

حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ جي تاريخ اڳين مضمونن ۾ واضع ڪئي وئي آهي قديم حيدرآباد ٽڪريءَ تي اڏيل آهي. شهر جي ڏيگهه پڪي قلعي کان اتر طرف غلام شاهه ڪلهوڙه جي مقبري تائين آهي. جڏهن قديم شهر جي ويڪر جي ايراضي ايتري آهي، جيتري پڪي قلعي جي آهي. هن وقت شهر اندازي کان وڌيڪ وڌي چڪو آهي ۽ آبادي جو ڳاڻاٽو ڪرڻ مشڪل آهي. آبادي روز به روز وڌندي پئي وڃي. وڏيون وڏيون عمارتون تعمير ٿي آباد ٿي رهيون آهن. شهر جي الهندي واري ايراضي جي به قديم تاريخ آهي. جنهن کي الهندو ڪچو چيو ويندو هو. نوجوانن کي انهي تاريخ بابت ڄاڻ تمام گهٽ هوندي.

الهندي ڪچي ۾ ٽڪري تي قائم پراڻي شهر کي ڳنڍيندڙ شهر جو مشهور ۽ مکيه فوجداري روڊ جنهن جي ابتدا موجوده سب نٽ

ميري اسڪول ڪان شروع ٿي، هوءَ اسٽيڊ هال چاڙهي جتان شروع ٿئي ٿي، انهي چوراهي تائين ختم ٿئي ٿو. انهي مکيہ روڊ جي الهندي پاسي کي الهندو ڪچو (West Kacha) چيو ويندو هو. پر هن وقت الهندي ڪچي جي خبر تمام گهٽ ماڻهن کي آهي، مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو. الهندو ڪچو وسيع ايراضي تي پکڙيل آهي ۽ ان علائقي جي تاريخ بہ قديم آهي.

حيدرآباد شهر جو روح ۽ سونهن گاڏي کاتو الهندي ڪچي واري علائقي سان ڳنڍيل هو جنهن جون قديم يادگار نشانيون متجي چڪيون آهن. هوم اسٽيڊ هال چاڙهي جي سامهون وارو رستو (پراڻو نالو گدو) ۽ موجوده نالو حسين آباد ڏانهن وڃي ٿو ان جو پراڻو نالو گدو روڊ هو. هن وقت روڊ تہ قائم آهي پر نالو متجي چڪو آهي. (گدو جو اصل نالو ديوان گدو مل هو هي ميان نور محمد ڪلهوڙي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو ۽ سندس فرزند ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دور حڪومت ۾ مشير ۽ وزير هو.) هي اتي اچي آباد ٿيو هو ان ڪري گدوءَ جو ٽنڊو ڪري سڏيو ويندو هو. ديوان گدو مل کي ٽالپرن جي پهرئين حاڪم مير فتح علي خان سنہ 1208هجري ترار جي ڏڪ سان مارايو هو. (ڪتاب خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي تاليف مرزا عباس علي بيگ صفحو نمبر 136) حيدر چوڪ کان جيڪو رستو ڪوه نور پلازه ڏانهن اچي ٿو ان جو نالو ياڻي خان روڊ هو. اهو روڊ تہ موجود آهي پر بزرگ جو نالو وسري چڪو آهي. فقط ياڻي خان چاڙهي پراڻي نالي سڏجي ٿي.

پکو پير چاڙهي جتان شروع ٿئي ٿي، الهندي طرف وڪٽوريہ ۽ ٽانگن جي بيهڻ جي جاءِ هئي. اتي پڪو چؤڪنڊو چبرو تعمير ٿيل هو. اهو سڏبو تہ چبرو هو پر عظيم الشان تعمير ٿيل هڪ جاءِ هئي،

جنهن جي چئن ئي طرفن کان پڪا پلر ۽ پڪي ڇت تعمير ٿيل هئي. ورهاڱي کان گهڻو وقت اڳي ڪنهن هندو انسانن ۽ جانورن جي آرائش لاءِ تعمير ڪرايو هو. ڇپري لڳ هڪ نلڪو نسب ٿيل هو جنهن مان هر وقت تمام تيز رفتاريءَ سان پيئڻ جو صاف پاڻي مهيا ٿيندو هو. انهي نلڪي لڳ هڪ حوض تعمير ٿيل هو جتان جانور پاڻي پيئندا هئا. نلڪي تي هر وقت پاڻي پرڻ وارن جي رش هوندي هئي. انهي وقت آس پاس رهندڙ ماڻهن جي گهرن ۾ هن وقت جيان نلڪا لڳل نہ هئا. ماڻهو گهڻو ڪري انهي نلڪي تان پاڻي پريندا هئا. باقي جيڪي سرندي وارا ماڻهو هئا. اهي پخالين کان گهرن ۾ پاڻي پرائيندا هئا. سستائي جو دور هو اهي پخالي گهرن ۾ تمام ٿوري اجوري يعني آني يا ٻہ آني ۾ پخالن (جيڪي ٻڪري ردن جي کلن مان ٺهيل هيون) ۾ پاڻي پري گهرن ۾ مهيا ڪندا هئا. جيستائين انهي نلڪي جو وجود هو ۽ شهر ايتري ترقي نہ ڪئي هئي، اسان انهي نلڪي تان پاڻي پريندي جن پخالين کي ڏٺو اهي غير سنڌي ورهاڱي وقت هندوستان جي پنجاب واري صوبي کان لڏي هت آيا هئا. اهي پخالي پورهيت ۽ قربائتا هئا.

گاڏي کاتي وارو ٽانگہ اسٽينڊ حيدرآباد شهر جي سونهن ۽ رونق هوندو هو. ڇپري جي ڪري هن جاءِ جي وڏي اهميت ۽ سڃاڻپ هئي. اهو ڇپرو ۽ ٽانگا اسٽينڊ ميونسپل ڪميٽي طرفان منظور ٿيل هو جو اتي اهڙو بورڊ بہ لڳل هو. هر وقت وڪوٽريا ۽ ٽانگا پوري نظام تحت بيٺل هوندا هئا. وڪتوريا ۽ ٽانگا هلائڻ وارن کي ڪوچ مين چيو ويندو هو اهي صاف سٿرا. پٽڪا ٻڌي گاڏين تي ويهي سوار ٿيڻ وارن جو انتظار ڪندا رهندا هئا. انهي وقت قريبي منزل تائين پهچڻ لاءِ اسان سواري وڪتوريا ۽ ٽانگا هوندا هئا. سرندي وارا ماڻهو وڪوٽريا ۾ غريب طبقي جا ماڻهو ٽانگن ۾ قريبي سفر ڪندا هئا

شهر ۾ ڪجهه چند شاهوڪار ماڻهو هئا جن وٽ ڪارون هونديون هيون. انهن شاهوڪار ماڻهن ۾ قاضي اڪبر صاحب ۽ سندس پاٽر قاضي عبدالمجيد عابد صاحب، قاضي محمد اعظم وڪيل صاحب، مير رسول بخش خان ٽالپر ۽ سندس وڏو ڀاءُ مير علي احمد ٽالپر صاحب دريا خان راڄپر صاحب ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو هوندا هئا. شهر ۾ رهندڙ تمام گهڻي اڪثريت ۾ ماڻهو پورهيت ۽ مزدور هئا. هي سياڳو شهر سال 1969ع 1970ع عيسوي تائين بلڪل پرامن رهيو. تعصب ۽ نفرت جي باهه ماڻهن جي دلين ۾ لڪل هئي، انهي باهه اڃان ڀڙڪو نه ڪاڍو هو.

مارچ 1969ع ۾ ايوب خان صدر پاڪستان جي استعيفيٰ بعد تعصب ۽ نفرتن جي باهه آهستي آهستي ڀڙڪي هئي، جنهنجو اثر اڳتي هلي تمام خراب ٿيو هو جنهن شهر جو پرامن پر سڪون ماحول تباهه و برباد ڪري ڇڏيو هو. انهي وقت ون يونٽ خلاف به تحريڪ هلي رهي هئي. مهاجر پنجابي ۽ پناڻ گڏ هئا.

انهي ڇپري لڳ ذڪڻ طرف چاچا پير بخش ڪنير جنهن کي چاچا پيرو ڪري سڏبو هو جو بغير ڇت ۽ بغير ديوارون دوڪان هوندو هو عمر رسيده ماڻهو هو. نهايت ئي خوش مزاج پورهيت ۽ ايماندار ماڻهو هو. نڪر جي هر قسم جا ٿانو ۽ گهوڙن جي کائڻ جو سائو گاهه (لوسڻ) وڪڻندو هو. چاچا پيرو ڪنير هو ان ڪري ماڻهو جي جسم جي ٽٽل هڏن کي به جوڙيندو هو جو انهي وقت اهو ڪم گهڻو ڪري ڪنير ڪندا هئا. چاچا پيروءَ کي هر وقت ماڻهون چيڙائيندا رهندا هئا، پر هو نه چڙندو هو ۽ نه ڪاوڙ ڪندو هو. چاچا پيروءَ جي دوڪان جي پرسان علي بخش شڪارپوري جنهن کي علو ڪري چوندا هئا، جي چانهه جي هوٽل ڪاٺ جي ٺاهيل ڪچي جاءِ ۾ هوندي هئي. هي تمام تيز طبيعت جهڳڙالو قسم

جو ماڻهو هوندو هو نشي جو عادي هوندو هو. ڇپري لڳ اتر پاسي پناڻن جي ڪچي جهوپڙي هوندي هئي، جنهن ۾ پٺاڻ ڪجيءَ جي سڪل پنن مان ٻهارا تڏيون وغيره ناهيندا هئا. ڏاڍا محنتي هئا. هر وقت ڪم ۾ ئي مصروف نظر ايندا هئا. اتي ڪٿر جو ڪارخانو بہ هوندو هو. اهو ڪارخانو ننڍي جهانيہ جي سادات علي بخش شاهہ جو هو. انهي ڪارخاني جو وسيع ميدان هوندو هو. جتي سڪل گاهہ رکيو ويندو هو. چوپايو مال ٻڌو پيو هوندو هو ۽ ڪيترن ئي ٻي گهر ماڻهن جو اجهو بہ هو. انهي لڳ چاچا پير بخش (چاچا پيرو) جو ڪشن ناهڻ جو ڪچو دوڪان هوندو هو. جن ماڻهن جو ذڪر ڪري رهيو آهيان، عمر رسيده ۽ نهايت ئي قرب ۽ پيار ڏيندڙ هئا.

جتي هن وقت ڪوه نور پلازه تعمير ٿيل آهي اتي پهرين باغ هوندو هو. ان باغ ۾ هر قسم جا وڻ ۽ گلن جا ٻوٽا هوندا هئا. انهي باغ جو سنڀاليندڙ ٻچايو نالي هڪ شخص هو. عمر رسيده ماڻهو هو. خبر نہ آهي ڪير هو. اهو باغ گاڏي کاتي جي سونهن هوندو هو. گرمي جي مند ۾ شهر جا ماڻهو انهي باغ جي وڻن جي ڇانو ۾ آرام ڪندا هئا. باغ ۾ هڪ ننڍي مسجد ۽ مزار بہ هئي انهي باغ بابت اها ڳالهہ عام هوندي هئي تہ اهو باغ ۽ ارد گرد وارو علائقو ياڻي خان جي ملڪيت آهي جيڪو لوهر هو ۽ تالپر حڪمرانن جو خاص ماڻهو هو. حڪمرانن اها زمين ياڻي خان کي انعام طور ڏني هئي، جنهن جا دستاويزي ثبوت ان جي حقي وارثن مرحوم مستري قادر بخش ۽ محرم مرحوم وٽ موجود آهن. زمين جي مالڪي جو ڪيس ڪورٽ سڳوري ۾ هلندڙ آهي اچانڪ اها ڳالهہ مشهور ٿي تہ لوهار باغ واري زمين جو ڪيس کٽي ويا آهن. ڪجهہ ئي وقت اندر باغ جا وڻ وڍجڻ شروع ٿي ويا. صفائي ٿيڻ لڳي. خبر اها پڌائي وئي تہ باغ واري زمين مستري قادر بخش ۽ محرم

هڪ لک روپين ۾ مغربي پاڪستان جي وزير قانون مرحوم غلام نبي ميمڻ صاحب کي وڪڻي ڇڏي آهي. اُها ڳالهه سال 1965ع کان پوءِ جي آهي، انهي سال پاڪستان هندوستان درميان جنگ لڳي هئي، پاڪستان جو صدر فيلڊ مارشل محمد ايوب خان هو ذوالفقار علي ڀٽو ملڪ جو وزير خارجه هو. سستائي جو دور هو هڪ لک روپيه وڏي رقم هئي. شهر ۾ انهي لک روپين جو تذڪره عام ٿي ويو. جو انهي دور ۾ ڪلرڪ جي ماهوار پگهار هڪ سئو روپين کان گهٽ، مزدور جي ڏهاڙي چار يا پنج روپيه، هڪ تولو سون جي قيمت 80 — 70 روپيه هئي، تہ انهي دور ۾ هڪ لک روپين جي ڇا اهميت هوندي، خبر پئي تہ انهي باغ واري زمين تي سينما تعمير ٿيندي، سئينما جي تعمير جو ڪم بہ تيز رفتاري سان شروع ٿي ويو. ٿوري ئي وقت اندر سئينما جي هڪ عظيم الشان عمارت جڙي راس ٿي، سئنيما جديد طرز جي تعمير هئي، نقشو بہ بي حد خوبصورت هو. خير گاڏي کاتي جي هڪ سونهن باغ ختم ٿيو تہ ٻي سونهن سئنيما وجود ۾ آئي. باغ اندر جيڪا ننڍي مسجد تعمير ٿيل هئي ۽ هڪ قبر موجود هئي ان کي ختم ڪيو ويو. شهر جي روح گاڏي کاتي ۾ سئنيما قائم ٿي هئي، وڏي اوج تي هلي، هر وقت ماڻهن جي رش موجود هوندي هئي. وقت تمام گهڻي تيز رفتاري سان گذري ويو ماڻهو گذاري ويا. عمارتون ۽ آثار ختم ٿي ويا. پر انهن جون يادون اڃان تائين دل ۽ دماغ ۾ سمايل آهن.

گاڏي کاتي جي سڃاڻپ جون هونئن تہ ڪيتريون ئي خاص خوبيون هونديون هيون، جيڪي ان جي سڃاڻپ ۽ سونهن ۾ شامل هونديون هيون. گاڏي کاتي ۾ قائم ٽيڪسي اسٽينڊ بہ گاڏي کاتي جي سونهن هوندو هو. جتي ڪاري رنگ جون پيلي ڇت واريون ٽيڪسيون موجود هونديون هيون. سرندي وارا ماڻهون پري منزل سفر ڪرڻ لاءِ

ٽيڪسين ڀاڙي تي ڪرائيندا هئا. انهي وقت فورڊ ۽ شورليٽ ڪارون وڏي اوج تي هيون. ٽيڪسين جا مالڪ پنجابي ۽ پٺاڻ هوندا هئا، ڪي چند سنڌي ڊرائيور بہ هوندا هئا. انهن ٽيڪسين جي مالڪن ۾ نمايان نالو دوست محمد خان نيازي جو هو جنهن کي عمومن سيٺ دوسو ڪري سڏيندا هئا. نهايت ئي شريف ۽ نرم طبيعت جو ماڻهو هو ترڪي ٽوپي هن جي خاص سڃاڻپ هئي، گهڻي وقت کان حيدرآباد ۾ آباد هو سنڌي چٽي ڳالهائيندو هو. انهي وقت ٽيڪسي ڪارن جي قيمت ٻن کان ٽئن هزار روپين تائين هوندي هئي.

سال 86ـ 1985ع کان حيدرآباد شهر فسادن جي ور چڙهيو هو پهرين اهي فساد مهاجرن، پنجابين ۽ پٺاڻن درميان ٿيا هئا. پوءِ انهن فسادن سنڌين طرف رخ ڪيو هو ان فسادن جي ڪري ڪيترن ئي هنڌن تان سنڌي لڏي ويا هئا. پهرئين فساد دوران ٽيڪسي اسٽينڊ جي ڪيترن ئي ٽيڪسين کي باهہ ڏئي ساڙيو ويو هو. انهي واقعي بعد ٽيڪسي مالڪن ۽ ڊرائيورن اتان لاڏاڻو ڪيو ۽ اسٽيشن جي سامهون نئون ٽيڪسي اسٽينڊ قائم ڪيو جيڪو اڄان تائين اتي موجود آهي. انهي بعد ڪوه نور سئنيما جو بہ خاتمو ٿيو اتي ڪوه نور پلازه تعمير ڪئي وئي. ڇپري جو بہ بنياد اکيڙيو ويو اتي بہ پلازه تعمير ڪئي وئي. اهڙي طرح گاڏي کاتي جي اثاثن ۽ نشانين جو خاتمو ڪيو ويو ۽ گاڏي کاتو جيڪو حيدرآباد شهر جو روح ۽ سونهن هو هميشہ لاءِ گم ٿي ويو. مطلب تہ 86ـ 1985ع کان پوءِ شهر کي جهڙوڪ نظر لڳي وئي. اثاثہ ۽ نشانيون مٽجنديون ويون، عروج کي زوال اچي ويو. اڄ شهر جي روح ۽ سونهن جي ڇا حالت آهي، جيڪا هرڪو ڏسي رهيو آهي. اسان گاڏي کاتي جو اوج ڏٺو هاڻوڪي حالت کي ڏسي اکيون آبديده ٿيو وڃن.

گاڏي ڪاتي ڪي ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ شهرت هوٽل اورينٽ جي ڪري به ملي هئا جديد تعمير ٿيل هوٽل عبرت اخبار جي مالڪان قاضي صاحبان قائم ڪئي هئي، جا ته هوٽل جي تعمير هئي جا ته اوچ هو ڏيهي، توڙي پرڏيهي شخصيتون، سردار، وڏيرا، وزير وغيره وغيره هن هوٽل ۾ رهائش ڪندا هئا. انهي وقت فلمي دنيا جو وڏو اوج هوندو هو. ماڻهن جي خاص تفريح فلمون ۽ سئنيما گهر هوندا هئا. فلمي اداڪارن ۽ اداڪارائن جي ته ماڻهو جهڙوڪ پوڄا ڪندا هئا. عمومن فلمي اداڪار ۽ اداڪارائون هن هوٽل ۾ رهندا هئا. فلمن جي شوقين ماڻهن کي جڏهن اداڪارن جي آمد جي خبر پوندي هئي ته انهن کي ڏسڻ لاءِ ماڻهن جا هجوم هوٽل وٽ گڏ ٿي ويندا هئا. اها هوٽل گدو روڊ تي موجود اورنگزيب مسجد جي بلڪل لڳ هئي. اها هوٽل سال 73–1972ع ۾ ختم ڪئي ويئي، هوٽل جي عمارت موجود آهي،پر ساڳئي حالت ۾ نه آهي.

ڪوه نور سئنيما لڳ جتان پڪو پير چاڙهي شروع ٿئي ٿي. اتي وڏيري محمد هارون ۽ سندس ڀاءُ الهڏني هاليپوٽي جا گهر هئا. اهي مالوند ماڻهو هئا. مرحوم قادر بخش ۽ مرحوم محرم لوهار جا گهر هاليپوٽن جي گهرن جي پنيان هوندا هئا. انهن لڳ محمد الياس هاليپوٽو استو عنايت سومرو، لکانو هاليپوٽو سندس پٽ محمد صديق هاليپوٽي، جا ۽ ڪجهه ٻين ماڻهن جا گهر هئا. هاڻي اتي ڪنهن به پراڻي شهر جي سنڌين جا گهر نه آهن. اها ملڪيت به لوهرن جي هئي، جن وڪڻي ڇڏي اتي به پلازه تعمير ٿي چڪو آهي. لوهرن جي گهرن جي اڳيان هڪ قبر آهي، جنهن لاءِ چيو ويندو رهو ته مرحوم پائي خان جي آهي.

تاريخي اثاثن، يادگارن، نشانين جي ويرين، شهر جي قديم اثاثن يادگارن کي ختم ڪري اتي پلازه تعمير ڪرائڻ انسان، جانورن

۽ پکين جي آسائش جي جاءِ ختم ڪري انهن کي دربدر ڪري ڇڏيو اهو ڇپرو انسانن جانورن ۽ پکين جي رهڻ جي جاءِ هئي، ڪيترائي ٻي گهر ماڻهن پورهيت غريب انهي ڇپري ۾ رهندا هئا. ڪبوترن جو ٻه ڪثير تعداد انهي ڇپري ۾ پنهنجا آکيرا ناهيو وينو هوندو هو جن جي حفاظت داٽي پاٽي جو بندوبست اتي رهندڙ ڪندا هئا. ڇپرو، پهرين باغ پوءِ سئنيما، ٽيڪسي اسٽينڊ ڪجهه هوٽلون ڪجهه دوڪان گاڏي ڪاتي جي سونهن هوندا هئا. شهر ۾ رهندڙ سنڌين جا گهڻو ڪري هڪ ٻئي سان تعلقات ۽ مٽيون ماٽيون هونديون هيون، امن امان جو دور هو ايترو گوڙ گهمسان نہ هوندو هو ماڻهن جي هڪٻئي سان محبت هوندي هئي. شهر جا ماڻهو شام جي وقت گهڻو ڪري گاڏي ڪاتو گهمڻ ايندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن وٽ ٻاهر کان مهمان ايندو هو جي گاڏي ڪاتو نہ گهميو تہ چئو هن حيدرآباد شهر ئي نہ ڏٺو. اهو هوندو هو اڄ کان تقريبن 35. 30 سال اڳ گاڏي ڪاتي جو اوج، جيڪو مِٽجي چڪو آهي.

حيدرآباد شهر جي سونهن گاڏي ڪاتي جون اهم نشانيون ۽ اثاثہ تہ مٽجي چڪا آهن. باقي ڪي چند نشانيون ۽ اثاثہ وڃي بچيا آهن. انهن مان هڪ اثاثو سورج وارو قبرستان ۽ باغ آهي. درحقيقت انهي جاءِ کي شهر جا پراڻا ماڻهو سورج وارو باغ ڪري چوندا هئا. انهي ننڍي ايراضي واري جاءِ تي هڪ ننڍو باغ ۽ ڪجهه پراڻيون قبرون اڃان تائين موجود آهن. اوقاف کاتي جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، سورج وارو باغ قبرستان ۽ آس پاس واري ايراضي اوقاف کاتي پنهنجي تحويل ۾ وٺي ڇڏي، جو انهي جي مالڪي کو ثابت نہ ڪري سگهيو. اوقاف کاتي باغ جي روڊ واري پاسي دوڪان تعمير ڪرائي، باقي قبرستان وارو پاسو ڇڏي ڏنو. اهو سورج ڪير هو ۽ ان باغ ۽ قبرستان تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ صحيح حقيقت معلوم نہ ٿي سگهي. اڄ کان اٽ

صدي کان وڌيڪ عرصو جيڪي وڏي عمر جا ماڻهو زنده هئا (خاص ڪري سيد احمد شاھ جنهن جو ذڪر گذريل مضمون ۾ ڪيو ويو هو) کان جيڪڏهن انهي باغ ۽ قبرستان بابت معلوم ڪبو هو تہ ٻڌائيندا هئا. تہ اسان اهو باغ ۽ قبرستان ائين ئي ڏنو آهي ۽ انهي جو نالو بہ ائين ئي ٻڌو آهي، حيدرآباد شهر جي اهم علائقي گاڏي کاتي ۾ اهم اثاثہ قديم وقت کان اڄ تائين موجود آهن. پر حيدرآباد شهر جي تاريخ لکڻ وارن انهي جاءِ کي وساري ڇڏيو آهي. اڄ اهي مونجهارا پيدا ٿي رهيا آهن تہ اهو باغ ڪنهن لڳايو ۽ انهي ۾ مدفون ٿيل بزرگ ڪير هئا. ڪٿان آيا هئا ۽ انهن جو اهل و اولاد ڪٿي آهي. اهڙين اهم جاين کي وسارڻ سان اهو معلوم ٿيو تہ شهر جي تاريخ اڃان تائين اڻ مڪمل آهي، جيڪا وڏي افسوس جي ڳالھ آهي.

اهو سورج وارو باغ ۽ قبرستان کهڙي جاءِ تي آهي: ڀائي خان چاڙهي چڙهڻ شروع ڪبي تہ ذڪڻ طرف ڪنڊ تي مستري محمد بخش لوهار (پٺاڻ) جو ميڪنڪ جو ڪارخانو ۽ گهر هو. ڪارخانو تہ ختم ٿي ويو پر مرحوم جو اولاد اڃان تائين اتي رهي ٿو ان جي پرسان سورج وارو باغ ۽ قبرستان موجود آهي. اهو باغ ۽ قبرستان بي گهر ماڻهن لاءِ اجهو آهي. انهي باغ جو اڳوڻو اوج تہ نہ رهيو آهي، باقي ڪي نشانيون موجود آهن، جن سان اهو سڃاتو وڃي ٿو.

سورج واري باغ ۽ قبرستان کان چند قدم اڳتي ذکڻ طرف هڪ ننڍو ميدان آهي، انهي ميدان جي ايرندي طرف ناگو جي مزار آهي، مزار جي مٿان قديم يا جديد مقبره تعمير ٿيل نہ آهن پر ڇت تعمير ٿيل آهي، اڳي انهي مزار جو ساليانہ ميلو بہ لڳندو هو. ميلي ۾ ٽي راتيون راڳ جي محفل ٿيندي هئي، اهو ساليانہ ميلو مرحوم عبدالغفور لڳرائيندو هو جيڪو درگاھ جي لڳ رهندو هو. واڍڪي ڪم جو

ڪاريگر هو. انهي جي پرسان سندس پاءُ عبدالمجيد رهندو هو جيڪو پڙ واڍو هو. انهي جي پرسان الهبچايو پنهور جو گهر ۽ وٿاڻ هوندا هئا. انهي مرحوم جا مائٽ اجان اتي رهن ٿا. ناگو شاهه ڪير هو ڪٿان آيو هو سندس ڪوبه اولاد يا مٽ مائٽ موجود نه آهي، اندازو اهو آهي ته يا ته ناگو شاهه ٽالپرن جي آخري دور جو هو يا انگريز سرڪار جي اوائلي دور جو هو. حيدرآباد شهر جي تاريخي ڪتابن مان انهي بزرگ جو ڪوبه حوالو نظر نه ٿو اچي. انهي ناگو شاهه جون به پراڻا ماڻهو ڪيتريون ئي ڪرامتون بيان ڪندا پر هرڪو ٻڌائيندو هو ته انهن اهي ڳالهيون وڏن کان ٻڌيون آهن ڪنهن وٽ به ڪو پختو يا دستاويزي ثبوت موجود نه هو. سنڌي زبان ۾ ناگو ان کي چئبو آهي جيڪو اڪيلو هجي ۽ جنهن جو ڪو مٽ مائٽ اهل عيال نه هجي. ٿي سگهي ٿو ته ناگو شاه به ان ڪري چوندا هئا ۽ ان ئي نالي سان مشهور ٿيو جڏهين ته اصل نالي جي ڪنهن به ڄاڻ نه هئي.

پائي خان چاڙهي چڙهندي جتي ڪوه نور سئنيما جو ٿلهو هو انهي لڳ محترم محمد مبين ابڙيجو صاحب جو گهر هو هي اصل هالن جو رهندڙ هو. ڪافي وقت کان هتي آباد هو قبله مخدوم محمد زمان طالب المولى صاحب جو خاص ماڻهو هو شهر جي خراب حالتن کي ڏسندي هي اتان لڏي ويا. ان جي سامهون روڊ جي ٻئي پر شيدين جو گهر هو انهن جي وڏي جو نالو محمد رمضان هو. انهي جو اولاد اجان تائين اتي ئي رهي ٿو.

پڪو پير چاڙهي (هن چاڙهي جو ذڪر شهر جي تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي) چڙهندي ايرندي طرف هڪ رستو آهي. جتي مٿي چڙهڻ لاءِ پٿر جون ڏاڪڻون ٺهيل هيون. اهي ڏاڪڻيون چڙهي مٿي وڃبو هو ته مشهور قومپرست اڳواڻ قبله عبدالحفيظ قريشي مرحوم

جو گھر هو. مرحوم هوشيار ۽ مشهور وڪيل هئا مرحوم سڄي زندگي سنڌي قوم جي ترقي لاءِ جدوجهد ڪئي. شهر جي بگڙندڙ حالتن کي ڏسندي هي خاندان هتان لڏي ويو. مرحوم جي گهر جي اڳيان متي جو وڏو دڙو هوندو هو جنهن کي مهاجر اڙدو زبان ۾ ٽيلو ڪري چوندا هئا. اهو دڙو تمام مٿانهون هوندو هو. ان تي چڙهي بيهبو هو تہ پري پري تائين تعمير ٿيل جايون نظر ايندیون هيون. انهي وقت شهر ۾ ايتريون گهڻ ماڙ عمارتون تعمير ٿيل نہ هيون. لغڙن جي ڏينهن ۾ شوقين انهي مٿانهين جاءِ تي بيهي لغڙ اڏائيندا هئا. انهي چاڙهي کان ڪجهہ اڳيرو هڪ ٻي چاڙهي آهي. جتي پڙ پٽر جي ڏاڪڻ تعمير ٿيل آهي انهي چاڙهي ۽ پڪي پير چاڙهي جي ڪنڊ تي مرحوم ايم بي دراني صاحب جو گهر هو. دراني صاحب آبڪاري کاتي ۾ وڏو آفيسر هو. بلڪل ايماندار ۽ درويش طبيعت جو ماڻهو هو. صاحب مرحوم جو هڪ پٽ نثار دراني شهر جو مشهور وڪيل آهي. ٻيو فرزند نالي ڪريم داد دراني ڪجهہ وقت اڳي لاڏاڻو ڪري ويو هو. هنن سان قريبي ناتا هئا. شهر ۾ وڳوڙ دوران هي خاندان هتان لڏي ويو. دراني صاحب جي گهر لڳ چاڙهي پاسي جناب آغا نور نبي پناڻ صاحب جو گهر هو. هي صاحب بہ آبڪاري کاتي ۾ آفيسر هو. هنگامن دوران ٻين سنڌين جيان هي بہ اتان لڏي ويا. در حقيقت شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ ڪيترين ئي وڏين ۽ ننڍين چاڙهين جو ذڪر موجود آهي. هي ٻئي چاڙهيون ليڪن کان وسري ويون هيون. جتي شهر جون مشهور شخصيتون رهنديون هيون. جنهن علائقي جي تاريخ لکي وئي آهي، اهو علائقو حيدرآباد ميونسپل ڪارپوريشن جو وارڊ ڏي آهي.

(عبرت مئگزين، 16 مارچ کان 31 مارچ 2013ع)



# حيدرآباد شهر ۾ سيد محمود شاهہ بخاري جي آخري آرامگاهہ

هونئن تہ سڄي سونهاري سنڌ الله جي ولين ۽ درويشن سان سرشار آهي. سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهر بہ خوشنصيب آهي، جتي هزارن جي تعداد ۾ الله جا ولي، درويش ۽ بزرگ آرامي آهن.جيڪي شهر جي سونهن ۽ سڃاڻپ آهن. پر انهن جي تاريخ نہ لکي وئي آهي، فقط ڪن چند درويشن جو ذڪر حيدرآباد بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. اهي ڪهڙا سبب هئا جو انهن درويشن جي تاريخ نہ لکي وئي، انهي بابت اسان کي ڄاڻ نہ آهي، اهي بزرگ بهتر ڄاڻندا هئا. جيڪي ان وقت موجود هئا. اسان تہ فقط درويشن جون آخري آرامگاهون ڏٺيون آهن ۽ اسانجي سانيڀر ۾ جيڪي وڏا زنده هئا. انهن کان درويشن بابت معلومات ورتي. تاريخي ڪتابن ۾ بزرگن جي تاريخ ڳولهي وئي، پر ڪنهن جي تاريخ نظر نہ آئي، تہ اهي بزرگ ڪير هئا. ان ڪري اهو سمجهيو ويو آهي تہ حيدرآباد شهر ۾ آرامي بزرگ درويشن جي تاريخ اڻ مڪمل آهي. مون پنهنجن ڪجهہ مضمونن ۾بزرگن جي تاريخ لکي آهي. جيڪا عبرت مئگزين انتظاميا مون حقير فقير تي مهرباني ڪري مئگزين ۾ شايع ڪئي آهي. هاڻي پڙهندڙ حضرات ئي بهتر فيصلو ڪري سگهن ٿا تہ محنت ڪارگر آهي يا بيڪار. راءِ ڏيڻ جو هرهڪ کي حق آهي.

---

ختم ڪيل شهيدن جي مقام جي تاريخ جيڪا اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي، انهي مقام ۾ بہ ڪيترائي بزرگ ۽ درويش مدفون هئا، جن جون مزارون قيمتي پٿر سان تعمير ٿيل هيون. انهن کي مسمار ڪري، نام و نشان بہ مٽايو ويو ۽ قديم قبرستان جي تاريخ کي هميشہ لاءِ دفن ڪيو ويو. جيڪا وڏي بدقسمتي آهي. اهو قديم قبرستان حيدرآباد شهر جي قديم تاريخ کي زنده ۽ اجاگر ڪندڙ هو. شهيدن جي مقام جي اهميت ۽ تاريخ پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا سندس لکيل ڪتاب "حيدرآباد جو اڳيون اوج" جي صفحي نمبر 203 ۽ 204 تي لکي آهي. مرزا صاحب جي مقام بابت لکيل تاريخ پڙهي اهو معلوم ٿيو تہ هن مقام ۾ قبرون ايترون گهڻيون ۽ اوچيون هيون جو مرزا صاحب اتان لنگهندي انهن ۾ لڪو پيو هو.

حيدرآباد شهر ۾ آرامي درويش سيد محمود شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ نمايان آهي. هن درويش بابت مڪمل يا اڻ مڪمل لکيل تاريخ منهنجي نظرن مان نہ گذري آهي. درويش جي آخري آرامگاهہ سيشن ڪورٽ کان ڏکڻ طرف وڏي زيارت گاهہ آهي. قبر تي درويش جي وصال جو سال 985 هجري لکيل آهي ۽ مزار مٿان موجوده تعميرات جو سال 1346 هجري لکيل آهي. حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين هن جو نالو نيرون ڪوٽ هو هي ملڪ جو هڪ ناليوارو جهونو قلعو هو جو گهڻي وقت کان ڊهي ويو هو ۽ سندس شهريت هڪ ڳوٺڙي جيتري بيني هئي. سنہ 1182 هجري ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو هن جاءِ کي پنهنجي رهڻ لاءِ پسند فرمائي مضبوط قلعي ۽ شاندار شهر جو بنياد رکيو. (تحفتہ الڪرام صفحي نمبر 442) حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ جو سال 1182 هجري بيان ٿيل آهي. جڏهن تہ حضرت محمود شاهہ بخاري جي وصال جو سال 985 هجري لکيل آهي. يعني حيدرآباد

شهر جي وجود ۾ اچڻ کان 197 سال اڳ سندس وصال ٿيو آهي. اهو دور خداذا خان جي لکيل ڪتاب ”لب تاريخ سنڌ“ جي صفحي نمبر 128 موجب ترخان ۽ ڪوڪلتاش گهراڻن جي حاڪمن جو آهي جن سنه 962ع هجري مطابق 1554ع کان سنڌ تي حڪومت ڪئي، انهي وقت سنڌ انهن حاڪمن جي وچ ۾ اڌو اڌ تقسيم ٿيل هئي ۽ مٿين حاڪمن جا دارالحڪومت بکر ۽ ٺٽو مقرر ٿيا هئا.

سيد محمود شاهه بخاري رح جي مزار مٿان موجوده تعميرات جو سال 1346 هجري لکيل آهي، يعني اندازن 88_87 سال اڳ. اج کان تقريبن 50_45 سال اڳ مزار جي مٿان ڪا بـ تعميرات ٿيل نـ هئي، مزار کليل ميدان تي نمايان هئي، مزار لڳ ڪي چند گهر سنڌين جا هوندا هئا، جيڪي اجان تائين موجود آهن. اڪثر ڪري مزار جي مٿان ڪو غلاف يا چادر بـ ڍڪيل نـ هوندي هئي. شهر ۾ اها ڳالهه عام هوندي هئي تـ درويش جلالي آهي نـ مٿان ڇت نـ مقبره ۽ نـ ئي ڪو غلاف يا چادر وغيره ٿو برداشت ڪري. انهي وقت تعليم ايتري عام نـ هوندي هئي پڙهيل ماڻهوشهر ۾ تمام گهٽ هوندا هئا. جيڪي ڪجهه انهن کي درويشن جي ڪرامتن بابت ٻڌايو ويندو هو انهي تي يقين ڪندا هئا. ماڻهو ساده سرده هوندا هئا، درگاهن سان بيحد محبت ۽ عقيدت رکندا هئا، باسون باسيندا هئا. غربت جو دور هوندو هو هر ڪو پنهنجي وس آهر خير خيرات ڪرڻ جو عمل ڪندو هو. خير اهي عقيده رسمون رواج تـ اجان تائين جاري آهن. ماڻهو مزارن تي حاضريون ڀرين ٿا. بزرگن سان محبت ڪن ٿا. جيڪي ڪجهه اسان پنهنجي زندگي ۾ ڏٺو اهو بيان ڪيو آهي. انهي موجب مزار مٿان تعمير جو سال درست نـ آهي. باقي درويش جي وصال جي سال بابت ڪجهه بـ نـ ٿو چئي سگهجي. جو اهو تمام گهڻو آڳاٽو آهي. ليڪن ايترو ضرور

لکبو تہ شهر ۾ مدفون ايترو قديم بزرگ حيدرآباد جي تاريخ نويسن کان ڪيئن وسري ويو اها ڳالهہ قابلِ غور آهي. اهو بہ معلوم نہ ٿي سگهيو آهي تہ سيد محمود شاهہ بخاري رح ڪٿان آيا هئا، ڪهڙي مقصد لاءِ هت آيا هئا. وصال جو سال غلط آهي يا درست، پر اها خبر نہ آهي ڪڏهن آيا هئا. سندن بزرگ ڪٿي آهن ۽ سندن اولاد ڪهڙو آهي ۽ ڪٿي آهي. هونئن بہ شهر ۾ بزرگن جي آخري آرام گاهن ڏانهن نظر ڊوڙائجي تہ اهو نظر ايندو تہ سواءِ چند جي، جيڪي بہ بزرگ مدفون آهن، انهن جون مزارون موجود آهن. گهڻن بزرگن جي مزارن مٿان مقبره تعمير ٿيل آهن پر انهن جي وڏن يا اولاد جي ڪا بہ خبر نہ آهي ۽ انهن بابت تاريخ خاموش آهي. جيڪڏهن وڏن کان درويشن بابت معلوم ڪبو هو تہ اهي بہ وڏن جون ٻڌايل ڳالهيون بغير ڪنهن تصديق يا ثبوت جي ٻڌائيندا هئا. جيڪڏهن بزرگ انهن درويشن ۽ ولين جي تاريخ قلمبند ڪن ٿا، تہ اڄ مونجهارا پيدا نہ ٿين ها. هر هڪ درويش جي صحيح ڄاڻ ملي ها. عدم معلومات جي ڪري درويشن ۽ ولين کي بين نالن سان سڏيو ٿو وڃي. بزرگن جي صحيح نالن جي بہ خبر نہ ٿي پوي، قابلِ غور نالن سان سڏيو ٿو وڃي. شهر ۾ موجود قديم مسجدون، عبادت گاهون، مقبره، درگاهون، ماڳ، مڪان ۽ قبرستان شهر جي قديم تاريخ کي تازه ڪن ٿيون، اهي اسانجا اثاثہ آهن، ڪيترا تہ ختم ٿي منجي ويا باقي بچيلن جي حفاظت نہ ڪبي ۽ تاريخ لکي انهن کي محفوظ نہ ڪيو ويو تہ حيدرآباد شهر جي سونهن ۽ سڃاڻپ ختم ٿي ويندي.

جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي تہ پهرين سيد محمود بخاري رح جي مزار مٿان ڪابہ اڏاوت يا تعميرات نہ هوندي هئي. مزار لڳ رستي واري پاسي وڏا وڏا پراڻا گهاٽا وڻ هوندا هئا. جيڪي هر هڪ

ماڻهو جي آسائش ۽ آرام جا مرڪز هئا. سخت گرمي جي مند ۾ ماڻهو انهن وڻن جي ٿڌي ڇانو هيٺ آرام ڪندا هئا. مزار جي ڀرسان پاسي اولڊ ڪئمپس (جنهن کي پهرين يونيورسٽي ڇيو ويندو هو) جي عمارت آهي، جيڪا اڃان تائين موجود آهي پر پراڻي ٿي وئي آهي. اها فن تعمير جي عظيم الشان عمارت انگريزن جي دور حڪومت ۾ تعمير ڪئي وئي هئي. ڏکڻ پاسي سنڌين جي گهر اڳيان جابلو ميدان هو، اهو جابلو ميدان مڪي شاهه جي قلعي تائين پکڙيل هو. انهي وسيع جابلو ايراضي ۾ پهرين ڪا به آبادي نه هئي، آبادي جي وڌي وڃڻ ڪري اهو جابلو علائقو هاڻي نظر ئي نه ٿو اچي اهو علائقو ڪينٽونمينٽ جي حدن اندر اچي ٿو.

بخاري جي مزار جي اتر پاسي وارو رستو جيڪو پهرين ايترو ويڪرو نه هو هوم اسٽيڊ هال چاڙهي جي هيٺ کان شروع ٿي موجوده حسين آباد (پراڻو نالو گدو جو ٽنڊو) تائين وڃي ٿو. هن روڊ جو اوائلي نالو گدو روڊ هو تنهن بعد ٿڌي سڙڪ سڏيو ويو هاڻي ان روڊ جو نالو محترمه فاطمه جناح روڊ آهي. انهي روڊ جي ٻنهي پاسن کان پراڻا وڏا گهاٽا وڻ هوندا هئا. گرمي جي مند ۾ انهي روڊ تان لنگهبو هو ته ٿڌڪار لڳي پئي هوندي هئي، شام جي وقت سرءُ جي وڻن مان خوشبو پئي ايندي هئي، روڊ ننڍو هوندو هو شهر جي ايتري گنجان آبادي ڪا نه هئي، نه ئي ڪارن، موٽرن رڪشائن، موٽر سائيڪلن وغيره جي ايتري رش هوندي هئي. جيئن جيئن آبادي تيز رفتاريءَ سان وڌندي وئي ۽ گاڏيون به وڌنديون ويون ته انهي روڊ کي ويڪرو ڪرڻ لاءِ وڻ وڍيا ويا هئا. محمود شاهه بخاري رحه جي مزار انهي روڊ کان ڏکڻ طرف چند ئي قدمن جي مفاصلي تي آهي. رستو ويڪرو تعمير ڪرڻ کان پهرين سيد محمود شاهه رح جي مزار نمايان هوندي هئي. هن وقت آبادي جي

گھيري ۾ اچي وئي آهي، اردگرد وڏيون وڏيون عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن. محڪمہ اوقاف جي آفيس بہ درگاهہ لڳ تعمير ڪئي وئي آهي، پھرين اها وسيع ايراضي محمود شاهہ جي درگاهہ جي هئي. محمود شاهہ جي درگاهہ اوقاف کاتي جي تحويل ۾ آهي، درگاهہ جي احاطي اندر وٽڪاري بہ آهي، پر عمارتون تعمير ڪرائي درگاهہ جو احاطو بلڪل محدود ڪيو ويو آهي. حضرت سيد محمود شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ جي اتر طرف انگريزن جي دور حڪومت ۾ تعمير ٿيل سيشن ڪورٽ جي عمارت هڪ عظيم الشان عمارت آهي. انهي دور جي انجنيئرن ۽ ڪاريگرن، ماهر تعميرات هئڻ جا ڪمال ڏيکاريندي کھڙيون نہ عظيم يادگارون ۽ نشانيون ڇڏيون آهن جن جي جيتري بہ تعريف ڪجي گھٽ آهي.

اهڙيون يادگار ۽ پائيدار عمارتون هن دور ۾ تعمير ڪرڻ نهايت ئي مشڪل ڪم آهي. اهڙين عمارتن جي حفاظت ڪرڻ ۽ انهن کي قائم رکڻ تمام ضروري آهي، جو اهڙيون فن تعميرات جون عظيم الشان عمارتون جيستائين برقرار ۽ قائم رهنديون، قديم شهر حيدرآباد جون يادگارون زنده ۽ تازه رهنديون ۽ شهر جي زينت بہ برقرار ۽ نمايان رهندي. سيشن ڪورٽ جي پرواري گدو روڊ جو بہ ڇا اوج هو هڪ تہ وٽڪاري جي ڪري مشهور هو بيو ڪجهہ عظيم جاين ۽ تفريح گاهہ جي ڪري بہ مشهور هوندو هو. اهو رستو پرسڪون ۽ پر امن هوندو هو. گل سينٽر جي جاءِ تي انگريزن جي دور جي تعمير ٿيل مٽي جي عمارت هئي، جيڪا محڪمہ انڪم ٽيڪس جي آفيس سڏبي هئي، ان کان چند ئي قدم اڳتي هڪ ننڍو پارڪ هوندو هو، جنهن کي پريم پارڪ سڏيو ويندو هو. انهي پارڪ ۾ پراڻا قيمتي وڻ هوندا هئا. پارڪ شهرين لاءِ وڏي تفريح گاهہ هوندو هو. گرمي جي مند

۾ ڏينهن توڙي رات ماڻهن جي رش لڳي پئي هوندي هئي ماڻهو سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ پارڪ ۾ تفريح ڪرڻ ويندا هئا. پارڪ ختم ڪري ان جاءِ تي عمارتون تعمير ڪيون ويون آهن ۽ شهرين کي تفريح گاهه کان محروم ڪيو ويو آهي.

پريم پارڪ گدو روڊ واري چاڙهي جي مٿان هوندو هو. چاڙهي کان هيٺ چند مفاصلو پري ماناڏوري پوليس چوڪي هوندي هئي، اها انگريزن جي دور جي قائم ڪيل هئي. انهي لڳ ڪي چند ڪچا گهر محمد علي پنهور ۽ عارب پنهور ۽ ڪجهه ٻين جا هوندا هئا. ڪجهه اڳيرو روڊ جي اتر طرف وڏي ايراضي تي قائم راڻي باغ هو جيڪو اڄ تائين قائم آهي. جديد تعميرات ڪرائڻ ۽ چڙيا گهر قائم ڪرڻ جي باوجود به انهي باغ جي اڳوڻي سونهن برقرار نه رهي آهي. اهو باغ اڳي به شهرين لاءِ تفريح گاهه هو ته هن وقت به آهي. راڻي باغ لڳ ڪجهه سرڪاري آفيسون انگريزن جي دور حڪومت ۾ قائم ڪيل اڃان تائين موجود آهن. پر عدم توجهه جي ڪري زبون حالت ۾ آهن. حڪومت انهن قديم اثاثن جو تحفظ نه ڪري سگهي آهي. وسيع ايراضي تي پکڙيل سرڪاري بسن جو ورڪشاپ به انهي لڳ هوندو هو جيڪو تباهه برباد ٿي چڪو آهي. سرڪاري بسون جيڪي عوام جي سفري سهولتن لاءِ هيون انهن جو نالو نشان به باقي نه رهيو آهي، اها ايراضي ڪندرات ٿيندي پئي وڃي. روڊ جي اتر پاسي شهباز بلڊنگ (پراڻو نالو ون يونٽ بلڊنگ) ۽ وحدت ڪالوني ۾ تعمير ٿيل ڪوارٽر محمد ايوب خان جي دور جا آهن. هونئن ته گدو جو ٽنڊو چرين جي اسپتال جي قائم ٿيڻ کان گهڻو اڳاتو آهي، پر هن کي وڏيڪ مشهوري اسپتال قائم ٿيڻ بعد ملي. اها اسپتال انگريزن جي دور حڪومت ۾ قائم ٿي هئي. جبل جي پٿرن جي چوديواري

اسپتال جي سونهن آهي، پر عدم توجه جي ڪري سونهن گهٽبي پئي وڃي. وڏندڙ آبادي کان پهرين گدو جو ٽنڊو (موجوده حسين آباد) هڪ ڳوٺ جيان هوندو هو ڪي چند ڳوٺ مختلف ذاتن. جهڙوڪ پٺاڻن جو ڳوٺ، ڪلهوڙن جو ڳوٺ، بالادين جو ڳوٺ، پرهارين جو ڳوٺ وغيره هوندا هئا. باقي رڳو جهنگ ۽ خالي پٽ هوندا هئا. سنڌو درياهه اڃا تائين اتان ئي وهندو آهي. پهرين اهو درياهه شهر جي ايرندي نصرپور کان وهندو هو، شايد 54_1853 عيسوي کان درياهه پنهنجو رخ مٽائي هن جاءِ تان وهي رهيو آهي. اتي جون ڪيتريون ئي پراڻيون يادگارون ۽ نشانيون متجي چڪيون آهن. جن جي تاريخ عليحده لکي ويندي.

سيد محمود شاهه بخاري رح جي درگاهه تي اڳي هر هفتي راڳ جي محفل ٿيندي هئي، شهر جا مقامي ڳائڻا ۽ شوقين ڪلام ڳائيندا هئا. شهر جي بگڙندڙ حالتن بعد اهي چوڪيون ۽ حاضريون ختم ٿي ويون. درويشن جي مزار تي ذوالحج مهيني جي 9_8 تاريخ ساليانه ميلو به لڳندو آهي. انهي ميلي جو به اڳوٽو عوج نه رهيو آهي. اڳي ميلي جو احتمام پراڻا خدمتگار ۽ متولي ڪندا هئا. اوقاف کاتي طرفان انتظام سنڀالڻ بعد هر هڪ شيءِ ۽ ڪم جو اهو عوج نه رهيو آهي. جيڪي بزرگ هفتيوار چوڪين ۽ حاضرين جو احتمام ڪندا هئا، ڳائڻ وارن ۽ عقيدتمندن جو خيال رکندا هئا. اهي ويچارا لاڏاڻو ڪري ويا. نئين نسل ۾ بزرگن واريون خوبيون ۽ محبتون قائم نه رهيون آهن، ان ڪري عوج به ختم ٿيندو پيو وڃي. شهر جي سنڌين جي درگاهن سان بيحد عقيدت ۽ محبت هوندي هئي، درگاهن کي صاف سٿرو رکڻ جو بيحد خيال رکندا هئا. هاڻي انهن ڳالهين جو وجود ختم ٿيندو پيو وڃي.

حيدرآباد شهر جيڪو تيزيءَ سان وڌندڙ آباديءَ جي ڪري اصلي سونهن ۽ صورت ختم ڪري چڪو آهي، نه شهر جي صاف سترائي رهي آهي نه قانون جي بالادستي. حدخلين ويڪرن ۽ وسيع روڊن کي محدود ڪري ڇڏيو آهي، ٽريفڪ جي وڌي وڃڻ ڪري پنڌ هلڻ به دشوار آهي. هن شهر جون قدرتي نعمتون، گرمي جي مند جون ٿڌيون هوائون، وڻ جي ڇانو ۽ خوشبو تفريح گاهون، باغ، گهرن مٿان منگهن جا نظارا، محبت، پائيچارو ڪچهريون، درگاهن جا ميلا، هفتيوار چوڪيون، راڳ رنگ جون محفلون، ونجهه وٽي، ڪوڏي ڪوڏي رانديون، عيد ڏهاڙا، رمضان جي مهيني ۾ جاڳڻ جون محفلون، شادين جون خوشيون، موت جي سوڳ، محرمن جي مهيني ۾ عقيدتمندي، عزاداري، پڙ، علم پاڪ، مسجدون، مقبره، قبرستان، اڄ به اهي ڏهاڙا ۽ يادون ذهن ۾ سمايل آهن. هن هلندڙ تاريخ جي سلسلي ۾ هر هڪ ڳالهه کي قلمبند ڪيو ويندو ته جيئن نوجوان نسل ۽ ايندڙ نسل کي شهر جي اصلي حالت ۽ سونهن بابت معلومات حاصل ٿئي. جڏهن ريڊيو اسٽيشن حيدرآباد هوم اسٽيڊ هال ۾ قائم هئي ته اتي وڏو لوهي ٿنيو نصب ٿيل هو جنهن کي انهي وقت ٽرانسٽر چيو ويندو هو (اصل ان جي سڃاڻپ ۽ نالو الاءِ ڇا هو) جيڪو تمام اوچو هوندو هو ان جي چوٽيءَ تي رات جي وقت ڳاڙهي رنگ جي بتي ٻرندي هئي. ڪيترن ئي ميلن جي مفاصلي تان چئن ئي طرفن کان اها ڳاڙهي رنگ جي بتي نظر ايندي هئي، جيڪا پري کان حيدرآباد شهر جي سڃاڻپ ڪرائيندي هئي. سڀ ڪجهه متجي چڪو آهي، پر ياد اچن ٿيون. ٽڪريءَ تي قائم قديم شهرجي هر هڪ گهٽي ۽ رستي پرسان سنڌين جا گهر هوندا هئا. ڪيترين ئي گهٽين ۽ رستن تي درويشن جون آخري آرام گاهون ۽ درگاهون آهن. اهي پاڙا گهٽيون گهٽو ڪري انهن

درويشن جي نالن ۾ پڙن سان منسوب هئا. سنڌين جا گهر هٽڻ ڪري انهن علائقن ۾ رونقون لڳيون پيون هونديون هيون، اڄ جڏهن انهن ٻاڙن ۾ گهٽين مان لنگهجي ٿو تہ منظر ڪي تبديل آهن.

حضرت محمود شاھ بخاري رحہ جي مزار بابت ڪا ڳالھ رهجي وئي آهي، تہ هلندڙ سلسلي جي ڪنهن مضمون ۾ لکي مڪمل ڪئي ويندي. حيدرآباد شهر جي تاريخ مڪمل ڪرڻ لاءِ بزرگن جو لکيل جيڪو بہ علمي، معلوماتي ۽ قيمتي سرمايو هٿ آيو آهي، جنهن ۾ انهن جي وڏي محنت آهي، انهي جي مدد حاصل ڪرڻ جي تمام گهڻي ضرورت پوندي.

(عبرت مئگزين، پهرين اپريل کان 15 اپريل 2013ع)



# ٽڪري تي قائم قديم شهر حيدرآباد جي اولهہ واري هيٺاهين حصي جي تاريخ

حيدرآباد شهر جي روح ۾ سونهن گم ٿيل گاڏي کاتي جي داستان اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي، جيڪا پڻ شهر جي الهندي جي هيٺئين حصي جي تاريخ آهي. قديم شهر جي اولهہ واري ٽڪريءَ کان هيٺاهين حصي جي تاريخ پڙهندڙن آڏو پيش ڪجي ٿي، جو هن حصي جي بہ قديم تاريخ آهي، اتي بہ ڪجهہ پراڻيون مسجدون، درگاهون، نشانيون، يادگارون ۾ پڙ موجود آهن جن جي مڪمل تاريخ لکڻ کان رهجي وئي آهي. انهن کي تحرير ڪري شهر جي اڻ مڪمل تاريخ کي مڪمل ڪري فرض ادا ٿو ڪجي.

قدم گاهہ موليٰ علي عليہ السلام کان وٺي دادن شاهہ امام بارگاهہ ۾ ڪالوني تائين، اڳتي هلي سرفراز ڪلهوڙو جي اردگرد وسيع علائقو ٽڪري تي اڏيل قديم شهر جي الهندي پاسي وارو هيٺائون علائقو آهي. سينٽ ميري اسڪول کان هوم اسٽينڊ هال چاڙهي جتان شروع ٿئي ٿي اتي فوجداري روڊ آهي، اهو شهر جو اندروني مکيہ رستو آهي. ان کان اڳتي اسٽيشن روڊ آهي. فوجداري روڊ جي ساڄي هٿ وارو علائقو الهندو ڪچو آهي. هن وقت اهو علائقو مختلف پاڙن ۾ گهٽين سان سڏيو وڃي ٿو. گاڏي کاتي وارو علائقو بہ ٽڪري واري هيٺئين حصي ۾ بہ شامل آهي تہ الهندي ڪچي واري علائقي ۾ بہ شامل آهي. قدم گاهہ کان اتر طرف چوٽڪي گهٽي چاڙهي تائين

پهچي مٿي چڙهي شاهي بازار تائين پهچي، اتان پڪي قلعي اتر طرف هلبو تہ ساڄي هٿ جي پاسي وارو حصو جتي شاهي بازار جو دنگ ٿئي ٿو پڪي قلعي واري چاڙهي لهي وري قدم گاهہ تائين پهچبو تہ اهو چوگرد علائقو ميونسپل "وارڊ ڏي" آهي. انهي مٿي ٽڪري واري علائقي ۾ اصحاب سڳوري حضرت ابو رافع رضي الله عنہ، يتيم شاهہ، جمن شاهہ، پرور شاهہ، سليمان شاهہ، بوچالو شاهہ ۽ ٻين بہ ڪيترن ئي بزرگن جون مزارون، مسجدون ۽ يادگارون موجود آهن. جڏهن تہ ٽڪريءَ کان هيٺ واري حصي ۾ حسين شاهہ، مصري شاهہ، اشرف شاهہ، روڊ تي گمنام مزار، پکي وارو پير ۽ ٻيون بہ ڪيتريون ئي پراڻيون مزارون، مسجدون، يادگارون ۽ نشانيون موجود آهن، جيڪي قديم شهر جي تاريخ جي يادگار جون علامتون آهن.

قدم گاهہ حضرت علي عليہ السلام ۽ عبدالوهاب شاهہ جيلاني جي مزار بہ هيٺائين حصي ۾ آهن. انهن جي بہ قديم تاريخ آهي جيڪا بہ قلمبند ڪئي ويندي. قدم گاهہ کان اتر طرف هلبو تہ پهرين گهٽي ساڄي هٿ جي پاسي واري عبدالوهاب شاهہ جيلاني جي درگاهہ طرف وڃي ٿي. تنهن بعد هڪ گهٽي آهي جيڪا مستري اسماعيل جي موٽرن جي مرمت جي ڪارخاني طرف وڃي ٿي. انهي کان ڪجهہ اوريان هڪ ٻي گهٽي آهي، ڪجهہ اڳيرو ٽين گهٽي آهي جيڪا حروارن جي پراڻي پاڙي ڏانهن وڃي ٿي، پنجين گهٽي بہ حروارن جي پاڙي طرف ئي وڃي ٿي. انهي سڄي علائقي ۾ گاڏين جا پراڻا سامان وڪڻڻ وارن (ڪباڙي) جا دوڪان ۽ ڪجهہ ڪارخانہ گاڏين جي مرمت ڪرڻ وارن جا آهن. انهي علائقي ۾ رهائشي گهر بہ آهن. وڏي گنجان آبادي آهي. پنجين گهٽي جي ڪنڊ تي ريلوي جو ٽڪيٽ گهر هوندو هو. انهي گهٽي جي ٻئي ڪنڊ تي هندن جي ڌرم

شالا هئي، انهي ڏرم شالا جو دنگ هوم اسٽينڊ هال چاڙهي تائين هو. انهي ڏرم شالا ۾ هندو رهندا هئا. ڏرم شالا لڳ چاڙهي واري پاسي تاجپور جي نواب دوست محمد خان جو گهر هو. ان کان ڪجهه اڳيرو پنهور رهندا هئا. چاڙهي جي ڪابي هٿ واري پاسي عالم برادرس جو موٽر ورڪس شاپ هوندو هو، هي پنجابي هو ڪنهن دؤر ۾ هن جون بسون به هلنديون هيون. ان جي پاسي ۾ گهٽي آهي، جتي ناگو شاهه ۽ ٻين جون مزارون آهن. انهن جي تاريخي لکجي چڪي آهي.

تلڪ چاڙهيءَ کان هيٺ سينٽ ميري اسڪول آهي، هي شهر جو پراڻو اسڪول آهي، ان جي احاطي اندر عيسائين جي عبادت گاهه به آهي. ان جي پرسان پيٽرول پمپ آهي. انهيءَ گهٽي ۾ وڃي دنگ تائين پهچبو ته سامهون ٻي گهٽي آهي. انهي گهٽي ۾ ڪجهه اڳيرو هلبو ته هڪ پراڻي هاسٽل آهي، اڳي ان ۾ شاگرد رهندا هئا. هنگامن دوران انهن شاگردن جا به پير اکيڙيا ويا. هاڻي هاسٽل قبضي هيٺ آهي، اها هاسٽل به شاگردن جي رهائشگاهه لاءِ تعمير ڪرائي وئي هئي ۽ پراڻي دؤر جي هئي. اتي مشهور فلم اسٽار مصطفيٰ قريشي ۽ سندس پائرن جا گهر هئا. بگڙندڙ حالتن دوران اهي به اتان لڏي ويا. گهٽي کان ٻاهر نڪري ڏکڻ طرف هلبو ته چند قدمن جي مفاصلي تي مرحوم سيد غلام شاهه ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد جو گهر هو. هنگامن دوران اهو به اتان لڏي ويو هو. هن وقت سندن ڪو مائٽ وري اچي اتي رهيو آهي. ڪجهه اڳيرو هڪ گهٽي آهي، ان مان به رستا نڪرن ٿا هڪ چونڪي گهٽي طرف ٻيو آڏواڻي گهٽي طرف.

الهندي طرف به هڪ گهٽي آهي، جنهن کي اڪال يونگا لائين چيو ويندو هو. اتان لنگهي ٻاهر نڪربو ته فوجداري روڊ تي واپس اچي پهچبو. انهي گهٽيءَ ۾ به گهر سنڌين جا هئا. هڪ مرحوم سيد يار

محمد شاهہ جو ۽ ٻيو گهر شفيع محمد چانڊيو مرحوم جو. سيد يار محمد شاهہ جو خاندان تہ اُتان لڏي ويو. باقي شفيع محمد چانڊيو جو پٽ غلام قادر چانڊيو اڃان تائين اتي رهي ٿو. ڏکڻ طرف هلبو تہ چند قدمن جي مفاصلي تي هڪ مسجد آهي، اها مسجد بہ پراڻي آهي، بلڪل مکيہ روڊ لڳ آهي، هن مسجد کي نئين سر تعمير ڪيو ويو هو. هن مسجد جو تقدس بحال رکندي انگريز سرڪار رستي کي وڌيڪ ويڪرو نہ ڪري سگهي هئي. ڪجهہ اڳيرو عيدگاهہ چاڙهي آهي، هن چاڙهي جو ذڪر ڪجهہ تاريخي ڪتابن ۾ ملي ٿو. اتي ميونسپل ڪارپوريشن جي آفيس ۽ پرسان سٽي ٿاڻو آهي. اهي ٻئي انگريزن جي دؤر جون جايون آهن. پر هاڻي انهن جو نقشو بدلجي چڪو آهي. چوٽڪي گهٽي کان ڏکڻ طرف هلبو تہ چند قدمن جي مفاصلي تي هڪ گهٽي آهي، جنهن جو نالو حافظ موسيٰ ڪاسائي لائين آهي. انهي گهٽي ۾ نومريا ڪاسائي رهندا هئا، شايد اهي بہ اتان لڏي ويا.

سينٽ ميري اسڪول کان وني سٽي ٿاڻي تائين ميونسپل وارڊ "بي" جي حد آهي. انهي حد ۾ نہ ڪنهن بزرگ، درويش جي مزار آهي، هڪ مسجد کان سواءِ اتي نہ ڪا پراڻي مسجد ۽ ٻي يادگار موجود آهي، جنهن کي قلمبند ڪجي. هن وارڊ جي حد بہ ٽڪري واري هيٺائين حصي تي مشتمل آهي. هن وارڊ ۾ آڏواڻي گهٽي آهي، جنهن ۾ 1947ع ۾ لڏي ويل هندن جون جايون يادگار طور موجود آهن، جيڪي ڪليمن واري ڪاري قانون جي ور چڙهي پناهگيرن کي ڏنيون ويون. هن وسيع ايراضي ۾ سنڌي مسلمانن جي تاريخ جو وجود ڪونہ ٿو ملي، انهي مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ هن علائقي ۾ سنڌي هندن جو اثر رسوخ گهڻو هو. جيئن شهر جي جنهن بہ علائقي ڏانهن نظر ڊوڙائبي تہ هر هڪ جاءِ تي هندن سان گڏ سنڌي مسلمانن جي تاريخ

ٻہ نظر اچي ٿي، پر هن علائقي يعني وارڊ ”بي“ جي تاريخ ٻين جاين کان مختلف آهي:

ڪاسائي لائين کان چند ئي قدمن جي مفاصلي تي بلڪل روڊ لڳ حسين شاهہ جيلاني جي مزار آهي. هي مزار ڇت جي هيٺان محفوظ آهي. مٿان ننڍو قبو ٺهيل آهي، جيڪو بعد ۾ ٺهرايو ويو هو. هن درويش بابت ڪوبہ تاريخي پس منظر ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ قلمبند ٿيل نہ آهي. هن درويش جي نہ وڏن بابت ڪنهن کي خبر آهي ۽ نہ سندس اولاد جي تہ هي اصل ڪير هئا. ڪٿان آيا هئا ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ هتي آيا هئا. ان بابت تاريخ خاموش آهي. اڳي هن درگاهہ جا خدمتگار نومڙيا هوندا هئا، هاڻي تہ حالتون ئي بدلجي ويون آهن. نوان نوان ماڻهو درگاهہ تي ويٺل نظر اچن ٿا. نوان نوان رنگ ۽ نوان نوان عقيده وجود ۾ اچي چڪا آهن، ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. بهرحال درويشن جون آرام گاهون آهن، جيڪي شهر جي زينت بہ آهن ۽ سڄاڻپ بہ درگاهن جو احترام ڪرڻ ضروري آهي. اڳي هن درگاهہ تي ڪوبہ ميلو يا عرس وغيره جون رسمون ادا نہ ٿينديون هيون. هاڻي ڪجهہ سالن کان ڏنو ويو آهي تہ ساليانو عرس بہ ملهايو وڃي ٿو جڏهن تہ هن درويش جي ولادت يا وفات بابت صحيح ڄاڻ ڪنهن کي بہ نہ آهي. روڊ جي بلڪل لڳ مزار جي موجودگي اهو ثابت ٿي ڪري تہ هي درويش يا تہ ٽالپرن جي دور جو آهي يا انگريزن جي اوائلي دور جو آهي، ڇاڪاڻ تہ انگريزن ڪجهہ وقت بعد شهر ۾ فوتين کي دفن ڪرڻ تي پابندي لڳائي ڇڏي هئي. اهڙي نشاندهي پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا سندس لکيل ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 34_35 تي ڪئي آهي. فوجداري روڊ جو اتان سوڙهو ٿيڻ بہ انهي ڳالهہ جي ثابتي آهي سيد حسين شاهہ جيلاني جي مزار روڊ تعمير ٿيڻ

ڪان اڳ جي آهي، جنهن جو احترام ڪندي روڊ کي سوڙهو ڪيو ويو. حيدرآباد شهر ۾ آرامي بزرگن درويشن (چند ڪان غلاوه) جي مزارن، مقبرن، جاين ڏانهن گهري نظر تي ڪجي تہ اهي گهڻو ڪري ٽالپرن جي دؤر يا انگريزن جي اوائلي دؤر ۾ هتي آيا هئا ۽ هن ڌرتي تي ئي ابدي ننڊ سمهي رهيا. ٽالپرن جي دؤرِ حڪومت ۾ شهر جي آبادي وڌي هئي، ٻاهران ماڻهو هتي اچي آباد ٿيا هئا.

سيد حسين شاهہ جيلاني جي درگاهہ کان ڪجهہ قدم اڳتي ڪاساين جو پڙ آهي، هتي بلند ۽ خوبصورت الم پاڪ نصب ٿيل آهي، هي شهر جو قديم پڙ آهي. اتان رستو مٿي بوچالو شاهہ چاڙهي طرف وڃي ٿو. هن چاڙهي جو ذڪر حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. انهي پڙ وٽ سومرن جا گهر هوندا هئا. هنگامن دوران سومرا هتان لڏي ويا. باقي هڪ گهر سومرن جو آهي، جيڪي مجبوري جي حالت ۾ اتي رهن ٿا. ڪاساين جي پڙ جا اڳواڻ مرحوم حسين بخش ۽ مرحوم محمد يعقوب جا گهر بہ اتي هئا. پاڻ بزرگ تہ هنگامن کان پهرين هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. سندن اولاد بعد ۾ هنگامن دوران گهر خالي ڪري ويا. جو انهي وقت سنڌين جو اتي رهڻ بيحد مشڪل بڻايو ويو هو. پڙ ۾ ابن قريشي جو گهر بہ هو پاڻ ڊپٽي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪنهن عهدي تي فائز هو اهي بہ لڏي ويا. خبر نہ آهي تہ انهي جو اولاد ڪٿي ٿو رهي. هنگامن کان پهرين جڏهن هن پڙ وٽ سنڌي رهندا هئا. تہ هن جاءِ تي وڏي رونق لڳي پئي هوندي هئي. هاڻي اها بهار جي مند بہ هن حصي مان موڪلائي وئي. پڙ وٽ نلڪو نصب ٿيل هو جتان اردگرد جا ماڻهو پاڻي ڀريندا هئا. اهو نلڪو انگريز سرڪار جي دؤر جو هو. هن پڙ کان مٿئين ٽڪري واري علائقي ۾ بہ سنڌين جا گهر هئا. جن جي تاريخ ٽڪري واري شهر جي تاريخ سان گڏ لکي ويندي

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 110

ڪاساين جي پڙ ڪان چند ئي قدم اڳتي هوپ فل هاءِ اسڪول آهي. اهو اسڪول بہ انگريز سرڪار جي دؤر حڪومت جو قائم ٿيل آهي. 58_1957ع ڌاري جڏهن هن اسڪول ۾ سنڌي پڙهائڻ لاءِ هڪ سنڌي ماستر محمد هاشم نالي مقرر ٿيل هو تہ مون اوائلي بہ درجا هن اسڪول ۾ پڙهيا هئا. هن اسڪول جي عمارت تہ ننڍي هوندي هئي پر اسڪول جي احاطي اندر وڏو ميدان هوندو هو. رستي واري پاسي وڻ هوندا هئا. هن اسڪول جي ڏکڻ واري پاسي کان هڪ رستو ڏاکڻن وارو مٿي ويندو هو. ان رستي جو هڪ پاسو بوچالو شاهہ چاڙهي طرف ۽ ٻيو رستو ريشم گهٽي طرف ويندو آهي. اڳي اهو رستو صاف هوندو هو. هن وقت اتي دوڪان قائم ٿي چڪا آهن. ڪاروباري مرڪز وجود ۾ اچي چڪو آهي. خريدارن جي رش هوندي آهي، پنڌ هلڻ ڏاڍو مشڪل آهي. انهي رستي تي ٿيهي اوپر طرف مٿي ڏسبو تہ ٽڪري تي هڪ پراڻي عمارت نظر ايندي. اهو اسڪول نور محمد هاءِ اسڪول جو برانچ اسڪول هوندو هو. انهي اسڪول ۾ ڪجهہ درجا پڙهڻ بعد نور محمد هاءِ اسڪول منتقل ڪيو ويو هو جتان 67_1966ع ۾ مون مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو هو. اهو برانچ اسڪول هو تہ پراڻو پر اها خبر نہ آهي تہ ڪنهن ۽ ڪڏهن قائم ڪيو هو. بعد ۾ اهو اسڪول ختم ڪري ان ۾ هاسٽل قائم ڪئي وئي هئي. شاگرد ان هاسٽل ۾ رهندا هئا. جيئن ئي هنگاما شروع ٿيا تہ شاگردن بہ سر بچايا. هاڻي اهو اسڪول جيڪو شهر جي پراڻين يادن کي تازه ڪندو هو ان جي حالت ڇا آهي، عمارت جي اندرئين حصي جي تہ خبر نہ آهي. باقي ٻاهران عمارت ڪنبرات نظر اچي ٿي. معلوم ڪرڻ تي ٻڌايو ويو تہ اها قديم يادگار عمارت بہ ڪنهن طاقتور ڌر جي قبضي هيٺ آهي. اسڪول ڪان هيٺ برطانيا جي دور حڪومت

جي قائم ڪيل گوشت مارڪيٽ آهي. پر اها بہ آخري پساهن ۾ آهي. هي شهر قديم ۽ اصلي باشندن جي هٿن مان نڪري ڌارين جي هٿ ۾ اچي چڪو آهي. جيڪي شهر جي پراڻين يادگارن کي مٽائي رهيا آهن. هوپ فل اسڪول جي ڏکڻ طرف ڪنڌ تي مرحوم محمد صديق نظاماڻي جو گهر آهي. پاڻ تہ فوت ٿي چڪو آهي. سندس نوجوان پٽ غلام محمد فوت ٿي ويو. باقي سندس بيوه اولاد اتي رهندو آهي. اها عمارت پاڪستان قائم ٿيڻ کان پهرين جي تعمير ٿيل آهي. هاڻي پراڻي ٿي چڪي آهي. جنهن علائقي جي تاريخ لکي پئي وڃي شهر جي مکيہ اندروني رستي فوجداري روڊ جي ڪابي پاسي واري حصي جي آهي. مذڪوره پراڻي عمارت ۾ حبيب بئنڪ قائم آهي. اها پراڻي عمارت جتي ختم ٿئي ٿي. اتان هڪ چاڙهي. مٿي ريشم گهٽي طرف وڃي ٿي. انهي چاڙهي تي مٿي ڏاڪڻيون آهن. ڏاڪڻيون چڙهي ريشم گهٽي چوراهي تي پهچڻو ٿو پوي. اڳي هي ڏاڪڻ پراڻي جابلو پٿر جي ٺهيل هئي. هن وقت شهر جي مالڪن ان تي ماربل لڳائي ڇڏيو آهي. غور ڪري ڏسبو قدم گاهہ واري چاڙهي کان وٺي تلڪ چاڙهي تائين جيڪي بہ چاڙهيون آهن. هي چاڙهي بين سڀني چاڙهين کان اوچائي تي آهي. جو هڪ چاڙهي ۽ ٻي ڏاڪڻ چڙهي ريشم گهٽي وڃڻو ٿو پوي. يعني ٽڪري وارو هي حصو ٻئي حصي کان گهڻو مٿانهون آهي. هن زنانہ اسپتال چاڙهي جو ذڪر قمر جهان مرزا سندس تصنيف ڪيل ڪتاب ”حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دؤر ۾“ جي صفحي 34 تي ڪيو آهي. اڳي اها چاڙهي فقط ماڻهن جي آمدرفت لاءِ هئي. هن وقت انهي چاڙهي جي ٻنهي طرفن کان دوڪان قائم ٿي چڪا آهن. خريدارن خاص ڪري عورتن جي وڏي رش نظر ايندي آهي.

چاڙهي جي ساڄي هٿ واري پاسي ڪان زنانہ اسپتال جي عمارت شروع ٿئي ٿي، جنهن جو دنگ بلاول واري چاڙهي تائين آهي. هي اسپتال انگريزن جي دور حڪومت ۾ تعمير ٿي هئي. وسيع ايراضي تي قائم آهي ۽ شهر جي ٽڪري واري هيٺئين حصي تي موجود آهي، جنهن وقت هي اسپتال تعمير ٿي هوندي، ان وقت جو اندازو آهي تہ شهر جي آبادي هڪ لک ڪن هوندي، جو پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا سندس لکيل ڪتاب "حيدرآباد جو اڳيون اوج" جي صفحي نمبر 32 تي لکي ٿو تہ موجوده صدي (يعني 1900ع) جي شروعات ۾ هن شهر جي آدمشماري 75 هزار ڪن هئي. هي اسپتال بہ انهي صدي جي تعمير ٿيل آهي، ان ڪري اسپتال تعمير ٿيڻ وقت آدمشماري جو هڪ لک هئڻ جو اندازو ڪنهن حد تائين صحيح ٿي سگهي ٿو. ان وقت جي آبادي جي حساب تي اسپتال تمام وڏي هئي. موجوده وڌندڙ آبادي، هن وقت اسپتال مان فائدو حاصل ڪري رهي آهي. شروع ۾ هن اسپتال جي وڏي ليڊي ڊاڪٽر انگريز ٻڌائي ويندي هئي. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد ليڊي ڊاڪٽر مس محمد علي هن اسپتال جي وڏي ليڊي ڊاڪٽر مقرر ٿي هئي، هن ڊاڪٽر صاحبہ جي دور ۾ اسپتال جو وڏو اوج هو، جو هو وڏي ماهر ليڊي ڊاڪٽر هئي.

زنانہ اسپتال جي احاطي اندر بلاول چاڙهي جي ڪنڊ تي حضرت مصري شاهہ جي پراڻي مزار آهي. هن درويش جي بہ تاريخي پسمنظر بابت ڪابہ ڄاڻ نہ آهي تہ هي اصل ڪٿان جا هئا ۽ هتي ڪهڙي مقصد لاءِ آيا هئا. ٻين آرامي بزرگن جيان هن جي بہ نہ وڏن بابت ڪنهن کي ڄاڻ آهي نہ سندن بابت ۽ نہ سندن اولاد بابت، بس فقط بزرگ جي مزار موجود آهي. شهر ۾ ڪيترائي پراڻا سادات رهن ٿا، ڪوبہ دعويٰ ڪين ٿو ڪري تہ هي سندن خاندان جي بزرگ جي مزار

آهي. پهرين هن درويش جي مزار زنانہ اسپتال جي احاطي اندر هوندي هئي، تقريبن 35 سال اڳ هن جو دروازو بلاول چاڙهي طرف ٻاهر ڪيو ويو ۽ اندران ديوارون تعمير ڪرائي درويش جي مزار اسپتال جي احاطي کان ٻاهر ڪئي وئي. درويش جي مزار مٿان ڪِبڙ جا گهاٽا وڻ هوندا هئا، مزار وڻن ۾ ڍڪي پئي هوندي هئي. دروازا ٻاهر ٿيڻ بعد مزار جي مٿان موجود وڻن کي صاف ڪري مزار کي نمايان ڪيو ويو. اسين بہ اتي رهندا هئاسون، اسان جا وڏا ٻڌائيندا هئا تہ هي مزار ائين ئي ڏني وئي آهي. وڏن جي ٻڌايل ڳالهين موجب تہ هي درويش جلالي آهي، وڏيون وڏيون ڪرامتون ۽ عجائبات جهڙيون ڳالهيون ٻڌائي ننڍن کي خوفزده ڪندا هئا.

اسپتال جي احاطي ۾ پراڻي قبر جي موجودگي اهو ثابت ٿي ڪري تہ اها انگريزن جي دور حڪومت کان آڳاٽي آهي. ڪلهوڙن جي دور جي آهي يا ٽالپرن جي دور جي آهي پر يقينن انگريزن جي دور کان اڳ جي آهي. انگريزن جي دور حڪومت اسپتال تعمير ٿيڻ کان پهرين يا بعد ۾ اهو ناممڪن آهي تہ انگريزن ڪنهن کي اهڙي اهم جاءِ تي دفن ڪرڻ جي اجازت ڏني هجي. مزار جي مٿان نہ پهرين ڪو مقبرو يا ڇت هئي نہ هينئر ئي آهي. مزار جو احاطو بلڪل ننڍو آهي، بزرگ تي ميلو وغيره بہ نہ لڳندو هو پر ايترو ضرور آهي 1990ع بعد شهر جي پوين مالڪن روڊ ۽ چاڙهي واري پاسي دوڪان تعمير ڪرائي درگاهہ کي بہ تعمير ڪرائي خوبصورت ڪري ڇڏيو آهي ۽ اتي قبضو ڪيو ويٺا آهن. هي مزار بہ تاريخ لکڻ وارن جي نظر ۽ قلم کان رهجي ويل آهي.

بلاول چاڙهي جي ساڄي هٿ پاسي سيد اشرف شاهہ جو اوطارو هوندو هو. اوطاري جو وجود تہ ختم ٿي ويو آهي، پر پراڻي

مسجد. قبر ۽ گدامڙيءَ جو وڏو پراڻو وڻ اوطاري جي ياد کي قائم رکيو اچن. اوطاري جي احاطي اندر هڪ مسجد. ٻه مزارون. هڪ اوطاق پراڻي دؤر جي تعمير ٿيل. گدامڙيءَ جو ويڪري ٽڙ سان وڏو قد آور وڻ ٻه ليار جا وڻ هوندا هئا. هڪ ليار جو وڻ مسجد جي محراب وٽ. ٻيو ليار جو وڻ مسجد جي دروازي لڳ هوندو هو. ليار جا ٻئي وڻ وڍي انهن جو وجود ختم ڪيو ويو. اوطاري جي احاطي اندر هڪ قبر جيڪا سيد ٻچل شاهه جي ٻڌائي ويندي هئي انهي قبر جي پرسان حاجي مولا بخش بزرگ خلجي جو گهر اجا تائين آهي. اڳي ان جي گهر ۾ تيل ڪيڻ جو گهاڻو هوندو هو. بزرگ جي پٽن الاهي بخش ۽ محمد عمر گهر کي وڌائي ان قبر کي گهر ۾ آڻي ڇڏيو هو. هن وقت خبر نه آهي ته انهي قبر جو وجود آهي يا نه. باقي هڪ قبر جيڪا سيد اشرف شاهه جي ٻڌائي ويندي هئي، اها اوقاف کاتي وارن هڪ ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏي آهي.

اوقاف کاتو شايد 1964ع ۾ وجود ۾ آيو هو ان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ اوطاري جي ڪشاده ايراضي هوندي هئي. هي اسان جو پاڙو هو جڏهن اسين ننڍا هئاسين ۽ اوقاف کاتي جو وجود نه هو ته اتي اسان ٻه بزرگ ڏٺا. هڪ سيد حسن شاهه جيڪو تمام وڏي عمر جو ضعيف هوندو هو. ٻيو سيد اسدالله شاهه يا سيد ثابت علي شاهه (چٽي طرح ياد ڪونهي پر ٻنهي مان هڪ نالو بزرگ جو هوندو هو). حسن شاهه ته پهرين وفات ڪري ويو هو. باقي سيد اسدالله شاهه جيڪو نابين هوندو هو. گدامڙي جي وڻ جي هيٺان ويٺو هوندو هو. هنن بزرگن جا گهر سامهون واري گهٽيءَ ۾ هوندا هئا. جتي هن وقت سهڻي پريس آهي. ٻڌايو ويندو هو ته اهو اوطارو هنن جي وڏن جو قائم ڪيل هو. قبرون به انهن جي وڏن جون آهن ۽ مسجد به انهن ئي تعمير ڪرائي

هئي. ٻڌايو اهو ويندو هو تہ سهڻي پريس وارو سيد طارق اشرف شاهہ مرحوم بہ مذڪوره بزرگن جي قريبي مائٽ هو. اهڙي طرح اها ملڪيت انهن جي هئي. اوقاف کاتي طرفان تحويل ۾ وٺڻ کان پهرين روڊ واري پاسي اوطارو کليل هوندو هو جڏهن تہ چاڙهي واري پاسي هڪ ڪچي ننڍي ديوار تعمير ٿيل هوندي هئي. اوقاف کاتي وارن اوطاري کي تحويل ۾ وٺڻ بعد روڊ ۽ چاڙهي واري پاسي دوڪان تعمير ڪرائي، شهر جو اثاثو ۽ يادگار "اشرف شاهہ جو اوطارو" جو وجود ئي ختم ڪري ڇڏيو.

اوطاري جي ٻاهرين چاڙهي واري پاسي هڪ پراڻي اوطاق تعمير ٿيل هئي، ان جو ورانڊو اوطاري جي اندرئين پاسي هوندو هو. اوطاق ۾ مرحوم سيد علي اصغر شاهہ عرف اڄو شاهہ رهندو هو. پاڻ غير شادي شده هوندو هو. دوڪان تعمير ٿيڻ بعد بہ اڄو شاهہ ان اوطاق ۾ رهندو هو. 75_1974ع ۾ هتان لڏي ويو هو. هڪ ٻيو بہ بزرگ سيد مير شاهہ هو. اهو بہ ايندو رهندو هو. ٻڌايو اهو ويندو هو تہ ٻئي سادات انهن بزرگن جا قريبي مائٽ آهن. اڄو شاهہ واري جاءِ بہ اوقاف کاتي وارن جي مهربانين سان آبادي جي گهيري ۾ اچي وئي. سيد طارق اشرف شاهہ جو اولاد اڃا تائين ساڳئي جاءِ ۾ رهي ٿو. سيد طارق اشرف شاهہ مرحوم جو ڪردار قومپرستي جي سياست، صحافت، علم ۽ ادب جي دنيا ۾ نمايان رهيو. اشرف شاهہ جو اوطارو شهر جي مکيہ علائقي ۾ هڪ قديم يادگار ۽ اثاثو هو جيڪو چند نشانين کان علاوه بلڪل مٽجي چڪو آهي. اوطاري جي اڀرندي طرف اسان سنڌين جا ٽي گهر هوندا هئا. هڪ نجم الدين چنا مرحوم جو جنهن جو هڪ لائق پٽ سليم چنا هن وقت مشهور ليکڪ ۽ سماج سڌارڪ تنظيمن ۾ آهي، ٻيو گهر اسان جو ۽ ٽيون گهر لغارين جو هوندو هو. هنگامن دوران

سيئي هتان لڏي ويا هئاسون. بعد ۾ شفيع محمد لغاري ۽ سندس مائٽ واپس وڃي ساڳين جاين ۾ رهيا. ٻيا گهر مارواڙي خلجي پنڻن جا هئا، جن جي گهرن ۾ تيل ڪيڙڻ جا گهاڻا لڳل هئا، ان ڪري انهن کي تيلي يا چاڪي ڪري چيو ويندو هو. وڏا ٻڌائيندا هئا ته اهي خلجي پاڪستان قائم ٿيڻ کان گهڻو وقت اڳ هندوستان مان لڏي اچي هتي آباد ٿيا هئا، انهن جا وڏا ۽ ڪجهه نوجوان سنڌي ڳالهائيندا هئا. بزرگ خلجي ته لاڏاڻو ڪري ويا، انهن جو اولاد اڄا تائين اتي رهي ٿو ۽ پنهنجين حقيقتن کي وساري شهر جي نون مالڪن جا ساٿاري آهن. هن وقت بلاول چاڙهي جي ڇا حالت آهي 1990ع بعد چاڙهي جي ٻنهي پاسن کان شهر جي نون مالڪن دوڪان قائم ڪري وڏو ڪاروباري مرڪز بڻائي ڇڏيو آهي، نه ته ٻين چاڙهين جيان هي چاڙهي به پنڌ هلڻ وارن لاءِ هئي.

اشرف شاهه جي اوطاري کان چند ئي قدمن جي فاصلي تي پکي واري پير جي درگاهه آهي، اڳي اتي پکي واري پير جي مزار کان علاوه قبرستان ۽ وڏو باغ هوندو هو جيڪي متجي شهري آبادي ۾ تبديل ٿي چڪا آهن. حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ پکي واري پير جي چاڙهي جو ذڪر ته آهي پر آرامي بزرگن، قبرستان ۽ باغ جو ڪوبه ذڪر نه آهي. هي درگاهه ٽڪري واري شهر جي الهندي واري هيٺائين حصي تي آهي. پکي واري پير جي درگاهه جو وڏو احاطو هوندو هو جنهن ۾ پکو پير، ناگو شاهه جي مزارن کان علاوه مسجد، قبرستان ۽ باغ به هوندو هو. باغ ۾ ٻڙ، نمن، سرنهه، ڄمون، گدامڙي ۽ ٻيرن جي وڏن پراڻن قدآور وڻن کان علاوه ميويدار ڪجهه ٻيا به وڻ هوندا هئا.

اڳي ٻڙ جي وڻ ۾ هڪ تختي لڳل هوندي هئي، جنهن تي پکي پير جو نالو سيد ڦل شاهه جيلاني لکيل هوندو هو. اوقاف کاتي جي

وجود ۾ اچڻ کان پهرين. درگاهه جا مجاور ۽ متولي جوهراڻي هوندا هئا. سڄو ئي انتظام ۽ ملڪيت انهن جي هٿ ۾ هوندي هئي. اسان محمد يعقوب جوهراڻي کي ڏٺو جيڪو درگاهه جو متولي هوندو هو. هن جي حياتي ۾ اوقاف کاتي پکي پير جي درگاهه ۽ ملڪيت کي تحويل ۾ ورتو هو. بزرگ 1990ع ۾ وفات ڪري ويو ڪيس پکي پير جي مزار جي پرسان سپرد خاڪ ڪيو ويو. مرحوم جي وڏن جون به اتي مزارون آهن. جن مان ڪجهه موجود آهن. هن وقت محمد يعقوب جو پٽ علي احمد جوهراڻي درگاهه جو خدمتگار آهي. باقي سندس هٿ ۾ ڪجهه به نه آهي. هنگامن دوران محمد يعقوب جو اولاد به لڏي ويو. احمد علي عرف بابو درگاهه جي خدمت لاءِ ايندو آهي. اوقاف کاتي کان پهرين روڊ واري پاسي ننڍي ڪچي پٽ هوندي هئي، اتي نمن جا وڏا پراڻا وڻ هوندا هئا. اوقاف کاتي وارن نمن جا قيمتي وڻ وڍائي اتي دوڪان ۽ ان جي مٿان آفيسون تعمير ڪرائي ميدان سوڙهو ڪري ڇڏيو. جيڪو ساليانو ميلي ۽ محرم جي مهيني ۾ عزاداري لاءِ ڪتب ايندو هو. درگاهه تي ميلو هر سال شعبان جي مهيني ۾ لڳندو آهي. ميلو اڳي وڏي ڌام ڌوم، عقيدت ۽ احترام سان ٿي ڏينهن ملهايو ويندو هو. چادر جو جلوس، ڌمال ۽ ڳائڻ وڄائڻ جون محفلون ٿينديون هيون. وڏا وڏا فنڪار اچي ڳائيندا هئا. هن وقت ميلي جو اڳوڻو اوج نه آهي، خدمتگار سادگي ۾ ميلي جون رسمون ادا ڪندا آهن. اڳي سڀ رنگ اتي سنڌين جي موجودگي جي ڪري هو.

1990ع کان پوءِ شهر جي مالڪن قديم ننڍي مسجد کي ختم ڪري هڪ وڏي مسجد تعمير ڪري ڇڏي آهي. مسجد جي تعمير ڪرڻ دوران ناگو شاهه جي مزار ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي قبرون مسمار ڪيون ويون. گهڻو وقت اڳي اوقاف کاتي وارن نون ماڻهن کي زمين

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :118

الاٽ ڪري باغ ۾ قبرستان ختم ڪري ڇڏيو. هن وقت اتي وڏي آبادي آهي، ايڏي وڏي آبادي ۾ سنڌين جا فقط ٽيٰ گهر هئا. هڪ محمد يعقوب جوهراڻي جو ٻيو مير محمد رند جو ٽيون خميسو سومرو جو. ٻه گهر لڏي ويا. باقي هڪ گهر ۾ مرحوم خميسو جو پٽ گلو اڃا تائين رهندو آهي، اتي رهڻ هن جي مجبوري هوندي. پڪو پير وارو باغ شهر جي سونهن، سچاڻپ ۾ اثاثو هوندو هو. گرمي جي مند ۾ ماڻهو وڻ جي ٿڌي ڇانوَ ۾ آرام ڪندا هئا. اتي هڪ نلڪو به لڳل هوندو هو جتان ماڻهو پاڻي پريندا هئا.

پڪي واري پير جو تاريخي پسمنظر حيدرآباد شهر بابت لکيل ڪنهن به تاريخي ڪتاب جو نظر نه آيو آهي، ته بزرگ ڪير هو، ڪٿان آيو هو ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ هتي آيو هو نه سندس وڏن جي نه سندس اولاد جي ڪا تاريخ آهي. باقي آثارن کي ڏسي اهو اندازو ڪري سگهجي ٿو ته بزرگ انگريزن جي دور حڪومت کان گهڻو اڳاٽو آهي. جيڪڏهن انگريزن جي دؤر جو هجي ها ته انگريز نه بزرگ کي هتي دفن ٿيڻ ڏين ها ۽ نه درگاهه جي ايتري وڏي ايراضي هجي ها.

اشرف شاهه جي اوطاري جي لنگهه تي بلڪل روڊ مٿان هڪ قبر نظر ايندي، انهي قبر مٿان نه چوديواري آهي نه ڇت. انهي قبر ۾ آرامي بزرگ جي نالي جي به ڪنهن کي خبر نه آهي. البته اڳي پوڙها ماڻهو اهو ٻڌائيندا هئا ته سرفراز ڪلهوڙو جي قتل جي جاءِ آهي، اها ڳالهه خيالي آهي. تاريخي ڪتابن ۾ لکيل آهي ته سرفراز ڪلهوڙو کي سندس چاچي عبدالنبي ڪلهوڙو پڪي قلعي واري جيل ۾ قتل ڪرايو هو پر هن قبر جي آثارن کي ڏسندي اهو ضرور چئي سگهجي ٿو ته اها گهڻي اڳاٽي آهي. انگريز سرڪار روڊ جي تعمير دوران قبر جو تقدس برقرار رکيو. اهڙي اهم جاءِ تي قبر جي موجوده تاريخ نه لکڻ

جي ڪري ڪيترن ئي قسمن جون خيالي ڳالهيون وجود ۾ اچن ٿيون، جيڪي مونجهارا پيدا ڪن ٿيون.

پڪي پير جي لنگهه تي ساڄي پاسي فتح علي قريشي جو گهرو هو پاڻ بزرگ شايد 76_1975ع ڌاري فوت ٿي ويو هو سندس اولاد شهر ۾ ٿيندڙ خوني فسادن دوران هتان لڏي ويو هو. هن ڪان چند ئي قدم اڳتي چبرو هو جنهن جي تاريخ شايع ٿي چڪي آهي.

(عبرت مئگزين، 16 اپريل کان 30 اپريل 2013ع)



# ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي جو مقبرو ۽ آس پاس جا قبرستان

سرزمين سنڌ جي تاريخ قديم آهي، انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پهريائين، هي هڪ آزاد ملڪ هو. هن ڌرتيءَ تي اوائلي دور کان وٺي ڪيترن ئي حاڪمن حڪمراني ڪئي، انهن مان ڪي هتي جا اصلي رهاڪو هئا ۽ ڪي غير ۽ غاصب هئا. اها تاريخ طويل آهي، جيڪا هن تاريخ جو موضوع نہ آهي. سنڌ تي حڪمراني ڪندڙ حاڪمن مان ميان محمد سرفراز خان ڪلهوڙو بہ هو. هن سنڌ تي سنہ 1772ع کان سنہ 1775ع تائين حڪومت ڪئي.

هي حاڪم سنڌ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو وڏو پٽ هو. ميان جي وفات بعد هي سنڌ جو حڪمران ٿيو هو. سنہ 1775ع ۾ ميان سرفراز جي سياسي غلطين ۽ ڪنهن جي چورت ۾ اچي وڃڻ جي ڪري هن کي معزول ڪري قيد ڪيو ويو هو. ميان کي سندس چاچي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي سندس چاچي ميان محمد عطر خان (عبدالنبي جو وڏو ڀاءُ) ڀاءُ ميان محمود خان ۽ پٽ ميان مير محمد خان سان گڏ جواني جي عمر دوارن پڪي قلعي ۾ قيد دوران قتل ڪرايو هو. کين حيدرآباد جي اتر طرف دفنايو ويو. ميان سرفراز سندس ڀاءُ ۽ پٽ مٿان مقبرو ميان جي والده ۽ اهليہ تعمير ڪرايو هو. اهو واقع سنہ 1776ع ۾ ٿيو هو. ڪتاب خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي تاليف ميان عباس علي صفحو نمبر 55-54 ان

جي آس پاس واري قبرستان تي شهيدن جي مقام جو نالو رکيو ويو. جو اڄ تائين مشهور آهي.

ميان سرفراز جي مقبره جي احاطي اندر ڪيترين ئي نيون پراڻيون قبرون آهن. ميان جي پاءُ ۾ پٽ جون مزارون مقبري جي هيٺان آهن. مقبرو قديم عمارتسازي جي فن جو بهترين شاهڪار آهي. احاطي اندر ٽالپرن جي خاص خدمتگارن طاهر (جنهنجي نالي پڪي قلعي سامهون واري شاهي بازار آهي) ۽ الهداد چنڊ (جنهنجي نالي شهر ۾ الهداد چنڊ جو ڳوٺ اڄان تائين قائم آهي) جون قبرون بہ آهن پر قبرن جي نشاندهي ٿيل نہ آهي. (حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور ۾ صفحو نمبر 33) قبي جي اتر طرف ميان صاحب جي اهليہ جي قبر ڪمري ۾ اندر موجود آهي. مقبره اندر وچڻ وري لنگهہ کان علاوه، هر طرف کان قبرون آهن، گهڻيون قبرون درگاهہ جي پراڻن سنڀاليندڙ عباسي ڪلهوڙا خاندان وارن جون آهن. ان کان علاوه احاطي اندر پراڻي مقام ۾ بيون بہ ڪيترين ئي نيون قبرون آهن، جڏهن هي عام مقام نہ آهي. درگاهہ جو احاتو ايترو وسيع نہ آهي. مقبرو گنجان آبادي جي گهيري ۾ اچي ويو آهي. قبي جي ڏکڻ پاسي سرفراز چاڙهي وارو رستو آهي، باقي ٽنهي طرفان کان آبادي آهي. مقبري کان اڀرندي طرف چوديواري اندر بہ پراڻيون قبرون موجود آهن، انهن بابت معلوم نہ ٿي سگهيو تہ اهي ڪنهن جون آهن. سرفراز ڪلهوڙي جي مقبري پرسان هڪ وڏي نئين تعمير ٿيل مسجد آهي.

ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي جي مزار هن وقت حيدرآباد شهر ۾ وڏي زيارت گاهہ آهي. هونئن تہ هر وقت عقيدتمند اتي موجود هوندا آهن، پر جمعرات، جمعي جي ڏينهن ۽ ٻين خاص تقريبات جي موقعن تي هزارين زائرين ۽ عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا آهن. ميان

سرفراز سنڌ جو حڪمران هو. تاريخي ڪتابن موجب خانداني تڪرار جي ڪري بيگناهه قتل ڪيو ويو هو. ان ڪري شهيد سرفراز ڪلهوڙو جي نالي سڏيو وڃي ٿو. صفر جي مهيني ۾ اتي وڏو ميلو منعقد ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ هرڪو پنهنجي پنهنجي طريقي رسمون ادا ڪندي نظر ايندو. شهيدن جي مقام واري دور ۾ اتي ماڻهو تمام گهٽ ويندا هئا، جو انهي وقت اتي ڪا به آبادي نه هوندي هئي، ويران علائقو هو. اتي پٿر جون تعمير ٿيل وڏيون وڏيون قبرون موجود هونديون هيون. شهيدن جي مقام جي تاريخ پروفسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جي لکيل ڪتاب حيدرآباد جون اڳيون عوج جي صحفي نمبر 204_203 تي موجود آهي. اڳ عباسي ڪلهوڙا خاندان سان تعلق رکندڙ خانداني ريتون ۽ رسمون ادا ڪرڻ عقيدت ۽ احترام سان درگاهه تي حاضري پرڻ ويندا هئا. ڪجهه سال پهرين درگاهه تي وڃبو هو ته ادرو ڳالهائڻ وارا ڪيترائي پوڙها ماڻهو درگاهه جي احاطي اندر ويٺا هوندا هئا، جن کي بزرگ جي تاريخي پس منظر بابت ڪا به ڄاڻ نه هئي، اهي عجب عجب قسم جون ڳالهيون ماڻهن کي ٻڌائيندا رهندا هئا. منهنجي خيال موجب ته هن وقت به ميان سرفراز ڪلهوڙا شهيد جي تاريخي پس منظر بابت تمام گهٽ ماڻهن کي ڄاڻ هوندي انهي ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته ميان سرفراز ڪلهوڙي جي درگاهه قابل عزت ۽ احترام آهي، جو شهيد جو ۽ شهيد جي بزرگن جو تاريخي پس منظر ڪتابن ۾ موجود آهي. شهر اندر ميان سرفراز ڪلهوڙو جو مقبرو ۽ ننڍو قبرستان قديم قميتي اثاثه ۽ نشانيون آهن. جيڪي عدم توجهه جي ڪري زبون ٿيندا پيا وڃن. جيڪا اسانجي وڏي ڪوتاهي آهي، اهڙيون عظيم الشان عمارتون ختم ٿي وڃڻ جي ڪري قديم شهر جي تاريخ به متجي ويندي.

سرفراز چاڙهي جتان شروع ٿئي ٿي، اتر طرف موجوده بن طيب اسپتال پاسي هڪ پراڻو قبرستان آهي، جنهن جي چئن ئي طرفان ڪان نندي ديوار تعمير ٿيل آهي ۽ هڪ دروازو لڳل آهي، انهي قبرستان کي ڏسڻ سان شهيد جي قديم مقام جي ياد تازي ٿئي ٿي، قبرستان روڊ جي بلڪل پرسان آهي، انهي قديم قبرستان ۾ ٻه قبرون اهڙيون نظر آيون، جن جي مٿان نالن وارا پٿر نسب ٿيل آهن هڪ قبر تي نالو سيد جمن شاهه ولد سيد دين محمد شاهه ڪاظمي وفات 10 اپريل سال 2002ع لکيل هو جڏهن ته ٻي قبر تي نالو سيد نعيم شاهه نوري ولد سيد الهڏنو شاهه عرف ڏنل شاهه مدفون ڪونڙي لکيل هو جيڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي انهي چوديواري اندر نندي قبرستان ۾ ڪجهه پراڻا وڻ به موجود آهن.

روڊ جي تعمير ٿيڻ کان اڳ اهو سجو ئي وسيع علائقو تلڪ چاڙهي، جي اتر طرف کان سرفراز ڪلهوڙي جي مقبري ۽ ان جي آس پاس تائين شهيدن جي مقام نالي سڏيو ويندو هو قبرستان جي انهي وسيع ايراضي ۾ انهي وقت شهر جي قديم سنڌي باشندن جا چند گهر هئا. جيئن ئي رستو تعمير ڪرڻ جو منصوبو تيار ٿيو ته قديم قبرستان جون قيمتي پٿرن سان تعمير ٿيل قبرون مسمارڪيون ويون. روڊ تعمير ٿيڻ بعد ماڻهن وڏيڪ قبرن کي ختم ڪري اتي گهر ٺاهڻ شروع ڪيا. سرفراز چاڙهي جي ڏکڻ طرف دادان شاهه ڪالوني آهي ۽ اتر طرف سرفراز ڪالوني آهي، الهندي پاسي انگريزن جي دور جي قائم ڪيل پوليس لائين اڃان تائين موجود آهي. پوليس لائين جي پرسان ڪجهه سال پهريون وسيع ايراضي تي گهڻ ماڙ الرحيم پلازه تعمير ٿي چڪي آهي. انهي پلازه ۾ هيٺ دوڪان آهن ۽ مٿي رهائشي فليٽ آهن. روڊ جي ٻنهي پاسن کان دوڪان آهن انهي علائقي ۾ وڏو ڪاروبار مرڪز قائم ٿي چڪو آهي.

---

سرفراز ڪلهوڙي جي مقبري جي ٺنهي طرفن کان جيڪا گنجان آبادي آهي، انهي جو نالو سرفراز ڪالوني آهي. انهي ڪالونيءَ ۾ پراڻي دور جي ڪا بہ نشاني موجود نہ آهي، شايد نئين آبادي انهن جو وجود مٽائي ڇڏيو آهي، نہ تہ اهو بہ شهيدن جي مقام جو حصو آهي. ميان سرفراز ڪلهوڙي جو مقبرو ٺنهي پاسن کان گنجان آبادي جي گهيري ۾ اچي ويو آهي، درگاهہ جي احاطي کي ويڪرو يا وسيع ڪرڻ جي ڪا بہ گنجائش نہ آهي. سرفراز ڪلهوڙي جي مقبري کان ڏکڻ طرف شهيد جي مقام واري جاءِ تي دادن شاهہ ڪالوني وجود ۾ اچي چڪي آهي، انهي ڪالوني ۾ تمام گهڻي آبادي ٿي وئي آهي. انهي گنجان آبادي ۾ ڪجهہ گهر سنڌين جا بہ آهن. ڪالوني کي ڏسندي اهو معلوم ٿو ٿئي تہ ڪالوني کي قائم ڪرڻ کان پهرين ڪا بہ شهري آبادي جي منصوبہ بندي واري قانون تي عمل درآمد نہ ڪيو ويو هو. ڪالوني جون گهڻيون سوڙهيون گهر بي ترتيب بغير نقشي تعمير ٿيل نظر اچن ٿا. گنجان آبادي واري ڪالوني جي سوڙهين ڪيترن ئي گهٽين ۾ شهيد جي مقام واري پراڻي دور جون قبرون موجود آهن، جن کي ڏسي پراڻو شهيدن جو مقام وارو دور ياد اچي ويو ڪي تہ قبرون اهڙيون موجود آهن جيڪي نامعلوم بزرگن جون آهن، جن تي ڪو بہ نالو لکيل نہ هو. ڪجهہ قبرن تي نالن وارا پٿر نسب ٿيل آهن، ڪي مزارون بغير ڇت آهن تہ ڪجهہ مزارون تي ڇتون تعمير ٿيل آهن. منهنجي خيال موجب تہ گنجان آبادي جي سوڙهين گهٽين ۾ موجود پراڻين قبرن جي عام ماڻهن کي خبر نہ هوندي، هڪ بلڪل سوڙهي گهٽي ۾ گهرن جي پرسان هڪ ڪمري اندر ننڍي قبر جي مٿان سڪل پراڻي وڻ جو ٿڙ موجود آهي گهٽين ۾ پراڻيون قبرون جهڙوڪ عجائبات نما نظر اچن ٿيون. ننڍي قبر جي مٿان جيڪو پٿر نسب ٿيل

هو ان تي سيد معصوم شاهہ جهانيہ پوتو لکيل هو. دادن شاهہ ڪالوني واري رستي تي شهر جي مشهور علمي، ادبي تاريخ جي ڄاڻو شخصيت ابن الياس سومرو صاحب جي رهائش گاهہ آهي. اتي مرحوم قاضي عطا محمد صاحب مرحوم نصرپور واري جو بہ گهر هو سندس لائق فرزند محترم قاضي ارشاد احمد شهر جي بگڙندڙ حالتن جي خوف کان اتان لڏي ويو. دادن شاهہ ڪالوني جي گنجان آباديءَ ۾ سنڌين جا اڃا تائين ڪيترائي گهر موجود آهن.

سيد دادن شاهہ ڪالوني جي گنجان آبادي واري علائقي ۾ هڪ پيو بہ پراڻو قبرستان موجود آهي، درحقيقت انهي قبرستان بابت معلومات نہ هئي. محترم حسين بخش کڏيجو دادن شاهہ امام بارگاهہ ۾ مليو هو ان جو گهر بہ ڪالوني ۾ آهي، ان اسان کي سوڙهين گهٽين ۾ موجود پراڻيون قبرون ڏيکاريون هيون. اهو ان قبرستان ۾ بہ وٺي ويو قبرستان تمام پراڻو نظر آيو. قبرستان تنهي طرفن کان شهري آبادي ۾ گهيريل آهي. انهي قبرستان ۾ قبلہ سيد آفتاب شاهہ نقوي صاحب عقيدتمندن سان گڏ وينا هئا، قبلہ سائين جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو. ڪجهہ وقت سائين سان ڪچهري ٿي. قبلہ سائين کان قبرستان جي تاريخي پس منظر بابت معلوم ڪيو ويو. سائين ٻڌايو تہ هي جهانيہ سادات خاندان جو قديمي قبرستان آهي، هتي سائين جي بزرگن جون مزارون موجود آهن. سبحان الله قبرستان ۾ روحانيت محسوس ٿي، قديم زماني جا ڪجهہ آثار بہ نظر آيا. قبرستان کي ڏسي ذهن ۾ ڪجهہ خيال اڀرڻ لڳا ذهن تي زور ڏنم تہ ياد آيو تہ جهانيہ خاندان بات انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1972ع هڪ ڪتاب شايع ڪيو هو. گهڻو وقت اڳي انهي ڪتاب جو مطالعو ٿيل هو. لائبريري جي ڪتابن مان ڪتاب ڳولهي هٿ ڪيم، ڪتاب زبون تي چڪو آهي، ڪتاب جو سرسري مطالعو ڪيم ڪتاب جي صفحي نمبر 63، 62 تي قبلہ سيد

ويڏل شاهه بن شاهه محمود (ٻيو) جي تاريخ ۽ ڪرامتون بيان ٿيل آهن. قبله سيد ويڏل شاهه بابت اهو لکيل آهي ته سنڌ جي ميرن ڪي اڇي ڏپ ورتو ته مبادا شاهه صاحب جي چوڻ تي راڻو ڪٽي ڪو ساٽن رڻ مچائي، تنهنڪري هنن شاهه صاحب کي حيلا حوالا ۽ منٿون ڪري سنڌ واپس آندو ۽ حيدرآباد ۾ رهيو. ڪتاب جي صفحي نمبر 63 تي اهو به لکيل آهي ته قبله سائين کي رياست ڪڇ ۾ ٻه جاڙا فرزند فتح الدين شاهه ۽ شير محمد شاهه ڄاوا هئا.

ڪتاب جهانيه خاندان جي صفحي نمبر 68، 67 تي لکيل آهي ته سائين فتح الدين شاهه جي وصال وقت عمر 102 سال هئي. سيد فتح الدين شاهه المعروف درياءِ رحمت قدس سره جي مزار مبارڪ سندس خريد ڪيل زمين واقع شهيد جي قبرستان ۾ آهي. مزار تي شاندار مقبره تعمير ڪيو ويو جو خلائق جي زيارت گاهه آهي. هتي هر سال 26 محرم تي ميلو لڳندو آهي. ٻنهي درويشن جي وصال جا سال لکيل نه آهن. هن ڪتاب جي حوالي سان معلوم ٿيو ته شهيد جي قبرستان ۾ موجود جهانيان خاندان جو قبرستان به حيدرآباد شهر جي تاريخ ۾ قديم ۽ وڏي اهميت وارو آهي هن تاريخي قبرستان جي احاطي اندر قبله سيد دادن شاهه ۽ قبله سيد ويڏل شاهه سائين جن جون به مزارون آهن. جيڪي خلائق جي زيارت گاهه آهن. انهي قبرستان ۾ قديم تاريخي حيثيت رکندڙ ڪجهه عجائبات نما منظر به نظر اچن ٿا. جيڪي هن قبرستان جي تاريخي حيثيت کي اجاگر ڪن ٿا درحقيقت شهر ۾ چند ئي اهڙا تاريخي قبرستان، مقبره قلعا، ماڳ مڪان، مسجدون ۽ ڪجهه ٻيون جايون وڃي بچيون آهن. جيڪي آهن ته زبون حالت ۾ پر حيدرآباد شهر ۽ ان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ جون يادگارون آهن. جيڪڏهن انهن جي حفاظت نه ڪئي وئي ته اهي به مٽايا ۽ ختم ڪيا ويندا. اهڙي طرح سهڻي شهر جي باقي ٿوري بچيل خوبصورتي به ختم ٿي ويندي.

ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم هئڻ سان گڏوگڏ هڪ تاريخي حيثيت رکندڙ وڏي شخصيت هو. ان جي تاريخي پس منظر لکڻ لاءِ هڪ الڳ ڪتاب مرتب ڪرڻ جي ضرورت پوندي، هي مختصر تاريخي مضمون فقط ان جي مقبره ۽ آس پاس جي قديم قبرستانن ۽ آثارن تائين محدود آهي. ان بابت جيڪي ڪجهه بہ ڏنو ويو يا معلومات حاصل ٿي سگهي قلمبند ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن عدم معلومات جي ڪري ڳالهہ رڪجي وئي آهي، يا ڪا حقيقت يا واقع رهجي ويو آهي تہ انهي رهيل حصي کي ٻين مضمونن ۾ شامل ڪيو ويندو. ميان سرفراز ڪلهوڙو جي قتل بابت تاريخي ڪتاب "تاريخ سنڌ" عهد ڪلهوڙي ليکڪ غلام رسول مهر صاحب جي صفحي نمبر 760_761 تي بيان ٿيل آهي تہ جوڻيجو قبيلي جا ماڻهو قيدين يعني ميان سرفراز، ميان محمود خان، ميان مير محمد خان ۽ ميان محمد عطر خان جي پهريداري لاءِ مقرر ٿيل هئا. هو عبدالنبي ڪلهوڙي جي ناناڻي قبيلي جا هئا. عبدالنبي ڪلهوڙو انهن کي چيو "انهن چئني قيدين جي طرفان تمام گهڻو خوف آهي آئون اميدوار آهيان، انهن کي ملڪ عدم جو راهي بنائي ڇڏيو". انهن بيدردن چند ئي لمحن ۾ چئن ئي بيڪسن کي قتل ڪري ڇڏيو. جوڻيجو قبيلي جي ماڻهن جي اهڙي بيدردي وري ڪارنامي مان معلوم ٿيو تہ هي بہ گولا انداز (پٺاڻ) ۽ نانهيان قبيلي جيان هن قبيلي جي آمد بہ هتي اوائلي دور جي آهي. ميان سرفراز ڪلهوڙي جو مقبرو پراڻو شهيدن جو مقام قديم آثار نشانيون، لاڏاڻو ڪري ويل شخصيتن جون يادون، تعليمي ادارا ۽ ٻيو بہ گهڻو ڪجهه هن ايراضي ۾ موجود آهي، جيڪي شهر جي قديم يادگار جو علامتون آهن. تلڪ چاڙهي هيٺ جامع عربيہ هاءِ اسڪول، ان جي پرسان حمايت الاسلام اسڪول، تلڪ چاڙهي متان ٽريننگ ڪاليج، سچل ڪاليج (ان جي اندر ڪجهہ اثاثہ) اهي تعليمي ۽ تربيتي ادارا انگريزن جي دور

حڪومت ۾ قائم ڪيا ويا هئا. ۽ شهر جي پراڻن اثاثن ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا.ا نهن تعليمي ادارن سان ڪيترين ئي اهم شخصيتون وابسطہ رهيون. انهن کي ياد ڪرڻ بہ اسانجي فرض ۾ شامل ٿئي ٿو. تاريخ جي هلندڙ سلسلي ۾ هر هڪ کي ضرور ياد ڪيو ويندو جيستائين وس هليو ڪوشش اها آهي تہ ڪا شيءِ رهجي نہ وڃي. لڪايل اثاثن جي معلومات بابت بزرگن، دوستن کان مدد ورتي پئي وڃي، هر هڪ جاءِ تي پهچڻ ۽ ان کي ڏسڻ جو ارادو آهي. ٽريننگ ڪاليج لڳ سنڌ جي مشهور ڳائڻي فقير عبدالغفور مرحوم جو گهر بہ ياد اچي ٿو.

ٽريننگ ڪاليج جي پٺيان ٽڪري جي مٿان کان هيٺ تائين جنهنجو پيو ڇيڙو سرفراز چاڙهي تائين آهي، جيڪو دادن شاھہ ڪالوني سان اچي لڳو آهي، ان وڏي ايراضي ۾ 1947ع کان پوءِ هندوستان کان لڏي آيل مهاجر اچي آباد ٿيا آهن. جيڪي هن وقت شهر جا مالڪ آهن. سوڙهين سوڙهين گهٽين ۾ بي ترتيب ڳتيل آبادي آهي. انهي ڳتيل آبادي ۾ ڪجھہ قديم يادگارون آهن. جن جي بزرگ نشاندهي ڪري رهيا آهن. ڏنو اهو ويو آهي تہ اسانجي عدم توجهہ جي ڪري شهر جا قديم اثاثہ ۽ يادگارون مٽايا پيا وڃن. تہ جيئن شهر جي قديم تاريخ مٽجي وڃي. جتي جتي بہ وڃجي ٿو عجب قسم جا آثار، مزارون، نشانيون، شهر جي ڳتيل آبادي جي گهٽين جي ڪنڊن ۾ نظر اچن ٿيون. پنهنجي وس آهر هر هڪ شي کي نمايان ڪري پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو پيو وڃي. ميونسپل وارڊ ”اي“ جي شهر ۾ وڏي ايراضي آهي، هي تاريخ ان جي ڪجھہ حصي جي آهي.

(عبرت مئگزين 16 مئي کان 31 مئي 2013ع)



# حضرت سيد محبت علي شاهه بخاري رحه جي درگاهه

اج کان 269_268 (يعني 1116 هجري) سال اڳ هن فاني دنيا مان منتقل ٿي حقيقي جهان ۾ ويل درويش حضرت سيد محبت علي شاهه بخاري رح جي آخري آرام گاهه سونهاري سنڌ جي درياهه جي ڪنڌي تي آباد ٽڏين هوائن واري ٻئي نمبر وڏي شهر حيدرآباد جي الهندي ڪچي واري علائقي ۾ آهي. درويش پنهنجي آخري آرامگاهه ۾ ابدي ننڊ ستل آهن ۽ خلائق جي زيارت گاهه آهي. اهو علائقو هن وقت گنجان آبادي جي گهيري ۾ آهي. 69_268 سال اڳ حيدرآباد شهر اڃا وجود ۾ نه آيو هو. نيرون ڪوٽ نالي سڏبو هو.

حيدرآباد شهر جو قلعو سنه 1182 هجري (1770) عيسوي تي حاڪم سنڌ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو تعمير ڪرائي ۽ هن شهر جو بنياد رکي آباد ڪيو هو. يعني درويش سيد محبت علي شاهه بخاري رح، حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان تقريبن 17_16 سال پهرين لاڏاڻو ڪري ويو هو. شهر بابت لکيل تاريخي ڪتاب انهي حقيقت جي تصديق ڪن ٿا ته نيرون ڪوٽ هن ملڪ جو جهونو ۽ مشهور قلعو هو. سو گهٽي وقت کان ڊهي ويو هو ۽ سندس شهريت وچي هڪ ڳوٺڙي جيتري بيٺي هئي انهي مختصر بيان مان اهو معلوم ٿيو ته شهر جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ به هتي ماڻهو آباد هئا. حيدرآباد بابت لکيل تاريخي ڪتاب شهر جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ جي زماني جي ڪجهه

درويشن جي درگاهن جي نشاندهي ڪن ٿا. جڏهن تہ شهر وجود ۾ اچڻ ڪان اڳ جو تاريخي جائزو ٿو وٺجي تہ هتي ڪيترن ئي پراڻن بزرگن جون آخري آرامگاهون موجود آهن. انهن مان اصحاب سڳورا حضرت ابو رافع رضہ. گمنام درويشن ٻن قبرن، حضرت محمد شاهہ مڪي رح (جيئي شاهہ) حضرت ابراهيم شاهہ بخاري رحہ. حضرت سيد محمود شاهہ بخاري رحہ انهن جي تاريخ اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي. اهڙي طرح حضرت محبت علي شاهہ بخاري رح بہ شهر ۾ آڳاٽو آهي ۽ ٻين جيان هن جي تاريخ بہ لکڻ ڪان رهجي وئي آهي. تاريخ لکڻ وارن حضرت عبدالوهاب جيلاني کي بہ آڳاٽو ظاهر ڪيو آهي. آڳاٽي دور ۾ آيل ڪجهہ ٻين درويشن جي بہ نشاندهي ڪئي وئي آهي، جهڙوڪ پڪي قلعي اندر سرنگهہ وٽ بخاري سادات جي مزار مبارڪ.

حضرت سيد محبت علي شاهہ بخاري رح جي مزار مبارڪ مٿان قبو تعمير ٿيل آهي. اڳي اهو قبو پراڻو نظر ايندو هو ڪجهہ سال اڳ قبي کي اضافي جديد تعمير ڪرائي سهڻو بنايو ويو آهي. بخاري جي مزار ڪان علاوه قبرستان ۾ 20 مزارون ٻيون بہ آهن، جيڪي ساداتن جون آهن. اهي (1) سيد حبيب شاهہ (2) سيد بهادر علي شاهہ (3) سيد نور شاهہ (4) سيد جامع شاهہ. انهن ڪان علاوه ٿي مزاورن ٻيبين جون آهن. بہ مزارون ڪمري اندر محفوظ آهن. هڪ مزار ٻاهر مقبري جي دروازي وٽ آهي. 6 قبرون ٻيون بہ آهن جن جا نالا معلوم نہ آهن، پر اهي بہ آڳاٽي دور جي ساداتن جون آهن. قبرستان ۾ ست مزارون ٻيون بہ آهن جيڪي درگاهہ جي خدمتگار فقيرن جون آهن. جن جو تعلق شهر ۾ قديم آباد چنا خاندان سان آهي، هي بہ درويش جا سجاده نشين رهيا. اهڙي طرح قبرستان ۾ محبت شاهہ بخاري رح ڪان علاوه 20 مزارون ٻيون بہ آهن ۽ آڳاٽي دور جون آهن، جن ۾ درويش آرامي آهن.

---

- حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 131

ڪجهہ سال اڳ انهي قبرستان ۾ پيرون، ڪنڊ ۽ ديوين جا گهاتا وڻ هوندا هئا. مقبري کان ٻاهر جيڪي مزارون آهن گهاتن وڻن جي ڇانوَ ۾ ڍڪيل هونديون هيون. سيد حبيب شاهہ ۽ سيد بهادر علي شاهہ جون مزارون ڪاٺي جي ٺهيل چوڪنڊي ۾ هونديون هيون. هن وقت سيني مزارن کي نئين سر تعمير ڪرائي خوبصورت بنايو ويو آهي. مقبري کان ٻاهر ٽن مزارن تي سادات درويشن جا نالا لکيل آهن. سيد حبيب شاهہ ۽ سيد بهادر علي شاهہ جي مزارن مٿان جديد عمارتسازي جن فن جي تعمير ٿيل چوڪنڊي آهي. فقيرن جي ٻن مزارن کان علاوه ٻين تي نالا لکيل آهن. فقيرن جون پنج مزارون مقبرن جي دروازي جي سامهون آهن. ٻہ قبرون مقبرن کان ٻاهر الهندي طرف آهن. اتي ٽي مزارون آهن. هڪ سيد جامع شاهہ جي ۽ ٻہ فقيرن جون فقيرن جي قبرن بابت اهو ٻڌايو ويو تہ هڪ قبر فقير گلاب شاهہ اول جي آهي ۽ ٻي قبر ڪنهن وڏي بزرگ جي آهي. قبرستان جي احاطي اندر جيڪي قبرون آهن. اهي فقير مسڪين شاهہ، فقير ڪمال شاهہ، فقير محمد سليمان عرف گلاب شاهہ، فقير غلام محمد ۽ سندس ننڍي ڀاءُ فقير محمد بخش جون آهن.

جائزي مان اهو معلوم ٿيو تہ حضرت محبت علي شاهہ بخاري رح ڪلهوڙن جي دور حڪومت جا آهن. سائين جي وصال وقت شهر وجودَ ۾ نہ آيو هو. سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪومت هئي. اندازو اهو آهي تہ ڪجهہ درويش جيڪي هن قبرستان ۾ آرامي آهن، جن جي نالي جي خبر نہ آهي، شايد اهي ڪلهوڙن جي دور کان بہ اڳ جا هجن. اعجاز الحق قدوسي صاحب جي لکيل ڪتاب تاريخ سنڌ (اردو) جلد نمبر 2 جي صفحي نمبر 17_416 موجب ڪلهوڙن جي دور سنہ 1700 عيسوي کان شروع ٿيو (هجري سال تقريبن 1113) ڪلهوڙن جي دور

جون پهريون حڪمران ميان يار محمد ڪلهوڙو هو. محترمه ڊاڪٽر قمر جهان مرزا صاحب سندس لکيل ڪتاب حيدرآباد ٽالپرن جو دور جي صفحي نمبر 25 تي لکيل آهي ته پيو شاهه بخاري ڪليڪٽري کان اڀرندي طرف دفن ٿيل آهي، جو پڻ آڳاٽو آهي ڊاڪٽر صاحبه شاهه بخاري جون نالو ظاهر نه ڪيو آهي پر ڪيلڪٽري کان اڀرندي طرف سيد محبت شاهه بخاري رح ۽ ڪجهه ٻيا سادات دفن ٿيل آهن اها خبر نه پئجي سگهي ۽ انهن درويشن مان آڳاٽو ڪير آهي اها خبر نه پئجي سگهي ته اهي درويش سادات ڪهڙي دور ۾ هتي آيا هئا ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ هت آيا هئا. محبت شاهه بخاري رح کان علاوه ٻيا سادات ڪهڙي سال ۾ فوت ٿيا هئا ۽ انهن جو اولاد ڪيڏانهن ويو اهڙين حقيقتن جي تحقيق ڪرڻ به ضروري آهي ته جيئن تاريخ مڪمل ٿي وڃي جيئن جيئن معلومات ملندي ويندي سلسلو اڳتي وڌندو رهندو.

درگاهه جي سجاده نشين فقيرن مان بزرگوار ڪمال شاهه محمد سليمان عرف گلاب شاهه. سندس فرزند فقير غلام محمد ۽ محمد بخش اسان ڏٺا هئا فقير ڪمال شاهه ۽ فقير گلاب شاهه درويش صفت انسان هئا. فقير ڪمال شاهه اسان وڏي عمر هوندي ڏٺو هو. ڪجهه تيز طبيعت هئا. جڏهن ته فقير گلاب شاهه ان جي برعڪس بلڪل صابرين ۽ محنتي هئا درگاهه جو سجاده نشين فقير غلام محمد چنه صاحب مشهور شخصيت هئا. پاڪستان سطح تي سڃاتا ويندا هئا. نهايت شريف ۽ محنتي ماڻهو هئا. هن جو تعلق فلمي دنيا سان به رهيو. بهترين ليکڪ ۽ شاعر هئڻ سان گڏوگڏ سماج سڌارڪ ۽ دوستن جي ڪمن ۾ مددگار رهندا هئا. تمام گهڻين خوبين جا مالڪ هئا. هن جي دوستي ۽ تعلقات جو دائرو وسيع هوندو هو. فقير محمد بخش چنا صا حب جي طبيعت ٻين کان منفرد هئي، هي به نهايت ئي

شريف صابرين ۽ درويش صفت ماڻھو ھئا سرڪاري نوڪري ۾ ھوندا ھئا. سرڪاري نوڪري دوران بلڪل ايمانداري سان پنھنجا فرض ادا ڪيائون. گھڻو وقت عبادت ۾ مصروف ھوندا ھئا. ملازمت تان رٽائر ٿيڻ بعد تارڪ الدنيا رھيا ۽ عبادت سان نينھن لڳاياٿون. فقير غلام محمد چنا صاحب جا ٻہ ننڍا ڀائر محترم نياز حسين چنہ ۽ محترم حسين بخش چنا. الله سبحانہ وتعاليٰ کين وڏي ڄمار عطا ڪرڻ فرمائين. نھايت ئي شريف ۽ محبتون ڏيندڙ ماڻھو آھن. فقيرن جا گھر درگاھہ لڳ آھن. فقير ڪمال شاھہ جو ننڍو ڀاءُ چاچا لکا ڏنو مرحوم ٻہ اتي رھندا ھئا. اھي ٻہ نھايت ئي شريف طبيعت ھر ھڪ جي ڪم اچڻ وارا ماڻھو ھئا. ڪاوربار ڪرڻ سان گڏوگڏ سياست سان ٻہ دلچسپي ھوندي ھين. 1964 واري بي ڊي اليڪشن ۾ ميمبر طور چونڊيا ھئا. ھن وقت درگاھہ جو سجاده نشين. خدمتگار فقير غلام محمد چنا جو وڏو فرزند فقير منظور حسين چنا آھي. ھي نوجوان آھي سندس ننڍي ڀاءُ آفتاب چنا سان گڏ درگاھہ ۽ قبرستان جي لاجواب خدمت ڪري رھيا آھن ۽ ان کي خوبصورت بنائي ڇڏيو اٿن. ٻئي نوجوان ڀائر قرباٽتا ۽ محبتون ڏيندڙ آھن. الله تعاليٰ کين وڏي ڄمار عطا ڪرڻ فرمائيندا. آمين درگاھہ خلائق جي زيارت گاھہ آھي.

محبت شاھہ بخاري واري رستي کان ٿوري فاصلي تي ڏکڻ طرف سيد گل شاھہ بخاري جو قديم پڙ آھي انھي پڙ ۾ امام بارگاھہ جو اڳواڻ بزرگوار سيد پريل شاھہ بخاري ڪجھہ سال ٿيا آھن جو ھن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا آھن. انھي بزرگ کي اسان ڏٺو ھو سائين جي شرافت. سادگي ۽ صبر بابت ڇا لکجي درويش صفت ماڻھو ھئا. سڄي ڄمار محنت ڪندي گذاريائون. وڏي توڙي ننڍي ماڻھو کي عزت ۽ محبت ڏيڻ سائين جي اصول زندگي ۾ شامل ھو. سدائين ڪاري ويس

۾ هوندا هئا. سيد پريل شاهہ مرحوم جو اولاد اڄان تائين اتي رهي ٿو پنهنجن وڏن جي روشن ڪيل ڏيئي کي برقرار رکندا پيا اچن پڙ لڳ سومرا (يوسفاڻي) جو ويڙهو هوندو هي شهر جا قديم باشنده هئا. هنن جو تاريخ پس منظر هو. هنن جي هتان لڏي وڃڻ جي ڪري اهو پراڻو ويڙهو ختم ٿي ويو هن وقت ان جاءِ تي واپڊا آفيس تعمير ٿيل آهي هن سڄي علائقي ۾ ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن ۽ وڏيون عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن نہ تہ هي پر امن علائقو هو.

سيد محبت شاهہ بخاري رح جي احاطي ۾ مکيہ دروازي سامهون چند قدمن جي فاصلي تي منگهواڻو فقير جي مزار هئي هي درويش انگريزن جي دور حڪومت جو هو. هن درويش فقير جي بہ تاريخ لکيل نہ آهي اسانجي سانپر ۾ ڪيترائي اهڙا بزرگ هئا جن فقير کي زنده ڏٺو هو. اهي هن جون ڪرامتون ٻڌائيندا هئا بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ شهر ۾ جڏهن پليگ جهڙي بيماري پکيڙي هئي، ماڻهو شهر ڇڏي ويا هئا ان وقت فقير راتين جو جاڳي گهٽين ۾ ڊوڙون پائيندو دانهون ڪندو رهندو هو. بيماري ختم ٿيڻ بعد ماٺ ڪيائين. پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مراز صاحب سندس لکيل ڪتاب "حيدرآباد جو اڳيون اوج" جي صفحي نمبر 32 تي حيدرآباد ۾ پليگ جي بيماري جو ذڪر ڪيو آهي. بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ جتي هن وقت بزرگ جي آخري آرام گاهہ آهي اتي هڪ ڪوٺي هوندي هئي جنهن ۾ گرمي توڙي سردي ۾ ڪتو ويڙهو وينا هوندا هئا ماڻهن سان ڳالهائيندو تمام گهٽ هو. ڪنهن ڪنهن مهل نڪرندو هو. پاڙي جي گهٽين مان گهمي ورې وڃي ويهندو هو. درگاهہ جو احاطو بلڪل ننڍو آهي. مزار مبارڪ جي مٿان ڇت تعمير ڪرائي درگاهہ کي خوبصورت بنايو ويو آهي درگاهہ تي فقير جي وصال جو سال 1926ع لکيل آهي.

درگاھہ سيد محبت عليؒ شاھہ بخاري رح جو ساليانو ميلو خدمتگارن طرفان ربيع الاول جي مهينيٰ ۾ منعقد ڪيو ويندو آهي، جيڪو ٽن ڏينهن تائين جاري رهندو آهي. هن وقت ميلن جون رسمون ۽ طريقيڪار بدلجي چڪا آهن. اڳي درويش جي ميلي جي ڏينهن جي موقعي تي شام جي وقت ڌمال ٿيندي هئي ۽ رات جي وقت راڳ جي محفل ٿيندي هئي، جنهن ۾ مشهور ڳائڻا حصو وٺندا هئا.ميلي ۾ پاڪستان جي مشهور ڳائڻي مهدي حسن مرحوم بہ ڳايو هو. ان کان علاوه مرحوم محمد جمن، مرحوم محمد ابراهيم، مرحوم محمد يوسف ۽ ڪيترائي ٻيا ڳائڻا حاضري ڀريندا هئا. شام جي وقت ڌمال جي رسم ٿيندي هئي، ان ۾ نغارا وڄايا ويندا هئا، ان سان گڏ مڱڻهار فقير دهل ۽ شهنائي وڄائي نغارا وڄائڻ وارن سان سنگت ڪندا هئا. نغارا وڄائڻ جا ماهر جهونا نغارا وڄائيندا هئا، انهن جو نغارا وڄائڻ جو انداز منفرد هوندو هو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارا حيران ٿي ويندا هئا. جهونا ويچارا جن جي درويش سان بيحد عقيدت ۽ محبت هوندي هئي، اهي ڌمال ڪندا هئا، انهن جي ڌمال ڪرڻ جو انداز ئي نرالو هوندو هو هن دور جي ڌمال ڪرڻ وارن جيان ٽپ ڪين ڏيندا هئا. جهونا ويچارا مٿن تان پٽڪا لاهي چيلهہ سان ٻڌي، ڏنڊو هٿ ۾ کڻي ڪلهي سان ٽيڪي، اهڙي باادب طريقي سان پير اڳيان پويان ڪري مستومست جا نعرا هڻندي ڌمال ڪندا رهندا هئا جو ڏسڻ وارن کي بہ مزو ايندو هو. جڏهن نغارا وڄائڻ وارا جوش ۾ اچي نغارن جو ڏونڪو تيز ڪندا هئا، تہ ڌمالي ويچارا پير هلائڻ سان گڏوگڏ نارا هڻندا ڦيريون پائڻ شروع ڪندا هئا، اهو عمل ڪرڻ سان جهونن کي تسڪين ايندي هئي. اها ڌمال ڪلاڪن تائين جاري رهندي هئي. ادب احترام سان ڌمال ڪرڻ وارا جهونا هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. ياد اچن ٿا، انهن ڌمال

ڪرڻ وارن ۾ بخاري جا جهونا فقير، مرحوم محمد سومر لاکو ڪاڪا جاني ۽ ڪيترائي ٻيا جن جي جسماني ڪيفيت تي غور و فڪر ڪندا هئاسين. اندروني راز جي خبر انهن جهونن کي جيڪي ڏمال ڪندا هئا. هاڻي انهي معاملي تي غور ٿو ڪجي تہ درويش پنهنجو وطن هتي ڇو آيا، جڏهن 94 هجري محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ هتي اسلام پکڙجي چڪو هو ۽ هتي جا پراڻا اڪثر باشنده مسلمان ٿي چڪا هئا. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ هن ڏرتيءَ تي ٻاهران آيل درويش اسلام جي تبليغ ڪرڻ آيا هئا، جن هن ڌرتي کي هميشہ لاءِ پنهنجو آرام گاهہ بنائي ڇڏيو. يقينن هي درويش بہ هتي اسلام جي تبليغ لاءِ آيا هوندا ۽ هتي اچي هدايت جي مسند وڇائي هوندي، درويشن جي هتي اچڻ جي وقت جي معلومات نہ هئڻ ڪري ڪجهہ حقيقتن تي غور ڪري سگهجي ٿو. حضرت سيد محبت علي شاهہ بخاري رح جنهن دور جا آهن، ان وقت حيدرآباد شهر جو وجود نہ هو. بلڪ نيرون ڪوٽ جو مشهور ۽ جهونو قلعو جيڪو گهٽي وقت کان ڏهي ويو هو ۽ سندس شهريت وڃي هڪ ڳوٺڙي جيتري بيٺي هئي، ڪجهہ حقيقتن تي غور ڪرڻ بعد ۽ قبرستان ۾ پراڻين مزارن کي ڏسندي اهو اندازو ٿو ٿئي تہ درويش بخاري جا وڏا هتي آڳاٽا آيل آهن. جنهن دور ۾ نيرون ڪوٽ جو عوج هو ۽ هتي اسلام پکڙجي چڪو هو.

جائزو وٺڻ سان اهو بہ نظر آيو تہ ٻاهران جيڪي بہ بزرگ درويش هتي آيا، جن اچي هدايت جي مسند وڇائي هئي، انهن پنهنجن رهڻ وارين جاين جي پرسان مسجدون ضرور تعمير ڪرايون هيون. حضرت سيد محبت علي شاهہ بخاري رح يا سندس وڏا جيڪي بہ هت پهرين آيا هئا، انهن بہ مسجد تعمير ڪرائي جيڪا اڄ تائين بخاري شاهہ مسجد نالي قائم آهي. اڳي اها مسجد پراڻي ۽ ڪچي هوندي هئي،

ڪافي سال اڳ مسجد کي نئين سر تعمير ڪرايو ويو هو. انهي مسجد جي خدمت ۽ سنڀال بہ بخاري شاهہ جي فقيرن حوالي آهي.
اسانجي سهڻي ۽ ٿڌين هوائن واري شهر حيدرآباد جا ماڻهو بہ اهڙائي سهڻا ۽ گرمين جي مند ۾ ذڪڻ طرفان لڳندڙ ٿڌين هوائن جيان دل کي ٺاريندڙ انهن جون ڳالهيون ڦرب. ويچارا هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. انهن کي ياد ڪرڻ بہ تمام ضروري آهي، جو اهي بزرگ هئا تہ محنتي ۽ غريب پر تاريخ جو حصو بنجي چڪا آهن. ان ڪري انهن جي يادن کي زنده رکڻ لاءِ انهن جي تاريخ لکڻ تمام ضروري آهي. سيد محبت علي شاهہ بخاري رح جي درگاهہ جي زمين واري حدم رستي پاسي قبلہ سيد غلام محمد شاهہ صاحب جو ڪتر (گاهہ) جو ڪارخانو هوندو هو. ان ڪاروبار سان گڏ سائين وٽ چوپايو مال بہ هوندو هو. نهايت ئي شريف، صابرين ۽ محنتي سادات هئا، هر وقت پنهنجي ڪاروبار ۾ مصروف هوندا هئا. ان جي پرسان محترم محمد يوسف هاليپوٽو جو مال جو وٿاڻ هوندو هو. هي بزرگ بہ نهايت ئي شريف طبيعت ۽ محنتي هوندا هئا. سندس بہ ڀائر محترم اميد علي هاليپوٽو ۽ قادر بخش (قادن) بہ انهي ڪاروبار ۾ شريڪ هوندا هئا. محترم چاچا اميد علي هاليپوٽو صاحب مالوند هئڻ سان گڏوگڏ سماجي ڀلائي جي ڪمن ۾ بہ مصروف هوندا هئا ۽ مقامي سطح جو سياستدان بہ هئا. محترم چاچا محمد يوسف مرحوم جا فرزند نثار احمد هاليپوٽو صاحب مرحوم وڏن جي ڪاروبار کي جاري رکندو آيو ان سان گڏوگڏ سياست ۾ بہ سرگرم رهيا. آخر ۾ سياست کان ڪناره ڪش ٿي قبلہ روحاني پيشوا ماما عبدالقيوم ميمڻ صاحب جن جي صحبت ۾ اچي شاهہ ديوانہ سلطانہ جا معتقد ٿيا ۽ درگاهہ تي حاضريون ڀريندا رهندا هئا.

انهي وٿاڻ لڳ هڪ ڪچي دوڪان ۾ گدا حسين ڪاسائيءَ جو دوڪان هوندو هو. وڏي عمر جو هوندو هو تمام گهڻو قرب ڏيڻ وارو زبان جو مٺو محنتي ۽ ايماندار ڪاسائي هو. ننڍي (ٻاڪري) گوشت جو ڪاسائي هو. فجر جي وقت دوڪان کوليندو هو چند ئي ڪلاڪن ۾ گوشت وڪرو ٿي ويندو هيس درگاهه جي احاطي واري ايراضي جي ٻئي پاسي الهبچايو عرف بچندو ڪوڪر جي مال جو وٿاڻ هوندو هو. هن جا ڀائر شفيع محمد ۽ نور محمد به ڪاروبار ۾ گڏ هوندا هئا ميونسپل ڪميٽي جڏهن ميونسپل حدن کان ٻاهر وٿاڻ منتقل ڪرڻ جو حڪم ڪيو هو ته مالوندن پنهنجا وٿاڻ ميونسپل حدن کان ٻاهر منتقل ڪيا هئا.منهنجي والد بزرگوار مرحوم غلام حيدر عباسي ڪلهوڙي وٽ انهي وقت چند جانور هوندا هئا. انهي جو وٿاڻ به اتي محمد عارب لغاري جي وٿاڻ سان گڏ هوندو هو. جن بزرگن کي ياد ڪيو ويو آهي اهي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. هاڻي فقط انهن جون يادون آهن. مرحوم محمد سومر لاکو به بخاري جي درگاهه جي پرسان رهندو هو. ٻاڻ ته هن دنيا ۾ موجود نه آهي پر سنڌي فلم پرديسي ۾ هي زنده ڳالهائيندو نظر ايندو آهي.

حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي پراڻي ۽ نئين تاريخ جو هي ڪجهه مختصر حصو آهي هلندڙ سلسلي ۾ جي زندگي ساٿ ڏنو ۽ عبرت مئگزين انتظاميه جو تعاون ۽ رهنمائي جاري رهي ته انشاءَ الله شهر جي قديم ۽ جديد تاريخ لکي پڙهندڙن آڏو پيش ڪئي ويندي.

(عبرت مئگزين، پهرين جون کان 15 جون 2013ع)



# سيد مراد علي شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ

حيدرآباد شهر ۾ موجوده فوجي ڇانوڻي انگريز سرڪار جي دور حڪومت ۾ قائم ڪئي وئي هئي. فوجي ڇانوڻي جي شهر اندر اتر اولهہ طرف وسيع ايراضي آهي. هن ايراضي ۾ انگريزن جي دور حڪومت کان اڳ جون بہ ڪيتريون مسجدون، مزارون، مقبره، آثار ۽ يادگارون موجود آهن. هن ايراضي جي بہ قديم تاريخ آهي. فوج طرفان والاريل زمين کان علاوه، تمام گهڻي ٻي بہ ايراضي والارجي چڪي آهي، جنهن تي جديد دور جون وڏيون وڏيون عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن. تنهن هوندي بہ تمام گهڻي ايراضي اڃان بہ خالي پئي آهي. فوجي ملڪيت تي ضابطو ڪرڻ لاءِ ڪينٽونمينٽ بورڊ وجود ۾ آندو ويو هو. هن وسيع ايراضي ۾ آڳاٽي دور کان علاوه انگريزن جي دور حڪومت ۾ قائم ڪيل ڪيتريون ئي عمارتون ۽ يادگارون موجود آهن. هي شهر جو بلڪل پرامن علائقو هوندو هو. پراڻين يادگارن ۾ پراڻي عيدگاهہ، سولجر بازار، بوهري بازار ۽ نيومئجسٽڪ سئنيما آهن. هن وقت ڪينٽونمينٽ جي تمام گهڻي ايراضي تي گنجان آبادي ٿي چڪي آهي، پر اڃان تائين بہ ڪجهہ علائقا اهڙا بہ بچيا آهن جيڪي پرسڪون ۽ پرامن آهن.

محترمہ فاطمہ جناح روڊ (پراڻو نالو گدو روڊ) سيشن ڪورٽ جي عمارت ۽ ٽيليگراف آفيس جي عمارت جي وچ واري رستي تان اتر طرف هلبو تہ ٿوري ئي فاصلي تي عزت ماب سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ

ڪورٽ جي اولهه طرف واري دروازي جي بلڪل سامهون، ”سيد مراد عليءَ شاهه“ رح جي برڪتن ڀري درگاهه آهي. اهو علائقو اڃان تائين پرامن ۽ پرسڪون آهي. هاڻ ڪورٽ جي عمارت لڳ جناب سيشن جج صاحب جو بنگلو انهي لڳ ڪينٽونمينٽ بورڊ جي گاڏين بيهڻ جي جاءِ آهي. انهي لڳ سيشن ڪورٽ جي عمارت آهي. درگاهه جي ڀرسان اتر طرف نئين تعمير ٿيل مسجد، ڏکڻ طرف ڪينٽونمينٽ بورڊ جي آفيسرن جي رهائشگاهه، ان جي ڀرسان مشهور سياسي شخصيت مرحوم رئيس الهبخش خان مگسي جو بنگلو آهي. سيد مراد علي شاهه بخاري رح جي مزار ڪينٽونمينٽ ايريا ۾ آهي.

اڳي ”سيد مراد علي شاهه بخاري“ جي مزار مبارڪ گهاٽن وڻن جي ڇانوَ ۾ ڍڪيل هوندي هئي. مزار پراڻين سرن سان تعمير ٿيل هوندي هئي، مزارن مٿان مقبره يا ڇت تعمير ٿيل نه هوندي هئي، درگاهه جو احاطو وسيع هوندو هو جتي رڳو وڻ هوندا هئا ۽ اندر ويندي خوف ٿيندو هو. درگاهه لڳ ننڍي ڪچي مسجد هوندي هئي. هن درويش بابت بزرگ ٻڌائيندا هئا ته پراڻي دور جو آهي، هن جو خانداني تعلق مخدوم سيد امير شاهه سرخ بخاري رح سان آهي، جنهن جي درگاهه شاهي بازار امير شاهه گهٽي ۾ آهي. سيد مراد علي شاهه بخاري جو تاريخي پس منظر ڪنهن به تاريخي ڪتاب ۾ منهنجي نظر مان نه گذريو آهي. مزار مبارڪ تي به وفات جو سال يا پس منظر لکيل نه آهي.

هن وقت مزار مبارڪ جي مٿان جديد عمارتسازي جي فن جو شاندار مقبرو تعمير ٿيل آهي. درويش جي مقبره جي اندر ڀتين تي شيشي جي جديد فنسازي جو ڪم ٿيل آهي، جيڪو مزار جي خوبصورتي جو شاهڪار آهي. شيشي جي فن- سازي جو ڪم جناب ذاڪر حسين سمي ڪرايو هو جنهن جو نالو ڀت تي لکيل آهي

جيڪو ان درويش سان عقيدت ۽ محبت جي اظهار طور ڪرايو هو.
مقبري هيٺ درويش جي مزار جي ڀنهي پاسن کان ٻہ مزارون ٻيون بہ
آهن. مزارن تي جيڪي پٿر نسب ٿيل آهن ساڄي طرف واري مزار تي
سيد اورنگزيب شاهہ ۽ ڏابي پاسي واري مزار تي سيد علي اڪبر
شاهہ شهيد نالا لکيل آهن. انهن بزرگن جي تاريخ وصال جو سال
مزارن تي لکيل نہ آهي. درگاهہ جي مکي دروازي مٿان هڪ ننڍو گنبذ
۽ ٻہ ننڍا مينار تعمير ٿيل آهن. هن وقت درگاهہ جو احاطو بلڪل
ننڍو آهي. خلائق جي زيارت گاهہ آهي، عقيدتمند درگاهہ تي حاضري
ڀرڻ ايندا آهن. درگاهہ جي احاطي اندر هڪ انب ۽ هڪ نم جا پراڻا
وڻ ۽ ڪجهہ ٻيا وڻ بيٺا آهن.

مقبري کان ٻاهر درگاهہ جي احاطي اندر بہ قبرون ٻيون بہ
موجود آهن. انهن جي مٿان مقبرو يا ڇت تعمير ٿيل نہ آهي. درگاهہ جي
احاطي اندر ڪمري ۾ محترم امير بخش ڏيرو صاحب ويٺا هئا، انهن
سان ملاقات ٿي، فقير بيحد عزت ڏني. فقير کان ڀهرين سندس پسمنظر
معلوم ڪيو ويو هن ٻڌايو تہ 1962 عيسوي کان هن جو ننڍو ڀاءُ علي
مردان ڏيرو هن درگاهہ جو خدمتگار هو جڏهن هي درگاهہ پراڻي حالت
۾ هئي. هن ٻڌايو تہ ان جي قبر هن احاطي ۾ آهي. فقير سان گڏ سيد
جمن شاهہ جي مزار آهي، ان بزرگ جو پس منظر فقير ڪونہ ٻڌايو. فقير
امير بخش ڏيرو سان ڪافي دير تائين ڪچهري ٿي. هن درويش جون
تمام گهڻيون ڪرامتون ٻڌايون. هن ٻڌايو تہ سندس ڀاءُ جي وفات بعد
هي درگاهہ جو خدمتگار آهي، سندس عمر هن 70 سال ٻڌائي. مقبري
جي تعمير بابت فقير کان جڏهن معلوم ڪيو ويو تہ هن ٻڌايو تہ هن
مقبري جي تعمير کان ڀهرين مٽياري جي رهندڙ غلام علي ميمڻ جنهن
جو شو روم هوندو هو ان مقبري جي تعمير جو ڪم شروع ڪرايو هو

پر مڪمل ڪرائي نہ سگهيو. موجوده مقبرو سال 1997ع ڪينٽونمينٽ بورڊ اثارتي تعمير ڪرايو آهي. هن اهو بہ ٻڌايو تہ درگاهہ جي احاطي جي زمين جي گهٽي حصي تي مسجد تعمير ڪرائي وسيع ڪئي وئي آهي.

سيد محمود شاهہ بخاري رح جي درگاهہ پڻ ڪينٽونمينٽ جي حدن اندر آهي، اُن جي تاريخ اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي. ان جي ڪجهہ رهيل مختصر حصي جي تاريخ قلمبند ڪجي ٿي. درويش جي مزار مبارڪ سان گڏ ٽي ننڍيون ٻيون بہ مزارون آهن، جن جي تاريخ بہ معلوم نہ ٿي سگهي تہ اهي مزارون ڪنهن جون آهن ۽ انهن جو وصال ڪڏهن ٿيو. هڪ قبر ٻاهر درگاهہ جي احاطي اندر آهي، جنهن لاءِ ٻڌايو ويندو هو تہ اها قبر سائين جي خاص خدمتگار ڪرم علي شاهہ جي آهي، قبر مٿان چؤڪنڊي تعمير ٿيل آهي. اوقاف کاتي جي مکي دروازي لڳ هڪ قبر موجود آهي، جنهن لاءِ ٻڌايو ويندو هو تہ اها نٿو شاهہ جي آهي.

سيد محمود شاهہ بخاري رح جي مزار تي لکيل سال 985 هجري موجب درويش حيدرآباد شهر جو بنياد سال 1181_1182 هجري پورڻ کان گهٽو اڳاتو آهي.

سيد مراد علي شاهہ جي درگاهہ کان اتر طرف چند قدمن جي فاصلي تي بمبئي بيڪري آهي. هي بيڪري انگريز سرڪار جي دور حڪومت ۾ قائم ڪئي وئي هئي. هن بيڪري جا ڪيڪ پاڪستان تہ ڇا پر سڄي دنيا ۾ مشهور آهن. بيڪري جي ڪيڪن جو اعليٰ معيار هئڻ ڪري حيدرآباد شهر سڄي دنيا ۾ سڃاتو وڃي ٿو. بيڪري جو مالڪ سنڌي هندو سيٺ ڪمار هو جيڪو ڪجهہ سال اڳي ديهانت ڪري ويو. وڏو سخي هوندو هو. مسڪينن حاجتمندن جي مدد

لڪائي ڪندو هو، انهي عمل ۾ ڏيکاءُ نہ ڪندو هو. بيڪري جي اڳيان سائلن ۽ فقيرن جا هجوم نظر ايندا هئا. بيڪري جو احاطو وسيع آهي ۽ اڃان تائين ساڳي پراڻي حالت ۾ آهي.

محترمہ فاطمہ جناح روڊ تي جيم خانہ تائين ٻنهي طرفن تي وڏيون وڏيون عمارتون ۽ ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. انهي روڊ تي گاڏين ۽ ماڻهن جي وڏي رش هوندي آهي. اڳي ڪينٽ ايريا ۾ فقط هڪ پراڻي نيو مئجسٽڪ سئينما پراڻي عيدگاهہ وٽ هوندي هئي. بعد ۾ چار ٻيون جديد سئنيمائون تعمير ڪرايون ويون. ٻہ سئنيمائون محترمہ فاطمہ جناح روڊ تي، هڪ سئنيما ”هل ٽاپ“ اميدن پرئي درگاهہ جي چاڙهي تي، هڪ سئنيما چانڊني، بسنت هال ڪان ڪجهہ اڳيرو تعمير ٿي هئي. هل ٽاپ سئنيما وڏي عوج تي هلي، جيئندل ڪوٽ جي ڄاموٽ ساداتن تعمير ڪرائي هئي جيڪا ختم ٿي وئي ۽ ان جاءِ تي پلازه تعمير ڪيو ويو آهي. چانڊني سئنيما شهر جي مشهور شخصيت وڪيل ۽ اڳوڻي وزير قانون اولهہ پاڪستان محترم غلام نبي ميمڻ صاحب جي فرزندن تعمير ڪرائي هئي. سئنيما ختم ڪري ان جاءِ تي چانڊني مارڪيٽ تعمير ڪرائي ويئي، هن وقت انهي مارڪيٽ جو وڏو عوج آهي. محترمہ فاطمہ جناح روڊ تي هڪ سئنيما مشهور سياسي، علمي، ادبي شخصيت جناب سيد ميران محمد شاهہ جي پراڻي بنگلي واري جاءِ تي تعمير ٿي هئي، موجوده ٽيليگراف آفيس جي بالڪل سامهون اها سئنيما بہ ختم ٿي وئي، ان جاءِ تي بہ پلازه تعمير ڪيو ويو آهي. جديد سئنيمائن مان هن وقت فقط هڪ سئنيما بمبينو قائم آهي. اڳي ماڻهن جي مکي تفريح گاهہ سئنيمائون هيون. جيئن جيئن سائنس ترقي ڪئي، ماڻهن جي سهولت لاءِ سائنسدانن نيون شيون جهڙوڪ ڪمپيوٽر، لپ ٽاپ، ٽي. وي چينل

ڪيبلون، موبائل فون وغيره ايجاد ڪيا تہ هر گهر ۾ سئنيما هال قائم ٿي ويا. اهڙي طرح سئنيمائن جو عوج ختم ٿي ويو. شهر جي آبادي تمام گهٽي وڌي چڪي آهي، ۽ روز بہ روز وڌي رهي آهي، جيڪا بہ نئين عمارت تعمير ٿئي ٿي، انهي ۾ ماڻهو آباد ٿيو وڃن. شهر گنجان آبادي جي گهيري ۾ اچي ويو آهي، پراڻيون نشانيون ۽ يادگارون منجي ختم ٿي رهيون آهن. تيز رفتاري سان آبادي وڌڻ ۽ سرڪاري محڪمن جي عدم توجهہ ۽ غفلت جي ڪري ماڻهن لاءِ روز بہ روز مسئلا وڌندا پيا وڃن.

وچ شهر اندر ڪينٽ واري علائقي ۾ ڏيئلداس ڪلب، ڪو آپريٽو بئنڪ جي عمارت، ميناارام هاستل ۽ بسنت هال بہ شهر جي سونهن جي علامت ۽ پراڻيون يادگارون آهن. انهن مشهور جاين جي ارد گرد ڪجهہ ٻيون پراڻيون جايون بہ موجود آهن جيڪي انگريزن جي دور حڪومت ۾ قائم ڪيون ويون هيون. موجوده جنرل پوسٽ آفيس ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي عمارتون ايوب خان جي دور حڪومت ۾ قائم ٿيون هيون. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد 1952ع هوم اسٽينڊ هال ۾ قائم ڪيو ويو هو. اها عمارت انگريزن جي دور حڪومت جي تعميرات هئي، بعد ۾ ريڊيو اسٽيشن موجوده جاءِ تي منتقل ڪئي وئي هئي. پريس ڪلب بہ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي عمارت پرسان آهي.

## سيد حاجي شاهہ بخاري رح جي درگاهہ

ڪينٽ جي علائقي، بوهري بازار جي ڏکڻ طرف واري چوراهي جي پرسان سيد حاجي شاهہ بخاري رح جي درگاهہ آهي. اها درگاهہ بلڪل روڊ تي آهي. درگاهہ جي موجودگي جي ڪري اتي روڊ سوڙهو آهي. درويش جي تاريخ ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ لکيل نہ

آهي، نہ درگاھہ تي درويش جي وصال جو سال لکيل آهي. تہ ڪھڙي دور جو آهي. بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ درويش جي مزار پراڻي آهي، هن جو تعلق مخدوم سيد امير شاھہ سرخ بخاري جي خاندان سان آهي. درويش جي درگاھہ جو احاطو بلڪل ننڍو آهي. درگاھہ لڳ مسجد بہ آهي اها مسجد بہ پراڻي آهي. درويش جي مزار مبارڪ ڪھڙي دور جي آهي، ٽالپرن يا انگريزن جي اهڙي صحيح تاريخ ڪانہ ٿي ملي. مزار مبارڪ کي ڏسندي ايترو اندازو ضرور لڳائي سگھجي ٿو تہ درويش جي مزار يقينن روڊ جي تعمير ٿيڻ کان اڳ جي آهي. شهر جا روڊ سڀ کان پهرين انگريز سرڪار جي دور حڪومت ۾ تعمير ٿيا هئا. درگاھہ جي جاءِ تان روڊ کي سوڙهو ڏسندي اهو اندازو ڪري سگھجي ٿو تہ انگريز سرڪار درگاھہ ۽ مسجد جو احترام ڪندي ۽ تقدس برقرار رکندي روڊ کي سوڙهو ڪري ڇڏيو. درويش جي مزار مٿان مقبرو تعمير ٿيل نہ آهي، فقط ڇت تعمير ٿيل آهي. درگاھہ عقيدتمندن جي زيارت گاھہ آهي، عقيدتمند ادب ۽ احترام سان درگاھہ تي حاضري ڀرڻ ايندا آهن.شهر جي درويشن جي آرامگاهن، يادگارن، قديم عمارتن، اثاثن، نشانين، تفريح گاهن جي تاريخ لکندي شهر جي عزت ماب ۽ نامور شخصيتن جي تاريخ لکڻ سان هڪ طرف تہ رهجي ويل تاريخ مڪمل ٿي ويندي تہ ٻئي طرف جن شخصيتن جي تاريخ اڄ لکي ويندي وقت گذرڻ سان گڏوگڏ اهي بہ تاريخ جو حصو بنجي ويندا ۽ انهن کي وسارڻ سان تاريخ وري بہ اڻ مڪمل رهجي ويندي. ان ڪري انهن جو ذڪر ڪرڻ بہ ضروري آهي. شهر جي ٻين نامور شخصيتن کان علاوه شهر جي نامور شخصيتن ۾ جناب عبدالصمد ڪاڇيلو صاحب ۽ رفيق ڪاڇيلو صاحب بہ شامل آهن. هنن جو عاليشان بنگلو صدر ڪينٽ جي علائقي پرڳڙي هائوس جي سامهون هو. هي

انبن جي باغن ۽ فارمن جي ڪري پاڪستان تہ ڇا پر سڄي دنيا ۾ مشهور هئا. هنن جي باغن جي انبن جو قسم اعليٰ هو. سياست جي دنيا کان ڪناره ڪش رهيا. اڄ کان 40 يا 45 سال اڳ وارو دور چٽي طرح ياد آهي تہ هنن وٽ هڪ وڏي شاندار ڪار هوندي هئي. انهي وقت ايترو ٽريفڪ جو آزاد ۽ گوڙ نہ هوندو هو. رستا وڏا حد دخلي کان آجا هوندا هئا. ان وقت وڪٽوريا گاڏين ۽ ٽانگن جو عوج هوندو هو. انهي وقت ايتري وڏي ويڪري ڪار رستن تي باآساني هلندي نظر ايندي هئي. شهر ۾ چند شاهوڪار ۽ نامور ماڻهو هوندا هئا. سک، امن ۽ شڪر گذارن جو دور هو. غريب پورهيت واندڪائي جي وقت ڪچهريون ڪندا هئا. انهن ڪچهرين ۾ آکاٽيون، پراڻي دور جون ڳالهيون ۽ شاهوڪار ماڻهن جو ذڪر بہ هلندو هو. شهر ۾ اها ڳالهہ عام ۽ مشهور هوندي هئي تہ جناب ڪاڇيلو صاحب جي بيگم صاحبہ جرمني ملڪ جي آهي، ڪاڇيلو صاحب اها ڪار جرمني مان آندي آهي. ڪار انهي دور جي حساب تي وڏي قيمتي لکن روپين جي هوندي هئي، ۽ شهر ۾ اهڙي قسم جي قيمتي ڪار ڪنهن ٻئي ماڻهو وٽ نہ هوندي هئي. هن وقت اهڙين نامور شخصيتن جي ڪابہ خبر نہ آهي ۽ نہ انهي ڪار جي. شهر جي آبادي اندازي کان بہ گهڻو وڏي ڇڪي آهي، شهر گنجان ٿي ويو آهي، شهر جي رستن تي پنڌ هلڻ بہ ڏکيو ٿي ويو آهي. نہ تہ اهي شخصيتون شهر ۾ ائين هونديون هيون، جيئن وڻي ۾ ٻريل کير ۾ گلاب جو خوشبودار گل ترندو هجي. اهڙيون نامور شخصيتون اڄ بہ ياد اچن ٿيون، جن جي ڪري بہ شهر سڄاتو ويندو هو ۽ شهر جي سونهن هئا. انهن شخصيتن جو شهر ۾ ڪو اهڙو ظاهر يادگار ڪارنامو نہ هو، جيڪو ياد ڪري قلمبند ڪجي.شهر جو ڪينٽونمينٽ وارو علائقو شهر جي ميونسپل جي علائقي کان تمام

گهڻو صاف سٿرو نظر ايندو آهي ۽ اتي ايترا مسئلا به نه آهن جو ڪينٽونمينٽ بورڊ جو صفائي طرف خصوصي توجهه آهي.

سيد مراد علي شاهه ۽ سيد حاجي شاهه رحه جون درگاهون اوقاف کاتي جي تحويل ۾ نه آهن جو انهن درگاهن جي نه ملڪيت آهي ۽ نه آمدني آهي. انهن درگاهن جي عقيدتمند خدمت ڪندا آهن، ٻنهي درويشن جا ساليانا ميلا شعبان جي مهيني ۾ لڳندا آهن. اڳي حاجي شاهه جو ميلو شيخ محمد حسن صاحب لڳرائيندو هو جيڪو اتي رهندو هو. ٽي راتيون راڳ جي محفل ٿيندي هئي، مشهور فنڪار اچي ڳائيندا هئا. شيخ صاحب جي لاڏي وڃڻ ڪري ميلي جو اوج ختم ٿي ويو.

(عبرت مئگزين، 16 جون کان 30 جون 2013ع)



# سيد جمن شاهہ رحہ جي درگاهہ ۽ اُن جي آسپاس درويشن جون آخري آرامگاهون

هونئن تہ سونهاري سنڌڙي قدرتي نعمتن ۽ وسيلن سان زرخيز هئڻ کان علاوه الله سبحان جي ولين ۽ درويشن سان سرشار آهي، پر ان ۾ بہ شهر اهڙا آهن جيڪي خاص ڪري الله جي ولين ۽ درويشن جي ڪري مشهور آهن. هڪ ٺٽو ۽ ٻيو سيوهڻ. ٺٽو شهر حضرت عبدالله شاهہ اصحابي ۽ سيوهڻ حضرت عثمان مروندي لال شهباز قلندر جي ڪري پاڪستان تہ ڇا پر سڄي دنيا ۾ نمايان آهي.

سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهر حيدرآباد تنهن جي پڻ قديم تاريخ آهي. ٺٽو سيوهڻ شهر جيان هي شهر بہ الله جي ولين درويشن کان خالي نہ آهي، پر سواءِ چند درويشن جي ڪنهن جي بہ تاريخ لکيل نہ آهي. هونئن تہ حيدرآباد جو شهر هر هڪ نقطہ نگاهہ کان وڏي اهميت وارو آهي، پر درويشن جي تاريخ نہ لکڻ ڪري انهي طرف ڪجھ پٺتي رهجي ويو آهي. عبرت مئگزين انتظاميہ جو آئون حقير فقير نهايت ئي شڪر گذار آهيان جن مون کي مان ڏيندي حيدرآباد ۾ آرامي درويشن، قدم اثاثن، مسجدن، نشانين، حالتن، تفريح گاهن، غريب توڙي امير ماڻهن، ماڳ مڪانن وغيره جي تاريخ لکڻ جو موقعو ڏنو جيڪا تاريخ لکي رهيو آهيان انهي کي شايع ڪري رهيا آهن. منهنجي بہ پوري ڪوشش آهي تہ اڻ لکيل تاريخ لکي مڪمل ڪريان تہ جين اسان جي نوجوانن ايندڙ نسلن کي حيدرآباد جي قديم تاريخ بابت مڪمل

ڇاڻ رهي. ڇاڪاڻ ته شهر جي قديم اثاثن ۽ يادگارن مان جيڪي باقي بچيا آهن، انهن جي هڪ طرف ته حفاظت ڪانه پئي ڪئي وڃي ته ٻئي طرف مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. ٻيو ڪو وس ته نه ٿو هلي، پر انهن جي تاريخ لکي ڪتابن ۾ ته محفوظ ڪري سگهجي ٿي. لکڻ وقت منهنجي تمام گهڻي ڪوشش اها هوندي آهي ته مضمون تاريخي ڪتابن جي حوالن سان هجن، ان ڪري پراڻن تاريخي ڪتابن جو به مطالبو ڪندو رهندو آهيان. پر جي تاريخي حوالو نٿو ملي ته وڏن کان معلوم ڪرڻ سان گڏوگڏ اها جاءِ پڻ وڃي ڏسندو آهيان، ڏسڻ وقت ڪجهه تڪليفون به پيش اچن ٿيون، جن ۾ منهنجا دوست غلام مصطفيٰ ميمڻ ۽ غلام قادر چانڊيو (ننڍپڻ جو دوست) مددگار هوندا آهن. منهنجي اها به ڪوشش هوندي آهي ته ڪا اهڙي تاريخ، حقيقت يا ڳالهه نه لکجي، جنهن جي لکڻ سان ڪنهن کي ڪو اعتراض ٿئي بلڪ هر هڪ پڙهندڙ دلچسپي سان پڙهي، غلطين جي نشاندهي ڪري ۽ پڻ راءِ ڏئي يقينن لکڻ وقت غير دانسته طور ڪي غلطيون به ٿينديون هجن.

حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين به هتي ڪيترن ئي درويشن جا ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ ملن ٿا. جيئن پڪي قلعي جي سامهون اصحابي سڳورو حضرت ابو رافع رضي الله عنه، سيد محمد مڪي رح (جئي شاهه) ابراهيم شاهه بخاري، نهال شاهه نوري رح ۽ ڪيترائي ٻيا. اصحابي سڳوري جي تاريخ شايع ٿي چڪي آهي، انهي بابت حيدرآباد ميونسپل ڪارپوريشن جي ايڊمنسٽريٽر کي هڪ خط بتاريخ 17.03.2013 پيش ڪيو ويو آهي، جنهن کي تاريخ درست لکڻ جي استدعا ڪئي وئي آهي. شاهه مڪي جي تاريخ به شايع ٿي چڪي آهي انهي بابت هڪ خط بتاريخ 12.03.2013 ايڊمنسٽريٽر اوقاف کاتي کي پيش ڪيو ويو آهي، جنهن کي پڻ درويش جي تاريخ

درست لکڻ جي استدعا ڪئي وئي آهي، پر انهي اهم معاملي تي انتظاميہ جي خاموشي تي تعجب ٿو ٿئي.

حيدرآباد شهر جيئن ئي وجود ۾ آيو هو تہ سڀ کان پهرين نانهيان، جوٽيجو، گولا انداز (دراني پٺاڻ) قبيلي جا ماڻهو هتي آڻي آباد ڪيا ويا هئا، جيڪي فوج جا ماڻهو هئا. اهي ماڻهو جتي اچي آباد ٿيا هئا، اهي علائقا هن وقت ميونسپل ڪارپوريشن جي وارڊ "سي" ۽ وارڊ "اي" ۾ شامل آهن. اصحابي سڳوري جي مزار وارڊ "ڊي" ٽڪري جي مٿاهين حصي تي آهي. آهستي آهستي هن شهر جي آبادي وڌندي وئي ۽ ماڻهو ٻاهران آڻي هتي آباد ڪيا ويا. هي مضمون وارڊ ڊي جي مٿي ٽڪري واري ايراضي جي ڪجهہ حصي جو آهي، ٽڪري جي الهندي طرف واري هيٺئين حصي جي تاريخ اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي.

شهر جي گنجان آبادي جنهن جون گهٽيون سوڙهيون جايون ننڍيون ماڻهو گهڻا واري علائقي، پڪي قلعي جي سامهون شاهي بازار اتر طرف ويندي چوٿين گهٽي صرافہ بازار ۾ حضرت سيد جمن شاهہ بخاري رحہ جو پڙ ۽ قبرستان آهي. پڙ جي احاطي اندر قبرستان ۾ سادات بزرگن جون آخري آرامگاهون آهن. حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ هن پڙ جو تہ ذڪر آهي، پر پڙ ۾ آرامي بزرگن جو تاريخي پسمنظر بيان ٿيل نہ آهي. پڙ ۽ قبرستان جو احاطو ايترو وسيع نہ آهي، اتي بزرگن جي سجاده نشين جي پراڻي وقت جي ٺهيل حويلي آهي. پڙ جي احاطي ۾ ڇهہ مزارون آهن. هڪ سيد جمن شاهہ (اول) ٻي سيد ماڪن شاهہ، ٽين سيد جمن شاهہ ثاني، چوٿين سيد موتيل شاهہ جي، پنجين قبر سيد لعل ڏنو شاهہ جي ۽ ڇهين قبر سيد شاهہ ڏنو شاهہ جي آهي. اهي ٻئي برزگ هن دؤر جا هئا، اسان ڏٺا هئا.

هونئن تہ اسين شهر جا اصلي باشنده آهيون، اهو پڙ ۽ قبرستان اسان جي قريب هو اتي اچڻ وڃڻ هوندو هو. هي پڙ ۽

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ : ١٥١

قبرستان پراڻو آهي، پڙ جي ساداتن بابت ڪجهه ڳالهيون وڏن کان ٻڌيون سين ڪجهه اکين سان ڏٺيوسين. پڙ جي سجاده نشين جي فرزند سيد قبول محمد شاهه مرحوم سان اسان جي بلڪل قريبي نيازمندي هئي. شهر مان لڏي وڃڻ بعد رابطو نه رهيو هو. شهر جون حالتون به ڪافي وقت تائين خراب هيون، انهي علائقي ۾ ويندي خوف ٿيندو هو. ويجهڙائي ۾ قبرستان ۽ پڙ ڏسڻ وياسون، اتي نوجوان سادات سيد شفقت علي شاهه ولد سيد قبول محمد شاهه ولد سيد لعل ڏنو شاهه ولد سيد ماڪن شاهه ولد سيد جمن شاهه سان ملاقات ٿي. سائين عمر جا ننڍا هئڻ جي باوجود به بزرگن کان ٻڌل ڪجهه حقيقتون قبرستان ۾ آرامي بزرگن ۽ پڙ بابت ٻڌايون. سائين فقط ايترو ٻڌايو ته هنن جا بزرگ آڳاٽو هت آيا هئا، جن هي پڙ قائم ڪيو هو ۽ هن جي قديم تاريخ آهي. سائين بزرگن جي آمد جو وقت نه ٻڌايو. تاريخي سلسلو جاري آهي، ڪڏهن به صحيح تاريخ معلوم ٿي ته قلمبند ڪئي ويندي ايتري گنجان آبادي ۾ قبرستان ۽ پڙ جي موجودگي مان اهو اندازو ٿو ٿئي، هن علائقي جي آبادي ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ وڏي هئي، جو ٽالپر حڪمرانن ٻاهران ماڻهو گهرائي هتي آباد ڪيا هئا، انهن مان ڪي ڪاريگر هئا، ڪي ڪاروباري ته ڪي پورهيت مزدور هئا، انهن ۾ مسلمان به هئا ته هندو به هئا. انهي مان معلوم ٿو ٿئي ته هي پڙ ۽ قبرستان وڌندڙ آبادي کان اڳ جو آهي، پر الائي ڪهڙا سبب آهن جو هن جي تاريخ نه لکي وئي.

آرامي بزرگن مٿان مقبرو يا ڇت تعمير ٿيل نه آهي خلائق جي زيارتگاهه آهي، عقيدتمند حاضري ڀرڻ لاءِ ايندا رهندا آهن. پڙ جي احاطي اندر هڪ بلند عَلم پاڪ نسب ٿيل آهي، اڳي اهو ڪاٺ جو خوبصورت علم هوندو هو هر سال لاٿو ويندو هو ۽ سينگاري ٻيهر بلند ڪيو ويندو هو. جاءِ سوڙهي هئڻ ڪري علم پاڪ لاهڻ چاڙهڻ ۾

تڪليف ٿيندي هئي. تنهن جي باوجود بہ ايتري سوڙهي جاءِ ۾ بلند علم پاڪ لاهڻ ۽ چاڙهڻ ڪاريگرنْ جي وڏي مهارت هوندي هئي. پري پري کان ماڻهو اچي اهو نظارو ڏسندو هئا. ڪاني جي علم بدران تقريبن 8_9 سال اڳي اسٽيل جو علم پاڪ ساڳئي جاءِ تي نسب ڪيو ويو آهي، جنهن کي هر سال بيٺي بسينگاريو ويندو آهي. هن پڙ تان محرم جي مهيني جي 6_7 تاريخ اڌ رات ذوالجناح جو ماتمي قافلو برآمد ٿيندو آهي. قافلو برآمد ٿيڻ وقت عجب منظر هوندو آهي، جيڪو ڏسڻ لاءِ عزادار وڏي تعداد ۾ اچي حاضر ٿيندا آهن. قافلو مقرر پڙن ۽ رستن تان گشت ڪندو 24 ڪلاڪن بعد اختتام پذير ٿيندو آهي. هن ماتمي قافلي جي حيدرآباد شهر ۾ پراڻي تاريخ آهي.

سيد جمن شاهہ جي پڙ کان ڏکڻ طرف پڪي قلعي تائين ويجهو تہ شاهي بازار واري رستي کان علاوہ پڪي قلعي تائين پهچڻ لاءِ بيون بہ ڪيتريون ئي سوڙهيون گهٽيون آهن. وڏندڙ آبادي جي ڪري گهٽين ۾ حددخليون بہ ٿي چڪيون آهن، ان ڪري گهٽيون وڌيڪ سوڙهيون ٿي پيون آهن. آزاد رياست آهي ڪوبہ انهي بابت پڇڻ وارو نہ آهي. گهٽين جو نقشو ئي بدلجي ويو آهي. جيڪڏهن هر هڪ گهٽي بابت لکيو وڃي تہ تمام گهڻو وقت لڳي ويندو ان ڪري فقط انهن ئي گهٽين بابت لکجي ٿو جتي مسجدون آهن، درويشن جو آخري آرامگاهون آهن ۽ آثار موجود آهن ۽ تاريخي ڪتابن ۾ بہ ذڪر آهي. جمن شاهہ جي پڙ کان ڏکڻ طرف ڪجهہ ٿوري فاصلي تي مرزا صاحبان جو پڙ آهي، مرزا صاحبان جا اتي گهر بہ هئا، شهر ۾ وڳوڙ دوران اتان لڏي ويا، پر علم پاڪ اڃا تائين موجود آهي. اتي گهٽي آهي، ان ۾ شهربانو نالي تاريخي پراڻي مسجد هئي، پر هن وقت ان کي نئون تعمير ڪرايو ويو آهي. غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دور جي مسجد بابت محترم عباس علي بيگ صاحب جو بيان سندس لکيل ڪتاب خديار خاني ميان سرفراز

خان عباسي جي صفحي نمبر 123 ۽ 124 تي آهي تہ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو صدر دروازي جي اڳيان قلعي جي نگهباني لاءِ بہ مسجدون ٺهرايون. پهرين مسجد هوم اسٽينڊ هال واري چاڙهي جي مٿان ڊاڪٽر آمنہ اسپتال جي لڳو لڳ هئي، جنهن کي ڊهرائي سنہ 1977ع ۾ نئين سر تعمير ڪرايو ويو ۽ ٻي مسجد طاهر بازار پرسان عبدالڪريم تيوري واري گهٽي ۾ موجود آهي. اها مسجد پراڻي حالت ۾ سالم آهي. مرزا صاحب جو بيان پراڻو آهي هن وقت ان مسجد کي بہ ڊهرائي نئين سر تعمير ڪرايو ويو آهي. مرزا صاحب جي بيان موجب اهي مسجدون پراڻيون آهن، تيورن جي گهٽي جو ذڪر ڊاڪٽر قمر جهان مرزا سندس ڪتاب حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور جي صفحي نمبر 36 تي ڪيو آهي.

ڊاڪٽر صاحبہ جو بيان آهي تہ ٽالپرن فوجي ضرورت لاءِ تيورن کي قلعي جي ويجهو ويهاريو. تيورا قوم جا ماڻهو ترارون صاف ڪندا هئا. پائي خان جنهنجي نالي چاڙهي سڏجي ٿي سو ترارين ٺاهڻ جو ڪاريگر هو. انهن بيانن مان معلوم ٿيو تہ اهي ٻئي مسجدون تقريبن 240 سال اڳ جون آهن، پر ساڳئي حالت ۾ هن وقت نہ آهن، جو اهي ٻئي مسجدون حاڪم سنڌ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي تعمير ڪرايون هيون، جنهن سنہ 1772ع ۾ وفات ڪئي هئي. معلوم ٿيو تہ اهي ٽالپرن جي دؤر حڪومت کان بہ گهڻو اڳ جون آهن. شهربانو مسجد جي اڳيان هڪ مزار موجود آهي، جنهن تي نالو سيد محمد شاهہ بخاري لکيل آهي. هن مزار بابت ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ ذڪر نہ آهي تہ بزرگ هتي ڪڏهن ۽ ڪٿان آيو هو نہ بزرگ جي وڏن جي نہ اولاد جي ڪنهن کي خبر آهي. بهرحال شهر جي گنجان آبادي واري علائقي جي بلڪل سوڙهين گهٽين جي ڪنڊن ۾ درويشن جون آخري آرامگاهون موجود آهن، جن کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي تہ آخر هي ڪير

هئا. هنن جو تاريخي پسمنظر ڪتابن ۾ موجود ڇو نہ آهي، يعني اهو سچ ثابت ٿي رهيو آهي تہ حيدرآباد شهر جي تاريخ اڻ مڪمل آهي ۽ اهڙيون حقيقتون وڌيڪ تحقيق طرف ڌيان ڇڪرائين ٿيون ۽ ذميواري لاڳو ٿيون ڪن تہ تاريخ لکي مڪمل ڪجي.

مرزا صاحبان جي پڙ کان ايرندي طرف هڪ ٻي سوڙهي گهٽي آهي، اتي قريشي مسجد آهي. اها مسجد شايد آڳاٽي دؤر جي نہ آهي، جو ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ هن جو حوالو نہ آهي. انهي مسجد جي دروازي لڳ هڪ قبر آهي، جيڪا بلڪل ننڍي جاءِ ۾ محفوظ آهي. مزار کي ڏسي حيرت ٿي جو اها عجائبات نما نظر آئي، انهي مزار بابت ٻڌايو ويو تہ بيبي صاحبہ جي آهي. هن مزار مبارڪ لاءِ حيدرآباد بابت لکيل تاريخي ڪتاب خاموش نظر آيا. معلوم ڪرڻ تي ٻڌايو ويو تہ هي قبر پراڻي آهي، بيبي صاحبہ جي صحيح نالي جي بہ ڪنهن کي خبر نہ آهي. مسجد ۽ مزار کي ڏسندي اهو اندازو ٿيو تہ مزار، مسجد جي تعمير کان آڳاٽي آهي، ڇاڪاڻ تہ مزار جو بلڪل ننڍو دروازو آهي تہ مسجد کان ٻاهر پر ان جي احاطي ۾ آهي. جيڪڏهن مزار مبارڪ مسجد کان بعد جي هجي ها تہ مسجد کان ٻاهر گهٽي ۾ هجي ها. مزار کي ڏسندي انهي نتيجي تي ٿو پهچجي تہ اهڙين گمنام مزارن بابت وڌيڪ تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي، جو ڪجهہ تاريخي ڪتاب پڪي قلعي جي تعمير جي ڪوتائي دوران ڪجهہ عجائبات ڏسڻ ۾ اچڻ جي نشاندهي ڪن ٿا.

قريشي مسجد جي قريب کان بہ گهٽيون شاهي بزار طرف وڃن ٿيون. ذڪڻ پاسي واري گهٽي جيڪا شاهي بازار طرف وڃي ٿي حيدرآباد بابت لکيل ٻن تاريخي ڪتابن حيدرآباد جو اڳيون اوج صفحو نمبر 33 ۽ حيدراباد شهر ٽالپرن جي دؤر ۾ جي صفحي نمبر 35 تي هن گهٽي تي نانارن جي گهٽي لکيو ويو آهي. هن وقت ان گهٽي ۾

ناٺارن جو ڪوبہ گهر نہ آهي، پر اتي بہ مزارون آهن. هڪ معصوم شاهہ بخاري جي ٻي نامعلوم بزرگ جي. ٻئي مزارون گڏ آهن. مزارن مٿان مقبرو نہ پر هن دؤر جي ڇت تعمير ٿيل آهي، مزارن جو احاطو بلڪل ننڍو آهي. هن وقت مزارن جي احاطي کي نئون خوبصورت تعمير ڪرايو ويو آهي. بلڪل گنجان آبادي ۾ بزرگ ابدي ننڊ ۾ ستل آهن. مزارن جي خدمت ۽ نگراني جمن شاهہ جي پڙ وارا سادات ڪندا آهن. هن وقت اها گهٽي سيد معصوم شاهہ بخاري نالي سڏبي آهي. هنن ٻنهي بزرگن جو تاريخي پسمنظر ڪنهن بہ ڪتاب ۾ موجود نہ آهي ۽ نہ ئي ڪو هنن بزرگن جي خاندان ۾ دعويدار موجود آهي.

قريشي مسجد جي قريب اتر پاسي واري گهٽي کي ڊاڪٽر قمر جهان مرزا سونارن جي گهٽي لکيو آهي (صفحو نمبر 35 حيدرآباد شهر) جڏهن تہ پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا (صفحي نمبر 33 حيدرآباد جون اڳيون اوج) سيد يتيم شاهہ جي گهٽي لکيو آهي. هن گهٽي ۾ سيد يتيم شاهہ بخاري جي مزار آهي ۽ ان جي سامهون گهٽي جي ٻئي پاسي سندس خدمتگار فقير چتر جي قبر آهي. نہ سيد يتيم شاهہ بخاري جي مزار جو ڪنهن تاريخي ڪتاب ۾ ذڪر آهي نہ سندس فقير جي مزار جو. انهن ٻنهي مزارن جو احاطو بلڪل ننڍو آهي، مزارن جي مٿان قبو نہ پر ڇت تعمير ٿيل آهي. گنجان آبادي جي گهيري ۾ بزرگن جون آخري آرامگاهون آهن. هنن بزرگن جي خاندان سان تعلق رکندڙ ڪوبہ دعويدار موجود نہ آهي. هنن ٻنهي مزارن جي خدمت سيد جمن شاهہ جي پڙ جا سادات ڪندا آهن. ايتري گهاٽي گنجان آبادي ۾ ۽ پڪي قلعي لڳ بزرگن جي مزارن جي موجودگي کي ڏسندي ذهن ۾ ڪيترائي خيال ٿا ايرن تہ اهي بزرگ آڳاٽا آهن يا ان کان پوءِ جي دؤر جا آهن ۽ بزرگن جا نالا بہ قابل غور آهن. جي اهو ثابت ٿو ٿي وڃي تہ اهي بزرگ آڳاٽي دؤر جا آهن تہ پوءِ نالا فرضي آهن.

جهڙي طرح اصحاب سڳوري ابو رافع رضہ جو نالو سندس مزار تي گل حيدر شاھہ لکيو ويو آهي.

يتيم شاھہ بخاري جي گهٽي ۾ قريشي صاحبان جا ڪجھہ گهر هئا. قريشي صاحبان شهر جا پراڻا باشنده هئا. انهي خاندان جا ڪيترائي بزرگ پڙهيل اعليٰ عهدن تي فائز هئا. هي شريف خاندان بہ شهر ۾ ٿيندڙ هنگامن دوران ٻين جيان تمام گهڻو متاثر ٿيا، آخرڪار مجبورن شهر نون مالڪن جي حوالي ڪري هتان لڏي ويا. هن خاندان مان سڀ کان وڏيڪ عزت ۽ شهريت قابل احترام غلام رباني کي ملي، جيڪو سپريم ڪورٽ جو جج ٿي رٽائرڊ ٿيو. اسان جو هم ڪلاسي ۽ دوست محترم مظفر علي قريشي بہ هن گهٽي ۾ رهندو هو.

(عبرت مئگزين، پهرين جولاءِ کان 15 جولاءِ 2013ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ

(حصو پهريون)

حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ حضرت سيد محبت علي شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ ۽ قبرستان جي موجودگي اهو ثابت ڪري ٿي تہ هن علائقي جي تاريخ بہ قديم آهي. چاڪاڻ تہ درويش جو وصال اڄ کان 69_268 سال پهرين يعني 1166 هجري ۾ ٿيو هو (حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين) وصال کان پهرين درويش پنهنجي زندگي بہ هتي گذاري هوندي. قبرستان ۾ موجود پيون قبرون ڏسي اهو اندازو ٿو ٿئي تہ اهي محبت علي شاهہ بخاري کان بہ اڳاتيون آهن. چاڪاڻ تہ انهن درويشن جي نالن جي ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي. هي قبرستان الهندي ڪچي ۾ واقع آهي. هن جي تاريخ شايع ٿي چڪي آهي جنهن ۾ هر هڪ ڳالهہ واضح ڪئي وئي آهي. هن علائقي ۾ هڪ ٻيو بہ قبرستان سيد گلاب شاهہ رحہ جو آهي. ان جي تاريخ بہ قلمبند ڪئي ويندي.

الهندي ڪچي جي وسيع ايراضي ميونسپل وارڊ ايف تي مشتمل آهي. هن وارڊ جي حد اتر کان پوليس لائين کان شروع ٿي ڏکڻ طرف اسٽيشن تي ختم ٿئي ٿي. هن وارڊ کي شهر جا مکيہ چار رستا لڳن ٿا. فوجداري روڊ، اسٽيشن روڊ، قاضي عبدالقيوم روڊ ۽ رسالا روڊ. فوجداري روڊ جي حد سينٽ ميري اسڪول کان شروع ٿي هوم اسٽينڊ هال چاڙهي واري چوراهي تي ختم ٿئي ٿي. اتان

اسٽيشن تائين اسٽيشن روڊ آهي. نئين پل جي هينان کان قاضي عبدالقيوم روڊ شروع ٿئي ٿو. جيڪو حيدر چوڪ تي ختم ٿئي ٿو. اتان پوليس لائين تائين رسالا روڊ آهي. وچ تي هڪ رستو ٻيو تلسيداس روڊ آهي. جيڪو ٻه نئين پل کان شروع ٿي فاطمه جناح روڊ سان اچي ملي ٿو. حيدرآباد شهر ۾ سڀ کان پهرين گهڻ ماڙ عمارتون ٻه هن وارڊ ۾ تعمير ٿيون هيون. هڪ رئيس خير محمد خان چانڊيي جي منظور چيمبر قاضي عبدالقيوم روڊ تي، ٻي هوٽل اورينٽ جي عمارت فاطمه جناح روڊ تي. جيڪا عبرت پريس جي ملڪان قاضي صاحبان تعمير ڪرائي هئي، ٽين گهڻ ماڙ عمارت موجوده گول بلڊنگ. اها عمارت شايد ميونسپل ڪميٽي تعمير ڪرائي هئي، اهي ٽئي عمارتون شايد سال 66-1965ع دوران تعمير ٿيون هيون.

الهندو ڪچو وارڊ ايف (روينيو حدن موجب تعلقو سٽي حيدرآباد) هوندڻ ته ذڪڙ طرف اسٽيشن کان شروع ٿئي ٿو پر هن جي خوبصورتي جي حد ٽائون پلاننگ جي اصولن تحت ۽ نقشي موجب قدم گاهه مولا علي عليه السلام جي سامهون ختم ٿي ويل پراڻي ونڊسر بار کان شروع ٿئي ٿي (عمارت اڃا پراڻي حالت ۾ موجود آهي). هن وارڊ ۾ چند مکيه روڊن کان علاوه اندروني ننڍيون ۽ وڏيون. سوڙهيون ۽ ويڪريون گهٽيون ٻه تمام گهٽيون آهن. پر اهي گونيا موجب ۽ ترتيبوار نظر اچن ٿيون. ڪٿي ڪٿي ڪن مجبوري جي حالتن تحت گهٽين ۽ رستن ۾ ڪجهه ويڪرائي ۽ سوڙهائي نظر اچي ٿي. پراڻي ونڊسر بار جي ذڪڻ طرف هڪ رستو آهي، جيڪو تلسي داس روڊ کي پار ڪري اولهه طرف قاضي عبدالقيوم روڊ سان وڃي ملي ٿو. اتان پراڻين جاين جي تعمير نظر اچي ٿي.

وندبسر بار جي ڏکڻ طرف رستي پرسان ايوب خان جي دور حڪومت ۾ جوتن ۽ گاڏين جي پراڻن تائرن جي لياقت مارڪيٽ قائم ڪئي وئي هئي. انهن ۾ پناڻن ۽ ٻين کي آباد ڪيو ويو هو. سڄو ٿي علائقو موجوده باچا خان چوڪ تائين شاهه مڪي روڊ کان قاضي عبدالقيوم روڊ چيئني طرف ايوب خان جي دور حڪومت ۾ گهٽي تعداد ۾ پناڻ آباد ڪيا ويا هئا. هن وقت انهن جو تعداد تمام گهڻو وڌي ويو آهي ۽ روز بروز وڌندو پيو وڃي. باچا خان چوڪ وٽ انگريزن جي دور حڪومت ۾ پوليس ٿاڻو قائم ڪيو ويو هو. هن ٿاڻي جو ذڪر پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 41 تي ڪيو آهي. هن وقت اتي پوليس ٿاڻو نه آهي ۽ عمارت زبون حالت ۾ آهي. هاڻي هن علائقي ۾ پناڻن جي گهڻيل آبادي آهي، هر طرف پناڻن جا دڪان، ڪاروبار، هوٽلون، موٽرن جي مرمت جون گئريجون ۽ ٻيو به گهڻو ڪجهه قائم ٿي چڪا آهن. انهيءَ ايراضيءَ ۾ انگريزن جي دور حڪومت ۾ پاڻي ذخيرو ڪرڻ جا ٽئنڪ به تعمير ڪيا ويا هئا. هي سڄو علائقو بي ترتيب ۽ شهري منصوبابندي جي اصولن ۽ نقشي موجب نه آهي. پراڻي دور جون هتي وڏيڪ ڪي به نشانيون ۽ اثاثا نظر نه ٿا اچن. چئي سگهجي ٿو ته هتي آبادي پاڪستان قائم ٿيڻ کان بعد جي آهي.

حيدرآباد جي جديد تاريخ ۾ هن علائقي ۾ هڪ اهم واقعو به رونما ٿيو هو. ان واقعي جو پسمنظر هي آهي ته 1969ع جي مارچ مهيني ۾ جڏهن صدر پاڪستان فيلڊ مارشل محمد ايوب خلاف ملڪ گير هڙتال ٿي هئي. انهي ڏينهن سڄي ملڪ ۾ سائيڪل جوڦيٽو به نه ڦريو هو نه ئي ڪو دڪان کليو هو. ايتري تائين جو هوائي جهاز ۽ ريلون به نه هليون هيون. ايوب خان خلاف عوام وڏي يڪجهتي جو مظاهرو

ڪيو هو. شاگردن ۽ عوام طرفان جلوس ڪڍيو ويو هو. اهو جلوس شهر مان ڦرندو جڏهن لياقت شو مارڪيٽ وٽ پهتو تہ انهي وقت اتي اسماعيل خان پٺاڻ جي هوٽل هوندي هئي، هي ايوب خان جو وڏو طرفدار هوندو هو. سندس هوٽل تي ايوب خان جي تصوير ۽ گل جي نشان جي تصويرون لڳل هونديون هيون. ملڪ گير هڙتال هئڻ جي باوجود بہ هوٽل کليل هئي. جلوس جي اڳواڻن اسماعيل خان پٺاڻ کي هوٽل بند ڪرڻ ۽ جلوس ۾ شرڪت ڪرڻ جي اپيل ڪئي. هن انهن جي ڳالهہ مڃڻ بجاءِ فائرنگ شروع ڪئي، جنهن ۾ ڪجهہ ماڻهو زخمي ٿي پيا هئا. جوابي ڪاروائي ڪندي جلوس ۾ شريڪ وڏي تعداد جي ماڻهن هوٽل ۽ شو مارڪيٽ کي باهہ لڳائي ڇڏيو. جوتن جي چمڙن ۽ ٽائرن جي باهہ جا شعلا پري پري تائين نظر اچي رهيا هئا. اها باهہ ڪافي وقت تائين ٻرندي رهي ۽ شهر ڪاري دونهين جي وڪڙ ۾ اچي ويو هو. انهيءَ وقت حيدرآباد ضلعي جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ عثمان علي عيساڻي هو جنهن شاگردن جي حمايت ڪئي هئي.

قاضي عبدالقيوم روڊ نئين پل (ريلوي لائين جي مٿان) جي تعمير ٿيڻ بعد وجود ۾ آيو هو. نئين پل شايد 65_1964ع ڌاري ايوب خان جي دور حڪومت ۾ تعمير ٿي هئي، جنهن جو افتتاح محمد خان جوڻيجي ڪيو هو جيڪو ان وقت وفاقي وزير تعميرات ۽ ريلوي هو. اهڙو پٿر بہ پل تي لڳل هو جنهنجي حفاظت نہ ڪئي وئي ماڻهن پٽي ڇڏيو. نئين پل جي تعمير ٿيڻ کان پهرين ۽ قاضي عبدالقيوم روڊ جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ هن وقت جتي عبدالرحمان عباسي جي عباسي چيمبر تعمير ٿيل آهي، اڳي اها نہ هئي، بلڪ اتان ٻنگي پاڙو شروع ٿيندو هو ۽ ممتاز ڪالوني جي مکيہ رستي کان ڪجهہ اورتي تائين ٻنگين جا گهٽي تعداد ۾ ڪچا گهر هوندا هئا. ٻنگي شهر جا قديم

رهاڪو هئا. قاضي عبدالقيوم روڊ تعمير ڪرڻ وقت پنگين ڪي اتان لڏائي ٻئي هنڌ آباد ڪيو ويو. روڊ جي هڪ گهٽي ۾ پنگين جا ڪافي گهر اڃا تائين موجود آهن.

نئين پل تعمير ٿيڻ کان پهرين حيدرآباد شهر جي ذڪڻ اولهه (ريلوي اسٽيشن جي پرئين پاسي وارو) وڏو علائقو جهڙوڪ شهر کان علحده هو. ريلوي جي پرئين پڙ ۾ ٻه ڪيترائي ڳوٺ هئا. جهڙوڪ ڪلهوڙو ڳوٺ، پنهورن جو ڳوٺ، لالو ماڇي جو ڳوٺ، انڙن جو ڳوٺ ۽ ان جي پرپاسي ٻيا ٻه ڪيترائي ڳوٺ هئا. ريلوي جي گهٽي آمدرفت جي ڪري ريلوي اسٽيشن وارو ڦاٽڪ، ڪلهوڙن جي ڳوٺ وارو ڦاٽڪ (جيڪو بعد ۾ ڪانچ ميل وارو ڦاٽڪ مشهور ٿيو). لطيف آباد وارا ڦاٽڪ گهڻو ڪري بند هوندا هئا. پنڌ هلڻ وارو ماڻهو ته ريلوي جون لائينون ٽپي ويندو هو پر گاڏين کي ان علائقي ۾ پهچڻ لاءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڦاٽڪ کلڻ جو انتظار ڪرڻو پوندو هو. درحقيقت اڳي گاڏين جي ايتري رش ڪا نه هوندي سامان هڪ جاءِ کان ٻئي هنڌ پهچائڻ لاءِ اٺ گاڏيون، ڏڳي گاڏيون، گهوڙي گاڏيون ۽ گڏهه گاڏيون هونديون هيون. پل تعمير ٿيڻ بعد اهو علائقو شهر سان گنڍجي ويو آهي ۽ وڏي ترقي ڪري چڪو آهي.

قدم گاهه مولا علي عليہ السلام جي سامهون ونڊسر بار هئي، جيڪا ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ 1976ع ۾ شراب تي پابندي لڳڻ ڪري ختم ٿي. بار جي عمارت جي پرسان سوڙهي گهٽي ۾ هالائي ميمڻ جو گهر هوندو هو. انهن مان هڪ بزرگ محمد موسيٰ ميمڻ ياد اچي ٿو. هن گهر جو ٻيو دروازو لياقت شو مارڪيٽ واري رستي تي به هو. اهي ورهاڱي دوران هتان لڏي ويا. گهٽي جي ڪنڊ تي شهر جي مشهور ريڊيو هوٽل هوندي هئي، جيڪا انگريزن جي دور ۾ تعمير ٿي هئي، هن

هوٽل جو مالڪ ۽ ونڊ بار جو مالڪ سنڌي هئا. هن هوٽل جو وڏو اوج هو. هن ۾ رهائش لاءِ ڪمرا هوندا هئا. سنڌ جا نامور سردار، وڏيرا، زميندار، فنڪار هن هوٽل ۾ اچي رهندا هئا. مرحوم محمد ابراهيم ڳاٽڻو هن هوٽل ۾ مستقل رهندو هو. هوٽل بہ گهڻو وقت اڳ ختم ٿي وئي. انهي سوڙهي گهٽيءَ جو دنگ تلسي داس روڊ تائين آهي. هن سوڙهي گهٽي ۾ سنڌين جا ڪجهہ گهر هئا. ريڊيو هوٽل کان اتر طرف هلڻ شروع ڪبو تہ چند قدمن جي فاصلي تي هڪ بلڪل سوڙهي گهٽي آهي، انهي گهٽي ۾ گهڻو وقت اڳ مرحوم اُستي حاجي مرحوم رازي جو گهر هو جيڪو هتان لڏي وڃي ٽنڊومير نور محمد رهيو هو. سندس اولاد اڃا اتي رهي ٿو.

اتي روڊ جي الهندي پاسي ڪجهہ ٻيا بہ دڪان هئا. انهن مان هڪ دڪان مرحوم محمد انور ميمڻ هالن واري جو هوندو هو. ان دڪان ۾ ليٿ مشين لڳل هئي. دڪان جي مٿان مرحوم جو گهر هو. پر ان ۾ هو اڪيلو رهندو هو. هن پنهنجي گهر ۾ پيپلز پارٽي جي آفيس قائم ڪئي هئي.پيپلز پارٽي جي شروع واري دور ۾ مرحوم غلام علي ميمڻ، ڄام عبدالڪريم، ٻين ساٿين ۽ مون مرحوم انور ميمڻ سان گڏجي پارٽي لاءِ ڪم ڪيو هو. مرحوم ذوالفقار ڀٽي جو وڏو شيدائي هوندو هو. مرحوم هنگامن جي شروع واري وقت ئي اتان لڏي ويو هو. مرحوم جي دوڪان جي پرسان سلطان لاجنگ ۽ بورڊنگ (هوٽل ۽ مسافرخانو هو) ان جي بلڪل پرسان شمس سئنيما هئي، جيڪا انگريزن جي دور ۾ ڪنهن هندو سيٺ تعمير ڪرائي هئي. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد هن جو مالڪ مهاجر هو. هن سئنيما جو وڏو اوج هوندو هو جيستائين سئنيما قائم هئي، هن علائقي ۾ وڏي رونق هوندي هئي ۽ شهرين جي تفريح گاهہ بہ هئي. سئنيما ۽ هوٽل ختم

تي ويون، عمارتون موجود آهن، پر زبون حالت ۾ کنڊرات نما آهن.
شمس سئنيما جي سامهون روڊ جي ٻئي پر ڪجهہ مسافرخانہ هوندا
هئا، اهي ٻہ ختم ٿي ويا هوٽل ۽ سئنيما جو هڪ دروازو اسٽيشن روڊ
۽ ٻيو دروازو تلسي داس روڊ طرف هوندا هئا. جو انهن جون ايراضيون
وڏيون هونديون هيون.

شمس سئنيما پرسان هڪ هوٽل هوندي هئي، هن جي ٻيگهہ
ٻہ تلسيداس روڊ تائين هئي. انهي لڳ ڦٽ پاٿ تي فريم ساز جو دڪان
هوندو هو. ان جي مٿان پاسبان اخبار جي آفيس هئي، جنهن جو ايڊيٽر
اختر شاهہ هوندو هو. جيڪو مهاجر هو. رات جي وقت هن جو موجن ۾
هئڻ جو وقت ياد ٿو اچي. وڏي عمر جو هوندو هو. سيٺ ڏٽي بخش عرف
وڪيو جو انهيءَ قطار ۾ ريگل ڊرائي ڪيلنر وڏي اوج تي هو. سيٺ جو
گهر ۽ ڏوٻي گهاٽ تلسيداس روڊ پرسان گهٽي ۾ هوندو هو انهي ڏوٻي
گهاٽ ۾ هن جي اوطاق ٻہ هوندي هئي. بيحد قربائتو، يار ويس ۽ شريف
طبيعت جو ماڻهو هوندو هو. هن وٽ اوطاق تي هر وقت يار دوست
موجود هوندا هئا. ماڻهن جي خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ٻہ ڪسر نہ ڇڏيندو
هو. سيٺ ڳائڻ جو شوقين هوندو هو. سازندن سان ٻہ هن جي وڏي پريت
هوندي هئي، انهي گهٽيءَ مان لنگهبو هو تہ ڳائڻ ڍولڪ، هارمونيم،
بينجو ۽ ٻين سازن جا آواز پيا ايندا هئا، اهي سيٺ جا اضافي شوق هئا،
هونئن ڪاروبار ۾ ٻہ گهري دلچسپي هوندي هيس. سيٺ جو دڪان ٻہ
ڪليمن جي ور چڙهي ويو. ويچارو وڪيلن جي آفيسن ۽ ڪورٽن
جون پيو حاضريون پريندو هو. باقي گهر، ڏوٻي گهاٽ، اوطاق ۽ ڪجهہ
ٻيون جايون جيڪي هن جون ذاتي ملڪيتون هيون، انهن بابت خبر نہ
آهي مرحوم جو هڪ پٽ ممتاز هوندو هو. خبر نہ آهي هو ڪٿي ٿو
رهي، ڪهڙي حالت ۾ آهي. مرحوم شهر جي هڪ ڪنڊ ۾ روشن ڏيئو

هو. تقريبن 25 سالن کان بہ وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي، مرحوم هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي حقيقي مالڪ سان مليو.

سيٺ ڏٽي بخش عرف سيٺ وڪيو جي دڪان جي پرسان شهر جي هڪ هردلعزيز سهڻي، من ڪي موهيندڙ شخصيت سيٺ محمد ساجن جو حجام جو دڪان هوندو هو. حجام جي دڪان سان گڏوگڏ ماڻهن جي جهڙوڪ تفريح گاهہ ۽ دل وندرائڻ جي جاءِ بہ هئي. سيٺ جي دڪان جو ٻيو دروازو تلسيداس روڊ پاسي هوندو هو، اتي هن هڪ لانڍي اڏي ڪچي اوطاق قائم ڪئي هئي، ان جي پرسان هڪ ٻيو دڪان بہ سيٺ وٽ هو هو اوطاق ۽ مهمان خاني طور استعمال ڪندو هو. سيٺ محمد ساجن يار ويس، قربائتو ۽ عزتون ڏيندڙ ماڻهو هو. هن جو حمام صاف سٿرائي جي ڪري شهر ۾ تمام گهڻو مشهور هوندو هو. هن جي دڪان تي وار ۽ شيوَ ناهڻ جا مشهور ۽ ماهر ڪاريگر هوندا هئا. جيئن سيٺ وڪيو جي دڪان جا ڪپڙي ڌوئڻ ۽ استري ڪرڻ جا ماهر ڪاريگر هئا. سيٺ ساجن جي دڪان تي هر وقت رش هوندي هئي، هرڪو پنهنجي واري جي انتظار ۾ هوندو هو. سنڌ جا وڏيرا، جاگيردار، سردار، جيڪي شهر گهمڻ يا ڪنهن ڪم ڪار سانگي ايندا هئا، اُستي ساجن جي اوطاق ۽ دڪان تي ويٺل نظر ايندا هئا. فنڪار ڳائڻا بہ اُستي ساجن جي حاضري ڀرڻ ايندا هئا، انهن جي پسند ۽ شوق جي شيءِ اتي مهيا ٿيندي هئي. استو ساجن شهر جو قيمتي سرمايو هو. ڏيئو ٻاريو دڪان ۽ اوطاق کي روشن ڪيو ويٺو هوندو هو. ڪيترن ئي بي گهر ماڻهن جو سهارو بہ هوندو هو. استي جي دڪان تي هڪ ملازم نالي راڌو هندو هوندو هو دڪان جي سامهون ڌرم شالا ۾ رهندو هو. ويچارو ڪزور دماغ هوندو هو ان جي ڪري دڪان ۽ اوطاق تي وڏو ڇهڇٽو هوندو، هرڪو ان کي چيڙائي، ڳالهيون

ٻڌي پيو مزو ونندو هو. اُستي محمد ساجن جو دوڪان بہ ڪليمن جي ڪاري قانون جي وڪڙ ۾ اچي ويو هو. ويچارو وڪيلن جي آفيس جا چڪر پيو هڻندو هو ۽ ڪورٽن جون حاضريون پيو ڀريندو هو. تقريبن 25 سالن جو عرصو گذري چڪو آهي, ويچارو هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪو آهي.

اُستي ساجن جي دڪان جي ڀرسان گهڻو وقت اڳي ايراني هوٽل هوندي هئي. ڪنڊ تي هڪ ٽانڪي وارو ننڍو پيٽرول پمپ هوندو هو. اتي اسٽيشن روڊ جي حد ختم ٿي چوراهو آهي. انهيءَ چوراهي جي وچ تي ٽريفڪ تي ضابطو رکڻ لاءِ ڇتي نما هڪ جاءِ ٺهيل هئي, جتي ٽريفڪ جو سپاهي ويهندو هو. چوراهي جي ايرندي هو اسٽينڊ هال چاڙهي, اولهہ طرف فاطمہ جناح روڊ (پراڻو نالو گدو روڊ) اتر طرف فوجداري روڊ . ڏکڻ طرف اسٽيشن روڊ آهي. چوراهي کان چند قدمن جي فاصلي تي تلسيداس روڊ آهي. اڳي هي رستو اهميت وارو هوندو هو نئين پل تعمير ٿيڻ ۽ قاضي عبدالقيوم روڊ جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ هن روڊ جي اهميت گهٽجي وئي هئي. تلسيداس روڊ تي سوزوڪي اسٽيڊ قائم ڪيو ويو اهو سوزوڪي اسٽينڊ ڀرين زنانہ اسپتال وٽ هوندو هو. روڊ جي سوڙهي ٿيڻ, ٽريفڪ مسئلا پيدا ٿيڻ ۽ زنانہ اسپتال انتظاميہ طرفان اعتراض ٿيڻ جي ڪري سوزوڪي اسٽينڊ اتان ختم ڪيو ويو هو. ان کان ڀرين اتي مُني ٽيڪسيون بيهنديون هيون. انهن جو اسٽينڊ ڀريون شروع ۾ زنانہ اسپتال سامهون ڪيفي فردوس واري روڊ تي هو. مُني ٽيڪسي ۽ سوزوڪين جي اچڻ بعد وڪٽوريا ۽ ٽانگن جو رهيل ٿورو اوج بہ ختم ٿي ويو هو. مُني ٽيڪسين ۽ سوزوڪين کان ڀرين شايد 64-1963 ۾ رڪشا اچي چڪا هئا. انهن جي اچڻ بعد ٽانگن جو زوال شروع ٿيو هو. هن وقت

شهر ۾ ڪي چند ٽانگا هلندي نظر اچن ٿا. انهن جو حال بہ هيٺو آهي. ٽانگن وارا الائيءَ ڪيئن گذر سفر ڪري رهيا اهن. 86-1985 کان پهرين هن چوراهي ۽ پرپاسي جا علائقا وڏي اهميت وارا هوندا هئا. جو اهي علائقا شهر جي سونهن ۾ شامل هوندا هئا. انهي علائقي جي سونهن ۾ اهميت جا اسباب ڇپرو ٽانگا اسٽينڊ، پهرين باغ پوءِ ڪوهہ نور سئنيما، اورينٽ هوٽل، پيرو حلوائي جو دڪان، منهنجي والد صاحب مرحوم غلام حيدر جو ڪير جو دڪان، ٽيڪسي اسٽينڊ، بخار هوٽل، پهلوان پان وارو سلطان هوٽل، حيدر چوڪ وارو ننڍڙو خوبصورت پارڪ، شمس سئنيما ۽ ڪجهہ اهم شخصيتون هنا. ميونسپل ڪميٽي طرفان هن علائقي ڏانهن صفائي سٿرائي جو خصوص توجهہ هوندو هو. مضبوط ضابطو هوندو هو قانون جي بالادستي هوندي هئي، امن امان، ميٺ محبتن وارو زمانو هو. پوليس جو هڪ سپاهي بہ اهميت وارو هوندو هو. هن وقت انهيءَ اهميت واري سهڻي علائقي جي ڇا حالت آهي، نہ اهي جايون آهن، نہ ماڻهو آهن نہ نشانيون آهن، پراڻيون جايون جيڪي بچيون آهن زبون حالت ۾ آهن.
(عبرت مئگزين، 16 جولاءِ کان 31 جولاءِ 2013ع)



# حضرت سيد بوچالو شاهہ رحہ جي درگاهہ ۽ آسپاس ٻيون درگاهون

حيدرآباد شهر بابت لکيل ٻن تاريخي ڪتابن ۾ بوچالو شاهہ چاڙهي جو ذڪر ملي ٿو: (1) حيدرآباد شهر جو اڳيون اوج' صفحو نمبر 34 ۽ 'حيدرآباد شهر تالپرن جي دور ۾' صفحو نمبر 39. مگر خود بوچالو شاهہ بابت ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ نہ ڪو حوالو ملي ٿو نہ تاريخي پسمنظر بيان ٿيل آهي تہ هي درويش ڪتان ۽ ڪهڙي دؤر ۾ آيو هو ۽ وفات ڪهڙي سال ۾ ڪيائين. بوچالي شاهہ جي درگاهہ خلائق لاءِ زيارت گاهہ آهي. بوچالي شاهہ بابت مليل جاڻ لکڻ کان پهرين بوچالو شاهہ چاڙهي جو جائزو وٺي اهي حقيقتون لکجن ٿيون.

بوچالو شاهہ چاڙهي اندر آبادي ۾ آهي، اها مکيہ روڊ سان ڪانہ ٿي ملي، جڏهن تہ هن کي قريب شهر جو مکيہ فوجداري روڊ آهي. جيئن ٻيون چاڙهيون مکيہ روڊن سان ملن ٿيون، هن چاڙهي جو نقشو ائين نہ آهي. هن چاڙهي تي پهچڻ لاءِ جيڪڏهن پنڌ هلجي تہ قريب ٽي گهٽيون آهن. چوٿين گهٽي مان گاڏي ذريعي ۽ پنڌ بہ پهچي سگهجي ٿو. اتر پاسي پهريون رستو چوٽڪي گهٽي چاڙهي کان ذڪڻ [1]يرندي پاسي وڃي ٿو. رستو ايترو ويڪرو نہ آهي ۽ نہ سڌو آهي، بلڪ ور وڪڙ تي آهي. ٻي گهٽي حافظ موسيٰ ڪسائي لائين آهي، هتان موٽر سائيڪل تي يا پنڌ چاڙهي طرف وڃي سگهجي ٿو. ٽيون رستو ڪاسابن جي پڙ وٽان آهي، جتي علم پاڪ نسب ٿيل آهي، [1]اتان بہ

---

[1] حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 168

موٽر سائيڪل يا پنڌ چاڙهي طرف وڃي سگهجي ٿو. پر انهيءَ رستي کي به ور وڪڙ آهن. چوٿون رستو هوپفل اسڪول وٽان آهي، ان گهٽي ۾ ڏاڪٽيون آهن، ان ڪري فقط پنڌ وڃي سگهجي ٿو. هن گهٽي وٽ بيهي ڏسي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ٽڪر ڪيتري اوچائي تي متي آهي. انهيءَ اوچي ٽڪر تي ختم ٿي ويل برانچ نور محمد هاءِ اسڪول جي پراڻي عمارت زبون حالت ۾ اجا تائين موجود آهي. اهي گهٽيون فوجداري روڊ کان بوچالو شاهه چاڙهي طرف وڃن ٿيون. هن چاڙهيءَ تي پهچڻ لاءِ بيون به ڪيتريون ئي سوڙهيون گهٽيون شاهي بازار، چوٽڪي گهٽي، ريشم گهٽي کان بوچالو شاهه چاڙهي طرف وڃن ٿيون، جيڪي موٽر سائيڪل يا پنڌ هلڻ جيتري گنجائش رکن ٿيون. ان کان علاوه ان علائقي ۾ ڪجهه ڏاڪٽيون بيون به آهن.

زميني حقيقتن جو جائزو وٺڻ بعد انهيءَ ڳالهه تي غور ٿو ڪجي ته بوچالو شاهه چاڙهي کي مڪيه فوجداري روڊ سان ڇونه ملايو ويو جڏهن ته روڊ چاڙهي کان چند قدمن جي فاصلي تي آهي. اها ڳالهه نه ڪنهن تاريخي ڪتاب ۾ لکيل آهي ۽ نه ڪنهن بزرگ ٻڌائي آهي، پر زميني حقيقتن کي ڏسندي منهنجي ذاتي راءِ اها آهي ته چاڙهي جي روڊ سان سڌي طرح نه ملڻ جو مڪيه سبب مون کي اهو ڏسڻ ۾ آيو ته چاڙهي لڳ مسجد آهي، چند ئي قدمن جي فاصلي تي ڪاساين جي پڙ جو علم پاڪ نسب ٿيل آهي. ٿي سگهي ٿو ته مسجد شريف ۽ علم پاڪ روڊ جي تعمير کان اڳ جا هجن. جو روڊن چاڙهين جي تعمير جو ڪم جيڪو انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ ٿيو هو مسجد ۽ علم جو تقدس برقرار رکندي، چاڙهي کي سڌو روڊ سان نه ملايو ويو هجي، بلڪ ان کي موڙ ڏنو ويو هجي. ڪاساين جي پڙ جي اڳواڻن جا گهر ۽ ڪجهه گهر سومرا ڪٽين جا به اتي هئا. انهن جو شمار به شهر جي قديم باشندن ۾ ٿئي ٿو.

آئون پنهنجي اڳوڻي بيان کي وري بہ ورجائيندي لکان ٿو تہ قديم شهر پهرين نيرون ڪوٽ پوءِ حيدرآباد جيڪو ٽڪر تي قائم آهي، جي ڏيگهہ ڏکڻ کان پڪي قلعي کان شروع ٿي اتر طرف غلام شاهہ ڪلهوڙي جي مقبري تي ختم ٿئي ٿي. ويڪر اوڀر کان اولهہ طرف ايتري آهي، جيتري پڪي قلعي جي آهي. اها ٽڪري جيڪا هن وقت چئن ئي طرف کان گنجان آباديءَ جي گهيري ۾ آهي، ڏانهن نظر ڊوڙائبي تہ اها هڪ جهڙي سڌي نہ آهي، بلڪ ڪيترن ئي جاين تي اهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ٽڪريءَ جي مٿان بہ ڪٿي ڪٿي ٽڪريون آهن، ٽڪر بہ ڪٿي مٿاهين تي آهي تہ ڪٿي ڪجهہ هيٺاهين تي آهي. قدرت واري ٽڪر جي عجيب جوڙجڪ ڪئي آهي. جو ڪي چاڙهيون تمام گهٽيون اُڀيون ۽ اوچائي تي آهن تہ ڪي انهن کان ڪجهہ هيٺاهين تي آهن. قدرت واري جي اهڙي جوڙجڪ جو جائزو وٺڻ بہ تمام ضروري هو جو اهڙي قسم جي نشاندهي پهرين نہ ٿيل آهي.

حضرت سيد بوچالو شاهہ رحہ جنهن جو اصلي نالو نہ ڪنهن تاريخي ڪتاب ۾ لکيل آهي نہ ئي اصلي نالي جي عام ماڻهو کي خبر آهي، پر درگاهہ جو موجوده متولي الهہ بخش صبح پوٽو ۽ سندس پاءُ مرحوم لکاڏنو ٻڌائيندو هو تہ سائين جو اصل نالو سيد محمد شاهہ هو. متولي الهہ بخش هن وقت وڏي عمر جو ٿي چڪو آهي ۽ تمام گهڻو ضعيف آهي. سيد بوچالي شاهہ رحہ جي مزار چاڙهي جي ڏکڻ طرف مٿي هڪ ننڍي ٽڪريءَ تي موجود آهي. متولي ٻڌايو تہ سندس وڏا جيڪي سائين جا ۽ سندس درگاهہ جا خدمتگار رهيا، ٻڌائيندا هئا تہ بوچالو شاهہ ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ هتي آيو هو پر سندس وفات انگريزن جي دور ۾ ٿي هئي. سائين وڏي عمر ماڻي هئي. متولي ٻڌايو تہ سندس وڏن اهو ٻڌايو هو تہ سائين دهلي کان هتي آيو هو. اڙدو

ڳالهائيندو هو موجوده جاءِ تي زندگي گذاريائين. متولي الهه بخش اهو به ٻڌايو ته سندس وڏا ٻڌائيندا هئا ته سائين جي وصال وقت کو تنازعو پيدا ٿيڻ ڪري سائين کي هتي دفن ٿيڻ نه ڏنو ويو هو. جڏهن ته سائين جي وصيت موجب هتي ئي دفن ڪرڻو هو. مجبورن سائين کي امانت طور پراڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو هو. تنازعو ختم ٿيڻ بعد لاش جيڪو صحيح سلامت قبر مان نڪتو هو ڏام ڏوم سان آڻي هن جاءِ تي دفنايو ويو هو. اهو دؤر انگريزن جو هو. متولي ٻڌايو ته اهڙي تنازعي بابت سائين اهڙيون ڳالهيون پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي ماڻهن کي ٻڌائيندو هو. متولي وڏن جون ٻڌايل ۽ سائين جون خود ڏنل ڪرامتون ٻڌائيندو هو جتي بوچالي شاهه جي مزار آهي. اُها چاڙهي کان مٿانهين هڪ ننڍي الڳ ٽڪري تي نمايان نظر ايندي.

مزار لڳ هڪ ڪمري واري جاءِ آهي. جنهن کي بوچالي شاهه جو اوتارو چيو ويندو هو. انهيءَ اندر هڪ ڪوٺي آهي. ان ۾ پراڻي ڪٺ، ڪاٺ جي جُتي، ويراڳڻ ۽ نفيل رکيون آهن. متولي ٻڌايو ته ڪٺ بوچالي شاهه جي دور جي آهي. سائين ان ڪٺ تي ويهندو هو جتي سائين پاڻ استعمال ڪندو هو. ڪٺ جي مٿان غلاف چڙهيو پيو آهي. اها جاءِ ڪچي هوندي هئي، ڊهي پئي هئي، جيڪا بلڪل زبون ٿي چڪي هئي. شايد 06_2005 ۾ ان کي پڪو ٺهرايو ويو. ان تعمير جي ڪم ۾ هن فقير جو به تمام گهڻو حصو آهي. انهيءَ وقت موقعي جو فائدو وٺندي ڪجهه سازشي ماڻهو درگاهه تي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. هن وقت بوچالي شاهه جو پڙ جي نالي مشهور آهي. اتي سهڻو علم پاڪ نسب ٿيل آهي. محرم صفر جي مهينن ۾ ماتمي قافلا برآمد ٿيندا آهن. بوچالي شاهه جو ميلو هر سال سفر جي مهيني ۾ لڳندو آهي. اڳي هن ميلي جو اوج هوندو هو. چادر جو جلوس

دهلن ڏمالن سان نڪرندو هو. ڳائڻ وڄائڻ جون محفلون ٿينديون هيون مشهور ڳائڻو سيد سليمان شاهه به اچي حاضري ڀريندو هو. هن وقت ميلي جو اڳيون اوج نه آهي. فقط سادگي ۾ ميلي جون رسمون ادا ڪيون وڃن ٿيون.

. مزار جي مٿان قبو يا ڇت نه آهي. مزار کليل ميدان تي پراڻي نم جي ڇانوَ هيٺ آهي. بوچالي شاهه جي مزار جي پرسان موجوده متولي الهه بخش جي وڏي ڀاءُ فقير لڪاڏني صبحپوتي (ساتي) جي مزار نم جي وڻ جي ڇانوَ هيٺ آهي. فقير 85_1984ع ۾ فوت ٿي ويو هو. درگاهه جي احاطي جو فرش ٽائيلس جو آهي. درگاهه تي عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا رهندا آهن. فقير لڪاڏنو بي اولاد گذاري ويو.

متولي الهه بخش جو گهر درگاهه کان چند قدمن جي فاصلي تي آهي. هن پاڙي جي تاريخ قديم آهي. جنهن جو ذڪر قمر جهان مرزا پنهنجي لکيل ڪتاب 'حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دور ۾' جي ص نمبر 39 تي ڪيو آهي. ساتين جي پاڙي جو وڏو اوج هوندو هو. هن پاڙي ۾ ساتين جا ڪيترائي گهر هئا. بوچالو شاهه جي متولين کان علاوه ٿادر بخش منو ساتي، الهڏنو ساتي، برادي ساتي، محمد بخش ممون ساتي، مقبول ساتي، ڦوٽو ساتي، عبداللطيف ساتي ۽ ٻين به ڪيترن ئي ساتين جا گهر هوندا هئا. ساتي پاڙي لڳ بوچالو شاهه چاڙهي تي درگاهه سامهون غلام محمد جروار ٽريزري آفيسر جو گهر هوندو هو. ڪاساين جي پڙ واري مسجد سامهون سٽي سرويئر محمد بچل گهلو جو گهر هوندو هو. شهر ۾ ٿيندڙ هنگامن دوران اهي سڀئي گهر هٿان لڏي ويا. الهه بخش ڪن مجبورين سبب وري به اچي ساڳي جاءِ ۾ رهيو آهي، هن جو مائٽ الهورايو جيڪو ويجهڙائي ۾ گذاري ويو آهي، اهو به اچي هتي رهيو هو. هن جو اولاد اڃا تائين ساڳي جاءِ ۾ رهندو آهي.

انهيءَ پاڙي ۾ 1988ع وارن هنگامن دوران ٻن سنڌين کي بيگناهه گهرن جي اڳيان شهيد ڪيو ويو هو. هڪ بلوچ جيڪو ساٿين جي پاڙي ۾ رهندو هو. ٻيو محمد حيات سومرو جيڪو بوچالي شاهه چاڙهي پرسان ڏاڪٽن واري رستي وٽ رهندو هو. اتي محمد الياس نومري جو به گهر هو هن وٽ ڳائو مال هوندو هو گهر جي اڳيان ميدان تي ٻيٺو هوندو هو. هن گهر وارا گهڻو وقت اڳي هتان لڏي ويا هئا. خبر نه آهي الائي ڪٿي ٿا رهن. هن وقت اتي ميدان لڳو پيو آهي. ساٿين جي پاڙي وٽ ندو حمال گهٽي هئي، ان ۾ هڪ علم نسب ٽيل هو. ندي حمال جو ذڪر ٽالپرن جي دور واري تاريخ ۾ ملي ٿو. ندو حمال ڪير هو ان دؤر ۾ هن جا ڪهڙا ڪارناما هئا. اها حقيقت ڳولڻ جي ضرورت آهي. ساٿين جو پڙ. بوچالو شاهه پڙ ۽ بوچالو شاهه چاڙهي جو ذڪر پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي لکيل ڪتاب 'حيدرآباد جو اڳيون اوج' جي صفحي نمبر 33 ۽ 34 تي ڪيو آهي.

## حضرت سيد سليمان شاهه رحه جي درگاهه

حضرت بوچالي شاهه جي درگاهه جي سامهون اڀرندي طرف حضرت سيد سليمان شاهه رحه جي مزار آهي، ان جي مزار پرسان سيد رڪيل شاهه رحه جي مزار آهي. ٻنهي درويشن جو تاريخي پسمنظر ڪنهن به تاريخي ڪتاب ۾ نظر مان نه گذريو آهي. ته اهي درويش ڪير هئا. ڪٿان ۽ ڪهڙي دؤر ۾ ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ هتي آيا هئا ۽ سنڌن وصال ڪهڙي دؤر ۾ ٿيو. هن درگاهه جو موجوده متولي الهه بخش صبح پوٽو (ساٿي) آهي. حيدرآباد شهر ۾ آرامي درويشن جو تاريخي پسمنظر ڪتابن ۾ موجود نه هئڻ ڪري تفصيلي تاريخ لکڻ ۾ ڏکيائي ٿي رهي آهي.

اڳي اهي ٻئي مزارون ڪچيون نهيل. ٿلهي تي. بغير پٿين ۽ ڇت جي هونديون هيون. هڪ طرف کان سليمان شاهه جي امام بارگاهه ٻئي طرف کان گهر هو. باقي ٻن پاسن کان ننڍيون ڪچيون پٿيون نهيل هيون. ڪجهه سال اڳ مزارن جي مٿان ڇت تعمير ڪرائي درگاهه کي جديد عمارتسازي جي فن سان سهڻو ناهيو ويو آهي. درگاهه جو احاطو بلڪل ننڍو آهي. اڳي هتان لنگهبو هو ته مزارون بغير ڇت ۽ پٿين جي عجائبات نما نظر اينديون هيون. هن وقت ٻنهي مزارن کي پٿين ۽ ڇت هيٺ دروازو لڳائي محفوظ ڪيو ويو آهي. زميني حقيقتن جو جائزو وٺندي ۽ سنولي جي زباني بيان تي غور ڪندي انهيءَ نتيجي تي ٿو پهچي ته اهي ٻئي بزرگ بوچالي شاهه کان تمام گهڻو آڳاٽا آهن.

تقريبن 40_45 سال اڳ شهر ۾ سليمان شاهه جي پڙ جو تابوت شهر ۾ مشهور هوندو هو. اهو تابوت قدآور پراڻي مضبوط ڪاٺ سان ماهر واڍن جي هٿ جو نهيل هو. اها خبر نه پئجي سگهي ته اهو تابوت ڪنهن ۽ ڪهڙي دؤر ۾ نهرايو هو. وڏي عمر جا ماڻهو جيڪي انهي وقت 70_80 سالن جا هئا ٻڌائيندا هئا ته اهو تابوت تمام گهڻو پراڻو آهي. تابوت سليمان شاهه جي درگاهه لڳ ڪچي نهيل امام بارگاهه ۾ رکيو هوندو هو. تابوت تي پراڻي وقت جون سنهري رنگا رنگي پنيون چڙهيل هونديون هيون. جيڪي چمڪندي وقت بيحد سهڻيون لڳنديون هيون. تابوت محرم مهيني جي ڏهين تاريخ ٻنپهرن کان امام بارگاهه مان ڪنيو ويندو هو. بوچالي شاهه واري چاڙهي لهي، چوٽڪي گهٽي واري چاڙهي چڙهي شاهي بازار پهچندو هو. اتان منزلون ڪندو پڪي قلعي واري چاڙهي لهي قدم گاهه حضرت علي عليہ السلام تي پهچندو هو. جتي شهر جي ٻين پڙن مان نڪتل بيا به تابوت پهچندا هئا. شام جي وقت اهو تابوت مرڪزي قافلي سان گڏ اسٽيشن روڊ،

فوداري روڊ کان ٿيندو، بوچالي شاهه واري چاڙهي چڙهي واپس امام بارگاهه ۾ رکيو ويندو هو. تابوت کڻڻ وقت شهر جا پورهيت جهونا توڙي نوجوان وڏي طاقت جو مظاهرو ڪندا هئا. تابوت قدآور ۽ تمام گهڻو وزندار هوندو هو. وڏي احتياط سان ڪلهن تي ڪنيو ويندو هو. تابوت کڻڻ وارا هلڻ وقت هڪٻئي کي ساهي ۽ سهارو ڏيندا تڪڙا هلندا رهندا هئا. تابوت کڻڻ وقت عجب منظر هوندو هو. ڏسڻ وارن جي تمام گهڻي رش هوندي هئي.

اهو تابوت تمام گهڻو زبون ٿي وڃڻ ڪري نڪرڻ بند ٿي ويو هو. پراڻي ڪچي امام بارگاهه به ڊهي پئي هئي. تقريباً 25_30 سال اڳ درگاهه جي متولي نئين امام بارگاهه، پراڻي جاءِ تي تعمير ڪرائي ان ۾ بوچالو شاهه جي پڙ جو نئون نهرايل تابوت (شايد 75_1974ع ۾ نهرايو ويو هو) رکيو ويو آهي. در حقيقت درگاهه جي متولين فقير لکاڏني مرحوم ۽ الهه بخش سان اسان جو پراڻو نيازمندي وارو رشتو ۽ ناتو هو. شهر ۾ رهندا هئاسين ته اسان جو واندڪائي وارو وقت بوچالي شاهه جي درگاهه تي گذرندو هو. پيا به ڪيترائي ساٿي اتي اچي گڏ ٿيا هئا. جن ۾ سر فهرست غلام قادر چانڊيو ۽ خير محمد سومرو هئا. سليمان شاهه ۽ رکيل شاهه جي مزارن تي عقيدتمند حاضري پرڻ ايندا رهندا هئا. پر درويشن جي مزارن تي ميلو نه لڳندو آهي.

## حضرت سيد حڪيم شاهه ۽ سيد مقيم شاهه جون مزارون

ساتين جي پاڙي ۾ هڪ سوڙهي گهٽي ۾ هڪ پاسي موجود انهن مزارن کي گڏ ڏسي تعجب ٿيندو هو. مزارن پاسي نه پٽ تعمير ٿيل هُئي نه ڇت. مزارون پراڻي وقت جون ڪچيون نهيل هونديون هيون. انهن بزرگن جو ڪنهن به تاريخي ڪتاب ۾ پس منظر بيان ٿيل نه

آهي. وڏڙن کان انهن مزارن بابت معلوم ڪيو هو تہ ٻڌائيندا هئا تہ هي
پڙاڻي وقت جي شهيدن جون آهن. هڪ جو نالو سيد حڪيم شاهہ ۽
ٻئي جو نالو سيد مقيم شاهہ رحہ هو. جيڪڏهن اهو پڇبو هو تہ اوهان
کي هنن درويشن جي نالن جي خبر ڪيئن پئي تہ چوندا هئا تہ هنن
جي وڏن اهي نالا ٻڌايا هئا. زميني حقيقتن کي جانچي ڏسڻ ۽ بزرگن
جون ڳالهيون ٻڌڻ بعد اهو يقين ٿيندو هو تہ اهي ٻئي بزرگ آڳاٽا آهن
۽ آبادي کان بہ گهڻو پهرين جا آهن. تاريخي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو
تہ ساٽين جي پاڙي جو بنياد ٽالپرن جي دؤر ۾ پيو هو. هي ٻئي بزرگ
انهي دؤر کان بہ گهڻو آڳاٽا ٿا نظر اچن.

حيدرآباد شهرر بابت لکيل تاريخي ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ
بعد اهو معلوم ٿيو تہ حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين بہ هتي
آبادي هئي، تي سگهي ٿو تہ اهي بزرگ بہ انهيءَ دؤر جا هجن. پر انهن
جي تاريخ لکڻ کان رهجي وئي هجي. انهن دوريشن جي نہ وڏن جي
تاريخ آهي نہ اولاد جي، اها بہ خبر نہ پئجي سگهي تہ درويش ڪهڙي
دؤر ۾ ۽ ڪٿان آيا هئا. سندن وفات ڪهڙي دؤر ۾ ۽ ڪڏهن ٿي.
اهڙيون حقيقتون وڌيڪ تحقيق ڪرڻ تي مجبور ڪن ٿيون. جتي
بزرگن جي آخري آرام گاهہ آهي، اها جاءِ بلڪل سوڙهي آهي. انهن
بزرگن جي درگاهہ جي ٽن طرفن کان رهائشي گهر آهن. دروازي واري
پاسي سوڙهي گهٽي آهي. هن وقت درويشن جي مزارن مٿان ڇت تعمير
ٿيل آهي. درگاهہ کي جديد عمارتسازي جي فن سان خوبصورت بڻايو
ويو آهي. هنن درويشن جي درگاهہ جي خدمت پاڙي وارا ڪندا آهن.
درگاهہ جو ساليانو ميلو بہ منعقد ڪيو ويندو آهي. جيڪو اهتمام پڻ
پاڙي وارا ڪندا آهن. قديم باشندن جي هن پاڙي مان لڏي وڃڻ ڪري
هاڻي هن پاڙي جو اڳيون اوج ۽ رونقون نہ رهيون آهن.

## حضرت سيد پرور شاهہ رحہ جي درگاهہ

شهر جي ڳتيل آبادي ۽ ريشم گلي، جتي هر وقت خريدارن جي رش هوندي آهي، جي هڪ سوڙهي گهٽي ۾ حضرت سيد پرور شاهہ رحہ جي درگاهہ آهي. درويش ڪهڙي دؤر جو آهي ۽ ڪڏهن سندن وصال ٿيو. اها حقيقت نہ ڪنهن تاريخي ڪتاب مان ملي ٿي نہ ڪنهن بزرگ ئي ٻڌايو آهي. البتہ پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي ڪتاب 'حيدرآباد جو اڳيون اوج' جي صفحي نمبر 34 تي پرور شاهہ جو ذڪر ڪيو آهي. ساڳئي ڪتاب جي صفحي نمبر 316_317 تي مرزا صاحب پرور شاهہ جي پڙ ۽ ڪرامتن جو ذڪر ڪيو آهي، پر درويش جي آمد ۽ وصال جو سال نہ ٻڌايو آهي. درگاهہ جو احاطو ايترو وسيع نہ آهي. درگاهہ جي احاطي ۾ علم پاڪ نسب ٿيل آهي. علم پاڪ جو ذڪر مرزا صاحب بہ ڪيو آهي. درگاهہ جي احاطي ۾ ڪجهہ پراڻا وڻ بہ موجود آهن. درگاهہ خلائق لاءِ زيارت گاهہ آهي. عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا رهندا آهن.

درگاهہ جي احاطي اندر ٻارهن قبرون خدمتگار فقيرن جون آهي، جيڪي هڪبئي پٺيان درگاهہ جا خدمتگار رهيا. انهن ٻارهن قبرن مان هڪ قبر مشهور شخصيت محمد هاشم عرف ميوي خان جي آهي، جيڪو عالم، اديب ۽ ذاڪر اهلبيت هو. درگاهہ جا خدمتگار ذات جا ڪيريا شهر جا قديم باشندا آهن. هن وقت درگاهہ جو متولي نثار علي ڪيريو آهي. هي بہ ذاڪر اهلبيت آهي. درگاهہ جي احاطي ۾ بہ قبرون غيرن جون آهن. درگاهہ هن دؤر جي حالتن تحت بيحد خوبصورت تعمير ٿيل آهي. درگاهہ جي پرسان امام بارگاهہ آهي، جنهن ۾ تابوت رکيو آهي.

پير علي محمد شاهہ راشدي مرحوم پنهنجي ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' جي ٽئين جُلد جي صفحي نمبر 145 تي سيد پرور شاهہ رحہ جي خانقاهہ جو سلسلو شاهہ عنايت شهيد جهوڪ واري سان ملايو آهي. سلسلي نمبر 11 تي پير صاحب حضرت سيد پرور شاهہ رحہ (حيدرآباد ۾ پڙ اٽس) جو ذڪر ڪيو آهي. پير صاحب جي اهڙي بيان مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ سيد پرور شاهہ رحہ هن شهر ۾ گهڻو وقت اڳ آيا پر سندن وڏن ۽ اولاد جي تاريخ ڪانہ ٿي ملي.

حضرت سيد پرور شاهہ رحہ جي درگاهہ جا خدمتگار ۽ متولي شهر ۾ ٿيندڙ فسادن دوران اتان لڏي ويا. انهي خاندان مان قلب عباس سان اسان جي پراڻي عقيد ۽ نيازمندي آهي. پڙ جي پرسان محمد يعقوب عمراڻي مرحوم جو گهر هو. هن جو اولاد بہ هتان لڏي ويو. مرحوم جي فرزند نثار عمراڻي سان اسان جي دوستي هوندي هئي. جنهن علائقي جي تاريخ لکي وئي آهي. اهو شهر جو ميونسپل وارڊ 'ڊي' آهي.

(عبرت مئگزين، پهرين آگسٽ کان 15 آگسٽ 2013ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ

(حصو ٻيو)

الهندي ڪچي جي قديم تاريخ هڪ ٻئي قبرستان مان بہ ثابت ٿئي ٿي. اهو قبرستان ختم ٿي ويل سلطان هوٽل جي پنيان اڄا تائين موجود آهي. پري کان هڪ پراڻو نم جو وڻ انهي قبرستان ۾ نظر اچي رهيو آهي. اها خبر نہ آهي تہ قبرستان ڪنهن جو آهي، ان ۾ ڪيتريون قبرون موجود آهن ۽ آرامي بزرگ ڪير هئا. منهنجي والد مرحوم جي رڪارڊ ۾ 23_1922 جو نقشو موجود آهي، جنهن ۾ اهو قبرستان نمايان آهي.

هو مستيڊ هال چاڙهي واري چوراهي کان اتر طرف فوجداري روڊ شروع ٿئي ٿو. جيڪو تلڪ چاڙهي واري چوراهي تي ختم ٿئي ٿو. اوهہ طرف فاطمہ جناح روڊ آهي، انهي ٻنهي روڊن جي ڪنڊ تي سلطان هوٽل هئي، (عمارت موجود آهي پر سلطان هوٽل ختم ٿي وئي) اها هوٽل قيام پاڪستان بعد هندستان مان لڏي آيل مهاجر سيٺ سلطان قائم ڪئي هئي. هن هوٽل جي شهر ۾ تمام گهڻي مشهوري هوندي هئي. صبح جي وقت هن هوٽل جو قيمي جو ٻوڙ ۽ نان، رات جي وقت پائي جو ٻوڙ ۽ نان (جنهن ڪي پيالو چيو ويندو هو. جو پاين جي ٻوڙ جي رس ۾ نان جا ٽڪرا ڪري چيني جي وڏي پيالي ۾ وجهي ڏيندا هئا) ٻيا بہ قسمين قسمين جا لذيذ طعام. آئيس ڪريم ۽ چانهہ مشهور هوندي هئي هوٽل ڏينهن رات ڪليل هوندي هئي، هر وقت ماڻهن جي رش لڳي

پئي هوندي هئي. سيٺ سلطان پاڻ قرباڻتو ۽ سخي ماڻهو هوندو هو. هوٽل جي اڳيان فقيرن جو هجوم هوندو هو. ٻين کان علاوه سيٺ پاڻ به فقيرن کي کاڌو کارائيندو هو. سيٺ وٽ رڌ پچاءُ جا ڪاريگر ۽ ٻيا ملازم گهڻو ڪري مڪراني هوندا هئا. هوٽل تي تمام گهڻي رش هئڻ جي ڪري چالاڪ قسم جا ماڻهو ماني کائي يا ڪٽي پئسا ڏيڻ بغير پٺي دروازي کان نڪري هليا ويندا هئا, جو هوٽل کي ٻه دروازا هوندا هئا. سيٺ جي وفات بعد هن جي خاندان ۾ ڪو ملڪيت جي ورهاڱي نان اندروني تنازعو پيدا ٿيو هو. هوٽل ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي هئي. ڪجهه وقت ٻئي حصي ۾ به هوٽل قائم ٿي هئي, پر اها ڪامياب نه ٿي. ان ڪري ٿوري ئي وقت اندر بند ٿي وئي هئي. هوٽل جو ٻيو حصو جيڪو مکيه جاءِ تي هو ان ۾ هوٽل هلندي رهي تقريبن ڏهن سالن کان به وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي, هوٽل بند پئي آهي. هي هوٽل به گاڏي کاتي جي سونهن ۾ شامل هئي, اها سونهن به ختم ٿي وئي.

سلطان هوٽل پرسان فوجداري روڊ طرف پهلوان پان ٻيڙي واري جو دوڪان هوندوهو هي به اردو ڳالهائيندڙ هو. دوڪان تي مشهور پهلوانن جا فوٽو لڳا پيا هوندا هئا. پهلوان پاڻ به پهلوانن وارو-لباس بوسڪي جو پرت پريل پهراڻ, وڏي گوڏ ٻڌي شام جي وقت دڪان تي اچي ويهندو هو. ڏيکائي ته پهلوانن واري ڏيندو هو پر هن کي پهلوانن واري ڪشتي وڙهندي نه ڏٺو ويو. جڏهن ته ان وقت پڪي قلعي جي ميدان ۾ ڪشتي راند جا مقابلا ٿيندا رهندا هئا. هن دڪان جا پان بيحد مشهور هوندا هئا. هر وقت دڪان تي پان کائڻ وارن شوقينن جي رش نظر ايندي هئي. پري پري جا ماڻهو پان پارسل ڪرائي ويندا هئا. 1965ع واري جنگ دوران بنگال کان پان اچڻ بند ٿي ويا هئا. انهيءَ

وقت هن هڪ نئين شيءِ گٽڪو ايجاد ڪيوهو. جنهن جي ڪائڻ جا شوقين بہ تمام گهڻا پيدا ٿي پيا هئا. بنگال مان پان اچڻ بند ٿي وڃڻ ڪري، پان جي جاءِ تي پالڪ جا پن بہ استعمال ڪيا ويندا هئا. جو انهي وقت پان ڪائڻ جا عادي تمام گهڻا هوندا هئا. درحقيقت پان هندستان ۾ رهڻ وارا شوق سان ڪائيندا هئا. ورهاڱي بعد مهاجر اهو شوق بہ پاڻ سان گڏ ڪٺي سنڌ ۾ آيا، هتي اچي پان جا دڪان ۽ رستن تي مانڊليون قائم ڪيائون. تمام گهڻا سنڌي بہ پان پائڻ جي شوق ۾ قابو ٿي ويا. انهي وقت پان جي قيمت ٽڪو يا آنو هوندي هئي. ايتري تائين جو اندروني سنڌ جا نامور وڏيرا، رئيس ۽ سياستدان بہ پان ڪائڻ جا شوقين ۽ عادي ٿي ويا هئا. انهن جا پان پهلوان جي دڪان تان پارسل ٿي ويندا هئا، هي دڪان بہ 24 ڪلاڪ کليل هوندو هو ختم ٿي ويو. اها خبر نہ پئجي سگهي تہ پهلوان جو اصل نالو ڇا هو.

پهلوان پان واري جي پرسان ڪجهہ ٻيا دڪان هوندا هئا. هڪ دڪان ابراهيم ڀائي بوهري جو هوندو هو. هن دڪان ۾ گاڏين جو تيل، آئل رڪيل هوندو هو. جنهن جو ڪاروبار ڪندو هو. ٻاهر روڊ تي ٽيڪسي اسٽينڊ جي وچ ۾ هن جو هڪ ٽانڪي وارو ننڍو پيٽرول پمپ هوندو هو. ابراهيم ڀائي بوهري نهايت ئي شريف، ڪاروباري ۽ ايماندار ماڻهو هوندو هو. هن جو گهر فردوس سئنيما جي سامهون ٻڙ جو وڻ واري گهٽي ۾ هوندو هو. هي ٻڙ جو وڻ تمام پراڻو آهي، جيڪو اڃا تائين موجود آهي (فردوس سئنيما ختم ٿي وئي ان جي جاءِ تي پيٽرول پمپ ۽ سي اين جي اسٽيشن قائم ٿي چڪا آهن) ڪافي وقت اڳي پيٽرول پمپ ۽ دڪان ختم ٿي ويا. ابراهيم ڀائي بوهري بہ شايد وفات ڪري ويو. هن جي اولاد جي خبر نہ آهي تہ ڪهڙي حالت ۾ آهن ۽ ڪٿي آهن بوهري صاحب شهر جو پراڻو رهواسي هو انهن جي خاندان

هاڻي اٽلپ آهي، جن کي فقط ياد ڪري سگهجي ٿو. اهو وقت ياد ٿو اچي جڏهن پيٽرول گيلن جي حساب تي ملندو هو ٿي يا چارْ روپيا في گيلن جي حساب تي ملندو هو. هن وقت پيٽرول جي قيمت ۾ ڪيترو فرق اچي ويو آهي، نئين عالمي نظام تحت ماپ جي حساب موجب هن وقت في ليٽر 105 روپين کان بہ وڌيڪ آهي، هڪ گئلن تقريبن چئن ليٽرن جي برابر هوندو هو. هي ڳالهہ صدر پاڪستان ۽ چيف مارشلا لا ايڊمنسٽريٽر آغا محمد يحيٰ خان جي دؤر جي آهي. هن جي دؤر حڪومت ۾ ڊسمبر مهيني سال 1971ع ۾ جنگ لڳي هئي، جنهن ۾ بنگال مشرقي پاڪستان، پاڪستان کان علحده ٿي ويو هو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو بنگال عليحده ٿيڻ بعد ملڪ جي صدر ۽ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جون واڳون سنڀاليون هيون ملڪ ۾ مهانگائي جي ابتدا شهيد ڀٽو جي دؤر حڪومت کان ٿي هئي، جو جڏهن شهيد ملڪ جو اقتدار سنڀاليو هو تہ ڏاڍو ڏکيو وقت هو جنگ لڳي چڪي هئي، ملڪ اونداهہ ۾ ٻڏل هو ۽ تباهہ ٿي چڪو هو جنهن کي شهيد ڀٽو نئين سر جياري ان کي ترقي ڏياري اڄ جيڪو پاڪستان آهي هو شهيد ڀٽو جي محنتن ۽ جدوجهد جو بهتر نتيجو آهي.

سلطان هوٽل پهلوان پان وارو ۽ بوهري جي دڪان جي پٺيان قديم قبرستان موجود آهي، جنهن جو مختصر ذڪر هتي ڪيو ويو آهي. انهي قبرستان جو لنگهہ بوهري جي دڪان جي پرسان هوندو هو. انهي قبرستان جي وڏي ايراضي آهي. انهي قبرستان ۾ سيد محب شاهہ جو گهر هوندو هو هي سادات قديم وقت کان اتي رهندا هئا. شايد 71۔1970ع بعد هتان لڏي ويا. هنن جي لڏڻ جا سبب معلوم نہ ٿي سگهيا. اهو بہ معلوم نہ ٿي سگهيو آهي تہ انهي قديم قبرستان ۾ ڪيتريون قبرون آهن ۽ ڪير بزرگ آرامي آهن. وڏي عمر جا بزرگ جيڪي اچا

حيات آهن انهن کان صحيح حقيقت معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. هن وقت اها خبر نہ آهي تہ اهو قبرسُتان ڪنهن جي قبضي ۾ آهي، جو دروازو بند پيو هوندو آهي، جهن وقت بہ قبضيدار بابت معلوم ٿيو تہ ڪوشش ڪري قبرستان تائين پهچي، جاءِ ڏسي پوءِ هن قديم قبرستان جي مڪمل تاريخ لکي ويندي، جو هن لڪل قبرستان کي ظاهر ڪرڻ تمام ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ هي قبرستان هڪ طرف تہ شهر جو اثاثو آهي، ٻيو تہ الهندي ڪڇي ڳاڏي ڪاتي جي وجود جو قديم هئڻ جو ثبوت ڏئي ٿو. هن قبرستان بابت شهر جي بزرگن کان علاوه شهر جي ٻين ماڻهن کي تمام گهٽ معلومات هوندي. هونئن تہ هي قبرستان عام خلائق جي زيارت گاهہ هئڻ گهرجي پر الاءِ ڪهڙي سبب ڪري ان کي لڪايو ويو آهي. جڏهن تہ اهي قديم قبرستان شهر جا اثاثہ آهن، عام زيارت گاهہ هئڻ گهرجي، جو اهي شهر جي قديم تاريخ کي اجاگر ڪن ٿا. سيد محب شاهہ جو هڪ پٽ سيد حسين شاهہ جيڪو ڳاڏين جي صفائي جي سروس اسٽيشن تي پورهيو ڪندو هو شهر جا اهي قديم باشنده هن وقت اڻلڀ آهن.

بوهري ٻائيءَ جي دڪان کان چند قدم اڳتي ٻهرين هڪ سنڌي جي محمد هوٽل ۽ مسافر خانو هوندو هو. تنهن بعد ان جاءِ تي نعمت ڪده بخارا هوٽل قائم ٿي، هي هوٽل ايبٽ آباد جي پناڻ سيٺ عبدالرشيد قائم ڪئي هئي. هوٽل وڏي اوج تي هلي. هن هوٽل جا لذيذ طعام مشهور هوندا هئا. جو هن هوٽل ۾ رڌ پچاءَ جا ڪاريگر بہ ماهر ۽ تجربيڪار هوندا هئا. هي هوٽل هلي تہ وڏي اوج تي پر سلطان هوٽل جو مقابلو نہ ڪري سگهي. سيٺ عبدالرشيد جا ٻيا ڀائر جهڙوڪ سعيد ۽ اورنگزيب هن کان عمر ۾ ننڍا هوندا هئا. اهي بہ ڪاروبار ۾ شريڪ هوندا هئا. سعيد کي ڪنهن جهيڙي ۾ گهڻو وقت اڳي حيدر چوڪ وٽ

قتل ڪيو ويو هو. جڏهن تہ اورنگزيب حادثي ۾ فوت ٿيو هو. هن هوٽل ۾ ٿيندڙ ڪيترائي جهيڙا اسان پنهنجي اکين سان ڏٺو. پاٿرن جي فوت ٿيڻ بعد سيٺ عبدالرشيد هوٽل کي برقرار رکندو آيو. 1986ع کان شروع ٿيندڙ جهيڙي دوران هن هوٽل کي بہ نقصان پهچايو ويو هو. ٽيڪسي اسٽينڊ بہ هتان ختم ٿي ويو هو ٻيا بہ ڪيترائي ماڻهو ڪاروبار ختم ڪري ويا. گاڏي کاتي جو اوج ختم ٿيڻ سان گڏوگڏ بخارا هوٽل جو اوج بہ ختم ٿي ويو. تنهن هوندي بہ سيٺ هوٽل کي هلائيندو رهيو. تقريبن 10_15 سال اڳ سيٺ بہ هوٽل بند ڪري ڇڏي هي هوٽل بہ گاڏي کاتي جي سونهن ۾ شامل هوندي هئي. هن وقت خبر نہ آهي تہ سيٺ عبدالرشيد ۽ سندس اولاد ڪٿي آهن. ڪهڙي حال ۾ آهن. هونئن هي لطيف آباد يونٽ نمبر 2 محبت ماڇي ڳوٺ وٽ رهندا هئا. اهڙي طرح شهر جي حالتن بدلجڻ سان گڏوگڏ پراڻا ماڻهو بہ هڪٻئي کان وڇڙي ويا. بخارا هوٽل جي پرسان اردو ڳالهائيندڙ اسلم جو موٽر پارٽس جو دڪان هوندو هو. ان جي پر ۾ عبدالحڪيم ميمڻ جو موٽر پارٽس جو دڪان هوندو هو. هي ويچارو ڪجهہ اندروني مجبورين جي ڪري خساري ۾ اچي ويو هو ان ڪري هن جو ڪاروبار پنتي پئجي ويو هو. هن جو دڪان بہ ٻين جيان ڪليمن قانون جي وڪڙ ۾ اچي ويو هو. ان ڪري هي پريشان هوندو هو. هي انهيءَ مسئلي کي منهن نہ ڏئي سگهيو هو نہ وڪيلن جو فيون ڏئي سگهيو نہ ڪورٽن جون حاضريون پري سگهيو هو. دڪان جاين جي قبضن جا ڪيترائي ڪيس اڃا تائين ڪورٽن ۾ ٻڌڻي هيٺ آهن. وڏا فوت ٿي ويا انهن جو اولاد ڪيسن کي منهن ڏئي رهيو آهي. گهڻو وقت اڳي عبدالحڪيم دڪان نالي محمد قاسم کي ڏئي جان ڇڏائي ويو. عبدالحڪيم پاڻ وڏي عمر جو ماڻهو هوندو هو. هن وقت زنده

آهي يا نہ معلوم نہ آهي، پر سندس اولاد جو پتو نہ آهي. اهڙي طرح شهر جي بگڙندڙ ۽ بدلجندڙ حالتن ماڻهن کي گم ڪري ڇڏيو.

عبدالحڪيم جي دڪان جي پرسان منهنجي والد مرحوم جو دڪان هوندو هو. جيستائين مون کي معلوم آهي ۽ ٻڌايو ويو هو تہ اهو دڪان قيام پاڪستان کان پهرين ڪنهن هندو کان خريد ڪيو ويو هو. انهي وقت منهنجي والد مرحوم وٽ مال جو وڏو وٿاڻ هوندو هو جيڪو اسان جو موروثي ڪاروبار هو. ان وٿاڻ ۾ گهڻو ڪري ڳائو مال هوندو هو. قيام پاڪسان بعد والد صاحب مال کي گهٽائي دڪان طرف توجهہ ڪيو هو. پهرين فقط مٺائي جو دڪان هوندو هو. پوءِ ان ۾ کير جي ڪاروبار جو بہ اضافو ڪيائون دڪان کي ڪاٺ جي منوت ۽ گلڪاري، نقش نگاري جي ڪم سان بيحد خوبصورت تعمير ڪرايو هئائون. اهو ڪاٺ جو ڪم شهر جي مشهور واڍي استي جان محمد عرف جانو ڪيو هو. استو جانو مرحوم محرم لوهار (پناڻ) جو والد هوندو هو جنهن جو ذڪر ڳاڏي ڪاتي جي تاريخ ۾ ڪيو ويو آهي. شهر جي اهم علائقي ۾ دڪان هوندو هو. ڏاڍي اوچ تي هليو. دڪان ياڻي خان روڊ ۽ فوجداري روڊ جي ڪنڊ تي هو. دڪان جي اڳيان فٽ پاٿ هئي، جنهن جي ويڪر تقريبن ست فٽ هئي. دڪان جي سامهون ٽيڪسي اسٽينڊ جي حد شروع ٿيندي هئي، جيڪا سلطان هوٽل تائين هوندي هئي. ٽيڪسي اسٽينڊ جتي ختم ٿيندو هو اتي پپر جو پراڻو قدآور گهاٽن پنن سان وڻ هوندو هو. گرمي جي منڊ ۾ وڻ جي ڇانوَ ٽيڪسي ڊرائيورن لاءِ آسائش جي جاءِ هئي. ڪٿون وچائي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويٺا هوندا هئا ۽ دل وندرائڻ لاءِ پٽي راند پيا ڪندا هئا. ٽيڪسي اسٽينڊ تي ڊرائيورن درميان جهيڙا بہ ٿيندا هئا منهنجي والد صاحب مرحوم جو دڪان بہ ڪليمن جي ڪاري قانون جي وڪڙ ۾ اچي ويو

هو. هڪ اردو ڳالهائيندڙ نالي علي شان کي دڪان ڪليم ۾ مليو هو.
انگريزن جي دؤر حڪومت جو رتائرڊ فوجي هو. دڪان ڪليم ۾ ملڻ
کان پوءِ هن دڪان خالي ڪرائڻ لاءِ وڏا جتن ۽ حيلا اثر رسوخ
استعمال ڪيا بابا انهي ڪليم خلاف بہ قانوني جنگ وڙهيو پر قانون
تيار ئي منصوبي تحت ڪيو ويو هو ان ڪري ڪامياب نہ ٿي سگهيو
هو. علي شان دڪان خالي ڪرائڻ لاءِ اثر رسوخ استعمال ڪيو انهن
دڪان خالي ڪرائڻ لاءِ دڙڪا ڏنا. علي شان دڪان جو قبضو خالي
ڪرڻ لاءِ سول ڪورٽ ۾ بہ دعوىٰ دائر ڪئي هئي. بابا مرحوم دڪان
بچائڻ لاءِ هن سان وڏي قانوني جنگ جوتي، پر مخالف ڪامياب نہ ٿي
سگهيو. هر ڪورٽ مان ڪيس هارائيندو رهيو. والد صاحب جو
وڪيل جناب ديوان جهمٽ مل هو جنهن سنڌي هئڻ ناتي دل و جان
سان همدردي ڪندي بابا جو ڪيس وڙهيو ۽ هر هنڌان ڪامياب
ٿيندو رهيو. هونئن بہ جناب ديوان جهمٽ مل وڪيل اهڙن ڪيسن ۾
غريب سنڌين سان وڏي همدردي ڪئي هئي.

انهيءَ وسيع ايراضي ۾ ڪير جو هڪ ئي دڪان سنڌيءَ جو
هوندو هو. ان ڪري اڪثر گراهڪ بہ سنڌي هئا. اندرون سنڌ جا
سنڌي فنڪار جيڪي ريڊيو اسٽيشن تي پروگرام ڪرڻ ايندا هئا.
رات جو ڪير پيئڻ ۽ ڪچهري ڪرڻ ضرور ايندا هئا. انهن فنڪارن ۾
جيڪي ياد اچن ٿا مصري فقير. الغوزي نواز مصري خان جمالي،
الغوزي نواز خميسو خان، الغوزي نواز الهجڙايو، بيا بہ ڪيترائي ڳائڻا ۽
سازنده ايندا هئا. مرحوم محمد ابراهيم ڳائڻو ريڊيو هوٽل ۾ رهندو هو
اسان جو مستقل گراهڪ هوندو هو. بلڪل ڪمزور ۽ بيمار رهندو هو
ڏهي ڊبل روٽي کائڻ ايندو هو. ڪافي دير تائين ويٺو هوندو هو ۽
ڪچهري ڪندو هو هن جي آواز جيان، هن جي گفتگو بہ فضيلت

واري هوندي هئي. جيڪا چٽي طرح ياد آهي. مرحوم محمد جمن ۽ محمد يوسف ڳاٽا بہ ڪڏهن ڪڏهن ايندا هئا. اسان جو دڪان بہ فنڪارن اداڪارن جي ميل ميلاپ جو مرڪز هو. ڪيترين ٻين بہ اهم شخصيتون ايندڙيون هيون. جن جون يادون ۽ تاريخ لکڻ لاءِ هڪ علحده ڪتاب جي ضرورت آهي.

جنهن دور جي هي تاريخ آهي، نہ اهڙو دؤر موٽي ايندو ۽ نہ وري اهڙا قربائتا ماڻهو ئي پيدا ٿيندا. بس يادگيرون رهجي ويون آهن جن کي قلمبند ڪيو پيو وڃي. دڪان جي ڪيس مان تہ بابا ڪامياب ٿي چڪو هو مخالف بلڪل مايوس ۽ بي همت ٿي چڪو هو. دور بدلجي رهيو هو محبتون ڏيڻ وارا ماڻهو لاڏاڻو ڪري رهيا هئا. افراتفري جنم وٺي رهي هئي. سال 1986ع کان پوءِ جيڪي خونريز فساد شروع ٿيا هئا، انهن خوفزده ۽ محدود ڪري ڇڏيو هو شهر جي ماڻهن جون حياتيون، مال ملڪيت غير محفوظ ٿي چڪا هئا. اهڙين خطرناڪ حالتن کي ڏسندي سال 88_1987 ڌاري ڪاروبار ختم ڪري ڇڏيو جو والد صاحب وڏي عمر جا بہ ٿي چڪا هئا دڪان ٻئي موٽر پارٽس جي ڪاروباري محمد قاسم کي ڏئي ڇڏيو. هونئن تہ ڪاروبار ۾ آئون بہ والد جو مددگار هوندو هئس، پر آئون پنهنجي ملازمت ۾ گهڻو وقت مصروف رهڻ ڪري ڪاروبار ۾ وقت نہ ڏئي سگهندو هيس. هونئن بہ منهنجي ملازمت جي مصروفيت جي ڪري مال جو وڃاڻ بہ ختم ٿي چڪو هو. 1990ع ۾ شهر مان لڏي قاسم آباد آياسون.

اڳيئي بيان ڪري چڪو آهيان تہ الهندي ڪڇي ۽ ڳاڏي کاتي جي گڏيل تاريخ آهي، جو هي ٻئي علائقا هڪٻئي مان مليل آهن، ڪي چند رستا ۽ گهٽيون اهڙيون آهن جيڪي انهن جي سڃاڻپ آهن. الهندي ڪڇي جي تاريخ ڳاڏي کاتي کان اڳاٽي آهي.

وڳوڙ کان پهرين امن امان واري دؤر ۾ گاڏي کاتي ۾ ڪجهه ماڻهو اهڙا به هوندا هئا. جن جو نه گهر هو نه مٽ مائٽ. نه ڪنهن کان ڪجهه گهرندا هئا ۽ کين لڳ ڏڪڻ جو احساس هوندو هو. رستن ۽ گهٽين ۾ پيا هلندا هئا. جيڪڏهن کين ڪنهن ڪاڏو ڪارايو ته کائيندا هئا. غسل ڪرائي ڪپڙا پارائي لڳ ڏڪيا ته واهه نه ته کين غلاظت جي به پرواهه نه هوندي هئي. سيارو توڙي اونهارو ساڳئي حالت ۾ هوندا هئا. انهن کي ڪو مست ڪو درويش جي لقب سان سڏيندو هو. ڪجهه ماڻهن جي ته نالن جي خبر به ڪنهن کي ڪا نه هئي. بزرگ انهن بابت عجب قسم جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. انهن جي رهڻ ۽ آرائش جون جايون پڪي وارو پير، سورج فقير وارو قبرستان، ڪوهه نور سئنيما کان اڳ وارو باغ ۽ گهوڙا گاڏي وارو اسٽينڊ ڇپرو ڏنل شاهه جو پڙ ۽ پيون جايون هوندا هئا. انهن مان ڪي ته فوت ٿي ويا هئا، باقي ماڻهن جي خبر ئي نه پئي ته ڪٿي گم ٿي ويا. انهن جي تاريخ لکڻ به ضروري آهي جو انهن جو به هن ڌرتي تي وجود هو ۽ انسان هئا، جڏهن هئا ته الاءِ ڪير، پر ماڻهن جي توجهه جو مرڪز هئا.

بخارا هوٽل جي مٿان قمر انصاري جو گهر هوندو هو هي آبڪاري کاتي ۾ انسپيڪٽر هو پنجابي هو پر چٽي سنڌي ڳالهائيندو هو هن جا وڏا هتي پهرين جا آيل هئا. 69-1968ع ۾ هتان منتقل ٿي لطيف آباد جو وڃي مقيم ٿيو هو جو ان وقت لطيف آباد جا ڪافي حصا ترقي ڪري چڪا هئا. انصاري صاحب پاڻ ته وڏي عمر جو هوندو هو پر سندس اولاد جي خبر نه آهي ته ڪٿي ٿو رهي. انصاري صاحب اها جاءِ عبدالغفور مغل کي مسواڙ تي ڏني هئي. هي ميونسپل ڪميٽي ۾ چيف آفيسر هوندو هو. 1970ع يا 1969ع ڌاري يحيٰ خان جي مارشل لا دوران هنن کي زبردستي گهر مان بيدخل ڪيو ويو هو.

والد صاحب، عبدالحڪيم ميمڻ ۽ اسلم جي دڪانن جي پنيان متي ماڙي تي سيٺ دوست محمد خان نيازي جو گهر هوندو هو هن جو ذڪر گاڏي کاتي جي تاريخ ۾ ڪيو ويو آهي. قمر انصاري ۽ سيٺ جون جايون بلڪل ڊنل حالت ۾ موجود آهن، ائين ڪٽي چئجي آثار وڃي رهيا آهن. سيٺ دوست محمد خان نيازيءَ جو هڪ پاءُ منصور بہ ٽيڪسي ڊرائيور هو هن جي ٽيڪسي کي ماڻهو پاڙي تي وٺي ويا هئا، انهن ان کي قتل ڪري ڇڏيو هو هي واقعو شايد 1969ع 1968ع جو آهي، اڳي اهڙو ڪو واقعو ٿيندو هو تہ مهينن جا مهينا انهي واقعي جو هر هنڌ تذڪرو پيو ٿيندو هو ماڻهو قتل جو واقعو ٻڌي خوفزده ٿي ويندا هئا، منصور جو هڪ پٽ فيض محمد خان نيازي روينيو کاتي ۾ ڪنهن عهدي فائز هو.

(عبرت مئگزين، 16 آگسٽ کان 31 آگسٽ 2013ع)



# حضرت محمود شاهہ رحہ ۽ فقير حاجي محمد حيات رحہ جون درگاهون ۽ قبرستان

آئون هڪ ڀيرو وري پنهنجي اڳوڻي بيان کي ورجائيندي پڙهندڙن آڏو اهو عرض ڪريان تہ حيدرآباد شهر پراڻو يا جيڪي علائقا بعد ۾ نوان آباد ٿيا آهن، اتي جتي جتي بہ نظر ڊوڙائبي تہ ڪي اوائلي دؤر جا درويش، ڪي ان کان بعد جي دؤر جا درويش بزرگ، عالم مطلب تہ هر دؤر جا ڪنهن نہ ڪنهن رستي، گهٽين، پاڙن، ميدانن، ٽڪرين، گنجان آبادي جي سوڙهين گهٽين، پاسن ڪنڊن ۾ پنهنجي آخري آرام گاهن ۾ ابدي ننڊ ۾ ستل ضرور نظر ايندا. ڪن درويشن جي مزارن مٿان وڏا، ڪن جي مزارن مٿان ننڍا پراڻا نوان قبا نظر ايندا. ڪي درويش بغير ڇت وٽن جي ڇانوَ هيٺ تہ ڪي وري بغير وٽن جي ڇانوَ هيٺ آرامي نظر ايندا. جنهن ڪي جتي امر ٿيو ان کي اتي جاءِ ملي. شهر ۾ سنڌ تي حڪمراني ڪرڻ وارن جا بہ قلعا، قبا ۽ مزارون بہ موجود آهن. اسين فقط انهن جون قبرون ڏسي غور ڪري عبرت حاصل ڪري سگهون ٿا، جو اسان کي بہ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪرڻو آهي.

ڪجهہ بزرگ اهو ٻڌائي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا، ڪي اڄا زنده آهن، جن جون عمرون 75_80 سال يا ان کان مٿي جون آهن. ٻڌائين ٿا تہ جتي حضرت محمود شاهہ بخاري رحہ مزار آهي، اهو علائقو انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ ڪينٽ جو قرار ڏنو ويو هو. هن

وقت پناھ ڪالوني نالي مشھور آھي. سڄو خالي پيو ھوندو ھو. کليل ميدان تي درويشن جي ڪچي پراڻي مزار مبارڪ نظر ايندي ھئي، ان جي چئني طرف بلڪل ننڍي پٿرن جي ديوار ھوندي ھئي. بزرگ ٻڌائين ٿا تہ اتي ڪابہ آبادي نہ ھئڻ ڪري شھر جا ماڻھو رات جي وقت اتي ويندي لنوائيندا ھئا. جو انھن کي جنن ڀوتن جو ڀپ ڏنو ويندو ھو. مٿي ٽڪري تي اوپر طرف ميرن جا قبا، ٻاھر ڪجھ قبرون ۽ ڪجھ آبادي ھئي، جتي پراڻا باشندہ رھندا ھئا.

ڪنھن بہ جھوني ماڻھو حضرت سيد محمود شاھہ بخاري رحہ جو تاريخي پسمنظر نہ ٻڌايو. جيئن شھر اندر ٻيا بہ ڪيترائي بزرگ، درويش، عالم، تاريخ لکڻ وارن جي نظرن کان گم رھيا. ھي درويش بہ نظرن کان گم رھيو. ڪابہ خبر نہ پئجي سگھي تہ بزرگ ڪير ھئا، ڪٿان، ڪھڙي دؤر ۾ ۽ ڪھڙي مقصد لاءِ آيا ھئا ۽ سندس وصال ڪڏھن ٿيو. سندن وا ڪير ھئا ۽ اولاد ڪٿي آھي، پر ايترو ضرور چئي سگھجي ٿو تہ ھي بزرگ ھتي بي مقصد نہ آيا ھوندا. درويش جو ڪو تہ اھڙو ڪارنامو ھو جو انھن جي مزار مبارڪ موجود آھي، جيڪا ھن وقت شھر ۾ وڏي درگاھہ آھي ۽ خلائق جي زيارتگاھہ آھي. عقيدتمند وڏي تعداد ۾ موجود ھوندا آھن. درويش جي مزارڪ مٿان ھن وقت جي جديد عمارتسازي جي فن سان ڇھن پيلرن مٿان قبو تعمير ڪرايو ويو آھي.

بزرگ ٻڌائين ٿا تہ ھن علائقي ۾ آبادي پاڪستان ۾ وجود ۾ اچڻ بعد ٿي، خاص ڪري ايوب خان جي دؤر حڪومت ۾ پاڪستان جي ٻين صوبن جا ماڻھو اڪثريت ۾ ھتي آباد ڪيا ويا ھئا ۽ ھندستان مان لڏي آيل بہ اچي ھتي آباد ٿيا ھئا. اڌ صدي کان وڌيڪ عرصو اسان کي بہ ياد آھي تہ ھن وسيع ايراضي ۾ ايتري گھاٽي آبادي نہ ھئي. سرفراز

ڪلهوڙي وارو شهيدن جو مقام ختم ڪري روڊ ٺاهڻ بعد هن علائقي تمام گهڻي ترقي ڪئي، هر علائقي جا ماڻهو هتي اچي آباد ٿيا. هن علائقي ۾ بيا بہ ڪيترائي قديم مقبره ۽ قبرستان آهن، جن جو تاريخي پسمنظر نظر اچي ٿو.

حضرت محمود شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ کي فقير حاجي محمد حيات رحہ اچي آباد ڪيو. باطني خبر تہ الله سبحانہ کي باقي ظاهري طور اهو ڏنو ويو تہ فقير جي هتي اچي مسند وڇائڻ بعد هي وڏي دربار ٿي وئي. عقيدتمندن ۽ معتقدن جا هجوم نظر اچڻ لڳا. فقير درگاهہ تي لنگر عام جاري ڪيو تي ويلا مسڪينن، بي گهر ماڻهن کي کاڌو کارائڻ شروع ڪيو ويو. فقيرانہ طريقيڪار ۽ ان جي عاجزانہ طبيعت ۽ خدمت گذاري کي ڏسندي ماڻهن جو فقير تي عقيدو وڌندو ويو. درگاهہ تي فقير هر هفتي ڌمالون شروع ڪرايون، جنهن ۾ نانگا فقير وجد ۾ اچي ڌمالو ڪندا آهن. هر جمعرات ڌمال بعد راڳ جي محفل شروع ڪرائي وئي، جنهن ۾ وڏا توڙي ننڍا فنڪار عورتون مرد اچي ڳائيندا هئا. قوال ناچو فقير بہ اچي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا. فقير سندس حياتيءَ ۾ شعبان جي مهيني ۾ حضرت سيد محمود شاهہ بخاري جو ساليانو ميلو منعقد ڪيو. فقير حاجي محمد حيات جي هر هڪ رسم کي سندس گادي نشين ۽ فقير قائم ۽ جاري رکندا پيا اچن. اسان فقير کي سندس حياتي دوران ڪيترائي ڀيرا ڏنو جمعرات ٿيندڙ محفلن ۾ ۽ محمود شاهہ جي ميلي ۾ بہ ڪيترائي ڀيرا شرڪت ڪئي، ماڻهو وڏي تعداد ۾ اچي شرڪت ڪندا هئا.

فقير قبلہ حاجي محمد حيات سان گڏ ڪاري لباس ۾ لنگوٽ ٻڌل هڪ فقير وينو هوندو هو. هن کي ٽنگن ۾ گهنگهرو ٻڌا پيا هوندا هئا ۽ هٿ ۾ وزندار ڏنڊو هوندو هو. انهي فقير جو نالو محمد شفيع عرف

شير علي ٻڌائيندا هئا. اهو بہ درگاهہ تي ڌمال ڪندو هو ڌمال ڪرڻ وقت هي وجد ۾ اچي ويندو هو. هن جي ڪيفيت عجب ٿي ويندي هئي. گهنگهرن جو آواز پوري رڌم تي هوندو هو مستو مست جا آواز پيا بلند ٿيندا هئا. ڌمال ڪرڻ وقت هن فقير کي ڪيترائي ڀيرا اسان ڏٺو. جيڪي ڪجهہ ڏٺو ويو بيان ڪيو پيو وڃي. انهي عمل جي باطني خبر الله سبحانہ کي جيڪي هر هڪ جي دلين ۾ لڪل رازن جو بهتر طريقي ڄاڻي ٿو.

فقير حاجي محمد حيات جي درگاهہ تي ويٺل موجوده گادي نشين محمد خالق جن سان ملاقات ٿي ۽ زيارت جو شرف حاصل ٿيو. سائين بيحد عزت ڏني ۽ هلندڙ عام لنگر مان فيضياب ڪيو. سائين اعليٰ تعليم يافتہ قطر ۾ انجنيئر جي عهدي تي فائز آهن. سائين روايتي فقيراڻي لباس ۾ درگاهہ جي احاطي ۾ فقيرن ۽ خدمتگارن سان گڏ ويٺا هئا. سائين جن کان سڀ کان پهرين حضرت سيد محمود شاهہ رحہ جي تاريخي پسمنظر بابت معلوم ڪيو ويو. سائين جن ان کان اڻ واقف هئا. تفصيلي ۽ تاريخي پسمنظر درويش جو نہ ٻڌائي سگهيا. جناب محمد خالق صاحب جن کان قبلہ فقير حاجي محمد حيات رحہ بابت معلوم ڪيو ويو سائين فقير جو پسمنظر هن ريت ٻڌايو.

موجوده گادي نشين ٻڌايو تہ حاجي محمد حيات فقير جي ياءُ جو هڪ فرزند آهي، فقير نهڻ پاڪستان کان اڳ پنجاب جي ضلعي گجرات جي ڳوٺ ڊوڊا شريف کان حيدرآباد آيا هئا. سڀ کان پهرين هي درگاهہ جيوڻ شاهہ (غلام شاهہ ڪلهوڙي جي قبي کان ڪجهہ فاصلي اتر طرف پهرين هي علائقو جيڪب تلاءُ سڏبو هو هن وقت حر ڪئمپ سڏجي ٿو) تي آيا هئا. اچي پير فضل شاهہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. پير صاحب سان ڪجهہ وقت گذارڻ بعد حج جي سعات

حاصل ڪرڻ لاءِ پنڌ مڪي شريف ويا هئا. حج ادا ڪرڻ بعد هي تقريبن پنج ڇهه سالَ مدينہ پاڪ رهي پيا هئا. جتي روضي پاڪ رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ مسجد نبوي جي خدمت ڪندا رهيا. اهو بہ ٻڌايو ويو تہ فقير اتي هڪ ڏينهن پنهنجي پيٽ گذر لاءِ مزدوري ڪندا هئا، باقي ڇهہ ڏينهن خدمت ۾ حاضر رهندا هئا. دل جون مرادون پوريون ٿيڻ بعد فقير مديني کان موٽي حيدرآباد آيا هئا ۽ سيد محمود شاهہ جي درگاهہ تي خدمت جي مسند وڇائي هئائون. ٻڌايو ويو تہ انهي وقت پاڪستان قائم ڪرڻ جي تحريڪ هلي رهي هئي يا پاڪستان قائم ٿي چڪو هو. ٻڌايو ويو تہ فقير سڀ کان پهرين پاڻيءَ جي کوٽ ۽ ضرورتن کي محسوس ڪندي محمود شاهہ جي مزار جي ڀرسان کوهہ کوٽرايو جنهن دوران پاڻ بہ مزدوري ڪيائون. اهو کوهہ اڃا تائين موجود آهي ۽ اردگرد جا رهواسي پاڻي جون سهولتون حاصل ڪري رهيا آهن. تنهن بعد فقير مسجد تعمير ڪرائي، جيڪا پهرين ڪچي هئي. هن وقت مسجد کي جديد عمارتسازي جي فن سان گنبذ ۽ منارن سان خوبصورت تعمير ڪرايو ويو آهي.

موجوده گادي نشين جناب محمد خالق ٻڌايو تہ قبلہ حاجي محمد حيات رحہ سنہ 1978ع عيسوي ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا هئا. فقير کي سندس مسند واري جاءِ سيد محمود شاهہ بخاري جي احاطي اندر سپرد خاڪ ڪيو ويو هو يعني فقير تقريبن 32-31 سال مسند تي ويهي خلق جي خدمت جاري رکي هئي. فقير جي مزار مٿان جديد عمارتسازي جي فن سان عاليشان وڏو قبو منارن سميت تعمير ڪرايو ويو آهي، جتي عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا رهندا آهن. قبلہ فقير حاجي محمد حيات جي لاڏاڻي بعد فقير محمد شفيع المعروف شير علي، فقير جي مسند تي ويٺو جو هي فقير جي حياتي دوران ان

سان گڏ هوندو هو. فقير شير علي مسند تي ويهڻ بعد فقير جا رائج ڪيل طور طريقا، رسمون رواج قائم رکيا، بلڪ عوام جي ڀلائي خاطر انهن ۾ ڪجهه واڌارو ڪيائون. فقير حاجي محمد حيات ۽ فقير شير علي مورن پالڻ جا شوقين هوندا هئا، انهن جي حياتيءَ دوران درگاهه تي مور پيا هلندا هئا، هن وقت به مور موجود آهن. جن جي خدمتگار سارسنڀال پيا ڪندا آهن، مورن سان گڏ ڪبوتر به درگاهه تي موجود آهن.

فقير شير علي، فقير حاجي محمد حيات جي لاڏاڻي بعد 1978ع کان درگاهه سيد محمود شاهه بخاري ۽ فقير حيات بابا جي درگاهن جو خدمتگار تي رهيو. هن جي جانشيني دوران محمود شاهه ۽ فقير حيات بابا جون درگاهه جديد عمارتسازي جي فن سان تعمير ٿيون هيون. فقير حاجي حيات بابا جيان، فقير شير علي به درويش صفت انسان نظر ايندو هو. ٻڌايو ويو ته هي نمازي پرهيزگار ۽ تهجد گذار هوندو هو. فقير حيات بابا جي دؤر ۾ درگاهه تي ويجهو هو ته ماهر تعميرات ٺيڪيدار مرحوم حاجي جان محمد سلاوٽ فقير جي خاص حاضري ۾ هوندو هو هي فقير جو خاص معتقد هو.

ٻڌايو ويو ته فقير محمد شفيع عرف شير علي بتاريخ 25 آڪٽوبر سال 2012ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي حقيقي مالڪ جي ٻي دنيا ۾ پهتو. يعني تقريبن 34 سالن جو طويل عرصو فقير شير علي فقيري جي مسند تي ويٺو. ان جي وصال بعد هن وقت فقير جي مسند تي جناب محمد خالق ويٺا آهن. هن فقير جا خاص خدمتگار محترم مکڻ خان جتوئي ۽ محمد رفيق عرف بابو فقير آهن. درگاهه جي احاطي اندر وڻڪاري به آهي، ان جي ڇانوَ ۾ ماڻهو ويٺا هوندا آهن، درگاهه جو احاطو وسيع آهي. فقير شير علي جي مزار

مبارڪ مٿان بہ جديد عمارتسازي جي فن جو قبو ۽ مينار تعمير ٿي رهيا آهن. درگاهہ تي ڪنهن بہ سرڪاري اداري جو عمل دخل نہ آهي. درگاهہ جو انتظام گادي نشين جي هٿ هيٺ آهي. لنگر تيار ڪرڻ جي علحيده مخصوص جاءِ آهي. لنگر تيار ڪرڻ لاءِ بہ خاص خدمتگار موجود هوندا آهن. هن وقت شهر جي اهم درگاهہ آهي.

فقير حيات بابا جي قبي کان اولهہ طرف هڪ مزار موجود آهي، ان جي مٿان قبو يا ڇت تعمير ٿيل نہ آهي. انهي مزار واري جو نالو بابا سيد روغن علي شاهہ جيلاني ٻڌايو ويو جيڪو تقريبن ڏهہ سال اڳ وصال ڪري ويو هو. انهي جو پسمنظر نہ ٻڌايو ويو فقط ايترو ٻڌايو ويو تہ هي بہ هتي خدمت ڪندو هو. ان مزار جي پرسان درگاهہ جي خدمتگار معتقدن جي ويهڻ جي خاص جاءِ آهي. درگاهن جي احاطي اندر ڏکڻ طرف قبرستان آهي، ان ۾ گهڻو ڪري قبرون نيون آهن. درگاهہ جي احاطي کان ٻاهر اولهہ طرف عام قبرستان آهي، جيڪو ڪينٽ انتظاميہ جي هٿ ۾ آهي، اهو قبرستان وسيع ايراضي تي آهي. اڳي درگاهہ جي آس پاس ڪجهہ گهر سنڌين جا بہ هئا. شايد انهن مان گهڻا هتان لڏي ويا آهن.

حضرت سيد محمود شاهہ بخاري رحہ. فقير حاجي محمد حيات بابا ۽ فقير شير علي جون مزارون مڪيہ روڊ لڳ آهن. ان جي اردگرد سڄو ئي علائقو ڪاروباري مرڪز تي ويو آهي. هتي ماڻهن جي رش تمام گهڻي هوندي آهي. اڳي اتي بسن ۽ ويگنن جو اسٽاپ هوندو هو ان وقت اتان پنڌ هلڻ بہ مشڪل هوندو آهي. اسٽاپ ڪي ڪجهہ سال اڳي سينٽرل جيل واري چاڙهي کان هيٺ منتقل ڪيو ويو هو. درگاهہ جي ڏکڻ طرف آبادي آهي، پر ان ۾ گهڻي تعداد ۾ بيڪريون آهن، اتي ڪافي حد تائين ماحول پرسڪون ۽ پرامن

نظر آيو. هي علائقو ڪينٽ جي حدن ۾ هئڻ ڪري وڏي اهميت وارو آهي. هن علائقي ۾ ڪجھ ٻيون بہ قديم يادگارون آهن، جيڪي عوام جي نظرن کان لڪل آهن. انهن جي بہ الڳ تفصيلي تاريخ لکي پڙهندڙن آڏو پيش ڪئي ويندي، اهي يادگارون شهر جا اثاثا آهن.

درگاهہ جي گادي نشين جناب عبدالخالق ٻڏايو تہ اڳي جيان هن وقت بہ هر جمع جي رات مغرب جي نماز کانپوءِ نوبت وڄائي ويندي آهي، جنهن ۾ هي پاڻ عقيدتمندن ۽ فقيرن سان گڏ ڌمال ڪندو آهي. رات جي وقت صوفياڻي ۽ فقيراڻي راڳ جي محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ سنڌ سميت ٻين صوبن جا مشهور فنڪار حصو وٺندا آهن. اها محفل رات جو دير تائين جاري رهندي آهي ۽ وڏي تعداد ۾ ماڻھو موجود هوندا آهن.

(عبرت مئگزين، پهرين سيپٽمبر کان 15 سيپٽمبر 2013ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ

(حصو ٽيون)

الهندي ڪچي ۾ گاڏي کاتي جي قديم تاريخ کان علاوه 50 سال يا ان کان اڳ ۾ بعد جي تاريخ ۾ حالتن تي نظر ڊوڙائبي تہ ڪابہ اهڙي شيءِ نہ هئي، جنهن کان اهي علائقا خالي نظر اچن. مست، درويش، ابدال، مستري، ڪاريگر، دڪان، هوٽلون، پورهيت، رانديگر، داداگير، سياستدان، اديب، شاعر، مسخرا، ڪامورا، وڪيل، اداڪار، فنڪار تفريح گاهون ۾ پيو گهڻو ڪجهہ موجود هو. سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو. پراڻين جاين جي جاءِ تي وڏيون وڏيون عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن. پراڻا ماڻهو فوت ٿي ويا، انهن جو اولاد بدلجندڙ ۾ خوفناڪ حالتن کي ڏسندي پنهنجا اباڻا پاڙا ۾ گهر ڇڏي چڪا آهن. علائقي جو نقشو ئي بدلجي ويو آهي. گاڏين، ماڻهن جي رش ۾ حددخلي ايتري تہ وڌي وئي آهي، جو پنڌ هلڻ بہ ڏاڍو مشڪل ٿي پيو آهي.

يائي خان روڊ جي ٻئي پر، ڪنڊ تي غير سنڌي جو موٽر پارٽس جو دڪان هوندو هو ان جي پرسان ٽريڪٽرن جي ٽائرن جا پنڪچر ٺاهڻ واري جو دڪان هوندو هو. پنڪچر ٺاهڻ وارن مان هڪ کي پهلوان ۾ ٻئي کي ٽارزن سڏيو ويندو هو. نالن جي خبر ڪنهن کي بہ نہ هئي، نالي جو تہ پهلوان هو پر ڪشتي وڙهندي ان کي نہ ڏٺو ويو. جڏهن تہ ٽارزن ڪجهہ بين عادتن ۾ عملن ۾ ملوث هو ان جي پرسان

۽ مهاجر موٽر پارٽس واري جو دڪان هوندو هو. اهي دڪان فوجداري روڊ تي اولهہ طرف هئا. اڳي مٺاين جي دڪانن، هوٽلن، ڪباب وارن، پڪوڙن وارن جي دڪانن کان علاوه ٻيا سيئي دڪان صبح جو سوير کلندا هئا ۽ سج لهڻ بعد جلدي بند ٿي ويندا هئا.

ان جي پرسان پيرو حلوائي جو دڪان هوندو هو. پيرو حلوائي جو اصل نالو پير بخش هو. هن جي دڪان جي اعليٰ معيار جي مٺائي، پڪوڙا، صبح جي وقت شيرو مال پڙو، دال پوري، دال پڪوان سڄي شهر ۾ مشهور هئا. شهر جا ماڻهو گهڻو ڪري مٺائي وٺڻ هن دڪان تان ايندا هئا. صبح جي وقت کان وٺي رات جو دير تائين دڪان تي گراهڪن جي رش لڳي پئي هوندي هئي. پيرو حلوائي وٽ ٻين نوڪرن کان علاوه هڪ نوڪر هندو جهامن نالي هوندو هو. روزاني تازي مٺائي ٺاهيندو هو. مٺائي ٺاهڻ جو وڏو ماهر ۽ ڪاريگر هوندو هو. روزاني تازي مٺائي ٺاهيندو هو. مٺائي ٺاهڻ بعد گهڻو وقت دڪان تي ويهندو هو. بيحد قربائتو، مزاحيہ طبيعت هرهڪ پيو هن سان چرچا يوڳ ڪندو هو. ناراض نہ ٿيندو هو. ماڻهن کي چرچن جا جواب ڏيڻ سان گڏوگڏ ڪاروبار بہ پيو ڪندو هو. مطلب تہ هرهڪ کي خوش پيو ڪندو هو. پيرو حلوائي وڏي عمر جو هو. هن جو دڪان پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان بہ پهرين جو هو. ضعيف ٿيڻ کان پهرين ڪم ۽ ڪاروبار ۾ رڌل هوندو هو. ضعيف ٿيڻ بعد هن جي پٽن منون ۽ اقبال پيءُ جي جاءِ والاري هئي. هي مٺائي جو دڪان وڏي اوج تي هليو ۽ مشهوري ماڻي. مٺائي جي دڪان کان علاوه چانهہ جي هوٽل بہ هوندي هئي.

پيرو حلوائي جي دڪان جي پرسان سيد علي اڪبر شاهہ گهٽي وٽ ڏنل شاهہ جو پڙ آهي، هن پڙ جي تاريخ بہ قديم آهي. پيرو

حلوائي جو دڪان گاڏي کاتي الهندي ڪچي جي سونهن ۽ رونقن جو حصو هو. هي دڪان به ڪليمن واري قانونَ جي وڪڙ ۾ اچي ويو هو. چاچا پيرو ويچارو دڪان کي بچائڻ لاءِ وڪيلن جي آفيسن جا چڪر پيو ڪندو هو ۽ ڪورٽن ۾ حاضريون پيو ڀريندو هو. گاڏي کاتي الهندي ڪچي ۾ سنڌين جي ڪا ورلي اهڙي جاءِ هوندي، جيڪا ڪليمن جي قانون کان بچي هجي. پيرو حلوائي جو دڪان به شايد 1985_86ع يا ان کان پهرين ختم ٿي ويو. هاڻي ان جاءِ تي ٻيا دڪان کلي ويا آهن. پيرو حلوائي جي دڪان جي مٿان محترم اي. بي جعفري مولائي وڪيل رهندو هو. هي نهايت ئي شريف النفس انسان هو. انڪم ٽيڪس جو وڪيل هو. هن جي آفيس ڏنل شاهه جي پڙ ۾ هئي. هن وٽ هڪ پيرسن منشي نالي محمد صالح هوندو هو. هو ٻڌائيندو هو ته هي ٽنڊي محمد خان جو ميمڻ آهي. مشهور عالم، شاعر ۽ اديب محمد خان غني هن جو ڀاءُ هو. محمد صالح ڳائڻ جو شوقين هوندو هو شهر ۾ هفتيوار درگاهن تي ڳائڻ جون جيڪي چوڪيون (محفلون) ٿينديون هيون يا ميلا منعقد ٿيندا هئا. انهن ۾ ڳائيندو هو. هي به خوش مزاج قسم جو ماڻهو هو غير شادي شده هو. جعفري صاحب جاءِ مسواڙ تي ورتي هئي. هنگامن دوران هي به هتان لڏي ويو هو. شايد 1992_93ع ۾ وفات ڪري ويو. هن جو پٽ شفقت علي به وڪيل آهي، ٽنڊي جهانيه ۾ رهندو آهي.

هي تاريخ لکندي ٻيا به ڪيترائي مسڪين، پورهيت بزرگ ياد اچي رهيا آهن، جيڪي ڪيترين ئي يادون ڇڏي ويا آهن. انهن جي تاريخ نه لکڻ ۽ وسارڻ سان تاريخ لکڻ جو مقصد بي اثر هوندو. انهن بزرگن مان اڪثر غير شادي شده هئا. ان ڪري انهن جو اولاد نه آهي. اسين جيستائين جيئرا آهيون، انهن جون يادون اسان جي دلين ۾

سمايل آهن، اسان جي مرڻ بعد انهن جون يادون بہ متجي وينديون، جو
هن دؤر جي نوجوانن انهن کي ڏٺو ئي ڪونہ هو. انهن لاولد بزرگن مان
مرحوم محمد اسحاق عرف ڪالو پالاري هو، جيڪو تانگو هلائيندو
هو. هن جو گهر جهڙوڪ گاڏي کاتي وارو چپرو هو. شايد 83_1982ع ۾
فوت ٿي ويو. نبي بخش عرف نبو موالي جي نالي مشهور هوندو هو.
چپري واري حوض تان وڪتوريہ تانگا ڏوئي گذر سفر ڪندو هو. هي بہ
غير شادي شده هو. انهيءَ وقت هڪ خطرناڪ قسم جون موتمار
گوريون ملنديون هيون، انهن جو اصل نالو تہ الاءِ ڇا هو پر عام طرح
انهن کي ميبرڪس چوندا هئا. گوريون کائڻ بعد ماڻهن کي هوش نہ
هوندو هو رستن تي ڪريا پيا هوندا هئا. گوريون کائڻ وارن جي حالت
بيحد خراب هوندي هئي. انهن خطرناڪ گورين گهڻن ئي نوجوانن
جون زندگيون ختم ڪري ڇڏيون هيون. نبو بہ اهي موتمار گوريون
کائيندو هو اچانڪ گم ٿي ويو ۽ وري ڏسڻ ۾ نہ آيو. لالا حق نواز پٺاڻ ۽
سندس والد، هي پشتو ڳالهائيندڙ پٺاڻ هئا. لالا حقنواز جو جنم بہ هتي
ٿيو هو هي سنڌي چٽي ڳالهائيندو هو ۽ زندگي بہ سنڌين سان
گذاريائين، غير شادي شده هو. هن جو گهر بہ جهڙوڪ چپرو هو. هي بہ
فوت ٿي ويو. جيئن تہ پهرين بہ بيان ڪري چڪو آهيان تہ چپرو بي
گهر ماڻهن تہ ڇا پر جانورن پکين جي آرائشگاهہ ۽ پناهہ گاهہ هو
جنهن کي ختم ڪري بي گهر مسڪينن کي دربدر ڪرڻ سان گڏوگڏ
هڪ قديم نشاني کي بہ متايو ويو. هن چپري ۾ متين ماڻهن کان علاوه
پيا بہ ڪيترائي بي گهر ماڻهو رهندا هئا، جيڪي اتي ئي فوت ٿي ويا.

علي اڪبر شاهہ گهٽي جي سڄي پاسي بابو پائي جو هيٺ
دڪان متي گهر هو. هندوستان مان لڏي جيڪي مهاجر هتي آيا هئا،
انهن مان بابو پائي بہ هڪ اهم ۽ نرالي شخصيت هئي. هن پيرو

حلوائي جي مقابلي ۾ مٺائي جو دڪان کوليو هو پر ڪامياب نہ ٿي سگهيو. ڪامياب نہ ٿيڻ جي صورت ۾ دڪان ٿوريءَ وقت اندر ئي بند ڪري ڇڏيو هئائين. پرسان آفتاب موٽر پارٽس جو دڪان هو هن جو مالڪ سنڌي هو. هي دڪان بيحد ڪاميابيءَ سان هليو هو. هن دڪان تي ڪو تنازعو هو جو دڪان کي سيل ڪيو ويو هو. دڪان ڪافي وقت تائين سيل هو. وري ساڳئي حالت ۾ نہ کليو. هن دڪان جي مالڪن جي خبر ئي نہ آهي، الاءِ ڪيڏانهن ويا. تلسيداس روڊ جي پرپاسي رهندا هئا. هن دڪان جي مٿان اقبال لوڌي وڪيل جو گهر هوندو هو. هي مهاجر هو. هن ڪليمن واري قانون جي ڪيسن ۾ مهاجرن جو تمام گهڻو ساٿ ڏنو. سنڌين خلاف جيڪو مهاجر پنجابي پٺاڻ متحده محاذ نواب مظفر حسين خان قائم ڪيو هو ان جو هي اهم ۽ سرگرم ميمبر هوندو هو. گهڻو ڪري محاذ جون گڏجاڻيون هن جي گهر ۾ ٿينديون هيون. در حقيقت شهر ۾ اقبال لوڌي ۽ بابو يائي جهڙيون ٻيون بہ ڪيتريون ئي شخصيتون هيون، جن جي اعليٰ ڪردار بابت علحده تاريخ لکڻ جي ضرورت آهي. بعد ۾ اقبال لوڌي واري گهر ۾ سنڌي ميمڻ اچي رهيا هئا. هنن جي تلسيداس روڊ تي هوٽل هوندي هئي، اهي بہ هتان لڏي ويا.

آفتاب موٽر اسٽور پرسان ابراهيم عبدالڪريم ڪاٺياواڙي جو سائيڪلن جو دڪان هوندو هو. هي بہ ٻين مهاجرن جيان هندوستان مان لڏي آيو هو. هن جي دڪان جي مٿان بہ گهر هو ان جي مٿان محترم محمد اسحاق ميمڻ اصل ڳوٺ قاسم ڪاهي اڳوٽو ضلعو نوابشاهہ هاڻوڪو ضلعو نوشهروفيروز جو گهر هوندو هو. هن لاءِ اهو مشهور هوندو هو تہ هي ڄام صادق علي مرحوم اڳوڻي وزيراعليٰ سنڌ ۽ سندس ڀاءُ ڄام انور علي جو مئنيجر آهي. هن جا ٽي پٽ نياز حسين،

نثار احمد ۽ نادر هئا. اڳوڻو صوبائي سيڪريٽري حڪومت سنڌ جناب اشفاق احمد ميمڻ هنن جو قريبي مائٽ هو. اهو هنن وٽ ايندو رهندو هو. هنن جي رهڻي، اٿڻي ويهڻي وڏي ناٿ باٿ سان هوندي هئي. نياز حسين روينيو کاتي ۾ ملازم هو. نثار احمد اسان جي کاتي ۾ ملازم هو. نادر انهي وقت ننڍو هوندو هو. هي گهر بہ ڪيلمن جي قانون جي وڪڙ ۾ اچي ويو هو. هي خاندان شايد 76_1975ع ۾ هتان ڪراچي منتقل ٿي ويو هو. نياز حسين آبڪاري کاتي ۾، ۽ نثار احمد پوليس ۾ آفيسر هو. اڃا تائين ڪراچي ۾ ئي رهندا آهن. سائيڪلن واري جي دڪان جي پرسان گهٽي آهي، انهي گهٽي ۾ مٿين ماڙي تي محترم چاچا عبدالله ميمڻ نٿي واري مرحوم جو گهر هوندو هو. هن بزرگ کي نرينہ اولاد نہ هو. هي بزرگ نهايت ئي هوشيار هرهڪ جي ڪم اچڻ وارو هو. انهيءَ پرسان ٻي گهٽي ۾ ساداتن جي حويلي هئي ۽ قديم مسجد جيڪا اڃا تائين موجود آهي، انهن جي تاريخ هلندڙ سلسلي ۾ شامل ڪئي ويندي. انهي گهٽي ۾ دلشاد مهاجر جو بہ گهر هو جيڪو فالودي ۽ قلفي ٺاهڻ جو وڏو ڪاريگر هوندو هو.

گهٽي جي اترپاسي واري ڪنڊ تي چاچا محمد عمر سهتو جو پان، ٻيڙي، سگريٽ جو دڪان هوندو هو. پهرين هن جو دڪان اسان جي دڪان جي پرسان مانڊلي ۾ هوندو هو پوءِ اتي منتقل ڪيو هئائين. محترم محمد عمر سهتو نهايت ئي شريف ۽ قربائتو ماڻهو هوندو هو وڏي عمر جو هوندو هو. هن جا پٽ عبدالستار ۽ ايم اي راڄا جيڪو ٽي وي ۽ فلم جو نامور اداڪار هو. ٻڌايو اهو ويندو هو تہ محترم گلزار انڙ صاحب، جنهن سياست جي دنيا ۾ وڏي مشهوري ماڻي هئي، ان جي جي ڏي هئي. ان جي پرسان پشتو ڳالهائڻ واري پناڻ جي هوٽل هوندي هئي. پناڻ بابت اهو ٻڌايو ويندو هو تہ هي پاڪستان قائم ٿيڻ

ڪان اڳ جو هتي آيل آهي. ان جي پرسان ڪارن جي بمپرن ۽ ٻئي سامان ۽ وڪٽوريہ ۽ ٽانگن ۾ لڳل لوھ جي سامان کي ڦلٽي جيان صاف ڪرڻ جا ڪارخانا هوندا هئا. انهيءَ سامان کي صاف ڪرڻ ۽ چمڪائڻ جي ڪم کي نڪل چوندا هئا. دور بدلبو رهيو ڪارن ۾ لوھ جي جاءِ تي پلاسٽڪ جو ۽ ٻيو سامان استعمال ٿيڻ لڳو. وڪٽوريا ۽ ٽانگن جو بہ اوج ختم ٿي ويو. ان ڪري نڪل جو ڪم ڪرڻ وارن جي ضرورت بہ نہ رهي. اهي ڪارخانا بند ٿي ويا. ان جي پرسان ڪانياواڙن جي گهر جو دروازو هو گهر هنن دڪانن جي پٺيان هوندو هو. هي ڪانياواڙي بہ هندوستان کان لڏي آيا هئا. درازي جي پرسان محمد ابراهيم فينسي واري جو دڪان هوندو هو هي سنڌي هو. جيڪو ابراهيم فينسي واري نالي سان مشهور هوندو هو. فينسي ان ڪري چوندا هئا جو هن وٽ ماڻهن جي سينگار جو سامان جهڙوڪ ڪريم، پائوڊر، پرفيوم، عطر، جوراب، گنجي، پرس، رومال ۽ ٻيو بہ ڪيترن ئي قسمن جو سامان جيڪو شيشي جي ڪٻٽن ۾ رکيو هوندو ۽ شوقين سرنديءَ وارا ماڻهو استعمال ڪندا هئا. اهڙو سامان انهيءَ وقت غريبن جي خريداري جي پهچ کان ٻاهر هو.

ابراهيم جي دڪان جي پرسان حجام جو دڪان هوندو هو. هي حجام سنڌي هو. قدآور هوندو هو انهي وقت جي حالتن موجب هي دڪان فينسي، فيشني ۽ سرندي وارن شوقينن جي ڪم جو هو. دڪان جي دروازن کي شيشا لڳل هوندا هئا. دڪان ۾ هر طرف کان آرسيون، ڪٻٽن ۾ پائوڊر، ڪريم، خوشبو وغيره رکيل، ويهڻ لاءِ ڦرڻ واريون ڪرسيون رکيون هونديون هيون. حجام جو نالو ياد ڪين ٿو اچي. قدآور وڏي عمر جو ماڻهو هو ۽ هر وقت صاف سٿرو ٺاٺ باٺ رهندو هو. شهر ۾ انهيءَ وقت ڪي چند حجامن جا دڪان هوندا هئا. گهٽو ڪري

تہ حجام زمين تي چادر وغيره وڇائي ڪنهن جاءِ جي اوٽ يا وڻن جي ڇانوَ ۾ ويٺا هوندا هئا. حجامن جا دڪان جي هئا تہ بلڪل ساده هوندا هئا. هن دؤر جيان ايئرڪنڊيشن اجا عام نہ ٿي هئي، انهي وقت جا حجام وار ناهڻ جا اٺ آنا، شيوَ ناهڻ جا چار آنا شايد وٺندا هئا. زمين تي ويهڻ وارا حجام تہ ان کان بہ گهٽ اوجرو وٺندا هئا. جو انهن جا گراهڪ اڪثر ڪري يا تہ ڇهونا هوندا هئا يا وري ننڍيا ٻار. ڪجهہ حجام وري اهڙا بہ هوندا هئا. جيڪي رستن پرسان ڪرسيون رکيو ڇانوَ ۾ ويٺا هوندا هئا، ماڻهن کي انهي ڪرسي تي ويهاري وار يا شيوَ ناهيندا هئا. مٿي ذڪر ڪيل فيشني حجام وارو دڪان، ٻين حجامن جي ڀيٽ ۾ گهڻو مهانگو هوندو هو ۽ هي ٻين کان ڇوڻو يا پنجوڻو اجورو شوقينن کان وٺندو هو. هي دڪان بہ گهڻو وقت اڳي ختم ٿي ويو ۽ بعد ۾ الاءِ ڪيڏانهن هليا ويا.

حجامن جي دڪان جي پرسان بلڪل سوڙهي گهٽي آهي، انهي گهٽيءَ ۾ ڪجهہ گهر آهن. هڪ پوليس جي سپاهي جنهن جو نالو ياد نہ آهي، جو گهر هوندو هو. گهٽيءَ جي ٻئي پر گهٽيءَ جي حد ۾ مهاجر موچيءَ جو هڪ ننڍو دڪان اجا تائين موجود آهي، وڏا موچي تہ مري ويا پر انهن مان هڪ اجا تائين وڏن جي ڪاروبار کي جاري رکندو پيو اچي. هالائي ميمڻ جي هوٽل ان جي پرسان هوندي هئي، هوٽل ڪچي هوندي هئي، پر هئي پراڻي. هن ميمڻ جو ذڪر اڳيئي ڪري چڪو آهيان، ونڊسر بار پرسان هن جو گهر هوندو هو. بزرگ ميمڻ نهايت ئي شريف ۽ ڪاروباري ماڻهو هو گهڻو وقت اڳي لاڏاڻو ڪري ويو. هوٽل بہ ختم ٿي وئي. هوٽل جي پرسان حڪيم چراغ الدين جو طب خانو هو. مڙس وڏي عمر جو قدآور، جسم ٿلهو ڇهري تي ڏاڙهي شهپر وڏا، مريض هجن يا نہ پر پاڻ طب خانو پابنديءَ سان کوليو

وينو هوندو هو. هي پنجابي زبان ڳالائيندو هو پر هندستان مان لڏي
ايل مهاجر هو. هن جا پائر انهن جو اولاد، سندس اولاد مٿ مائٽ گهڻير
تعداد ۾ هوندا هئا. طب خانو تہ کوليو وينو هوندو هو ۽ سنياسي
حڪيم جو بہ وڏو بورڊ لڳايو وينو هو پر اها خبر نہ هئي تہ هي حڪمت
جي علم جو ڄاڻو بہ هو يا نہ جو ايترو مشهور نہ هو ۽ شهر جا بزرگ هِن
جي باري ۾ مختلف ڳالهيون ڪندا رهندا هئا. هن جي وفات بعد هن
جو فرزند حڪيم رستم انهي سلسلي کي جاري رکيو ان جي وفات
بعد اها جاءِ سندس پٽ ابرار والاري، اهو بہ گذاري ويو. اهڙي طرح اهو
طب خانو بہ ختم ٿي ويو. حڪيم وارو دڪان بہ ڪچو تعمير ٿيل هو
حڪيم جي دڪان جي پرسان رستو آهي، اُتي دهي بڙا وڪڻڻ وارو
ريڙهو بيهاريو بيٺو هوندو هو.

گهٽيءَ جي پٺي پر ڊاڪٽر عزيز جي اسپتال هئي. اها گهٽي
ڊاڪٽر عزيز جي نالي مشهور هئي، گهٽيءَ جو اصل نالو تہ الاءِ ڪهڙو هو.
ڊاڪٽر وڏي عمر جو هوندو هو پر هوشيار ۽ تجربيڪار هو مهاجر هو.
گهڻو وقت اڳي فوت ٿي ويو. هن وقت سندس فرزند ڊاڪٽر شاهنواز
اسپتال هلائي رهيو آهي. هن گهٽيءَ ۾ سنڌين جا ڪجهہ ڪچا گهر
هوندا هئا. اهي شهر جا پراڻا رهاڪو هئا، جيڪي لڏي ويا. اها گهٽي
رهاڪن جي استعمال ۽ سهوليت لاءِ هئي، پرسڪون ماحول هوندو هو.
هن وقت انهي گهٽي جي ڇا حالت اهي، ڪارن، موٽرن جي سامان جا
دڪان گهٽيءَ جي ٻنهي پاسي قائم ٿي چڪا آهن. سڄي گهٽي ڪارن ۽
دڪان وارن سان پري پئي هوندي آهي، پنڌ هلڻ ۾ بہ ڏاڍي تڪليف ٿي
ٿئي. شهر جا پراڻا باشنده هن گهٽيءَ مان لڏي الاءِ ڪيڏانهن ويا. اسپتال
جي پرسان عمارت جو ٻيو دروازو هوندو هو انهيءَ دروازي اڳيان ڪجهہ
وقت لاءِ حڪيم چراغ الدين جي ڪنهن پوڙهي ياءُ يا مائٽ پان، بيڙي
سگريٽ جو دڪان کوليو هو. ان کان پهرين ان جاءِ تي دلشاد فالوده ۽ فلفي

واري جو دڪان هو. پرسان ٽريڪٽرن جي وڏن ٽائرن جي مرمت ڪرڻ ۽ پنڪچر ناهڻ واري جو دڪان هوندو هو. اهو به مهاجر هو. حالات بدلجڻ ڪري اهي به ڪم ختم ڪري الاءِ ڪيڏانهن هليا ويا. هاڻي اتي ڪاروبار ٻيا آهن. ڊاڪٽر عزيز ۽ ٽائرن واري جي دڪانن جي مٿان انگريزن جي دور ۾ تعمير ڪرايل ڪنهن هندو جي عاليشان عمارت اجا تائين آهي. انهيءَ عمارت کي ڏسي اندازو ٿو ٿئي ته ٺهرائڻ واري ڪيتري نه شوق، دلچسپي ۽ محنت سان اها شاهي ۽ عاليشان عمارت ٺهرائي هوندي ۽ ان دور جي حالتن موجب ڪيترو نه پئسو خرچ ڪيو هوندو. پر اهڙي عمارت ۾ ٺهرائڻ وارن کي وڌيڪ وقت رهڻ جو موقعو نه مليو. ورهاڱي وقت اهڙي عاليشان ۽ قيمتي جاءِ ڇڏي هليا ويا. انهي عمارت ۾ حڪيم چراغ الدين جيڪو پاڻ ته فوت ٿي ويو پر ان جو اولاد ان ۾ رهندو آهي. عمارت اجا تائين جسماني طور مضبوط نظر اچي ٿي، پر آهي پراڻي حالت ۾ جو ان جي مرمت ۽ رنگ وغيره جو ڪم نظر نه اچي رهيو آهي. شايد اها عمارت حڪيم چراغ الدين کي ڪليمن ۾ ملي هئي. اها عمارت هن وقت به شهر جي سونهن آهي، پراڻي شهر جي يادن کي تازو ڪري ٿي، جو شهر جي اهم علائقي ۾ موجود آهي. عمارت جي پرسان سوڙهي جوهراڻي گهٽي آهي، انهي گهٽيءَ جي تاريخ به قديم آهي. اهي جوهراڻي پڪي واري پير جا خدمتگار ۽ متولي هئا. انهي گهٽي ۾ پراڻي ۽ يادگار مسجد آهي ۽ هن گهٽي ۾ رهندڙ ڪجهه شخصيتن جون يادون به آهن. جن جي تاريخ هلندڙ سلسلي ۾ لکي ويندي، جو هي تاريخ فوجداري روڊ الهندي ڪچي قديم ۽ موجوده يادن ۽ حالتن تي مشتمل آهي. خاص فوجداري روڊ جي آهي. هي تاريخ فوجداري روڊ جي ذڪرڻ کان اتر طرف جي آهي. گهٽي جي ٻئي ڪنڊ تي محترم محمد ابراهيم پنهور جو گهر هو. هيٺ دڪان مٿي گهر هو. ٻن دڪانن مان هڪ دڪان ۾ شايد ڪو انشورنس وارو هوندو هو. ٻئي دڪان ۾ ڪتابن، ڪاپين ۽ اسٽيشنري جي

سامان جو دڪان هوندو هو. محمد ابراهيم پنهور جا وڏا گهڻو وقت اڳي
هتي اچي آباد ٿيا هئا. اهڙي طرح هي شهر جا پراڻا باشنده هئا، شايد جاءِ
هن جي ذاتي ملڪيت هئي. پاڻ تہ گهڻو وقت اڳي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو
ڪري ويو. سندس اولاد محترم اڪبر، اڪرم ۽ اقبال انهي جاءِ ۾ رهندا
هئا. شهر جي بگڙندڙ حالتن دوران اهي بہ جانيون بچائي پنهنجا اباڻا گهر
۽ پاڙا ڇڏي ٻئي هنڌ منتقل ٿي ويا. چاچا محمد ابراهيم پنهور وڏي عمر
جو هوندو هو نهايت ئي شريف ۽ قرب ڏيڻ وارو هوندو هو. اولاد بہ پيءُ
وانگيان ئي آهي.

آئون پنهنجي اڳوڻي ڳالهہ کي ٻيهر ورجائيندي چوان ٿو تہ
حيدرآباد شهر جي تاريخ جيڪا لکي رهيو آهيان، انهي جو بنياد هڪ
تہ اهو آهي جيڪي حقيقتون تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهن، جن جو
حوالو ڏنو پيو وڃي. اهي بلڪل مختصر آهن. ٻيون حقيقتون اهڙيون
آهن، جهڙوڪ درويشن جون آخري آرامگاهون، مسجدون، قبرستان،
آثار نشانيون، عمارتون، تفريح گاهون وغيره وغيره جن جو ذڪر
تاريخي ڪتاب ۾ موجود نہ آهي، پر اهي موجود آهن. ٽيون حقيقتون
اهڙيون آهن، جيڪي بزرگن ٻڌايون هيون. چوٿيون حقيقتون اهڙيون
آهن، جيڪي اڌ صدي کان بہ وڌيڪ عرصي جون آهن، جنهن جا شاهد
اسين آهيون، جيڪي صحيح ۽ حقي حقيقتون آهن، اهي ئي قلمبند
ٿي رهيون آهن، ڪابہ اهڙي ڳالهہ لکڻ کان گريز ڪيو پيو وڃي، جنهن
سان ڪنهن جي دل آزاري ٿئي، ڪو اعتراض يا تنازعو پيدا ٿئي،
ڇاڪاڻ تہ هي تاريخ آهي، اسان جون غلطيون گمراهي پيدا ڪنديون
۽ تاريخ لکڻ جو مقصد فوت ٿي ويندو.

(عبرت مئگزين، 16 سيپٽمبر کان 30 سيپٽمبر 2013ع)



# نواب ولي محمد خان لغاري جو قبو ۽ ان جي آسپاس ٻيون درگاهون ۽ قبرستان

حيدرآباد شهر ۾ رهندڙ گهڻو ڪري نوجوانن انهي حقيقت طرف غور ئي نہ ڪيو آهي تہ ان جو تاريخي پسمنظر ڇا آهي، هن شهر ۾ ڪهڙا تاريخي اثاثا، مقبره، مسجدون، درگاهون، قلعہ، ماڳ مڪان، قبرستان ۽ تفريح گاهون وغيره موجود آهن ۽ اهي ڪهڙي ڪهڙي دؤر جون پراڻيون آهن، اهي جايون ئي آهن جيڪي حيدرآباد جي قديم تاريخ کي ظاهر ۽ زنده رکنديون پيون اچن، ڏٺو اهو ويو آهي تہ ڪيتريون زبون تي پهچيون آهن، ڪيترين جاين کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۽ سازش ڪئي پئي وڃي، باقي جيڪي نشانيون ۽ اثاثہ بچيا آهن، جي اهي بہ ختم ڪيا ويا تہ حيدرآباد شهر جي قديم تاريخ متجي ويندي، آئون هلندڙ تاريخي سلسلي ۾ هر هڪ جاءِ کي نمايان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان، جيئن ماضي جيان تاريخ لکڻ وارن کي رهجي ويون آهن. انهي حقيقت جو ثبوت آئون ي تو پيش ڪريان تہ شهر جي اهم ۽ تاريخي علائقي گاڏي کاتي (ميونسپل وارڊ ايف) ۾ ختم تي ويل سلطان هوٽل جي پٺيان هڪ قديم قبرستان آهي، ان ۾ ڪجهہ قبرون آهن. تقريبن 40 سال اڳ ان قبرستان پرسان سيد محبوب شاهہ جو گهر هو، قبرستان ۾ وڃڻ لاءِ دروازو هو (الهندي ڪچي جي تاريخ ۾ اها حقيقت مختصر لکي چڪو آهيان) ڪجهہ وقت پهرين اتي وياسون، دروازي جي جاءِ تي دڪان هئا، دڪان وارن

ڪان دروازي بابت معلوم ڪيو ويو ٻڌايو ويو تہ ڪجھ اڳيرو شهباز ميڊيڪل اسٽور آهي، اتان معلوم ڪريو، اتي قبرستان ۾ وڃڻ لاءِ دروازي بابت معلوم ڪيو ويو اتي ويٺل ماڻهو جنهن سنڌن نالو ٻڌائڻ کان انڪار ڪيو اهو حيران ٿي ويو، سوال پڇيائين تہ اوهان کي قبرستان بابت ڪنهن ٻڌايو آهي، اسان هن کي جواب ڏنو تہ هي حقيقت لڪڻ جي نہ آهي اسان کي خبر آهي، اسان هن کي تسلي ڏيندي چيو تہ اسان کي فقط قبرن جا فوٽو ڪڍڻا آهن، هن اهو قبول ڪيو تہ اندر قبرون موجود آهن، پر ضد ڪري بيهي رهيو اندر وڃڻ نہ ڏنائين، باوجود منٿون ڪرڻ جي غور ڪريو تہ هن اندر وڃڻ چو نہ ڏنو، جو انهي قديم قبرستان طرف ڏيان نہ ڏنو ويو، جنهن ۾ بزرگ دفن ٿيل آهن ۽ الهندي ڪڇي جي قديم تاريخ جي علامت آهن، تہ اهو بہ ختم ٿي ويندو، آئون پنهنجي مضمون ۾ اهڙين جاين ۽ قبرستانن جي بہ نشاندهي ڪري رهيو آهيان جيڪي ختم ڪيا ويا آهن.

نواب ولي محمد خان لغاري سنڌ خاص ڪري حيدرآباد جي تاريخ ۾ اهم شخصيت هو هي سنڌ جي حڪمراني ڪندڙ ٽالپر صاحبان جي خاص مصاحبن مان هو، وزير اعظم جي اعليٰ عهدي تي فائز رهيو، سندس والد غلام محمد لغاري هو غلام محمد مير بهرام خان جو هڏ ڏوکي همراهہ هو جيڪو مير صوبدار خان سان گڏ وڙهندي ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي درٻارين هٿان شهيد ٿي ويو هو (ٽالپرن جي مختصر تاريخ رحيمداد مولائي شيدائي صفحو نمبر 99).

مرزا عباس علي بيگ پنهنجي تاليف ڪيل ڪتاب "خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1980ع ۾ شايع ڪيو هو جي صفحي نمبر 40-30 تي بيان ڪيو آهي تہ مير صوبدار خان ٽالپر پنهنجي پيءُ مير بهرام خان ٽالپر جي قتل جو

ويڙهه وٺڻ لاءِ سرفراز ڪلهوڙي جي ماڻهن سان جيڪا لڙائي ڪئي هئي ان جو مختصر منظر ڏاڍي سٺي طريقي بيان ڪيو آهي. مرزا صاحب لکي ٿو لڙائي دوران مير بهرام خان جي خدمتگارن مان ڪمال خان رند، غلام محمد لغاري ۽ ٽيون شادمان خان به مير صوبيدار سان جنگ ۾ اچي شريڪ ٿيا هئا. ليڪن ڪلهوڙن جا ماڻهو به ڀنن ڪان تمام گهڻي انداز ۾ هئا. تن مان هڪ حبيب نالي، مير صاحب جي پٺيان اچي مير جي جنگهه ۾ اهڙو ته ترار سان ڏڪ هنيو جو مير جو پير ڪپجي ڌار ٿي ويو. هيڏانهن ڪمال خان رند ۽ غلام محمد لغاري به ڏاڍي جوش و خروش سان نعرا هڻي بهادري سان وڙهي قتل ٿيا.

شيدائي صاحب ۽ مرزا صاحب جي بيانن مان اهو ظاهر ٿيو ته ٽالپر جي حڪومت ڪان پهرين به لغاري خاندان جي مير صاحبان وٽ وڏي عزت ۽ اهميت هوندي هئي، غلام محمد لغاري حڪمران سنڌ مير صاحب جي والد مير بهرام خان جو هڏڏوڪي همراهه هو جيڪو ڏکئي وقت ۾ لڙائي ۾ شريڪ ٿي قتل ٿيو هو نواب ولي محمد خان لغاري جنهن جي تاريخ لکجي رهي آهي اهو غلام محمد لغاري جو فرزند هو ۽ مير صاحبان جي دربار جي خاص مصاحبن مان هو. سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار حسين بادشاهه جي ڪتاب "حيدرآباد جي تاريخ" جي صفحي نمبر 71 تي بيان ٿيل آهي ته يونيورسٽي جي اولهه طرف اميدن پرئي جي مقبري ڪان وٺي ڪليڪٽري تائين وزير اعظم نواب ولي محمد خان لغاري جو ٽنڊو ولي محمد هو انگريزن جي قبضي بعد اُها آبادي هاٽوڪي ٽنڊي ولي محمد واري جاءِ تي منتقل ڪئي وئي، ساڳئي ڪتاب جي صفحي نمبر 72 تي بيان ٿيل آهي ته حڪيم، شاعر، مصنف، سپهه سالار ۽ وزير اعظم نواب ولي محمد خان لغاري ميان سرفراز ڪلهوڙي جي قبر ڪان اتر طرف ننڍي گنبذ ۾ آرامي آهي،

تقريبن اڌ صدي کان ٻه وڌيڪ عرصو اڳ اميدن ڀرئي جي درگاهه تي وڃبو هو. ته اوپر طرف متيءَ جي ڪجهه جاين جا آثار نظر ايندا هئا. اهو معلوم نه ٿي سگهبو هو ته اهي آثار ڪهڙي دؤر جا هئا. هتي اها اهم ڳالهه نظر آئي ته اميدن ڀرئي جي مقبري جو ذڪر نه ڪيو ويو آهي. جيڪو ٻڌايل حقيقتن موجب شايد انگريزن جي دؤر جو آهي، پر سيد محمود شاهه بخاري رحه جنهنجي درگاهه يونيورسٽي پرسان آهي ۽ تمام گهڻي قديم آهي، ان جو ذڪر نه ڪيو ويو آهي.

نواب ولي محمد خان لغاري جو قبو نئين آبادي ڀٽائي ڪالوني جي هڪ پرسڪون ۽ پر امن علائقي ۾ موجود آهي، انهي قبي ڏانهن وڃڻ جو آسان رستو فقير حاجي محمد حيات واري مسجد جي پرسان گهٽي جيڪا اولهه طرف وڃي ٿي، پر چند قدمن جي فاصلي بعد هڪ رستو ڏکڻ طرف وڃي ٿو. ڪجهه فاصلو هلڻ بعد چوديواري اندر پراڻي دؤر جو تعمير ٿيل قبو نظر ايندو. انهي چوديواري اندر فقط لغاري ذات وارن جون قبرون آهن. قبي ۽ قبرستان جو احاطو وسيع آهي، پر روڊ کان گهڻو هيٺ آهي قبي ۽ قبرستان اندر وڃڻ لاءِ چوديواري کي لوهه جو دروازو لڳل آهي. پر اولهه طرف کان ديوارن جو ڪجهه حصو ٽٽي پيو آهي. قبي ۽ قبرستان جي حفاظت لاءِ اتي ڪوبه ماڻهو ويٺل نظر نه آيو. چوديواري اندر هڪ ڪچو گهر موجود هو معلوم نه ٿي سگهيو ته اهو ڪنهن جو آهي.

قبي جي اڳيان پراڻو نم جو وڻ موجود آهي. ان تي هڪ بورڊ لڳو پيو آهي، جنهن تي ”آبائي قبرستان ۽ مقبرو مرحوم نواب ولي محمد خان لغاري ڳوٺ تاجپور اڳوڻو وزير اعظم سنڌ ٽالپر دؤر“ لکيو پيو هو. قبي جي اندر فقط هڪ ئي قبر نواب صاحب جي آهي، قبو پراڻو هوندي به مضبوط حالت ۾ نظر آيو. قبي ۽ قبرستان جي چوديواري اندر

اجا بہ وسيع جاءِ خالي پئي آهي. قبي جي چوديواري کي ٽن طرفن کان رستا آهن. رهائشي گهرن کان علاوه اتي بيڪريون تمام گهٽيون آهن ۽ آبادي غير سنڌين جي آهي.

ولي محمد خان لغاري جي وفات بابت ميرزا عباس علي بيگ جي لکيل ڪتاب "تاريخ سنڌ ٽالپر دؤر" جي صفحي نمبر 758_759 تي بيان ٿيل آهي تہ نواب ولي محمد خان لغاري حيدرآباد جي ميرن جو بينظير وزير هو چانڊڪا (لاڙڪاڻو) جي ڪلي نظم و نسق آخري دم صاحب موصوف جي هٿ ۾ رهيو نواب صاحب ملڪ جي خارجہ پاليسي بهتر ۽ مستحڪم ڪرڻ لاءِ پاريسري ملڪن سان نهايت زياده مراسلت خاطر اڪثر ايلچين ۽ قاصدن کي پيو موڪليندو هو جيتوڻيڪ قاصدن جي آمدرفت تي خاصو خرچ ٿيندو هو. ليڪن خرچ جي مقابلي ۾ ملڪ جي خارجہ پاليسي کي گهٽي ۾ گهٽو اهڙو فائدو رسندو هو جو قاصدن جي آمدو رفت ۽ پاڻ ۾ تبادلہ خيالات سبب حامي تعلقات استوار ٿيندا ويا. جنهن کي مير مراد علي خان زياده اهميت ڏيندو هو. مير ڪرم علي خان جي وفات کان ٽي سال پوءِ نواب ولي محمد خان تاريخ 6 ماهہ ذوالقعد بروز سومر 247هجري مطابق 6 اپريل 1832ع تي لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي ۽ اتي ئي سندس باغ ۾ يڪدم تجر نهرائي لاش کي امانت طور دفنايو ويو. جيڪو پوءِ تجر باغ جي نالي سان مشهور ٿيو.

حيدرآباد ۾ جتي سيشن ڪورٽ جي بلڊنگ آهي، ان هنڌ نواب ولي محمد جون حويليون وغيره هيون، جيڪو ٽنڊو ولي محمد جي نالي مشهور ٽنڊو هو نواب صاحب جي وفات تي مير مراد علي خان نهايت غمزده ٿيو ۽ چئي ڏنائين تہ منهنجي دل تان اجا منهنجي وڏن ٽن پائرن جو غم ئي نہ لٿو آهي تہ اوچتو نواب صاحب جيڪو منهنجو

خاص بازو هو سو بہ هن فاني جهان مان لڏي ويو. ان بعد مير صاحب جي حڪم موجب سندس سمورا فرزند. پوٽا ۽ ٻيا عزيز و اقارب نواب صاحب جي تعزيت ڪرڻ لاءِ سندس رهائشگاهہ تي ويا ۽ اها بہ حقيقت آهي تہ نواب صاحب جي وفات بعد سنڌ جي اميرن جو اهو ساڳيو اتحاد نہ رهيو.

امانت وارو عرصو گذرڻ بعد نواب صاحب موصوف جي فرزند نواب احمد خان مير صاحب جي رضا موجب لاش کي لاڙڪاڻي مان ڪڍائي حيدرآباد ۾ آڻي دفنائي مٿس قبو ٺهرايو. جيڪو ميان سرفراز جي قبي کان ڪجهہ فاصلي تي اتي طرف موجود آهي.

نواب ولي محمد خان لغاري بابت ڪتابن مان جيتري بہ معلومات حاصل ٿي سگهي آهي، قلمبند ڪري پڙهندڙن آڏو پيش ڪجي ٿي.

نواب صاحب تاريخي پسمنظر رکندڙ شخصيت هو هن ۾ ڪابہ زباني روايت ڪارگر ثابت نہ ٿيندي. جيڪڏهن ڪتابن مان وڌيڪ تاريخ نواب صاحب بابت مهيا ٿي تہ هلندڙ سلسلي ۾ اها لکي ويندي، نواب صاحب تقريبن 182_181 سال پهرين هي جهان ڇڏي چڪو آهي، سندس قبو بہ يقين ايترو ئي پراڻو هوندو. جيڪو اڃا تائين مضبوط حالت ۾ نظر اچي رهيو آهي.

سنڌ خاص ڪري حيدرآباد شهر جي باشند کي تاريخ سان عدم دلچسپي هئڻ جي ڪري اهڙين تاريخي شخصيتن جي ڄاڻ تمام گهٽ آهي ۽ انهن جي يادن ۽ نشانين جي تحفظ جو جذبو ۽ شوق نہ آهي، ان حقيقت جو جيئرو جاڳندو ثبوت اهو آهي تہ جنهن علائقي ۾ سنڌ جي تاريخي شخصيت جو قبو آهي ان علائقي جو نالو بہ نواب صاحب جي نالي منسوب ٿيل نہ آهي ڇا 182_181 سال اڳ واري

علائقي ۾ پناڻن جي آبادي هئي، جو اهو وسيع علائقي ۾ پناڻ ڪالوني سڏجي ٿي، جڏهن تہ اتان ٿوري ئي فاصلي تي حضرت محمود شاهہ بخاري جي درگاهہ آهي، جيڪو پڻ آبادي کان اڳ جو پراڻو آهي، پر اهو علائقو بہ پناڻ ڪالوني سڏجي ٿو اهڙيون حقيقتون قابل غور آهن، جو اسان جي بزرگن جي نالن ۽ قديم نشانين کي مٽائڻ جون ڪوششون آهن.

درحقيقت اها اسان شهر ۾ رهندڙ پراڻن توڙي نون باشندن جي وڏي بدقسمتي آهي جو هن شهر رهندي اسان کي پنهنجي شهر ۾ موجدو پراڻين مسجدن، درگاهن، اثاثن، يادگارن، نشانين ۽ ماڳ مڪانن جي صحيح ڄاڻ نہ آهي، پراڻي توڙي نئين آبادي جتي بہ وڃجي ٿو تہ اتي پراڻي دؤر جي ڪانہ ڪا جاءِ نظر اچي ٿي، پر سواءِ چند جي ڪنهن جو بہ تاريخي پسمنظر معلوم ڪونہ ٿو ٿئي. بزرگن جون ٻڌل ڳالهيون جيڪي ڪجهہ جهونا موجود آهن، ٻڌائين ٿا اهي ڳالهيون عجيب قسم جون آهن، انهن جو دستاويزي ثبوت موجود نہ آهي، ان ڪري تاريخ لکڻ وقت تڪليف ٿي رهي آهي.

نواب ولي محمد خان لغاري جي مقبري وٽ وينا هئاسين تہ اتي هڪ ماڻهو مليو جنهن جو اتي گهر هو اردو ڳالهائي رهيو هو، ان ماڻهو کان علائقي ۾ موجود ٻين قديم يادگارن بابت معلوم ڪيو ويو، ان هڪ هڪ پراڻي مقبري جي نشاندهي ڪئي، انهي ماڻهو جي نشاندهي ۽ ٻڌايل ڏس تي انهي مقبري ۽ قبرستان جي ڳولا ڪئي سون ۽ نواب صاحب جي قبي کان ڪجهہ فاصلي ڏکڻ طرف ڳتيل آبادي واري هڪ سوڙهي گهٽي پهتاسون. اتي هڪ قبو، مسجد ۽ قبرستان نظر آيا، هڪ وڏو قبرستان عام هو مقبري ۾ داخل ٿياسون تہ ڏٺوسين تہ پير سرهندي قبرستان آهي اتي مقبري تي حضرت

حاجي غلام محي الدين جان سرهندي لکيو پيو هو. درگاهہ جي احاطي ۽ مقبريءَ ۾ پهريون پيرو داخل ٿيا هئاسون. مقبري کي ڏسي اهو اندازو ٿيو تہ اهو انگريزن جي دؤر جو آهي، جو ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي تاريخ جيڪي ڪجهہ بہ موجود آهي، انهي ۾ پير سرهندي جو ذڪر نہ آهي (اها منهنجي ذاتي راءِ سمجهي ويندي) مقبري جي هيٺان پنج مزارون آهن. انهن تي نالا لکيل نہ آهن. مقبري کان ٻاهر ورانڊي ۾ بہ چار مزارون آهن. انهن تي بہ نالا لکيل نظر نہ آيا. ٻاهر اڱڻ تي بہ ڪجهہ مزارون آهن. انهن مان هڪ مزار قريشي ذات واري جي آهي.

مقبري جي پرسان هڪ جاءِ ۾ ٻيبين جون مزارون آهن. دروازي تي لکيو پيو آهي تہ مردن جو اندر وڃڻ منع آهي. مقبري جي پاسي ۾ مسجد آهي، ان تي پير سرهندي مسجد لکيل آهي. درگاهہ تي گادي نشين يا خدمتگار نہ هو. جيڪو درگاهہ بابت ڄاڻ ڏئي. مقبرو سوڙهي گهٽيءَ ۾ بلڪل ڳتيل نئين آبادي جي گهيري ۾ آهي. درگاهہ جو احاطو ايترو وسيع بہ نہ آهي. اهڙي ڳتيل آبادي ۾ پراڻو قبو ۽ مزارون ڏسي حيرت ٿي. جو ڏسڻ کان پهرين انهي درگاهہ بابت اسان کي معلومات نہ هئي. درگاهہ گهٽي کان تقريبن چار فٽ هيٺ آهي. بهرحال مقبري بابت ڪو مستند تاريخي پسمنظر معلوم نہ ٿي سگهيو معلومات حاصل ڪرن لاءِ ڪوشش جاري آهي. جيئن ئي حاصل ٿي تہ قلمبند ڪئي ويندي. بهرحال ايترو ضرور ٿيو جو هڪ پراڻي. ماڻهن جي نظرن کان گم درگاهہ جون حقيقتون منظر عام تي اچي ويون آهن.

محترم پروفيسر ڊاڪٽر حبيت الله مرزا جي لکيل ڪتاب "حيدرآباد جو اڳيون اوج" جي صفحي نمبر 259 تي پير سرهندي

صاحبان جو ذڪر ملي ٿو. آئون ان جي ڪجهه مختصر حصي جو حوالو ڏيان ٿو. ”گهڻو وقت اڳي حيدرآباد شهر جو هڪ محلو هو جنهن کي پير سرهندي جو پاڙو ڪري سڏيندا هئا. هتي تڏهن سرهندي بزرگ رهندا هئا. جي سيئي الله تعاليٰ جا برگزيده ۽ عالم ماڻهو هوندا هئا. سندس نهرايل مسجد اڃا بہ ان محلي ۾ موجود آهي. مرزا صاحب ساڳئي صفحي تي هڪ بزرگ جي ڪرامت بہ بيان ڪئي آهي منهنجي ذاتي تحقيق ۽ راءِ موجب تہ اهو قبو ۽ قبرستان انهن ئي بزرگ پير سرهندي صاحبن جو آهي. جن جو ذڪر مرزا صاحب پنهنجي لکيل مٿئين ڪتاب ۾ ڪيو آهي.

مقبري جي بلڪل پر ۾ هڪ پراڻو مقام نظر آيو ان ۾ ڪجهه قبرون موجود آهن. ڪجهه قبرون بلڪل پراڻيون بہ نظر آيون اهو مقام بہ اسان پهريون ڀيرو ڏٺو. جو حيدرآباد جو حيدرآباد بابت لکيل تاريخي ڪتاب ۾ ان قبرستان جو ذڪر منهنجي نظر مان نہ گذريو آهي. قبرستان پڪي چوديواري جي اندر آهي. مقام جو هڪ دروازو قبي وٽان ۽ ٻيو گهٽيءَ مان آهي. اتي هڪ ٻيو عام قبرستان بہ نظر آيو جيڪو نئون نظر اچي رهيو هو پراڻي چوديواري واريَ مقام ۾ ڪيترين ئي قبرن تي فوتين جا نالا لکيا پيا هئا. جن تي قاضي ذات لکيل هئي. ڪجهه قبرون پٿر جون نهيل هيون مقام ۾ 25 قبرون نظر آيون. هڪ عورت جي قبر تي مرحوم جو نالو شهربانو ولد دين محمد زوجہ مير محمد عباسي لکيل هو. نالو پڙهڻ بعد اندازو ٿيو تہ شهر ۾ ڪيترائي پراڻا قاضي صاحبان رهن ٿا. قاضي ذات نہ پر قاضي عزت مآب منصب آهي. جيڪو ڪيترن ئي ذاتين سان تعلق رکڻ وارن بزرگن کي عطا ڪيو ويو هو انهي نسب سان انهن جو اولاد قاضي سڏجي ٿو. شهر ۾ رهندڙ اهڙا بہ

قاضي آهن. جن جي اصل ذات عباسي ڪلهوڙا آهي، تي سگهي ٿو تہ اهو مقام بہ انهن صاحبان جو هجي.

جيئن سرفراز ڪلهوڙو جي مقبري جي احاطي اندر بہ ڪيتريون قبرون پراڻيون ٽوڙيون نيون عباسي ڪلهوڙا خاندان سان تعلق رکندڙ جون آهن. انهن صاحبن جو تاريخي پسمنظر حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ منهنجي نظر مان نہ گذريو آهي، تحقيق ۽ معلومات بعد مڪمل تاريخ قلمبند ڪئي ويندي، جو انهن کي وسارڻ سان تاريخ مڪمل نہ ٿيندي، جيئن اخبار عبرت ۽ عبرت مئگزين جا باني قابل احترام قاضي صاحبان بہ اصل ۾ عباسي ڪلهوڙا آهن. انهن جو تاريخي پسمنظر مرحوم آپا شمس عباسي صاحبہ پنهنجي لکيل ڪتاب جناب مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي شخصيت ۾ ڪيو آهي، نواب ولي محمد لغاري صاحب جي شخصيت ۽ مقبري جا تاريخي ۽ دستاويزي ثبوت موجود آهن. باقي ٻن مڪانن هڪ پير سرهندي صاحبان جو مقبرو ۽ ٻيو قاضي صاحبان وارو قبرستان. انهن جي منهنجي راءِ موجب تہ اڃا مڪمل پر نئين تاريخ آهي شهر ۽ ان جي پرپاسي ڪيترائي ماڳ. مڪان. نشانيون جيڪي ڪجهہ ختم ٿي ويون آهن. ڪجهہ موجود آهن. انهن سڀني جي تاريخ لکي منظر عام تي آڻن جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. انهي جو مڪمل ٿيڻ بعد پراڻي تاريخ سان گڏو گڏ نئين تاريخ بہ وجود ۾ اچي ويندي، اها مڪمل ٿيڻ سان اسان کي پنهنجي شهر سان محبت جو اظهار هئڻ سان گڏو گڏ پراڻا شهري هئڻ جي ناتي حق بہ ادا ٿي ويندو.

(عبرت مئگزين پهرين آڪٽوبر کان 15 آڪٽوبر 2013ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪڇي جي تاريخ

(حصو چوٿون)

هونئن تہ شهر جي هر هڪ مکيہ رستي، ننڍن رستن، گهٽين، پاڙن جي الڳ الڳ سڃاڻپ ۽ اهميت هوندي هئي، پر فوجداري روڊ جيڪو تلڪ چاڙهي واري چوراهي کان شروع ٿي هوم اسٽينڊ هال چاڙهي واري چوراهي تائين دنگ ڪري ٿو جي شهر جي ٻين رستن کان علحده اهميت ۽ سڃاڻپ هوندي هئي. رستي تي پراڻن، وڏن گهاٽن وڻن جي موجودگي هن مکيہ رستي جي سونهن ۽ سڃاڻپ هئا. تلڪ چاڙهي جي هيٺان فوجداري رو ڊ ڏکڻ طرف هلڻ شروع ڪيو تہ عباسي اسپتال جي اڳيان رستي تي هڪ پراڻو پپر جو وڻ اجا تائين موجود آهي. هن گهاٽي پنن واري وڻ جي ڇانوَ ۾ ڪمند جي رس ڪڍڻ واري جو گاڏو بيٺو هوندو هو جيئن هن وقت ڪمند مان رس بجلي جي مشين ذريعي ڪڍيو وڃي ٿو اڳي ائين نہ هو. ڪمند مان رس طاقت جي زور تي مشين هلائي ڪڍيو ويندو هو گرمي جي منڊ ۾ اهم ڪم غريب پورهيت ڪندا هئا. انهيءَ وڻ جي ڇانوَ ۾ پراڻين ڇنل جتين کي ڳنڍڻ وارو موچي ۽ ڪجهہ ٻيا پورهيت فٽ پاٿ جي پاسن کان وينا هوندا هئا. جيئن هن رستي تي موجود سيئي وڻ وڍي ختم ڪيا ويا، هن وڻ جي نہ وڍجڻ جو سبب اهو معلوم ٿيو تہ جناب ڊاڪٽر عباسي هن وڻ کي وڍڻ خلاف سخت اعتراض ڪيو هو ان ڪري اهو وڻ بچي ويو هو. اتان کان فوجداري روڊ ڪاساين جي پڙ تائين سوڙهو آهي، انهي

سوڙهي تيڻ جا ڪجهه مختصر اسباب آئون اڳيئي لکي چڪو آهيان.
روڊ طرف هو ٻفل اسڪول جي احاطي اندر بہ ڪجهہ پراڻا وڻ هوندا
هئا. انهن ۾ خاص وڻ جنگل جليبي جو هوندو هو. ڪجهہ قدم اڳتي
جناب پيي ڪي شاهاڻي جي پراڻي عمارت اڳيان رستي تي پراڻو
قداور، گهاٽن پنن وارو پپر جو وڻ هوندو هو. ان وڻ جي ڇانوَ هيٺان بہ
ڪمند مان رس ڪڍڻ واري جو گاڏو بيٺو هوندو هو ۽ بيا بہ ڪيترائي
پورهيت ويٺا هوندا هئا. ان جي سامهون روڊ جي ٻي پر زنانہ اسپتال جو
پراڻو دروازو هوندو هو. دروازو تہ بند ڪيو ويو هو پر ڏاڪڻيون موجود
هيون. اتي وڏي ويڪري ٿڙ جو قدآور، گهاٽين ٽارين ۽ پنن وارو تمام
گهڻو پراڻو ٻڙ جو وڻ موجود هوندو هو. ان وڻ جي ڇانوَ هيٺان بہ
ڪيترائي پورهيت ويٺا هوندا هئا. وڻن تي هر قسم جا پکي ويٺا هوندا
هئا. گرمي جي مند ۾ ڏاڪڻ تي وڻ جي ڇانوَ هيٺ بہ ڪيترائي ماڻهو
ويٺا هوندا هئا. وڻن تي ويٺل پکين جا آواز پيا پڌبا هئا. خاص ڪري
ڪوئل جي ڪوڪ جو آواز پيو من کي موهيندو هو. اهي وڻ پکين جا
گهر هئا. انهن قيمتي وڻن کي وڏي ماڻهن جي آرائش کي تہ ختم ڪيو
ويو پر گڏوگڏ پکين کي بہ بي گهر ڪيو ويو. انهي ٻڙ جي وڻ جي ڇانوَ
هيٺ ايس آر ٽي سي جون بسون بہ اچي بيهنديون هيون. اهي بسون
شهرين لاءِ وڏي سهولت هونديون هيون. ڪجهہ قدم اڳتي مس محمد
علي جي اسپتال اڳيان رستي تي پپر جو وڻ هوندو هو. ان وڻ جي ڇانوَ
هيٺ بہ ڪيترائي پورهيت ويٺا هوندا هئا. ان وڻ جي سامهون زنانہ
اسپتال وٽ رستي تي بہ هڪ وڻ هوندو هو (شايد اهو سرينهن جو وڻ
هو) ان وڻ جي ڇانوَ هيٺ هڪ بزرگ شيدي نالو ياد نہ ٿو اچي گهوڙن
جو سائو گاهہ لوسڻ، برسيم وغيره وڪڻڻ لاءِ رکيو ويٺو هوندو هو.
پراڻي دور جي بغير بجلي ڪئميرا ذريعي فوٽو ڪڍڻ وارا بہ ان وڻ جي

چانوَ ۾ ڪئميرا، ڪرسي ۽ ڪجهه مشهور ماڻهن اداڪارن جا فوٽو فريمَ ۾ لڳل اسپتال جي پٺ سان ٽنگيو ويٺا هوندا هئا. انهن فوٽو ڪڍڻ وارن ۾ ماهر استاد عبدالرحمان هوندو هو. انهي وقت شهر ۾ڪارن، بسن، گاڏين، موٽر سائيڪلن وغيره جي ايتري رش نہ هوندي هئي. وڏا ٿورڙي ننڍا رستا. گهڻيون اڪثر ڪري خالي نظر ايندا هئا، ماحول پرسڪون ۽ پر امن هوندو هو، هرڪو پنهنجي پورهئي ۽ محنت ڪرڻ ۾ مصروف هوندو هو. انهي پرسڪون ۽ پرامن ماحول ۾ گهوڙن جي هلڻ وقت انهن جي سنبن هيٺان ٻڌل نعلن جو آواز پري پري تائين پيو ٻڌڻ ۾ ايندو هو. بس يا ڪار جو آواز تہ تمام گهڻي دير بعد ٻڌڻ ۾ ايندو هو. زنانہ اسپتال ۾ داخل مريضن جا مٽ مائٽ جيڪي آسپاس جي علائقن کان مريضن جي عيادت لاءِ اسپتال ايندا هئا، اهي بہ گهڻو ڪري انهن وڻن جي ڇانوَ هيٺ ويٺا هوندا هئا، جو اڳي اسپتال ۾ تمام گهڻي سختي هوندي هئي، مقرره وقت کان علاوه اسپتال اندر وڃڻ جي اجازت نہ هوندي هئي، انهن وڻن کي وڏي ماڻهن، جانورن ۽ پکين کي سهولت ۽ آرام کان محروم ڪيو ويو. زنانہ اسپتال جي احاطي اندر بہ مريضن ۽ ماڻهن جي سهولت  لاءِ ننڍو باغ ۽ وڻ هوندا هئا. ٻاهران رستي تان وليون  انهن ۾ ڇهٽيل رنگا رنگي گل پيا نظر ايندا هئا، سڄي پٽ کي وليون ويڙهيون  پيون هونديون هيون، ڏاڍو سهڻو منظر هوندو هو. هي تاريخ لکندي ڪيترائي جهونا جيڪي هي عارضي جهان ڇڏي چڪا آهن، ڪيترائي واقعا، ڪيتريون ڳالهيون، نشانيون، ماڳ، مڪان، عمارتون، تفريح گاهون ۽ اسپتالون وغيره ياد اچي رهيون آهن. جيڪي ڪجهه گذري چڪو اهو وري موٽي اچڻو نہ آهي، فقط انهن حقيقتن کي قلمبند ڪري محفوظ ڪرڻ ئي اسان جي وس ۾ آهي، جو اها تاريخ اسان جي نوجوان نسل ۽ ايندڙ نسل کي ڪم ايندي، محمد

علي جي اسپتال کان چند قدم اڳتي حاجي ڪريم الله مرحوم جي گهر اڃا تائين آهي. ان گهر جي اڳيان رستي تي ٻه هڪ پراڻو وڏو پپر جو وڻ موجود هو. اهو وڻ ٻه ماڻهن ۾ پکين جي آرائشگاهه هو. ان کي ٻه وڍي وڻ جو نشانو متايوويو. وري چند ئي قدم اڳتي هڪ پپر جو ٻيو ٻه وڻ هوندو هو. اهو وڻ ٻه گهاٽن شاخن ۾ پنن سان پريل هوندو هو. ان وڻ جي هيٺان هڪ پوڙهو مهاجر پهلوان حجام ڪٽ تي ويٺو هوندو هو. پهرين وڻ جي هيٺان زمين تي چادر وڇائي ماڻهن جا وار ۾ ڏاڙهيون ناهيندو هو پر جڏهن بلڪل پوڙهو تي ويو ته ماڻهن جي جسم جا ٽنل هڏ ڳنڍيندو هو. ان جي وفات محمد يائي فروٽ جو گاڏو بيهاري فروٽ وڪڻندو هو. ٻيا ٻه ڪيترائي غريب پورهيت وڻ جي ڇانوَ هيٺ ٻيا روزي رزق حاصل ڪندا هئا. ان وڻ کي ٻه وڍي ختم ڪري ماڻهن ۾ پکين کي آرائش کان محروم ڪيو ويو. اهي وڻ، جن جي تاريخ لکي پئي وڃي، ڪيترا پراڻا هئا، ڪنهن لڳايا هئا، ڪنهن ڪنهن انهن وڻن جي ٿڌي ڇانوَ هيٺ ويهي آرائش حاصل ڪئي انهي حقيقت کي ته فقط الله تعاليٰ ئي بهتر ڄاڻي ٿو. ڇاڪاڻ ته اها تاريخ ڪٿي ٻه لکيل نظر مان نه گذري آهي. جيڪا حقيقت اکين سان ڏٺي وئي آهي، اها ئي لکي پئي وڃي. جي اهي حقيقتون ٻه نه لکيون ويون ته جيئن اسين ماضي جي مڪمل تاريخ کان بيخبر آهيون. تئين اسان جو نوجوان ۾ ايندڙ نسل ته اڃا ٻه وڌيڪ تاريخي حقيقتن جي ڄاڻ کان محروم رهجي ويندو. ان وڻ کان چند ئي قدمن جي فاصلي تي محمد ابراهيم پنهور جي گهر جي اڳيان رستي تي پپر جو وڻ هوندو هو. اهو وڻ ٻه ٻين وڻن جيان پراڻو قدآور، گهاٽن شاخن ۾ پنن سان پريل هوندو هو. هن وڻ جي ٿڌي ڇانوَ هيٺ ٻه پورهيت ويٺا هوندا هئا. پورهيت مان مطلب ريڙهي وارا، موچي، پڪوڙن وارا، پان ٻيڙي وارا ۾ چولن وارا وغيره.

---

اهو وڻ رڳو ماڻهن ۽ پکين جي آرائشگاهه نه هئا. بلڪ جنهن دور ۾ فلمن جي اوج هو. انهي وقت اهي وڻ سئنيما هال وارن لاءِ به سهولت هئا. جو اهي فلمن جي مشهوري جا بورڊ (جيڪي ڪاٺ جي چوڪنڊي فريم جيان ٺهيل. ان جي مٿان سٽيءَ جي ڳوڻ ڪوڪن سان لڳل ان تي اڇي چن جي پوچي ٿيل هئي. ان جي مٿان فلمي اداڪارن جي فوٽن جو پوسٽر چنبڙيل. رنگ سان فلم جو نالو ۽ اداڪارن جا نالا لکيل هوندا هئا) به انهن وڻن ۾ ٽنگيندا هئا. جنهن جو گهر يا دڪان ان وڻ جي ويجهو هوندو هو. ان ماڻهوءَ تي بورڊ جي حفاظت جي ذميواري عائد هوندي هئي. انهن حفاظت ڪرڻ وارن کي انهي ختم ٿيندڙ فلم جي آخري هفتي ۾ فلم ڏسڻ لاءِ ٻن يا ٽن ماڻهن جي مفت پاس ڏيندا هئا. هر هڪ وڻ ۾ ڪيترين ئي فلمن جا بورڊ لڳا پيا هوندا هئا. ان وڻ جو به هن وقت ڪو نالو نشان نه آهي.

اهي وڻ هڪ طرف ته انسان ذات، جانورن، پکين لاءِ الله تعاليٰ طرفان عظيم نعمت هئا ته ٻئي طرف شهر جي مکيه رستي جي سونهن به هئا. اڃا به ڪجهه وڻ رهجي ويا آهن. جن بابت معلومات حاصل ڪئي پئي وڃي. سخت گرمين جي مند ۾ ٽانگي وارا. گڏهه گاڏي هلائڻ وارا به وڻن جي ٿڌي ڇانوَ هيٺ گهوڙن، گڏهن کي بيهاري آرام ڪرائيندا هئا. انهن وڻن کي وڍڻ جو عمل بلديات 1979ع واري اليڪشن بعد شروع ڪيو. ميونسپل انتظاميه کي انهن وڻن مان الاءِ ڪهڙي تڪليف پهتي هئي جو انهن کي وڍيو ويو. جڏهن ته شهر جي عوام انهي عمل خلاف اعتراض به ڪيا هئا. پر اهو دور بيحد ڏکيو ۽ سخت هو. ماڻهو مجبور هئا. هڪ پپر جو شاهي وڻ سلطان هوٽل جي اڳيان رستي تي بيٺل هو. هي وڻ خاص ڪري ٽيڪسي ڊرائيورن لاءِ ان

وقت وڏي سهولت هو. گرمي جي مند ۾ وڻ جي ٿڌي ڇانوَ هيٺ ٽيڪسي ڊرائيور ڪٿون وڇايو پيا آرام ڪندا هئا. ان وڻ جي ڇانوَ هيٺ پيا ٻه ڪيترائي پورهيت ويٺا هوندا هئا.

گاڏي کاتي ۾ ڇپري لڳ جتي پير بخش عرف چاچا پيرو ڪنڀر جو ڀغير پٽن ۽ ڇت جي دڪان هوندو هو. اتي نم جو پراڻو وڻ گهاٽين ٽارين. شاخن ۽ پنن سان هوندو هو. چاچا پيرو جو دڪان ۽ علو جي ڪچي هوٽل ان نم جي وڻ جي ٿڌي ڇانوَ هيٺ هوندا هئا. انهي نم جي وڻ ۾ جيڪي نموريون پيدا ٿينديون هيون دوائون ناهڻ لاءِ حڪيمن جي ڪم اينديون هيون. جو انهي وقت شهر ۾ ڪجهه جهونا حڪيم به هوندا هئا. ڇپرو ختم ڪرڻ سان گڏوگڏ نم جي قيمتي وڻ کي به وڍي ختم ڪيو ويو. هن وقت ان جاءِ جو نقشو ئي تبديل ٿيل آهي، دڪان نهي چڪا آهن.

محمد ابراهيم پنهور مرحوم جي گهر جي بلڪل پرسان. انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ پٿر جي فن سازي سان تعمير ٿيل عمارت اجا تائين موجود آهي. پر اجا تائين موجود آهي. پر شايد!ها به ڊهڻ جي ئي قريب آهي، انهي عمارت ۾ هيٺ ڊاڪٽر غلام حسين شاهه جي اسپتال هوندي هئي. ڊاڪٽر صاحب نهايت ئي شريف ۽ انسان دوست هو. قدرت واري هن جي هٿ ۾ بيحد شفا عطا ڪئي هئي. ٽي بي ۽ دم جي مرضن جو وڏو ماهر ۽ هوشيار ڊاڪٽر هوندو هو. هن وقت هر هڪ مرض جو علاج آسان ٿي ويو آهي، پر انهي وقت اهي مرض خطرناڪ ۽ موتمار هوندا هئا. اسپتال ۾ مريضن جي رهائش جو به انتظام هوندو هو. تمام خطرناڪ حالت ۾ ماڻهو مريضن کي ڊاڪٽر صاحب وٽ کڻي ايندا هئا. ڏسندا هئاسين ته اهي مريض ڊاڪٽر صاحب جي علاج سان شفاياب ۽ صحتياب ٿي ويندا هئا. ڊاڪٽر صاحب وڏي عمر جو

هو. اصل ننڍي جو رهندڙ هو. شهر جي بدلجندڙ حالتن کي ڏسندي ڊاڪٽر صاحب گهڻو وقت اڳي اسپتال بند ڪري ڇڏي هئي.

مٺي جاٽايل عمارت جي ايراضي وسيع هئي. روڊ واري پاسي دڪان هوندا هئا. انهن دڪانن مان هڪ دڪان ۾ ويسٽ ڪچا پوسٽ آفيس قائم ٿيل هئي. مٺي هڪ پاسي تعلمي کاتي جي آفيس هوندي هئي، ٻئي حصي ۾ پهرين ڪا ٻي فيملي رهندي هئي. بعد ۾ شهر جي نامور قومپرست. اديب. صحافي شخصيت مدد علي سنڌي جا گهر ڀاتي اچي رهيا هئا. مدد علي سنڌي پاڙيسري ۽ ننڍپڻ جو دوست هو گڏ رانديون ڪندا هئاسين. هن جا ڀائر ممتاز علي ۽ مشتاق علي قريشي بہ گڏ رهندا هئا. هي قيصر سئنيما جا مالڪ هئا. مشتاق علي قريشي وڪالت ڪندو هو. شهر جا قديم باشنده هئا. انهيءَ عمارت جي ٽئين حصي ۾ مٺي بدين ضلعي جي مشهور سياسي شخصيت حاجي نجم الدين سريوال بہ اچي رهيو هو. هن عمارت کي بہ دروازا هوندا هئا ۽ بہ ڏاڪڻيون. مدد علي سنڌي جي گهر جو دروازو روڊ واري پاسي کان هوندو هو جڏهن تہ حاجي نجم الدين سريوال جي گهر جو دروازو گهٽي واري پاسي کان هوندو هو. انهن شخصيتن جي رهڻ ڪري بہ هن علائقي جي وڏي اهميت هوندي هئي. پوءِ جيان اهي بہ هتان لڏي ويا.

انهيءَ عمارت جي پرسان گهٽي آهي، جيڪا نوحاٽي بلوچن جي پاڙي طرف وڃي ٿي. انهي گهٽيءَ ۾ نوحاٽين جي جاءِ جي هڪ ننڍي ڪمري ۾ هڪ مگٽهار فقير اڪيلو رهندو هو وڏي عمر جو هو. اهو فقير ڪير هو ڪٿان آيو هو خبر نہ هئي. سندس ڪو مٽ مائٽ بہ نہ ڏٺو ويو. ڪنهنجي شادي ٿيندي هئي، ڪنهن جي گهر پٽ ڄمندو هو تہ اهڙين خوشين جي موقعن تي دهل وڄائي خيرات وٺندو هو. اڳي

مقامي سطح تي ڪنهن واقعي، خوشي ۽ غمي جي خبر ڏيڻ لاءِ ايترا ذريعا نہ هوندا هئا. مگٹھار فقير دهل وجائي ماڻهن کي ڪنهن ڳالهہ يا واقعي جي خبر ٻڌائيندا هئا. هي فقير پڙهو (اڳي ڪنهن خبر ٻڌائڻ کي پڙهو چوندا هئا) ڏيڻ جي ڪم جو ماهر هوندو هو. ائين پيو گذر سفر ڪندو هو. گهڻو وقت اڳي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. پاڙي وارن ڪفن دفن جو بندوبست ڪيو هو.

گهٽيءَ جي ٻئي پاسي فاطمہ گرلز اسڪول جي هڪ پراڻي عمارت اڃا تائين موجود آهي، پر هن وقت بلڪل زبون حالت ۾ آهي. اها اسڪول جي عمارت ڪهڙي سال ۾ ۽ ڪنهن تعمير ڪرائي هئي، اهڙي خبر نہ ملي سگهي. انهي اسڪول ۾ وڏي تعداد ۾ نياڻيون پڙهنديون هيون. اسڪول جي اڳيان ٿلهو نهيل هوندو هو. انهي ٿلهي جي هڪ پاسي هڪ پوڙهو بنگالي تعويذ لکڻ، فال ڪيڻ ۽ جن ڀوت، ڪيڻ وارو زمين تي ويٺو هوندو هو. هن وٽ مري ويل ماڻهن جون هڏيون رکيون هونديون هيون ۽ جنن ڀوتن جون تصويرون لڳيون پيون هونديون هيون. انهي ٿلهي تي ڪجھ جهونا ماڻهو ٻارن جي شيءِ وڪڻڻ وارا ويٺا هوندا هئا. سياري جي مند ۾ پاڙي جا ماڻهو اس لاءِ اتي اچي ويهندا هئا. درحقيقت هي ٿلهو پوڙهن فقيرن (مردن توڙي عورتن) جو گهر هو. گرمي جي مند ۾ ڪيترائي بي گهر فقير ڏينهن جي وقت پني منگي رات جو ان ٿلهي تي سمهندا هئا. سياري جي مند ۾ وڃي ڪو بيو پاسو ڪندا ونندا هئا. انهن پوڙهن فقير مان ڪيترائي انهي ٿلهي تي فوت ٿي ويا هئا. انهن جي ڪفن دفن جو بندوبست پاڙي وارن گڏجي ڪيو هو. در حقيقت انهي غربت ۽ امن واري دؤر ۾ ماڻهن جي دلين ۾ همدردي ۽ محبت جو جذبو هوندو هو خير جي هر هڪ ڪم ۾ ماڻهو دلچسپي سان حصو وٺندا هئا. انهي ٿلهي جي ٻئي پاسي

عبدالسلام نالي موچي وينو هوندو هو. هن وقت اتي جي ڇا حالت آهي، دڪان قائم ٿي ويا آهن. ايتري تائينْ جو ماڻهن جي پنڌ هلڻ جي جيڪا فٽ پاٿ هئي، ان تي بہ حددخليون ٿي چڪيون آهن. ماڻهو آسانيءَ سان پنڌ نٿو هلي سگهي. فاطمہ گرلز اسڪول جي بئي طرف واري گهٽي بہ نوحاڻي بلوچن جو پاڙو آهي، اها گهٽي سڌو رسالا روڊ سان وڃي ملي ٿي. فاطمہ گرلز اسڪول ڄي ٿلهي تي ٻين ڪان علاوه جن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي، هڪ حجام نالي عبدالغفور جيڪو غفورو حجام جي نالي سان مشهور هوندو هو فرش تي ڪپڙو وڇايو وينو هوندو هو. گرمي جي مند ۾ ڪجهہ وقت اشرف شاهہ جي اوتاري ۾ گدامڙي جي وڻ جي ڇانوَ هيٺ ويهندو هو. جيئن ئي ٿلهي تي ڇانوَ ٿيندي هئي تہ وري اتي وڃي ويهندو هو. سياري جي مند ۾ سڄو ئي وقت ٿلهي تي وينو هوندو هو. اردو ڳالهائيندڙ هو. گاڏڙ سنڌي بہ ڳالهائيندو هو عمر جو وڏو هو پر بيحد دلچسپ ماڻهو هو. سڄو ڏينهن ماڻهو ٻيا هن سان چرچا ڀوڳ ڪندا هئا، پر هن ۾ اها عادت سٺي هئي تہ ناراض نہ ٿيندو هو. هن جا گراهڪ گهٽو ڪري جهونا هوندا هئا. ٻيا گراهڪ ننڍا ٻار هوندا هئا. وار ڏاڙهي ناهڻ جو سامان بہ هن جو پورو سارو هوندو هو. وار يا ڏاڙهي ناهيندي ماڻهو جو رت ضرور وهائيندو هو. پوءِ ان تي پيو پائوڊر لڳائيندو هو. ماڻهن جي دانهن پئي پوندي هئي، پر دلچسپ ڳالهہ اها تہ ماڻهو وري بہ هن وٽ ئي پيا ايندا هئا. جڏهن هن وٽ ڪجهہ وڏيڪ گراهڪ اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ هرڪو پنهنجي واري لاءِ پيو تڪڙ ڪندو هو تہ اها حالت ڏسي هي وڏي چالاڪيءَ کان ڪم وٺندي ڪا اهڙي ڳالهہ ڪري ڇڏيندو هو جو پوڙهن درميان بحث شروع ٿي ويندو هو پوڙها پاڻ ۾ ڳنڍيا پيا هوندا هئا، هي مزو بہ وٺندو رهندو هو ۽ جلدي ڪري هڪ ماڻهو جا وار ۽ ڏاڙهي بہ ناهي ڇڏيندو

هو. پوڙها بحث ۾ جهيڙي ۾ وارو بہ وسري ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن تہ پوڙها جوش ۾ اچي هٿين بہ پئجي ويندا هئا. ماڻهو پوڙهن جو اهڙو جهيڙو گاريون ۾ بحث ٻڌي پيا مزا وٺندا هئا. غفور حجام وٽ پئين تئين ڏينهن اهڙو تماشو ضرور ٿيندو هو. پوڙهن درميان جهيڙو وڌي وڃڻ جي حالت ۾ پاڙي جا ماڻهو اچي جهيڙو ختم ڪرائيندا هئا. اها هئي غفور حجام جي چالاڪي. هن جو اجورو بہ ٻين حجامن جي ڀيٽ ۾ بلڪل معمولي هوندو هو. غفور حجام بہ ويچارو هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي حقيقي مالڪ جي دنيا ۾ پهتو. هن جي جاءِ ٻيا والاري چڪا آهن.

گهٽي جي ٻئي پاسي عبدالغني جبڪو غني ڀائي جي نالي سان مشهور هوندو هو جنهن جو کٽون وڪڻڻ جو دڪان هوندو هو. هن وٽ ڪاريگر رکيل هئا. جيڪي نيون کٽون ناهيندا هئا ۽ واڻ سان واڻيندا هئا. اڳي گهڻو ڪري ماڻهو ڪاٺ جي کٽن جو گهرن ۾ استعمال ڪندا هئا. هن دور جيان بيڊ. فوم ۽ سمهڻ لاءِ ٻئي جديد سامان جو وجود نہ هو ايتري تائين جو لوهہ جي کٽن جو بہ رواج نہ هو. اڳي گهڻو ڪري ماڻهو شاهوڪار قيمتي ڪاٺ جا پلنگ واڍن کان ٺهرائيندا هئا. ان جي پرسان پراڻي وقت جي ريڊين جي مرمت ڪرڻ واري جو دڪان هو. ان وقت بجلي تي هلڻ وارا ريڊيا بہ هئا. پر اهي تمام گهٽ سرندي وارن ماڻهن وٽ هئا. ان بعد بيٽري ۽ سيلن تي هلڻ وارا ريڊيا ايجاد ٿيا هئا. ان کان پهرين چابي ۽ سئي تي هلڻ وارا گراموفون هوندا هئا. اهي بہ گهڻو ڪري سرندي وارن ماڻهن وٽ هوندا هئا. اڳي بجلي بہ تمام گهٽ سرندي وارن ماڻهن جي گهرن ۾ هوندي هئي. غريب اڪثريت ۾ هوندا هئا. اهي گهرن ۾ گاسليٽ تي ٻرڻ واري لالٽين استعمال ڪندا هئا.ريڊين واري جي دڪان جي پرسان علي

پائي، ڪاڪا پائي ڪانياواڙي جي گهر جو دروازو ۽ مٿي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ هوندي هئي. ان جي پرسان پراڻي وڪيل جي آفيس هئي، بعد ۾ ان دڪان ۾ مشتاق علي قريشي وڪيل آفيس قائم ڪئي هئي. وڪيل جي آفيس المنيٰ نالي هوٽل هئي، جيڪا ڪجهه سال هلڻ بعد بند ٿي وئي. هي هوٽل اردگرد جي پاسي وارن لاءِ جديد هئي. هوٽل جي پرسان به ريڊين واري جو دڪان هو جيڪو ريڊيا وڪڻندو به هو ته پراڻن ريڊين جي مرمت به ڪندو هو. ان جي پرسان حاجي ڪريم الله جي گهر جو دروازو ۽ مٿي گهر ۾ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ هئي، پرسان پراڻين گهڙين جيڪي ان وقت چابي تي هلنديون هيون. جي مرمت ڪرڻ واري جو دڪان هو. ان وقت سٽيزن ۽ ڪيمي گهڙين جو وڏو اوج هوندو هو. ان جي پرسان حاجي ڪريم الله جو دڪان هو. هي ٺيڪيداري ڪرڻ سان گڏوگڏ انهي دڪان ۾ بيضن جو ڪاروبار ڪندو هو. انهي وقت فارمي ڪڪڙيون وجود ۾ نه آيون هيون. حاجي ڪريم الله جماعت اسلامي جو مقامي اڳواڻ هو. نهايت ئي شريف ماڻهو هو گهڻو ڪري ڪاروبار ۾ ئي مصروف رهندو هو. هن جا پٽ عبدالمعيد شيخ وڪيل ۽ محمد حنيف اڄا تائين اتي رهن ٿا. هي به نهايت ئي شريف ۽ قرب ڏيڻ وارا نٺيڙن جا دوست هئا. حاجي ڪريم الله جي دڪان جي پرسان شادين، ميلن، سياسي توڙي مذهبي جلسن ۽ ٻين تقريبن ۾ استعمال ٿيندڙ لائوڊ اسپيڪر مسواڙ تي ڏيڻ واري جو دڪان هو. اهو دڪان به ختم ٿي ويو.

لائوڊ اسپيڪر واري دڪان جي اڳيان ڪنڌ تي رحمت الله پان ٻيڙي واري جي ڪيبن هئي. محرم جي مهيني ۾ رحمت الله، حاجي ڪريم الله جي دڪان جي اڳيان پپر جي وڻ جي هيٺان پاڻي پيئڻ جي سبيل لڳائيندو هو جنهن کي علي اصغر شاهه عرف اڄو شاهه پنهنجي

هٿ جي هنر ۽ ڪاريگري سان سينگاريندو هو. سبيل ۾ ڏاڍا سهڻا منظر نظر ايندا هئا. شهر ۾ اها اهم سبيل هوندي هئي. پري پري کان ماڻهو اچي سبيل ڏسندا هئا.

لائوڊ اسپيڪر واري جي دڪان وٽان گهٽي شروع ٿئي ٿي، جيڪا سڌو اچي رسالا روڊ سان ملي ٿي. اڳي اها گهٽي فقط رهائشين جي استعمال لاءِ هئي. وڌندڙ آبادي ۽ وڌندڙ ٽريفڪ جي ڪري هاڻي اها گهٽي روڊ وانگيان استعمال ٿي رهي آهي.

(عبرت مئگزين، 16 آڪٽوبر کان 31 آڪٽوبر 2013ع)



# ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ ۾ پراڻو مقام

ٽڪري تي قائم قديم شهر حيدرآباد جي اپرندي طرف ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ آهي. آغا صاحب ٽالپر حڪمران مير مراد علي خان ٽالپر جي خاص مصاحبن مان هو. ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ بابت ٿمر جهان مرزا پنهنجي ڪتاب ”حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دؤر ۾“ جي صفحي نمبر 41 تي لکيو آهي تہ ”هي ٽنڊو مير محمود جي ٽنڊي جي پير ۾ واقع آهي. هي هڪ نهايت ننڍو پاڙو آهي، جنهن ۾ چند گهر آغا اسماعيل شاهہ جي اولاد جا آهن. هي ٽنڊو مير فتح علي خان پنهنجي وزير آغا اسماعيل شاهہ کي تعمير ڪرائي ڏنو هو. آغا اسماعيل شاهہ ميرن جو وزير ٿي گذريو آهي، سندس اولاد اڃا تائين ٽنڊي آغا ۾ آباد آهي.“ مرزا صاحب جي بيان موجب تہ هي ٽنڊو ٽالپري دؤر جي پهرين حڪمران مير فتح علي خان ٽالپر تعمير ڪرايو هو. مير صاحب سال 1802ع تي وفات ڪئي هئي. ان حساب موجب ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ 200 سالن کان بہ وڌيڪ عرصو پراڻو آهي.

ٽنڊو آغا بابت رحيمداد شيدائي مولائي سنڌس لکيل ڪتاب ”ٽالپر جي مختصر تاريخ“ جي صفحي نمبر 101 تي بيان ڪيو آهي تہ ”هي شهر قليلي جي ڪپ تي، حيدرآباد شهر کان اوير ۾ آهي، جيڪو ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ جي نالي سڏبو آهي. اتي هينئر بہ آغا رهن ٿا جيڪي سيد مير ابراهيم جي اولاد مان آهن. هي مير فتح علي خان جو صلاحڪار هو ۽ اصل اصفهان جو هو.“ آغا اسماعيل شاهہ جي

مزار جي نشاندهي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 72 تي هن طرح ڪن ٿا ته. ”آغا زين العابدين ’عابد‘ مرزا خسرو بيگ جي احاطي کان ٻاهر ڏکڻ طرف ۽ هيرآباد واري رستي کان اولهه طرف ميدان تي پنهنجي پيءُ حڪيم ۽ وزير آغا اسماعيل شاهه جي پرسان واري وسائي ستل آهي. يعني آغا اسماعيل شاهه جي مزار ڊاڪٽر صاحب جي ڪيل نشاندهي موجب ميرن جي قبن جي پرسان آهي.

ٽنڊو آغا اسماعيل شاهه جي ايرندي طرف قليلي واهه ڏکڻ طرف ٽنڊو مير محمود، ٽنڊو يوسف ۽ نئون قبرستان آهن. جڏهن ته ڏکڻ اولهه طرف ٽنڊو طيب، الهداد چنڊ جو ڳوٺ آهن. ٽنڊو طيب کي بعد ۾ انگريزن جي دؤر کان تلاءُ نمبر 2 ۽ تلاءُ نمبر 3 به سڏيو ويو. پراڻو مقام ٽنڊو آغا، ٽنڊو مير محمود ۽ ٽنڊو طيب جي پرسان آهي. ٽنڊي آغا ۾ اڪثريت سان آبادي سنڌين جي آهي. ٽنڊي آغا جي ڪافي حصي ۾ قبرستان آهن. ڪي قبرون پراڻيون ته ڪجهه قبرون نيون نظر اچن ٿيون. ڪجهه قبرن تي مرحومن جا نالا لکيل آهن ته ڪي قبرون بغير نالي لکيل آهن. ڪيترين ئي قبرن کي ڊاهي اتي ماڻهن گهر ناهي جڙيا آهن. 66_1965ع اسڪول جي شاگردي واري دؤر ۾ اسان جو هم ڪلاسي سلطان پٺي اتي رهندو هو جنهن وٽ وڃڻ ٿيندو هو ان وقت اتي ڪافي زمين خالي پئي هئي، هن وقت اها به والارجي شهري آبادي ۾ اچي وئي آهي.

هونئن ته ٽنڊو آغا اسماعيل شاهه. درويش. عالمن. اديبن. شاعرن جو آستان آهي، جيڪي اتي آرامي آهن. انهن کان علاوه ڪجهه درگاهون مشهور آهن. انهن ۾ سيد حاجي شاهه بخاري رحه جي درگاهه ٽنڊو آغا کان ٽنڊو مير محمود ويندي موڙ تي موجود آهي. مزار

جي مثان جديد عمارتسازي جي فن جو قبو تعمير آهي، عام زيارت گاهه آهي، درويش قبي هيٺ آرامي آهن. ان جي پرسان مرزا صاحب جو چؤديواري اندر قديم قبرستان آهي، جنهن ۾ ڪي قبرون پراڻيون ته ڪي نيون آهن.

تنڊو آغا ۾ رهندڙ آغا سيد مهر علي شاهه، جنهن سان اسان جو نيازمندي وارو رشتو آهي، هي سنڌ جو مشهور نوحه خوان ۽ ذاڪر اهلبيت آهي. ان سان اسان جي ملاقات سندس گهر تي، مون سان گڏ منهنجو دوست غلام قادر چانڊيو هو سائين اسان کي بيحد عزت ڏني ۽ مهمان نوازي واري رسم قائم رکي. سائين کان تنڊو آغا اسماعيل شاهه ۾ اتي موجود تاريخي قبرستان ۾ درويشن جي آخري آرام گاهن بابت پڇيو ويو. آغا مهر علي شاهه سيد وڏي ياءُ قبله سيد انور علي شاهه صاحب کي گهرايو سائين جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو. ٻنهي ياڻرن اسان جي بهترين رهنمائي ڪئي ۽ سندس ذاتي ڄاڻ موجب معلومات فراهم ڪئي. قبله سائين اتي جا پراڻا رهاڪو آهن. سائين جن کان ڪجهه درويشن جي آخري آرام گاهن بابت پڇيو ويو، انهن ٻڌايو ته اهي پراڻي وقت کان اتي آرامي آهن، نه سندن بزرگن بابت نه سندن اولاد بابت ڪا ڄاڻ آهي. سائين جن ٻڌايو ته اهي درويش پراڻي دؤر کان اتي آرامي آهن، انهن جي وڏن بزرگن به اهي قبرون، قبرستان ۾ درويشن جون آرام گاهون ائين ئي ڏٺيون جيئن هي پاڻ به ڏسي رهيا آهن. ايترو ٻڌايائين ته جيئن تنڊو آغا اسماعيل شاهه جي دستاويزي ڪتابن جو تاريخ موجود آهي، ائين اتي موجود درويشن جون آرام گاهون ۾ قبرستان به پراڻا آهن.

تنڊو آغا واري ايراضي ۾ مرزا صاحبان جو ويڙهو آهي، مرزا صاحبان اتي گهڻي وقت کان آباد آهن. ان ويڙهي بابت قمر جهان مرزا

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :233

جو بيان سندس لکيل ڪتاب حيدرآباد شهر (ٽالپرن جي دؤر ۾) جي صفحي نمبر 42 تي موجود آهي. مرزا صاحب جي بيان موجب ٽنڊي آغا واري ايراضي ۾ چغتائي مرزائن جي پاڙي لڳ مرزا ٻڍل بيگ جو ويڙهو آهي. هي مرزا اصل ۾ خيرپور جي ميرن جا مصاحب هئا. آخر انگريزن ميرن جي حڪومت جو خاتمو ڪيو ۽ کين قيد ڪري ڪلڪتي ۾ رکيائون. ڪجهه سالن بعد جڏهن ميرن کي قيد مان رهائي ملي، تڏهن مير حسن علي خيرپور جي مير علي مراد خان کان اجازت وٺي مرزا فتح علي بيگ کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ پنهنجو مصاحب ڪري رکيائين. ان کان پوءِ خيرپوري مرزا حيدرآباد ۾ رهيا ۽ سندن اولاد اڄ تائين ٽنڊو آغا ۾ مقيم آهي. هنن حيدرآباد ۾ رهڻ جي باوجود خيرپور سان تعلقات نه ٽوڙيا ۽ وقت فوقتا خيرپور ۾ مجلسون پڙهندا رهيا.

قمر جهان مرزا جي بيان موجب ته هي مرزا صاحبان انگريزن جي دؤر حڪومت کان ٽنڊو آغا ۾ مقيم آهن. مرزا صاحبان طرفان قائم ڪيل پراڻي امام بارگاهه اڃا تائين موجود آهي، ان ۾ پراڻي وقت جو هڪ تابوت رکيل آهي، جيڪو محرم مهيني جي نائين ڏهين تاريخ عام زيارت لاءِ ٻاهر ڪڍيو ويندو آهي. امام بارگاهه جي احاطي اندر علم پاڪ نسب ٿيل آهي. اڳي اهو علم پاڪ تمام گهڻو وڏو ۽ وزني هوندو هو، ڪافي قديم ٿي وڃڻ ڪري، هن وقت علم اڳي جي ڀيٽ ۾ ڪجهه ننڍو آهي. عزاداري جي ڏينهن ۾ هن امام بارگاهه ۾ مجلسون منعقد ڪيون وينديون آهن. هونئن به سال جا ٻارهن ئي مهينا هن امام بارگاهه ۾ مخصوصيون ملهايون وينديون آهن ۽ حاضري مجلسون به ٿينديون آهن. انهن مرزا صاحبان مان وڏا وڏا عالم، اديب، شاعر، نوحه خوان ٿي گذريا آهن. انهن جي اولاد کي به ورثي ۾ اها ذات

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 234

عطا ٿيل آهي، جيڪي پنهنجي بزرگن جي پيروي ڪندا پيا اچن. انهي خاندان مان ميرزا عباس علي بيگ جا لکيل تاريخي ڪتاب منهنجي وڏي رهنمائي ڪري رهيا آهن. تاريخ لکڻ وقت آئون انهن ڪتابن جي مدد وٺندو رهندو آهيان. مشهور اديب، ڈاهو ۽ پارکو ممتاز علي مرزا جو تعلق بہ هن مرزا خاندان سان هو.

انهي خاندان سان تعلق رکندڙ مرزا امانت علي سان اسان جو پراڻو نيازمندي وارو ناتو آهي. مرزا صاحب ڪوٽ ناهڻ جا ماهر ڪاريگر آهن. اڳي حمايت ٽيلر تلڪ چاڙهي تي ڪم ڪندا هئا، هن وقت طبيعت ٺيڪ نہ رهڻ ڪري اهو ڪم گهر ۾ ڪندا آهن، جنهن لاءِ هن علحده جاءِ مخصوص ڪري ڇڏي آهي. مرزا امانت علي سان ملاقات ٿي، ڪجهہ تاريخي معلومات وٺڻ لاءِ، جو هنن جو تعلق مرزا خاندان سان آهي ۽ اتي جا پراڻا رهاڪو آهن. مرزا صاحب اسان کي امام بارگاهہ، درويشن جي آخري آرام گاهن، قبرستانن، ماڳ، مڪانن بابت وڏيڪ ڄاڻ ڏني. مرزا امانت علي سان گڏ قبرستانن ۾ شهيد سيد جمن شاهہ جي درگاهہ ۾ وياسون. هونئن بہ هن کان پهرين درگاهہ جي زيارت ٿيل هئي. درويش جي درگاهہ پراڻي وقت جي نهيل آهي، پاڻ ڇت سينان آرامي آهن. درگاهہ اندر شهيد جي تصوير بہ ديوار تي لڳل آهي. درگاهہ تي سال 1329 هجري لکيل آهي، اها وضاحت ٿيل نہ آهي تہ اهو سال درويش جي شهادت جو آهي يا درگاهہ جي تعمير جو آهي. اهڙو يادگار پٿر درگاهہ جي دروازي جي مٿان لڳل آهي، پٿر تي لکيل ڪتبو اهو ظاهر ڪري رهيو آهي تہ درويش جي درگاهہ مرزا پيدل بيگ تعمير ڪرائي هئي. درگاهہ جو احاطو ايترو وسيع نہ آهي، درگاهہ جي احاطي اندر ٻيون بہ ڪيترين ئي پراڻيون ۽ نيون قبرون موجود آهن. ڪجهہ قبرن تي مرحومن جا نالا لکيل آهن. شهيد جي درگاهہ جي

آسپاس بہ قبرستان آهن، انهن ۾ بہ پراڻيون نيون قبرون موجود آهن. زميني حقيقتون ڏسڻ بعد اهو نظر آيو تہ ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ جي ڪافي ايراضي ۾ قبرستان موجود آهن.

ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ جي ايراضي ۾ درويشن جون آرامگاهون، قبرستان، يادگارون ڏسندا، پراڻي مقام ڪان ٿيندا، مرزا امانت علي سان گڏ سيد جڙيل شاهہ جي درگاهہ تي پهتاسون زيارت ڪئي سون، اتي ڪجهہ وقت ويناسون. درگاهہ جا خدمتگار عمراڻي آهن، جيڪي اتي جا پراڻا رهاڪو آهن. مرزا مبارڪ جي مڻان جديد عمارتسازي جي فن جو خوبصورت قبو تعمير ٿيل آهي. درگاهہ جو احاطو وسيع آهي هن درگاهہ ۾ پهريون پيرو وجڻ جو شرف حاصل ٿيو هو. درگاهہ جي احاطي اندر هڪ مزار ۽ ڪجهہ وڻ موجود آهن. اڳي پراڻي مقام جنازن سان وجڻ ٿيندو هو تہ جڙيل شاهہ جو قبو نهيل نظر نہ ايندو هو. اهو ڦريب وقت جو نهيل نظر آيو. شهر جا پراڻا ڪجهہ خاندان اڄا تائين فوتين کي پراڻي مقام ۾ دفن ڪندا آهن. جڏهن تہ عام قبرستان ٽنڊو يوسف وارو جنهن کي نئون مقام چيو ويندو آهي، اهي آهن اتي جون زميني حقيقتون جيڪي قلمبند ڪيون ويون آهن.

پراڻو مقام ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ ۽ ٽنڊو طيب جي وچ تي واقع آهي، هن مقام جي ايراضي تمام گهڻي وسيع آهي، ان ۾ قبرون بہ تمام گهڻيون آهن. ڪي قبرون ايتريون تہ پراڻيون آهن جيڪي زبون تي ڊهي رهيون آهن. ڪافي قبرون نيون بہ آهن. شهر جا گهڻا ماڻهو اڄا تائين هن مقام ۾ فوتين کي دفن ڪندا آهن، جو انهن جا بزرگ اڳئي اتي دفن ٿيل آهن. اهو قبرستان ڪيترو پراڻو آهي ۽ ان کي پراڻو مقام ڇو ٿو چيو وڃي، ان حقيقت جي تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي. بهرحال هن مقام بابت پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جي لکيل

ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 34 تي بيان ڪن ٿا تہ پھرين حيدرآباد ۾ ٽي وڏا مقام هوندا هئا. سڀ کان وڏو ۽ پراڻو شهيد جو مقام آهي. هي غلام شاهہ ڪلهوڙي جي زماني کان استعمال ٿيندو پيو اچي. ان کان پوءِ ٽنڊو آغا وارو قبرستان هو جنهن کي پراڻو مقام ڪري چون ٿا. ٽيون وڏو مقام ٽنڊي يوسف وارو آهي. جنهن کي نئون مقام ڪري چوندا آهن. انگريزن جي دؤر ۾ سواءِ هن وڏي مقام جي ٻين مقامن ۾ دفن ڪرڻ منع هوندو هو. اهو بورڊ خاص ڪري پراڻي مقام جي اڳ کان لڳل هوندو هو، پر جيئن پاڪستان ٿيو اهو بورڊ ڪنهن پٽي اڇلائي ڇڏيو. پروفيسر صاحب جو مقامن بابت مختصر بيان وڏو معلوماتي سرمايو آهي.

هڪ ڳالھہ جيڪا اهم آهي (جنهنجي پھرين بہ نشاندهي ڪري چڪو آهيان) اها چٽي طرح واضح ڪرڻ ضروري آهي، جنهن بابت تاريخي ڪتاب خاموش آهن. اها حقيقت هي آهي تہ سنڌ ۾ محمد بن قاسم جي حملي کان پھرين نيرون ڪوٽ جي دؤر ۾ بہ مسلمانن جي اچڻ جو ثبوت موجود آهي. سنہ 94 هجري محمد بن قاسم جي حملي ۽ سنڌ فتح ڪرڻ بعد سنڌ ۾ اسلام پکڙجي ويو هو ۽ نيرون ڪوٽ جا رهاڪو بہ مسلمان ٿي ويا هئا. انهي وقت کان وٺي حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ تائين هتي مسلمان رهندا هئا. هاڻي اها ڳالھہ واضح ٿيڻ گھرجي تہ انهن مسلمانن جون نشانيون، يادگارون، مسجدون ۽ قبرِستان ڪھڙا ۽ ڪٿي آهن. پروفيسر صاحب سندس ڪتاب ۾ فقط ٽن قبرستانن جي تاريخ لکي آهي، جيڪي ڪلهوڙن جي دؤر کان انگريزن تائين جي دؤر جا آهن. تاريخي ڪتابن موجب سنڌ ۾ اسلام 94 هجري کان پکڙيو آهي، جڏهن تہ حيدرآباد شهر جو بنياد 82_1181 غلام شاهہ ڪلهوڙي رکيو هو. 94 هجري کان 82_1181 هجري يعني

88_1087 سالن جي تاريخ جي تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي.
حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان ٻهرين هتي فقط چند درويشن جي تاريخ ملي ٿي ۽ نيرون ڪوٽ جي دؤر جي ابو رافع اصحابي سگوري جي مزار موجود آهي.

تالپرن جي دؤر کان پوءِ وارين علمي ۽ ادبي مجلسن جي مورن جي آخري آرامگاهن جي تاريخ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 73 تي لکي آهي. ڊاڪٽر صاحب جو بيان آهي ته تالپري عهد کان پوءِ وارين علمي ۽ ادبي مجلسن جا مور به ڪي گهٽائي هئا، پر اهي جيڪي هن شهر (حيدرآباد) جي خاڪ ۾ خوابيده آهن. تن مان غلام محمد شاهه "گدا" ٽنڊي مير نور محمد کان ڏکڻ، ڪامل شاهه جي مقام ۾ آرامي آهي. سيد فاضل شاهه ٽنڊي مير محمود ۽ ٽنڊي آغا کان الهندي طرف واري "پراڻي مقام" ۾ آرامي آهي ۽ سندس چوڏاري سندس سٽ جا ٻيا ساٿي شاعر ۽ اديب، آخوند لطف الله شيراڻي، آخود محمد لقمان شيراڻي، آخوند فقير محمد شيراڻي "عاجز" ميان محب علي نانارو ستل آهن. انهي ساڳئي خاموش بستي ۾ ان وقت جو وڏو علم دوست، ۽ سخن شناس بزرگ قاضي امام علي آرامي آهي. ڊاڪٽر صاحب، جناب امام علي قاضي جي آخري آرامگاهه جو ذڪر ڪيو آهي جيڪا پراڻي مقام ۾ آهي. جناب امام علي قاضي صاحب علامه آءِ آءِ قاضي جو والد هو (منهنجي راءِ موجب) پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله جو بيان آهي ته علامه آءِ آءِ قاضي ۽ سندس وڏا شهر جي جنهن حصي ۾ رهندا هئا، اهو اسان جي پاڙي کي ويجهو هو. هو قاضي صالح گهٽي ۾ رهندا هئا. حيدرآباد جو اڳيون اوج صفحو نمبر 215_214 محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر

70 تي هن طرح لکيو آهي. چاڙهيءَ (پڪي قلعي واري چاڙهي) کان اتر طرف نواب خان جون سرائون ۽ اوطاقون هيون، جتي بعد ۾ امام علي قاضي مختيارڪار ۽ مئجسٽريٽ جن رهڻ لڳا. (پڳت گهٽي سڏجي ٿو.)

ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 87_88 تي ناڪوءَ جي تڙ جو ذڪر ڪيو آهي. مرزا صاحب جو بيان آهي تہ موجوده صديءَ جي شروعاتي چوٿين حصي ۾ حيدرآباد جي هڪ اهم گهمڻ جي جاءِ هوندي هئي، جنهن جو شمار بهترين گهمڻ ڦرڻ جي جاين ۾ هوندو هو. ان جو ذڪر نہ ڪرڻ ستم نہ ٿيندو. ان تفريح جي جاءِ جو نالو ناڪوءَ جو تڙ آهي. هي تڙ ڦليلي جي ساڄي ڪپ تي ٽنڊو آغا وٽ واقع آهي. مرزا صاحب جو وڌيڪ بيان آهي تہ جنهن بزرگ ماڻهو جي نالي سان هي تڙ منسوب آهي سو اتي جو هڪ ننڍو دوڪاندار آهي. هو هڪ هندو هو پر ڏاڍو مشهور شخص هو. ٽنڊو آغا جي ڳوٺ جو واحد دڪاندار هو. جنهن ڪان سيئي سيڌو وغيره وٺندا هئا. اسان هن شخص کي ڏٺو هو تڏهن هو عمر ۾ 60 يا 62 ورهين جو هو. پوءِ جلدي گذاري ويو هو. سندس اهو دڪان بعد ۾ مينگهي سنڀاليو هو. مينگهو سندس پائيٽو هو. مرزا صاحب وڌيڪ لکيو آهي تہ ناڪوءَ جي تڙ وٽ، ڦليليءَ جي ڪپ تي وڏا وڏا گدام ٺهيل هوندا هئا. خصوصن اناج جا پاندا هئا، جتي هر قسم جو وکر اچي محفوظ ڪيو ويندو هو. اتان وري بيل گاڏيون، اٺ يا مزدور اهو سامان کڻي شهر جي مختلف هنڌن تي پهچائيندا هئا. ٽنڊو آغا اسماعيل شاهہ جي پراڻين يادگارن ۾ مرزا صاحب هي بہ هڪ سٺي يادگار لکي آهي، جنهن جو هن وقت ڪو بہ وجود نہ رهيو آهي.

پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا سندس لکيل ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 103_104 تي حيدرآباد جي ميلن جو ذڪر ڪيو آهي. مرزا صاحب جو بيان آهي تہ حيدرآباد ۾ سڀ کان وڏو ميلو ۽ سڀ کان گهڻا ملاڪڙا حج جي ميلي تي ٿيندا هئا. هي ميڙو شاهہ مڪائي جي روضي وٽ حج جي مهيني جي ستين کان نائين تائين پورا ٽي ڏينهن ڏام ڏوم سان لڳندو هو. مرزا صاحب جو وڌيڪ بيان آهي تہ حج جي ميلي کان جنهن وڏي يا مشهور ميلي جو نالو اچي ٿو سو سيٺ وشنداس جو ميلو آهي. وشنداس ڏنوان پرش هوندو هو. ڏاڍو سخي ماڻهو هو. هن پنهنجي جنم جي تاريخ 28 اڪاڙ تي وشن نگر لڳ ٽنڊو آغا شاندار ميلو لڳائيندو هو. هي ميلو باقاعدي ڏام ڏوم سان لڳندو هو. ميلو ٽي ڏينهن ٿيندو هو. مرزا صاحب جو بيان آهي تہ هن ميلي جو انتظار ٻارهن مهينا ڪيو ويندو هو. هڪ شاندار ميلو هو. عام چواڻي هئي ”ماڻهن جا ميلا مئي لڳن ٿا وشنداس جو ميلو جيئرو لڳي“ جيسين سيٺ پاڻ حيات هو تيسين ميلو ڏاڍو سٺو لڳندو هو. بعد ۾ بہ چڱو لڳايو ويندو هو. پوءِ آهستي آهستي گهٽبو ويو تانجو پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ ماڳهين ختم ٿي ويو.

مرزا صاحب جي بيان موجب تہ شاهہ مڪي جي ميلي کان پوءِ سيٺ وشنداس جو ميلو هو. اهو ميلو وشن نگر ٽنڊي آغا جي پرسان لڳندو هو يعني ائين ڪٿي چئجي تہ اهو ميلو بہ ٽنڊي آغا اسماعيل شاهہ جي ايراضي جي تاريخ ۾ شامل هو. اڄ کان تقريبن 40 سال اڳ اتي وڏو ڦٽين جو ڪارخانو هوندو هو. جنهن ۾ لڳل سرن جي وڏي قداور چمني پري کان پئي نظر ايندي هئي. هن ڦٽين جي ڪارخاني جو وڏو اوج هوندو هو. ڪيترائي پورهيت ان ۾ ڪم ڪندا هئا. اهو ڪارخانو

ختم ٿي ويو هاڻي اتي شهري آبادي ٿي وئي آهي. اهڙي طرح شهر جي پراڻي ڪاروباري مرڪز جو وجود ختم ٿي ويو.

ٽنڊو آغا اسماعيل شاهه هوئڻ ته حيدرآباد جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو، جو اهو 200 سالن کان به وڌيڪ عرصو اڳ جو آهي. علمي، ادبي، تاريخي نقطه نگاهه سان به هن ٽنڊي جي وڏي اهميت آهي. هن ٽنڊي ڪيترن ئي تاريخ نويسن، عالمن، اديبن ۽ شاعرن کي جنم ڏنو جن سنڌ جو نالو روشن ڪيو. سيد آغا عبد علي شاهه عالم، اديب، شاعر، ذاڪر اهلبيت جو تعلق به هن ٽنڊي سان آهي سائين هن وقت وڏي عمر جا آهن. ٽنڊو آغا جي وسيع ايراضي طرف نظر ڊوڙائبي ته اتي رهندڙ گهڻو ڪري پورهيت طبقي جا ماڻهو آهن. اتي جو پرسڪون ماحول اڄا تائين ڳوٺ جيان نظر اچي ٿو. شهر روز بروز ترقي ڪندو پيو وڃي، هر هنڌ گهڻ ماڙ عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن، هر هنڌ بازارون ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. پر ٽنڊو آغا ۾ نه گهڻ ماڙ عمارتون نظر اچن ٿيون نه بازارون آهن ۽ نه ڪاروباري مرڪز آهن، باقي درويشن ۽ بزرگن جون آرامگاهون گهڻيون آهن.

ٽنڊو آغا اسماعيل شاهه لڳ وڏي ايراضيءَ ۾ آفندي باغ هوندو هو. هن باغ جو ذڪر پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا سندس ڪتاب حيدرآباد جون اڳيون اوج جي صفحي نمبر 35 تي ڪيو آهي. اڳي باغ ۾ ميوي جا وڻ هوندا هئا، اهي وڻ ختم ٿي ويا هئا، وڏو خالي ميدان پيو هوندو هو. ڪافي سالن تائين اهو ميدان خالي پيو هوندو هو. ان وسيع ايراضي ۾ پراڻي وقت جو نهيل وڏو بنگلو موجود هوندو هو. چوندا هئا ته اهو باغ ۽ بنگلو آفندي صاحبان جو آهي. باغ جي ايراضي ۾ قليلي روڊ طرف هڪ قبر هئي، جيڪا ڪنهن نامعلوم بزرگ جي ٻڌائي ويندي هئي. آفندي وارو باغ هن وقت شهري آبادي ۾ تبديل ٿي چڪو آهي،

هر طرف ڪان دڪان ۽ ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. اهي ختم ٿي ويل پراڻيون جايون ۽ باغ شهر جي سجاڳيءَ سونهن هوندا هئا. آفندي صاحبان شهر جا پراڻا باشنده هئا. خبر نہ آهي تہ هن وقت ڪٿي ٿا رهن.

تاريخ لکندي ڪجھ بزرگ ۽ جهونا ماڻهو ياد اچي رهيا آهن، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن نسبت سان تاريخ جو حصو آهن. انهن کي وسارڻ سان تاريخ وري بہ اڻ مڪمل رهجي ويندي. ان ڪري انهن جون يادون بہ قلمبند ڪرڻ ضروري آهن. انهن بزرگن مان هڪ بزرگ سيد بچل شاھ جيلاني ياد اچن ٿا. الهندي ڪچي ڪوڪرن جي پاڙي ۾ استي محمد اسماعيل سومرو جي ڏوبي گهاٽ ۾ ايندا هئا. وڏي عمر جا هئا، درويش صفت ماڻهو هئا. ماڻهو هن جي بيحد عزت ۽ احترام ڪندا هئا. ٻڏايو ويندو هو تہ بزرگ نوڙها چاڙهي تي رهندا آهن. تقريبن 35 يا 40 سال اڳ لاڏاڻو ڪري ويا. کين ٽنڊو آغا واري پراڻي قبرستان ۾ سپردخاڪ ڪيو ويو هو اتي درويش جي آخري آرامگاھ خلائق جي زيارتگاھ آهي.

هڪ ٻيو جهونو الهبچايو بہ ياد اچي ٿو. ذات جو شايد سمون هو. هڪ ٽنگ کان معذور هوندو هو. خير شاھ جي پڙ جي پرسان رهندو هو. جنهن وقت وڪٽوريا ۽ ٽانگن جو اوج هوندو هو. هي انهن جي ناهڻ جو بهترين ڪاريگر هوندو هو. ٽنڊو آغا ۾ هن جو دڪان هوندو هو. نهايت ئي شريف ۽ پورهيت ماڻهو هو. وڪٽوريا ۽ ٽانگا ناهڻ وارن ڪاريگرن ۾ هن جو وڏو نالو ۽ مشهوري هوندي هئي. ان زندگي جو طويل عرصو ٽنڊو آغا اسماعيل شاھ ۾ هڪ ڪچي دڪان ۾ ڪم ڪندي گذاريو. ويجهڙائي ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

(عبرت مئگزين، پهرين نومبر کان 15 نومبر 2013ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ

(حصو پنجون)

الهندي ڪچي جي تاريخ جو هي پنجون حصو آهي. هن علائقي جا مکيہ رستا ٻہ آهن. هڪ فوجداري روڊ ٻيو رسالا روڊ. فوجداري روڊ جي اڀرندي وارو پاسو ٽڪري تي قائم پراڻي شهر جي الهندي پاسي وارو هيٺيون حصو آهي. جنهنجي تاريخ اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي. اولهہ وارو حصو الهندو ڪچو آهي. جنهنجي تاريخ هلي رهي آهي. آئون پنهنجي اڳوڻي بيان کي وري بہ ورجائيندي چوان ٿو تہ الهندي ڪچي جي تاريخ بہ قديم آهي. هن علائقي ۾ پراڻيون مسجدون، درگاهون، پڙ، قديم پاڙا ۽ پراڻيون عمارتون جيڪي موجود آهن، هن علائقي جي قديم هئڻ جو ثبوت آهن.

هي علائقو بلڪل پرسڪون ۽ پرامن هوندو هو. تقريبن ويهن سالن جي عرصي اندر هي علائقو گنجان ٿي ويو آهي. هر هڪ رستو سوڙهيون توڙي ويڪريون گهٽيون، جيڪي رهائشين جي استعمال لاءِ هيون، اتي دڪان ۽ ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. هن علائقي جو جڙ تہ خوبصورت نقشو ئي بدلجي ويو آهي. پراڻا گهر ڍاهي ان جاءِ تي گهڻ ماڙ عمارتون تعمير ڪيون ويون آهن. پراڻن باشندن جو اولاد گهڻو ڪري هتان لڏي چڪو آهي.

پڙهندڙن لاءِ اهو واضح ڪرڻ بهتر ٿو سمجهان تہ هي تاريخ لکندي آئون تمام گهڻو احتياط ڪري رهيو آهيان. منهنجي پرپوڙ

ڪوشش اها آهي تہ هي تاريخ هرڪو دلچسپي ۽ شوق سان پڙهي ۽ شهر جي قديم ۽ جديد تاريخ بابت باخبر هجي. ڪنهنجي اعتراض ۽ دل آزاري کان پاسو ڪري رهيو آهيان. ڇاڪاڻ تہ هن شهر ۾ اڌ صدي کان بہ وڌيڪ عرصو اڳ جيڪي بزرگ هئا. انهن ۾ اخلاق، رهڻي ڪهڻي، قرب ۽ محبت هو پر انهن جو اولاد هن ترقي يافتہ دؤر جي وڪڙ ۾ اچي پنهنجن وڏن جي نقش قدم تي هلڻ کان پري ٿي ويو آهي. برايون رڳو هينئر نہ پر اهي اڳ بہ هيون، پر ان ۾ فرق اهو اچي ويو آهي جو اڳي برائي يا ڏوهہ ڪرڻ وارا شرمسار ٿيندا هئا. هن دؤر جيان برائي ڏوهہ ڪري فخر ۽ هوڏ نہ ڪندا هئا. شراب، ڀنگ، چرس، آفيم وغيره جي استعمال جا عادي اڳي بہ هئا. ڪير ڪير انهي عمل ۾ ملوث هو. اهڙيون حقيقتون لکڻ کان لنوائي رهيو آهيان، جو هن وقت اهي جهونا هن دنيا ۾ موجود نہ آهن. پر جيڪڏهن اصلاح جي نقطہ نگاهہ ۽ نيت سان مجبورن اهڙي ڳالهہ لکڻ جي ضرورت ٿي پوي تہ پوءِ بہ ڍڪيل لفظن ۾ لکندو آهيان.

هن کان پهرين واري حصي ۾ لائوڊ اسپيڪر واري دڪان جي پرسان واري جنهن گهٽي جو ذڪر ڪيو ويو هو ان جو بہ تاريخي پسمنظر آهي، جو هن گهٽي ۾ پراڻي وقت جي مسجد ۽ پڙ آهي، جيڪي هن گهٽي جي قديم هئڻ جي ثابتي ڏين ٿيون. هلندڙ سلسلي ۾ انهن جو تاريخي پسمنظر بيان ڪيو ويندو. گهٽي جي بئي پر پراڻي اسپتال هئي، جيڪا لکي جي اسپتال نالي مشهور هئي. هن اسپتال ۾ مريضن جي رهائش جو بہ بندوبست هوندو هو. ٻڌايو ويندو هو تہ ڪنهن سخي هندو اها اسپتال قائم ڪئي هئي. انهي اسپتال جي ٻاهران پٽ سان گڏ ڪجهہ ماندليون ۽ ڪنڌ تي صابو جو هوٽل هو. تقريبن 66-1965ع ڌاري اسپتال ختم ٿي وئي، ان جاءِ تي محفل

حسيني جي عمارت تعمير ڪئي وئي هئي، جيڪا اڃا تائين موجود آهي. ان جي ڀرسان مس محمد علي جي اسپتال جي پراڻي زبون حالت ۾ عمارت موجود آهي.

اسپتال جي ڀرسان بلڪل سوڙهي گهٽي آهي، جيڪا پراڻي مسجد لاڪا طرف وڃي ٿي. گهٽي جي ڀرسان پراڻي عمارت ڪيولرام شاهاڻي جي آهي، جيڪا هن وقت بلڪل زبون حالت ۾ آهي. هن عمارت ۾ فلاحي ادارا، جهروڪ: اسڪول، اسپتال، هٽ جو هنر سيکارڻ جو اسڪول، لائبريري قائم هئا. هي عمارت وسيع ايراضي تي قائم آهي، هڪ طرف مکيہ رستوءِ ٽي طرف گهٽيون اٿس. عمارت جي ٻاهران پٽ سان گڏ سيٺ بدرالدين بدرو ڀائي جو فروٽ جو ڪچو دڪان هوندو هو. هن جو فروٽ سٺي معيار جو صاف سٿرو هوندو هو. سڄو ڏينهن پيو فروٽ کي صاف ڪندو هو. ٻين دڪانن جي ڀيٽ ۾ هن جو فروٽ ڪجهه مهانگو هوندو هو. گهڻو ڪري سرنديءَ وارا ماڻهو هن کان فروٽ خريد ڪندا هئا. هي رات جو دير تائين دڪان کوليو ويٺو هوندو هو. شاهاڻي صاحب جي عمارت جي ڀرسان گهٽي آهي، جيڪا گول بلڊنگ رسالا روڊ سان وڃي ملي ٿي. گهٽي جي ٻئي پر وسيع ايراضي تي تعمير ٿيل انگريز سرڪار جي دؤر حڪومت جي پراڻي عمارت آهي. انهيءَ عمارت جي مٿئين حصي تي جماعت اسلامي جي آفيس هوندي هئي. هيٺ زمين واري حصي ۾ چارئي طرف دڪان هئا. فوجداري روڊ واري پاسي، فوٽوگرافر جو دڪان هوندو هو. انهي وقت جي نسبت سان جديد فوٽوگرافي جو شايد هي پهريون دڪان هو. ان جي ڀرسان ڪيفي فردوس مرحوم سعيد احمد قائم ڪيو ويو. جيڪو اڃا تائين موجود آهي، هن هوٽل جي اسپيشل چانهه مشهور هوندي هئي. شهر جا ماڻهو گهڻو ڪري هن هوٽل تان اسپيشل چانهه پيئڻ جو مزو وٺڻ ايندا هئا.

هوٽل جي پرسان بہ رستو آهي، اهو بہ گول بلڊنگ ۾ مکيہ رستي رسالا روڊ سان ملي ٿو. اتان اتر طرف هلبو تہ ڪجهہ دڪانن بعد هڪ گهٽي آهي، ڪٿان سوڙهي ڪٿان ويڪري وڃي رسالا روڊ سان ملي ٿي. رستن ۽ گهٽين کي ڌسي غور ڪجي تہ شهرين جي سهولت لاءِ انهي وقت جي حڪومت ڪهڙي نہ بهترين پلاننگ ڪئي هئي، جو ٿوري ٿوري فاصلي تي رستو يا گهٽي ترتيب ڪئي هئي. جڏهن تہ اهو ڏٺو ويو آهي تہ 30ـ40 سالن جي عرصي اندر جن خالي علائقن ۾ آبادي وجود ۾ آئي آهي، اتي هر هڪ شيءِ بي ترتيب آهي، هر ڪنهن شهري منصوبابندي جي اصولن جي لتاڙ ڪندي پنهنجي مرضيءَ سان گهر ۽ دڪان تعمير ڪيا آهن. انهي گهٽي ۾ مرحوم محمود جراح جي اسپتال هئي، پاڻ تہ فوت ٿي ويو پر سندس اولاد شفاخانہ کي قائم رکندو پيو اچي، پر مرحوم جي دؤر وارو پراڻو علاج نہ آهي. گهٽي جي ٻئي پر هڪ ٻن دڪانن بعد حيدرآباد لا هائوس واري جو دڪان آهي، هن دڪان جو اڳواڻ عبدالرشيد بيحد قربائتو آهي. قانون جي ڪتابن جي خريداري جي ڪري منهنجي هن دڪان سان 1978ع کان وابستگي آهي.

لا هائوس واري جي پرسان ڏندن جو علاج ڪرڻ واري ڊاڪٽر جي دڪان ۾ اسپتال هئي. هي پنجابي هو پر سنڌي چٽي ڳالهائيندو هو، وڏي عمر جو هو. بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ هي گهڻي وقت کان هتي آباد آهن. هن جي فوت ٿي وڃڻ بعد هن جي پٽ پيءَ جي جاءِ والاري هئي، پر ڪامياب نہ ٿيو ان ڪري اسپتال ختم ڪري ڇڏيائين. هن وقت اهي الائي ڪٿي ٿا رهن. بزرگ ڊاڪٽر ڏاڍو صاف سٿرو رهندو هو. جڏهن تہ پٽ ۾ اها خوبي ڪانہ هئي. اڳي هن دؤر جيان ڏندن جي بيماري جي علاج لاءِ نہ ماهر ڊاڪٽر هئا ۽ نہ جديد مشينري هئي،

جهڙي اڄوڪي دؤر ۾ آهي. اڳي اهڙي قسم جو علاج ڪندا هئا. نتيجو ڪوبہ نہ نڪرندو هو. آخرڪار سور واري ڏاڻ يا ڏند کي ڪيرائڻو پوندو هو تمام گهڻي تڪليف ٿيندي هئي. ان جي پرسان سنڌي خواجہ جو دڪان هوندو هو هن جي اصل نالي جي تہ خبر نہ هئي، گاهي جي نالي مشهور هو. نهايت ئي شريف، سادو ۽ وڏي عمر جو ماڻهو هو. جانورن جو داڻو، سائو گاهہ، لوسڻ ۽ برسيم وڪڻندو هو مالوند گهوڙن، گڏهن، اٺن وارا گهڻو ڪري هن کان داڻو گاهہ وٺندا هئا. گهڻو وقت اڳي دڪان بند ڪري ويو. هن جو اولاد بہ هو هن وقت الائي ڪٿي ٿو رهي، دڪان ڪچو نهيل هوندو هو.

هن دڪان کان چند قدمن جي فاصلي تي هڪ سوڙهي گهٽي آهي، ان ۾ سنڌي قريشي جو گهر هوندو هو هي نهايت ئي شريف خاندان ۽ شهر جا پراڻا باشنده هئا. وڳوڙن دوران جانيون بچائي گهر ڇڏي ويا. ڪجهہ دڪانن بعد انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ تعمير ٿيل هڪ عمارت هئي، شايد اها زميندارن کي قرض ڏيڻ واري يا ڪا ٻي بئنڪ هئي. عمارت خوبصورت ۽ مضبوط مٽي ڏاڪڻ تي هئي، ان کي ڍاهي ختم ڪري ان جاءِ تي عارف پلازه تعمير ڪيو ويو. هن مکيہ روڊ تي شايد اها پهرين گهڻ ماڙ عمارت تعمير ٿي هئي. عارف پلازه کان چند قدمن جي فاصلي تي مسجد آهي، شايد اها پراڻي آهي، پر اها خبر نہ پئجي سگهي آهي تہ ڪهڙي دؤر جي آهي. اڳي مسجد ڪچي هوندي هئي، بعد ۾ هن کي پڪو تعمير ڪيو ويو هو. مسجد جي اڳيان فوجداري روڊ ۽ لجپت روڊ ٻنهي پاسن کان دڪان آهن. مسجد ٻنهي روڊن جي ڪنڊ تي آهي. اتان شهر جو مشهور روڊ لجپت روڊ شروع ٿئي ٿو جيڪو سڌو رسالا روڊ سان ملي ٿو.

لجپت روڊ جي ٻئي پر ڪجهه دڪانن بعد شهر جو مشهور شهباز واچ هائوس جو دڪان هوندو هو. هي دڪان فلمي دنيا جي مشهور اداڪار مصطفيٰ قريشي جي ڀاءُ جو هو. هر قسم جون مهانگيون توڙي سستيون واچون هن دڪان تان ملنديون هيون. هي قريشي صاحبان نهايت ئي شريف ۽ فاضل هئا. هنن جي گهرن بابت اڳيئي لکجي چڪو آهي. وڳوڙن دوران گهر بہ ڇڏي ويا هئا تہ دڪان بہ ختم ڪري ڇڏيو هئائون. روڊ جي ٻئي پر ستي ٽاٽو آهي، ان ۾ پپر جو قدآور پراٽو وڻ موجود آهي. قريشي صاحب جي دڪان کان ڪجهه فاصلي تي هڪ سوڙهي گهٽي آهي جيڪا مهر شاهه جي درگاهه طرف وڃي ٿي. ان گهٽيءَ ۾ عبدالغفور مغل جو گهر هو. هي گاڏي کاتو ڇڏي پنهنجي ذاتي جاءِ خريد ڪري اولاد سميت اچي رهيو هو. هن جي مختصر حقيقت الهندي ڪچي جي تاريخ جي ٻئي حصي ۾ لکي وئي آهي. مرحوم عبدالغفور مغل کي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي حڪومت جي اوائلي دؤر 1972ع جي شروع وارن مهينن ۾ 1300 آفيسرن سان گڏ مارشل لا ريگيوليشن 114 تحت ملازمت مان برطرف ڪيو هو. مغل صاحب 1977ع پي اين اي جي ڀٽو صاحب خلاف هلندڙ تحريڪ دوران فوت ٿي ويو هو مرحوم کي اميدن پيرئي درگاهه لڳ ڪينٽ قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو هو. مرحوم نهايت ئي شريف، بااصول ۽ قابل آفيسر هو. هن جو هڪ فرزند مسعود احمد مغل ۽ آئون هڪ ئي کاتي ۾ نوڪري ڪندا هئاسين. هي جلدي نوڪري ڇڏي ڪراچي منتقل ٿي ويو هو. اتي هن کي ٻي بهتر نوڪري ڪنهن اداري ۾ ملي وئي هئي. هن جا بہ ننڍا ڀائر شڪيل احمد مغل ۽ نديم احمد مغل ۽ سندن ٻيا ڀائر حيدرآباد واري جاءِ وڪڻي 79-1978ع ۾ ڪراچي منتقل ٿي ويا هئا. اتي سڀني کي ملازمتون ملي ويون هيون.

منهنجو هنن سان بلڪل قريبي دوستي جو ناتو هو. 01-2000ع دوران منهنجي پوسٽنگ جڏهن ڪراچي هئي تہ مسعود احمد ۽ نديم احمد مون سان مليا هئا.

انهي گهٽي جي پرسان روڊ تي ٽيليويزن، ٽيپ رڪارڊر ۽ بجلي جو ٻيو سامان وڪڻڻ واري جو دڪان هو. انهي وقت بليڪ اينڊ وائيٽ ٽيليويزن اچي ويا هئا. بجلي ۽ سيلن تي هلندڙ ٽيپ رڪارڊر ۽ ريڊيو جو گهڻو اوج هوندو هو. انهي روڊ تي اهڙي سامان وڪري ڪرڻ وارن جا ٻيا بہ دڪان هئا. شايد شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي دؤر ۾ هتي هڪ واقعو ٿيو هو. ڏينهن جي وقت ڀري بازار ۾ ڌاڙيل دڪان جي مالڪ کان ڦر ڪرڻ آيا هئا. مزاحمت دوران ڦورن دڪان جي مالڪ کي گوليون هڻي قتل ڪري ڇڏيو هو. مالڪ ڪاٺياواڙي ميمڻ هو. واقعي جي ڪري شهر ۾ خوف ۽ حراس پکڙجي ويو هو جو انهي وقت اهڙا دردناڪ واقعا تمام گهٽ ٿيندا هئا. واقعي جو شهر ۾ وڏو ردعمل ٿيو هو دڪاندارن ۽ شهرين سخت احتجاج ۽ هڙتالون ڪيون هيون. اهو واقعو سٽي ٿاڻي جي بلڪل سامهون ٿيو هو. ڦورو جاءِ واردات تان فرار ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هئا. پوليس انهي واقعي جي جاچ دوران ٻن ماڻهن کي گرفتار ڪيو هو. انهن جي سيٺ محمد يعقوب (هنن جو ڏنل شاهہ جي پڙ ۾ ليٿ مشينن جو ڪارخانو هو) ۽ ٻئي جوابدار جي سيٺ عبدالستار نالي ٿي هئي، هي الائي ڪير هو ڪٿان آيو هو واقعي کان اڳ هي گاڏي ڪاتي ۾ هلندو نظر ايندو هو ڪڏهن ڪڏهن دڪان تان ڪير پيئڻ بہ ايندو هو. انهن جي گرفتاري تي شهر جي ماڻهن کي تعجب ٿيو هو. درحقيقت انهي دور جي پوليس تمام گهڻي هوشيار هئي، واقعو ٿيڻ بعد حقي ڏوهارين کي گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندي هئي. هاڻوڪي دؤر جي ڇا حالت آهي، ڪلي عام بيگناهہ ماڻهو

قتل ٿي رهيا آهن، ڦرون ٿي رهيون آهن. ڌاڙا لڳي رهيا آهن. ڏوهه ڪرڻ واري جي خبر ئي ڪانه ٿي پوي.

چند قدمن جي فاصلي تي هڪ بلڪل سوڙهي گهٽي آهي، انهي گهٽي ۾ بزرگوار لکاڻي يٽي جو گهر هوندو هو. هي شهر جو پراڻو باشندو هو. هن جا ٻيا مائٽ گول بلڊنگ وٽ رهندا آهن. انهن مان شايد ڪي هن پاڙي مان لڏي چڪا آهن. ڪي اڃا تائين رهندا آهن. مالوند ماڻهو هو. وڳوڙن دوران هتان لڏي قاسم آباد ۾ رهيو هو. تقريبن 15 سال يا ان کان اڳ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. اهو معلوم نه آهي ته هن وقت هن جو اولاد ڪٿي ٿو رهي. اتان ڪجهه فاصلي تي راحت سئنيما وارو رستو آهي. انهي رستي جي ٻئي پر خانبهادر عبدالحميد عباسي جي اسپتال آهي. اسپتال جي عمارت بيحد خوبصورت تعمير ٿيل آهي. اسپتال جي عمارت ته موجود آهي، پر اسپتال ۾ شايد ڊاڪٽر ويهن ڪونه ٿا. ڊاڪٽر عباسي صاحب جو حيدرآباد شهر ۾ تاريخي پسمنظر آهي. مڪمل معلومات حاصل ڪرڻ بعد ڊاڪٽر صاحب جو تفصيلي خانداني ۽ تاريخي پسمنظر قلمبند ڪيو ويندو. اسپتال کان ڪجهه قدم اڳتي هڪ سوڙهي گهٽي آهي، ان گهٽي ۾ هڪ گهر اڃا تائين سنڌين جو موجود آهي. اهي ڪير آهن، معلوم نه ٿي سگهيو آهي، البته ايتري جاڻ آهي ته هن گهر جو هڪ ماڻهو جنهنجي اصل نالي جي خبر ته نه هئي، پر ان کي گلان نالي سڏيندا هئا. بوچالو شاهه جي درگاهه تي گهڻو ايندو هو.

ڪجهه فاصلو اڳتي پهرين هڪ گهٽي آهي، ڪجهه قدم هلڻ بعد هڪ ٻي گهٽي به آهي. اڳي اهي گهٽيون رهائشين جي استعمال لاءِ هيون، وڌندڙ آبادي ۽ ٽريفڪ جي ڪري اهي ٻئي گهٽيون جهڙوڪ مکيه رستا ٿي ويا آهن انهن سوڙهين گهٽين ۾ دڪان ۽ ڪاروباري

مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. اتي شهر جي معروف شخصيت حاجي دريا خان راڄپر جو گهر هو. هن جو فقط هڪ ئي پٽ غلامُ محمد راجا هو هن جي شادي شهر جي علمي، ادبي شخصيت جي گهران ٿي هئي، سندس گهر واري سرڪاري کاتن جي اعليٰ عهدن ۾ منصبن تي فائز رهي هئي، هن وقت سياستدان آهي. راجا وٽ سائي رنگ جي 56 ماڊل شيورليٽ ڪار هوندي هئي، بلڪل نوجوان سهڻو ماڻهو هوندو هو. شادي بعد سندس گهر واري سان گڏ ڪار ۾ شهر گهمندا هئا تہ ماڻهو هنن کي ڏسندا هئا. جو هن جي گهر واري بہ نوجوان ۽ تمام گهڻي سهڻي هوندي هئي. هي انهيءَ دؤر جي ڳالهہ آهي جڏهن سپر هاءِ وي اڃا شروع نہ ٿيو هو ڪراچي وڃڻ لاءِ مکيہ رستو ٺٽي ڪان هوندو هو. سال 1969ع (سپر هاءِ وي شروع ٿيڻ کان پهرين) ڪراچي ويندي يا ايندي ٺٽي واري روڊ تي اونگر لڳ هن جي ڪار جو حادثو ٽرڪ سان ٿيو هو جنهن ۾ غلام محمد راجا راڄپر فوت ٿي ويو هو پر هن جو ڊرائيور نالي مرچو بچي ويو هو. هن جي اهڙي اچانڪ وفات جو ٻڌي سڄي شهر ۾ ڏک ۽ افسوس جي لهر ڇانئجي وئي هئي، هر هڪ اک آبديده هئي. وقت تيز رفتاريءَ سان گذري ويو، هيرن جهڙا ماڻهو بہ هليا ويا، پر اهو وقت ۽ ماڻهو بيحد ياد اچن ٿا.

درحقيقت مون کان اها حقيقت وسري چڪي هئي، پر منهنجي دوست غلام قادر چانڊيي، جيڪو اتي قريب ئي رهندو آهي، ياد ڏياريائين تہ راڄپر جي گهر جي پرسان مشهور قانوندان الهبچايي آخوند جو بہ گهرو هو هن صاحب وڪالت جي شعبي ۾ سٺي شهرت ماڻي هئي، نهايت ئي هوشيار وڪيل هوندو هو. ايوب خان جي آخري دؤر حڪومت ۾ مغربي پاڪستان جو وزير قانون بہ ٿيو هو. مٽياري واري رستي تي روڊ حادثي ۾ فوت ٿي ويو هو. اتي بہ پيپر جو پراڻو وڻ

هوندو هو. ٻين وٽن کي وڍڻ جي مهم دوران هن وڻ کي ٻه وڍي ختم ڪيو ويو. اتي فوجداري روڊ ختم ٿئي ٿو اتان ايرندي طرف تلڪ چاڙهي، اتر طرف سرفراز روڊ شروع ٿين ٿا. اتي مشهور قابل عزت شخصيت احمد خان بارڪزئي جو گهر هو هي صاحب سيشن جج جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيڻ بعد وڪالت ڪندو هو. وڪالت جي شعبي ۾ بيحد ڪامياب رهيو هو نهايت ئي شريف ۽ بااصول طبيعت جو ماڻهو هوندو هو هن جو جونيئر وڪيل جنگو خان راجپوت جيڪو بعد ۾ جج ٿيو هو سان نيازمندي وارا تعلقات هئا.

محمد يعقوب ۽ عبدالستار واري حقيقت مڪمل نه ٿي سگهي هئي، نوجوانن جي معلومات لاءِ اهو واقعو مڪمل ڪرڻ تمام ضروري آهي، انهن جي گرفتاري بعد ڪيس عدالت ۾ پوليس پيش ڪيو هو. سيشن جج صاحب حيدرآباد جي عدالت ۾ ٻنهي جوابدارن خلاف ڪيس هلايو هو. عدالت ٻنهي جوابدارن هڪ کي عمر قيد ۽ ٻئي جوابدار عبدالستار کي ڦاسي جي سزا ٻڌائي هئي. جوابدارن انهي فيصلي خلاف سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي هئي، جنهن ۾ محمد يعقوب کي عدالت آزاد ڪيو هو جڏهن ته عبدالستار جي سزا برقرار رکي هئي. ٻڌڻ ۾ اهو آيو هو ته عبدالستار هاءِ ڪورٽ جي فيصلي خلاف سپريم ڪورٽ ۾ اپيل دائر ڪئي هئي، جيڪا عدالت رد ڪئي هئي، تنهن بعد ڇا نتيجو نڪتو هو معلوم نه آهي. محمد يعقوب جي آزاد ٿيڻ بعد اهو ڏٺو ويو هو ته هن جو دماغي توازن ٺيڪ نه هو. ڪجهه وقت بعد فوت ٿي ويو هو. حيدرآباد شهر جي 50 سالن جي تاريخ ۾ هي به هڪ اهم واقعو ٿي گذريو آهي.

آخوند صاحب جي گهر کان اولهه طرف چند قدمن جي فاصلي تي ڏکڻ طرف شهر جو مکيه رستو رسالا روڊ شروع ٿئي ٿو جيڪو حيدر

چوڪ تي ختم ٿئي ٿو. هن روڊ جي اوپر طرف ميونسپل وارڊ ايف آهي، جڏهن تہ اولهہ طرف ڪينٽ جو علائقو آهي. هن روڊ جون بہ ڪجهہ پراڻيون تاريخي يادگارون آهن. وڌندڙ آبادي ۽ گاڏين جي گهڻي رش ٿيڻ کان پهرين هي ٻئي رستا رسالا روڊ ۽ فوجداري روڊ ٻہ طرفا گاڏين جي هلڻ لاءِ هئا. انهي وقت وڪتوريہ ۽ ٽانگن جو اوج هو ٽيڪسين کان علاوه ڪارون شهر جي چند خاندانن وٽ هونديون هيون. موٽر سائيڪلون بہ آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن وٽ هونديون هيون. غريبن جي آسان، سستي ۽ تيز رفتار سواري سائيڪل هئي، سائيڪلون مسواڙ تي ڏيڻ جا دڪان هوندا هئا. ٻہ آنا، چار آنا في ڪلاڪ سائيڪل مسواڙ تي ملندي هئي. انهي دؤر ۾ رڪشائون بہ اچي چڪيون هيون (64_1963ع). پر ايتري گهڻي تعداد ۾ نہ هيون. رڪشائن وارا گهڻو ڪري پٺاڻ هئا، پٺاڻ هتي اڳيئي هئا، پر تمام گهٽ تعداد ۾ هئا. 1958ع ايوب خان جي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ هتي پٺاڻ تمام گهڻي تعداد ۾ اچي آباد ٿيا هئا. ڪافي دير انتظار ڪرڻ بعد رڪشا خالي ملندي هئي. انهي وقت رڪشا جو ڀاڙو ٽيهہ پئسہ في ميل هو. ان وقت کي ياد ڪندي هن وقت جي حالتن کي ٿو ڏسجي تہ ڪيترو نہ گهڻو هر هڪ شيءِ ۾ فرق ٿي ويو آهي.

(عبرت مئگزين، 16 نومبر کان 30 نومبر 2013ع)



# درگاهہ حضرت اشرف شاهہ بخاري رحہ

سيد اشرف شاهہ جي درگاهہ ٽڪريءَ تي قائم قديم شهر پڪي قلعي جي قريب موجود آهي. درويشن جي تاريخ لکڻ ڪان پهرين اتي جي رستن، گهٽين ۽ چاڙهين جو جائزو وٺجي ٿو. پڪي قلعي دروازي جي سامهون اتر طرف شاهي بازار آهي، جيڪا شهر جي اوائلي بازار آهي ۽ حاڪم سنڌ ۽ حيدرآباد جي بنياد رکندڙ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي دؤر حڪومت جي آهي. ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ هن بازار جو نالو طاهر بازار رکيو ويو. جيڪو ٽالپر حڪمرانن جو خاص ماڻهو هوندو هو. اولهہ طرف تي چاڙهيون آهن. هڪ ڪي پڪي قلعي واري چاڙهي چيو ويندو آهي، ڪي ماڻهو وري ان کي قدم گاهہ يا عبدالوهاب شاهہ واري چاڙهي بہ چوندا آهن. ٻي چاڙهي هومسٽيڊ هال واري آهي، جڏهن تہ ٽين چاڙهي ڀائي خان نالي آهي، جيڪو لوهارڪو ڪم ڪندو ۽ ترارون ٺاهيندو هو ۽ ٽالپر حڪمرانن جو خاص ماڻهو هو.

ٽڪري واري قديم شهر جي اوڀر طرف ڏتل شاهہ چاڙهي آهي، انهي چاڙهي وٽان پڪي قلعي جي ديوار نظر اچي ٿي. انهيءَ چاڙهي جو چيهہ گرونگر واري علائقي تي ٿئي ٿو. انهي چاڙهيءَ جي ڀرسان هڪ ٻي چاڙهي بہ آهي، جيڪا پنڌ هلڻ وارن لاءِ آهي. انهي چاڙهي تي شهر جي قديم باشندن سومرن جا گهر هوندا هئا، جيڪي ڌوٻي هئا، انهن جو اتي ڌوٻي گهاٽ بہ هوندو هو. هنگامن دوران اهي اتان لڏي ويا. قلعي

چاڙهي واري رستي، قلعي دروازي تائين هلبو تہ بہ رستا آهن. هڪ موڙ تي آهي، جيڪو قلعي دروازي تائين وڃي ٿو. ٻيو رستو بہ قلعي دروازي تائين وڃي ٿو. اهو رستو قلعي دروازي کان چاڙهي طرف وڃڻ جو آهي. مطلب تہ هڪ رستو دروازي کان چاڙهي طرف وڃڻ جو ۽ ٻيو رستو چاڙهي کان قلعي دروازي تائين پهچڻ جو آهي، جيڪو موڙ تي آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ اهو موڙ وارو رستو جهڙوڪ هڪ وڏي ٽڪريءَ مٿان هڪ ٻي ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. ٽڪر جي اهڙي جوڙجڪ وارو قدرتي منظر آهي. انهي موڙ وٽ پڪي قلعي جي ٽٽل ڀت نظر اچي ٿي، انهن نشانين کي ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ڀت ڪيتري ويڪري ۽ مضبوط هئي. ڀڳل ڇت جي ٻي نشاني پڪي قلعي جي دروازي کان ڪجهہ فاصلي تي آهي. انهي ٽٽل ڀت بابت ڪي مختصر حقيقتون تاريخي ڪتابن ۾ آهن، پر انهن کي پڙهڻ ۽ زميني حقيقتن ۾ وڏو فرق ٿو نظر اچي. ٻنهي ڀتين کي ملائڻ وارو فاصلو ڪجهہ ڏگهو آهي.

چاڙهي تي موڙ جي پرسان ٽڪري کان هيٺ حضرت اشرف شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ آهي. اڳي اها درگاهہ ڏاڍي خوبصورت ٺهيل هئي، جيڪا عمارت هن وقت ساڳئي صورت ۾ نہ آهي. پڪي قلعي جي ڀت اتان ٽٽل نظر اچي ٿي. درگاهہ قلعي جي ڀت کان ٻاهر آهي. درگاهہ ۾ ٻہ مزارون گڏ موجود آهن، هڪ مزار سيد اشرف شاهہ بخاري جي ۽ ٻي سيد مٺن شاهہ بخاري جي. درگاهہ لڳ پراڻي مسجد ۽ امام بارگاهہ موجود آهن. درگاهہ جي احاطي ۾ عَلم نسب ٿيل آهي.

درويشن جو تاريخي پسمنظر معلوم ڪرڻ لاءِ جناب علي گوهر چانڊيو جيڪو درگاهہ جي متولي عبدالستار چانڊيو جو فرزند آهي، مون کي هڪ ڪتابچو عنايت ڪرڻ فرمايو. اهو ڪتابچو 14 صفحن تي مشتمل زوار عبدالستار درس جو مرتب ڪيل آهي. هن

ڪتاب جي صفحي نمبر 5 تي لکيل آهي تہ سيد اشرف شاهہ بخاري ۽ سيد مٺن شاهہ بخاري جي درگاهہ تالپر حڪمرانن کان بہ اڳ جي آهي، هن درگاهہ سان گڏ قديمي مسجد ۽ امام بارگاهہ بہ آهن. انهي بيان موجب تہ درگاهہ يا تہ ڪلهوڙن جي دؤر جي آهي يا ان کان بہ اڳ جي آهي. حيدرآباد شهر بابت جيڪي تاريخي ڪتاب منهنجي نظر مان گذريا آهن. انهن ڪتابن ۾ هن درگاهہ جو تفصيلي ذڪر نہ آهي. فقط پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جي لکيل ڪتاب حيدرآباد جو اڳيون اوج جي صفحي نمبر 34 تي جيڪو درگاهن جو ذڪر ڪيو آهي، ان ۾ سيد اشرف شاهہ بخاري جي درگاهہ جو نالو موجود آهي، پر مرزا صاحب درويشن جو تاريخي پسمنظر يا وقت نہ لکيو آهي.

ڪتابچي جي ساڳئي صفحي نمبر 5 تي درگاهہ، پڙ ۽ امام بارگاهہ جي متولي عبدالستار چانڊيو جو بيان موجود آهي. سائين سندن خانداني تاريخي پسمنظر هن طرح ٿو ڪيان ڪري تہ: ان پنهنجي وڏن کان ٻڌو هو تہ خاندان جو هڪ بزرگ علي گوهر چانڊيو 1803ع ۾ راڌڻ مان لڏي اچي هتي قيام پذير ٿيو هو. اهوئي هن درگاهہ جو پهريون متولي ٿيو هو. ان بزرگ جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس فرزند عبدالرشيد. منشي محمد علي خان، عبدالله خان جو پٽ غلام رسول، عبدالرشيد ۽ عبدالغفور هڪٻئي پٺيان متولي ٿيندا آيا. هن وقت عبدالستار چانڊيو درگاهہ. پڙ ۽ امام بارگاهہ جو متولي آهي. موجوده متولي جيڪي هن وقت وڏي عمر جا بزرگ ٿي چڪا آهن، ان سان ۽ سندن وڏي فرزند علي گوهر چانڊيو سان اسان جا نيازمندي وارا تعلقات آهن.

موجوده متولي عبدالستار چانڊيو جي بيان موجب تہ هنن جو وڏو علي گوهر چانڊيو 1803ع حيدرآباد آيو هو ۽ ان وقت کان هي

هڪبئي پنيان درگاهہ جا متولي آهن. پهرئين ٽالپر حڪمران مير فتح علي خان ٽالپر 1802ع ۾ وفات ڪئي هئي، تنهن بعد سندس ڀاءُ مير غلام علي خان ٽالپر حڪمراني جي مسند تي ويٺو هو. هن 1802ع کان 1812ع تائين سنڌ تي حڪمراني ڪئي. ان تاريخ موجب عبدالستار چانڊيو جو پهريون بزرگ علي گوهر چانڊيو مير غلام علي ٽالپر جي دؤر حڪومت ۾ حيدرآباد آيو هو. اهڙيءَ طرح هن خاندان کي تقريبن 211 سالن جو طويل عرصو حيدرآباد ۾ رهندي گذري چڪو آهي ۽ انهي طويل عرصي دوران هن خاندان جا پنج بزرگ هڪبئي پنيان درگاهہ، پڙ ۽ امام بارگاهہ جا (موجوده متولي کان علاوه) متولي رهي چڪا آهن.

دنيا جي ملڪن ۾ جتي بہ جيڪي بہ قديم اثاثہ موجود آهن، پوءِ چاهي اهي بادشاهي دؤر جا هجن يا ان کان بہ اڳ جي دؤر جا هجن، اهي ملڪ انهن قديم اثاثن، آثارن ۽ نشانين جي حفاظت ڪندا پيا اچن. حيدرآباد وارو قلعو بہ انهن مان هڪ قيمتي اثاثو هو ڇا تہ ان جي بيهڪ، نقشو ۽ ان جي مضبوط تعميرات وڏي محنت سان ماهر ڪاريگرن جي هٿان ٺيل هئي. اڄ ان قيمتي قلعي جي ڇا حالت آهي، قلعي جي ديوارن جي اندران توڙي ٻاهران هر طرف کان قلعو شهري آبادي جي گهيري ۾ اچي ويو آهي. ڪيترن ئي هنڌن تان ديوارون ڊهي ويون هيون، جن کي ٻيهر تعمير ڪيو ويو هو پر اها قديم تعميرات جو مقابلو نہ ٿي ڪري سگهي. هن وقت فقط قلعي جون پراڻيون زبون پٽيون رهجي ويون آهن، جن کي ڏسي پراڻي قلعي جون يادون تازه ٿين ٿيون. انهن زبون پٽين جي ڪا حفاظت نہ آهي، قلعي اندر سرنگهہ وٽ بہ ڪنهن درويش جي مزار آهي. تحقيق ڪرڻ بعد انهن جي تاريخ بہ لکي ويندي، ان کان علاوه قلعي جي يادن ۾ ٻيو جيڪو ڪجهہ بہ باقي بچيو آهي، انهن کي بہ ظاهر ڪيو ويندو.

---

*حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 257*

سيد اشرف شاهہ جي درگاهہ هن وقت شهر ۾ اليڪاٽ جي پڙ
نالي مشهور آهي. اڃو تہ تاريخي پسمنظر ڏسون تہ اهو ان نالي تي
ڪيئن مشهور ٿيو. درگاهہ جي متولي عبدالستار چانڊيو جو بيان
ڪتابچي جي صفحي نمبر 6 تي هن ريت موجود آهي: مسٽر چارلي
اليڪاٽ جي هن پڙ سان وابستگي 39-1938ع ۾ ٿي. سندس وابستگي
ان طرح ٿي جو چارلي اليڪاٽ جي والده ليڊي ڊفرن اسپتال ۾ ليڊي
ڊاڪٽر هئي. مذهبي حوالي سان تہ هو عيسائي هئي، پر اهلبيت سان
عقيدت رکندڙ نيڪ عورت هئي. هوءَ محرمن جا ڏهہ ڏينهن نياز وغيره
جو خصوصي اهتمام ڪندي هئي. متولي جو والد عبدالغفور چانڊيو
هن وٽ ڊرائيور جي حيثيت ۾ ملازمت ڪندو هو. چارلي اليڪاٽ
هتي حيدرآباد ۾ ڄائو هو ۽ بنيادي تعليم بہ هتي حاصل ڪئي هئائين،
جنهن کان پوءِ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ لنڊن ويو ۽ تعليم مڪمل
ٿيڻ تي وري واپس حيدرآباد موٽي آيو.

درگاهہ اشرف شاهہ جي متولي عبدالستار چانڊيو جو وڌيڪ
بيان ڪتابچي جي صفحي نمبر 7 تي چارلي اليڪاٽ بابت هن ريت
آهي تہ سال 39-1938ع تائين سندس عزاداري سان وابستگي ان ئي
طرح قائم رهي (جيڪا ڪتابچي ۾ بيان ٿيل آهي) ان عرصي ۾
سندس والده وفات ڪري وئي ۽ والده جي وفات کان پوءِ چارلي
اليڪاٽ دين اسلام قبول ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو. سندس زال ۽
ٻار اهڙي فيصلي مان خوش نہ هئا. ان ڪري سندس گهر واري ۽
اليڪاٽ ۾ علحدگي ٿي وئي. اليڪاٽ اسان جي پڙ تي اچي مستقل
رهائش اختيار ڪئي ۽ سندس زال ٻارن سميت پنهنجي پيءُ سان
گڏجي لنڊن رواني ٿي وئي. اسلام قبول ڪرڻ بعد اليڪاٽ جو نالو
شيخ علي گوهر رکيو ويو. هن اسان جي پڙ تي ئي مستقل رهائش

---

*حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :258*

اختيار ڪئي ۽ علڻ سائين ٽنڊو سائينداد جو مريد ٿيو. اليڪاٽ راشن شاپس واري ڪاتي، ايڪسائيز ايس آر ٽي سي ۽ ٻين سرڪاري کاتن ۾ ملازمتون ڪيون ۽ ان سان گڏ ٽنڊو محمد خان جي مير صاحبان جون زمينون پڻ سنڀاليندو هو.

درگاهه اشرف شاهه جي موجوده متولي جي بيان موجب ته چارلي اليڪاٽ 1939ع کان هنن جو پڙ سنڀاليو هو. ڪتابچي ۾ متولي چارلي اليڪاٽ جون ڪرامتون به بيان ڪيون آهن. متوليءَ جي بيان موجب ته سال 1939ع کان اشرف شاهه جو پڙ اليڪاٽ جي نالي مشهور ٿيو هو. جڏهن ته هن پڙ تان ماتمي جلوس برآمد ڪرڻ جو سلسلو 1920ع کان هنن جي بزرگن شروع ڪيو هو. متولي جي بيان موجب ته اشرف شاهه، مٺن شاهه جي درگاهه، مسجد ۽ امام بارگاهه شيخ علي گوهر (اليڪاٽ) تعمير ڪرايا هئا، جو ان جي بزرگن کي آرامي درويشن جي درگاهه تعمير ڪرائڻ جي اجازت نه ڏني هئي. اسان علي گوهر شيخ (اليڪاٽ) کي پيرسني ۾ ڏٺو هو. نهايت ئي خوبصورت، شريف النفس انسان ۽ درويش صفت ماڻهو هوندو هو. هن عزداريءَ جي عمل کي تمام گهڻو اڳتي وڌايو هو. شهر جا ماڻهو جن مرحوم کي ڏٺو هو، اهي اجا به کيس ياد ڪن ٿا. مرحوم تابوت، جهولو ۽ سيج مضبوط ڪاٺ سان ماهر ڪاريگرن هٿان ٺهرايا هئا، جيڪي اجا تائين امام بارگاهه ۾ رکيل آهن. محرم ۽ صفر جي مهينن ۾ مقرر تاريخن تي برآمد ڪيا ويندا آهن. موجوده متولي عبدالستار چانڊيو ۽ ان جو خاندان انهن جي حفاظت ڪندا پيا اچن، جو اهي تمام گهڻا قيمتي آهن. شيخ علي گوهر (اليڪاٽ) شايد 70_1969ع يا ان کان پوءِ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. مرحوم کي درگاهه اشرف شاهه جي احاطي ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو هو.

درگاهہ اشرف شاهہ رحہ جو موجوده متولي عبدالستار چانديو وڏي عمر جو ٿي چڪو آهي، نهايت ئي شريف، نماز روزيءَ عبادت جو پابند آهي. پڪي قلعي جي گنجان آبادي ۾ هن وقت سنڌين جو هڪ ئي گهر آهي. پاڻ سندس اولاد ۽ پائرن جي اولاد سان گڏ درگاهہ لڳ رهندو آهي. متولي جي هڪ ننڍي ڀاءُ شاهد علي چانڊيو کي شهر ۾ ٿيندڙ فسادن دوران سنڌي سمجهي بيگناهہ شهيد ڪيو ويو هو. مرحوم نوجوان هو درگاهہ جي احاطي اندر سپرد خاڪ ڪيو ويو هو. متولي جي هڪ ٻئي ڀاءُ مرحوم ارشاد علي جي قبر بہ درگاهہ جي احاطي اندر موجود آهي. درگاهہ لڳ پراڻي مسجد جي اڳيان هڪ ڍڪيل مزار موجود آهي، جيڪا نامعلوم بيبي جي آهي، ان جي تاريخي پسمنظر جي خبر نہ پئجي سگهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بلڪل مختصر بيان حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 69 تي موجود آهي. ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو تہ: طاهر بازار کان اندر تي اشرف شاهہ بخاري جي مزار وارو محلو هو. ڊاڪٽر صاحب درويش جو تاريخي پسمنظر بيان نہ ڪيو آهي. درگاهہ ۾ پڙ جو احاطو وسيع آهي. موڙ واري چاڙهي کان گهٽو هيٺ آهي. اتي پٿر جي پڪي ديوار تعمير ٿيل آهي. درگاهہ ڏانهن ويندڙ مکيہ لنگهہ بہ اتان آهي. حضرت سيد اشرف شاهہ بخاري ۽ سيد مٺن شاهہ بخاري جي درگاهہ خلائق جي زيارتگاهہ آهي، عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا آهن. مزارن مٿان ٿيل تعمير پراڻي ٿي چڪي آهي.

درگاهہ کان چند قدمن جي فاصلي تي قلعي اندر سنڌين جا ڪافي گهر هئا. انهن گهرن مان ڪجهہ گهر ٽڪڙائي ساداتن جا هئا، جيڪي ٽکڙ کان لڏي هتي اچي آباد ٿيا هئا. هڪ گهر سيد محمد

اڪرم شاهه جو هو. جنهنجو هڪ فرزند سيد سجاد حيدر شاهه اعليٰ عهدي تي فائز آهي. ٽڪڙائي ساداتن مان ٻيو گهر سيد محمد اشرف شاهه جو هو. جنهن جي هڪ نوجوان فرزند نالي محمد شاهه عرف سيد عبدالعليم شاهه کي لساني فسادن دوران 1990ع ۾ قتل ڪيو هو. ساداتن مان ٽيون گهر سيد سڪندر علي شاهه مرحوم جو هو. هن جي هڪ نوجوان فرزند نالي سيد صائم علي شاهه به 1988ع ۾ لساني فسادن دوران قتل ٿيو. ٻئي فرزند نالي سيد صفدر شاهه سان اسان جو نيازمندي وارو ناتو آهي. ساداتن مان چوٿون گهر سيد الهه بخش شاهه جو هو. هن جي فرزند جو نالو سيد امير علي شاهه هو. سائين کي چار فرزند آهن. وڏي فرزند جو نالو سيد تنوير علي شاهه آهي، جيڪو اعليٰ صلاحيتن جو مالڪ ۽ دانشور آهي. باقي فرزندن ۾ سيد محفوظ شاهه، سيد ڪامران شاهه ۽ سيد عمران شاهه آهن. انهن ساداتن سان به اسان جو نيازمندي ۽ عقيدتمندي جو پراڻو رشتو آهي.

پڪي قلعي اندر ساداتن جي گهرن کان علاوه ٻيا به ڪجهه گهر هئا. هڪ گهر دل جي بيماري جي ماهر ڊاڪٽر عبدالڪريم عباسي جو هو. غلام حيدر بلوچ وڪيل جو گهر به اتي هو. هڪ گهر لاشاري بلوچ جو. هڪ گهر قريشي صاحبان جو به هو ان کان سواءِ اتي ڪجهه ٻيا گهر به هئا. انهن گهرن ۾ رهندڙ سيئي ماڻهو هنگامن دوران سِر بچائي وچي محفوظ علائقن ۾ رهيا. پراڻي لينڊ رڪارڊ آفيس به پڪي قلعي ۾ هوندي هئي. سر غلامِ حسين هدايت الله اسڪول به پڪي قلعي ۾ هو. پڪي قلعي ۾ هئا ته سنڌين جا ايترائي گهر، پر ان هوندي به ان پاڙي ۾ وڏي رونق هوندي هئي، جو انهن وٽ يارن دوستن، مٽن مائٽن جو اچڻ ۽ ڪچهريون ڪرڻ جو سلسلو

هوندو هو. جيڪو سنڌين جي قديم تهذيب جو هڪ حصو هو. درگاهہ اشرف شاهہ کان چند قدمن جي فاصلي تي ٻن گمنام درويشنِ جون آرامگاهون آهن. جيڪي ٻن قبرن نالي مشهور آهن. انهن جي تاريخ شايع ٿي چڪي آهي.

درگاهہ اشرف شاهہ رحہ جي درگاهہ جي موجوده مِتولي عبدالستار چانديي جي بيان موجب جيڪو ڪتابچي ۾ موجود آهي، تي غور ٿو ڪجي، جنهن ۾ هن ٻڌايو آهي تہ درويش ٽالپرن جي دؤر کان بہ اڳ جا آهن. جو هن جا بزرگ ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ هتي اچي مقيم ٿيا هئا. ٽالپرن کان اڳ سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪمراني هئي، پوءِ يا تہ درويش ڪلهوڙن جي دؤر جا آهن. جن جي حڪمراني 83_1782ع ۾ ختم ٿي هئي، يا ان کان بہ اڳ جي دؤر جا آهن. هن وقت درويش جي درگاهہ گنجان آبادي واري پراڻي شهر پڪي قلعي وٽ نمايان آهي. پوءِ حيدرآباد شهر بابت تاريخ لکندڙن جي نظرن کان درويش جو تاريخي پسمنظر ڪيئن رهجي ويو تہ درويش ڪير هئا. هن جا وڏا ڪٿي جا هئا. درويش جو اولاد ڪٿي آهي ۽ هتي ڪهڙي مقصد لاءِ آيا هئا. اهڙيون حقيقتون ڪتان بہ نہ ملي سگهيون آهن.

سنڌ بابت مير علي شير قانع جو لکيل قديم تاريخي ڪتاب تحفة الڪرام ۾ بہ هن درويش جي تاريخ موجود نہ آهي. بهرحال جيڪي ڪجهہ ٿيو تي گذريو ان کي چا ٿو ڪري سگهجي، اڄ جي لکيل تاريخ مستقبل ۾ وڏو تاريخي سرمايو ثابت ٿيندي.

تاريخي ڪتابن مان جيڪي ڪجهہ بہ حاصل ٿيو متولي جي بيان ۽ موجوده زميني حقيقتن کي مدنظر رکندي، درويشن بابت جيڪي ڪجهہ بہ حاصل ٿيو آهي. ان کي قلمبند ڪري پڙهندڙن

آڏو پيش ڪجي ٿو. جيڪڏهن ڪا حقيقت رهجي وئي آهي ۽ ان جي ڪنهن وقت به نشاندهي ٿي ته هلندڙ سلسلي ۾ اها مڪمل ڪئي ويندي. جو هي تاريخ آهي تمام احتياط ۽ سوچ ويچار بعد قلمبند ڪئي وڃي ٿي، جو غلطيون مونجهارا ٿيون پيدا ڪن. درويش حضرت سيد اشرف شاهه رح جي درگاهه ميونسپل وارڊ "E" ۾ واقع آهي.

(عبرت مئگزين، پهرين ڊسمبر کان 15 ڊسمبر 2013ع)



# حضرت سيد نهال شاهہ، سيد ڏتل شاهہ، سيد مراد علي شاهہ جون درگاهون ۽ قديم مسجدون

شهر جي گنجان آبادي، سوڙهين گهٽين، جتان هن وقت پنڌ هلڻ بہ مشڪل آهي، انهن ۾ درويشن جون آخري آرامگاهون ۽ قديم مسجدون موجود آهن. انهن کي ڏسي حيرت ٿيندي آهي. دل ۽ دماغ اهو سوچڻ تي مجبور ٿي ويندا آهن تہ جڏهن اهي درويش حيات هئا تہ ان وقت انهن علائقن جي حالت ڇا هوندي. دل ۽ دماغ جي فيصلي موجب ۽ زميني حقيقتن کي ڏسندي اهو اندازو ٿو ٿئي تہ يقيناً ان وقت ايتري گنجان آبادي، ايتريون سوڙهيون گهٽيون ۽ ايتريون پڪيون عمارتون نہ هونديون، وسيع ميدان، ٿوري آبادي ۽ ڪچا گهر هوندا. انهن درويشن کي لاڏاڻو ڪئي ڪيترو وقت ٿيو آهي، ان بابت تاريخ خاموش آهي. هونئن تہ جنهن علائقي جي تاريخ لکي پئي وڃي، ان ۾ درگاهن کان علاوه مسجدون بہ تمام گهڻيون آهن. پر اهي ڪهڙي دؤر جون آهن، ان جي خبر نہ آهي. فقط ڪي چند مسجدون اهڙيون آهن، جن جي مختصر تاريخ حيدرآباد بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي.

حضرت سيد نهال شاهہ رحہ جي درگاهہ پڪي قلعي لڳ لونگ پڳت گهٽي کان چند قدمن جي فاصلي تي هڪ سوڙهي گهٽي جيڪا فقير جو پڙ ۽ نوڙهو چاڙهي طرف وڃي ٿي، اتي موجود آهي.

درگاهہ جو احاطو گھڻي ڪان ڪجھ مٿي ٿلهي تي آهي. اتي پڙ بہ قائم آهي، جيڪو سيد پنيل شاهہ جي نالي سڏبو آهي. اتي بزرگن جون 6 مزارون موجود آهن. هڪ علم پاڪ بہ نسب ٿيل آهي. درگاهہ جي احاطي ۾ ڪجھ مزارون ٻيبين جون بہ آهن، جيڪي بلڪل محفوظ چؤديواري ۾ آهن. ماڻهن جي آرائش لاءِ ڪمرو بہ ٺهيل آهي. بزرگن جون مزارون ڪيتريون پراڻيون آهن، انهن جو تاريخي پسمنظر ڇا آهي، ان بابت ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب مان تفصيل معلوم نہ ٿي سگھيو آهي. چند تاريخي ڪتاب فقط درويشن جي مزارن جي نالن جو ذڪر ڪن ٿا.

درگاهہ تي موجود سيد اختر علي شاهہ سان ملاقات ٿي، سائين مانُ ڏيئي اسان کي ويهاريو. مون سان گڏ منهنجو دوست غلام مصطفيٰ ميمڻ هو. اختر شاهہ مختيارڪار آفيس ۾ ملازم هو. جنهن ڪان درويشن جي تاريخي پسمنظر بابت معلوم ڪيو ويو. هن ٻڌايو تہ مزارون سندن بزرگن درويشن جون آهن. پنج مزارون بغير قبي ڇت موجود هيون. انهن تي درويشن جا نالا لکيل نہ هئا. هن انهن آرامي درويشن جا نالا هن ريت ٻڌايا: سيد پريل شاهہ، سيد جمال شاهہ، سيد ڪمال شاهہ، سيد نهال شاهہ ۽ سيد شاهنواز شاهہ. مزارون پراڻيون ٺهيل هيون. هڪ مزار ڪمري اندر موجود هئي، جنهن تي بزرگ جو نالو سيد نهال شاهہ ولد سيد عباس علي شاهہ تاريخ وفات 13 صفر سال 1395 هجري لکيل هو. يعني هي مزار تقريبن 39-40 سال اڳ جي آهي. سيد اختر علي شاهہ ٻڌايو تہ ڪمري جي پٺيان ٻيبين جون مزارون آهن، جنهن طرف مردن کي وڃڻ نہ ڏبو آهي. سيد اختر علي شاهہ آرامي بزرگن جو مڪمل تاريخي پسمنظر ۽ وقت نہ ٻڌائي سگھيو. هن فقط ايترو ٻڌايو تہ هي سندن خاندان جا بزرگ آهن. گھڻو وقت اڳ جا آهن.

---

سيد اختر شاهہ وڏيڪ ٻڌايو تہ درگاهہ نهال شاهہ جي نالي سڏبي آهي، پر اهو پڻ سيد پنيل شاهہ جي نالي سڏبو آهي، جيڪو سندن ڏاڏو هو. بزرگ جي آرامگاهہ ٽنڊو آغا واري پراڻي مقام ۾ آهي. هن ٻڌايو تہ پنيل شاهہ جي فرزند يعني هن جي والد بزرگوار جو نالو سيد محمد شاهہ هو. هن سندس ٻئي ڀاءُ جو نالو شاهنواز شاهہ ٻڌايو جيڪو ميونسپل ڪميٽي ۾ ملازم هو. سيد اختر علي شاهہ جي زباني بيان تي غور ڪندي ۽ زميني حقيقتن کي مدنظر رکندي، اهو اندازو ٿيو تہ اها درگاهہ هڪ صدي عرصي کان گهٽ وڌ جي آهي. ان بابت وڌيڪ تصديق پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله جي لکيل ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ ۽ حيدرآباد جي تاريخ سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار حسين بادشاهہ جي ڪتاب مان ٿئي ٿي. مرزا صاحب ڪتاب جي صفحي نمبر 34 تي شهر ۾ موجود درگاهن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ نهال شاهہ جو نالو موجود آهي. حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 69 تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بيان آهي تہ تيورن جي پرسان ٺٽي گر رهندا هئا. جن جي پاڙي لڳ نهال شاهہ جو پڻ هو. هي آهن ڪتابي ۽ زميني حقيقتون.

سيد اختر علي شاهہ ٻڌايو تہ هن ايتري گنجان آبادي ۾ فقط هنن ساداتن جا ئي گهر آهن، انهن ساداتن مان هڪ بزرگ نالي سيد يار محمد شاهہ مشهور ٺيڪيدار هوندو هو. جنهن جي حويلي پراڻي حالت ۾ درگاهہ جي پرسان موجود آهي. پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا ڪتاب جي صفحي نمبر 46 تي شهر جي مسجدن جو ذڪر ڪيو آهي. مرزا صاحب جو بيان آهي تہ انگريزن جي دؤر ۾ جيڪي مسجدون ٺهيون، انهن ۾ سيٺ حافظ مسجد نهال شاهہ جي پڙ ۾ هئي. هن وقت شهر ۾ مسجدون تمام گهڻيون ٿي ويون آهن. انهن پراڻين

تاريخي مسجدن ۾ گهٽين جا نقشا ۽ نالا ئي بدلجي ويا آهن. انهن کي ڳولڻ بہ مشڪل آهي.

نهال شاهہ جي درگاهہ کان اولهہ طرف هڪ گهٽي شاهي بازار طرف وڃي ٿي. جيڪا سٽرن جي گهٽي سڏبي هئي. اتي قديم مسجد مير ڪرم علي خان ٽالپر آهي. هي مسجد شهر ۾ قديم ۽ تاريخي آهي. هن مسجد بابت ڊاڪٽر قمر جهان مرزا صاحبہ جو بيان سندس لکيل تاريخي ڪتاب "حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دؤر ۾" جي صفحي نمبر 84 تي هن ريت آهي: حيدرآباد شهر ۾ مير ڪرم علي چند مسجدون ٺهرايون هيون جيڪي فنِ تعمير جو اعليٰ نمونو هيون. انهن مان هڪ مسجد اڃا تائين شاهي بازار جي ويجهو سٽرن جي گهٽي ۾ موجود آهي. هي مسجد وڏي گنبذ سان نهايت خوبصورت هئي. هن سان گڏ مدرسو بہ هوندو هو جو پاڪستان بعد ختم ٿي ويو هو. موجوده دؤر ۾ هن مسجد جو گنبذ ڊاهي مٿس سيمينٽ جي ڇت رکائي وئي آهي.

نهال شاهہ جي پڙ کان اتر طرف گهٽي نوڙها چاڙهي طرف وڃي ٿي. ڪجهہ فاصلي تي هڪ ٻي گهٽي نڪري ٿي، جيڪا بہ نوڙها چاڙهي طرف ٿي وڃي ٿي، هن وقت ان گهٽيءَ کي جعفرين واري گهٽي چئبو آهي. ان گهٽيءَ ۾ ڪمري اندر مزار آهي. جنهن لاءِ ٻڌايو ويو تہ هي مزار نامعلوم بزرگ جي آهي، پر ان کي معصوم جي درگاهہ جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو. ان جي قريب ڌاڪڻ آهي، جيڪا سيٺ ڪمال الدين اسڪول پراڻي ڊومڻ واهہ روڊ طرف وڃي ٿي، اتان ٽڪر تمام گهڻو مٿي نظر اچي ٿو. معصوم جي مزار جهڙوڪ ٽڪر جي چيڙي تي آهي، اهڙي سوڙهي گهٽي ۾ مٿانهين واري جاءِ تي مزار کي ڏسندي تعجب ٿو ٿئي، جو اها بہ بغير ڪنهن تاريخي پسمنظر جي آهي، نهال شاهہ جي درگاهہ کان ٿوري فاصلي تي آهي، پر تاريخ لکڻ وارن کان رهجي وئي آهي.

جعفرين جي پاڙي واري گهٽي مان گذري نوڙها چاڙهي تي وڃي پهچبو. ان گهٽي ۾ اسان جو پراڻو دوست ارشد جعفري رهندو آهي. انهي چاڙهي تان اتر طرف ڪجهه مٿيرو هڪ سوڙهي گهٽي آهي، چند قدم اڳتي هلبو تہ اتي سيد مراد علي شاهہ بخاري جي درگاهہ آهي. انهي درويش جو بہ ڪو تاريخي پسمنظر حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ نظر مان نہ گذريو آهي. درويش جي مزار سان گڏ ڪنهن ٻئي جي مزار نہ آهي، گنجان آبادي سوڙهي گهٽي ۾ تنها آرامي آهي. اڳي اها مزار بغير ڇت جي هوندي هئي. هن وقت مزار جي مٿان جديد فن تعمير جي اعليٰ نموني جو قبو نهيل آهي. درگاهہ جو احاطو بلڪل ننڍو پر خوبصورت تعمير ٿيل آهي. درگاهہ جَي موجودگي ۾ ان جي آسپاس جي زميني حقيقتن کي ڏسندي، رايو ڏيندي ڏاڍي مشڪلات ٿي رهي آهي تہ درويش ڪهڙي دؤر جا ٿي سگهن ٿا. آبادي کان اڳ جا يا بعد جا. جڏهن تہ درگاهہ فقير جي پڙ جي قريب آهي، جنهن جو تاريخي پسمنظر آهي. هڪ بزرگ نالي سيد جعفر شاهہ هوندو هو اهو هن درگاهہ جي خدمت ڪندو هو. ان کان علاوه شهر جي ڪجهه ٻين درگاهن جي بہ خدمت ڪندو هو. هن وقت درگاهہ جي خدمت الاءِ ڪير ٿو ڪري.

نوڙهي چاڙهي تي پير شاهہ بخاري مست جو آستانو آهي، اتي وفات عيسوي سنہ 1949ع لکيل آهي. هڪ ڪمري ۾ سينگاريل ڪٽ رکيل آهي. هن آستاني جي مختصر تاريخ شايع ٿي چڪي آهي. نوڙها چاڙهي ۾ ان جي چوڌاري اڳي ڪيترائي گهر شهر جي قديم باشندن سنڌين جا هوندا هئا. هنگامن دوران لڏي ويا. هن وقت اتي مسجد جي پرسان فقط هڪ گهر سنڌي عبدالستار عرف لکانو قريشي جو آهي، جيڪو پاڻ تہ فوت ٿي ويو آهي، هن جو اولاد رهندو آهي. هن

سان اسان جي دوستي هوندي هئي. پهرين ڪنياتي گهٽي وٽ پتاشا گلي ۾ رهندو هو اها جاءِ وڪڻي هي جاءِ خريد ڪئي هئائين، مرحوم ميونسپالٽي ۾ ملازم هو.

فقير جي پڙ جو تاريخي پسمنظر حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. هن وقت شهر جو اهم ترين گنجان آبادي وارو علائقو ۽ وڏو ڪاروباري مرڪز آهي. ڇا ته هن علائقي ۾ ماڻهن جي رش ۽ پيهه پيهان هوندي آهي. فقير جي پڙ جي علحده تاريخ لکڻ جي ضرورت آهي. انهي گنجان آبادي ۽ ڪاروباري مرڪز واري علائقي ۾ مائي خيري مسجد موجود آهي, اڇو ته ان قديم تاريخي مسجد جو پسمنظر ڪتابي حوالي سان ڏسون: ”راوين کان منقول آهي ته مير فتح علي خان جي عهد حڪومت ۾ 1204 هجري 1789ع جي بيبي خيرالنساءِ حيدرآباد ۾, مير فتح علي خان جي سپهه سالار ميان فقيري خان جي پڙ پرسان مسجد تعمير ڪرائي. جڏهن مسجد جڙي تيار ٿي, تڏهن بيبي کي خيال ٿيو ته آئون پهرين مسجد ۾ وڃي زيارت ڪري, ٻه نفل نماز پڙهي ثواب دارين حاصل ڪريان. آخر هڪ ڏينهن مقرر ٿيو جنهن تي مير فتح علي خان جي حڪم سان, قلعي در کان مسجد تائين رستي جي ٻنهي پاسن کان قناتون هٽايون ويون ۽ بازار ماڻهن کان خالي ڪرائي وئي. ان بعد بيبي خيرالنساءِ پنهنجن ٽن ٻانهين سان مافي ۾ سوار ٿي, مسجد ڏي وئي. مسجد ۾ پهچڻ بعد پهرين بيبي سڄي مسجد جي زيارت ڪري, نظر مان ڪڍي پوءِ شڪراني جا نفل پڙهي, روئي الله تعاليٰ کان دعائون گهري, پنهنجي محل ڏي واپس ٿي. اچڻ ۽ وڃڻ وقت ٻانهيون مٿس سونن ڦلن جون ورڪائون ڪنديون ويون.“ تاريخ سنڌ ٽالپر دؤر (پهرين چوڪياري) پهريون جلد ميرزا عباس علي بيگ, صفحو نمبر 255.

مسجد تعمير ڪرائيندڙ بيبي خيرالنساءِ عرف بيبي خيري، پهرين چوڌاري جي ٽالپر حڪمران مير غلام علي خان ٽالپر جي عهد ۾ ماه رمضان المبارڪ جي پهرين تاريخ تي 1222هجري/ 1807 عيسوي جي رات وفات ڪئي. مسجد جي تعمير جو سال 1789ع بيان ٿيل آهي، يعني اڄ کان تقريبن 224 سال اڳ جي تعمير ٿيل آهي. اهو دؤر ٽالپرن جي پهرئين حڪمران مير فتح علي خان جو هو. مسجد هن وقت ساڳي حالت ۾ آهي يا بعد ۾ ان ۾ ڪا ڦير ڦار ڪئي وئي آهي، اهو معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. مذڪوره ڪتاب جي صفحي نمبر 256_255 تي لکيل آهي تہ بيبي خيري جهڙو نالو هو تهڙو ئي سخياڻي هئي. هوءَ هميشہ خير خيراتون ۽ خير جا ڪم ڪندي هئي. غريبن، مسڪينن، فقيرن جي سارسنڀال لهندي هئي. مذڪور بيبي ٻيون بہ ڪيتريون مسجدون تعمير ڪرايون. رعايا جي تعليم ڏي بہ گهڻو توجهہ ڏنائين. هڪ مدرسو قلعي دروازي جي ويجهو جتي حڪيم جلالي جو مطب هو اتي تعمير ڪرايائين. شاگردن ۽ استادن جي ماني ۽ ڪپڙن جو سمورو خرچ پاڻ برداشت ڪندي هئي. اهو بہ معلوم هجي تہ ٽالپر شهزادين ۾ جيڪا تعليم آئي سا بہ هن عقلمند برگزيده بيبي جي بدولت هئي. هن وقت مدرسي جو ڪوبہ نالو نشان موجود نہ آهي، يعني سنڌ جي تاريخي شخصيتن طرفان قائم ڪيل درسگاهہ کي بہ ختم ڪيو ويو.

مائي خيري مسجد جي پٺئين پاسي وٽان هڪ ننڍو رستو آهي، جيڪو شاهي بازار طرف وڃي ٿو. انهي رستي مان ڪجهہ گهٽيون نڪرن ٿيون. اتي شهر جي قديم باشندن جا پاڙا ۽ گهر هوندا هئا. جن جو تاريخي پسمنظر ڪتابن ۾ موجود آهي. ان کي فقير جي پڙ جي تاريخ سان گڏ قلمبند ڪيو ويندو.

---

*حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :270*

پراڻي شهر جو تحقيقي جائزو وٺڻ سان اهو معلوم ٿو ٿئي تہ حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ بعد. ڪلهوڙا حڪمران ميان غلام شاهہ سان گڏ جيڪي ماڻهو آيا هئا انهن ۾ ناهيان ۽ گولا انداز هئا. جيڪي فوجي هئا. ميان غلام شاهہ جو وزير ديوان گدومل بہ ان وقت آيو هو. ان کان علاوه ڪجهہ ٻين قبيلن جي ماڻهن، سنڌي هندو واپارين جي اچڻ جو بہ ثبوت ملي ٿو. جوڻيجا قبيلي جا ماڻهو بہ اوائلي دؤر جا آهن. ڪلهوڙا دؤر ختم ٿيڻ بعد ٽالپرن جي حڪومت ۾ شهر گهڻو وڌيو هو جو انهن ڪيترائي ڪاريگر، فوجي، سنڌي هندو واپاري، پورهيت ٻاهران گهرائي هتي آباد ڪيا هئا. پڪي قلعي کان وٺي واڍن جي پڙ ۽ ان جي آسپاس، ٽڪري واري مٿئين حصي تي، هر هڪ گهٽي ۾ قديم سنڌين جي پاڙن جو ثبوت ملي ٿو. انهن پاڙن ۾ مسجدون، درسگاهون، بزرگن، درويشن جي درگاهن، پڙن جو وجود اڃا تائين موجود آهي. ان سان گڏوگڏ شاعرن، عالمن، اديبن ۽ ڪامورن جا حوالا بہ ملن ٿا، پر هن وقت گهڻو ڪجهہ بدلجي ويو آهي. رڳو مسجدون ۽ درويشن جون آرامگاهون ۽ پڙ موجود آهن، جن کي ڏسي پراڻي شهر جون يادون تازا ٿين ٿيون.

ڏتل شاهہ جي چاڙهي جو ذڪر، شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. باقي ڏتل شاهہ جي تاريخي پسمنظر بابت ڪتاب خاموش آهن. جڏهن تہ ڏتل شاهہ جنهنجي نالي چاڙهي سڏجي ٿي ان جي درگاهہ اتي موجود آهي. حيدرآباد شهر جي چاڙهين بابت قمر جهان مرزا صاحب جو بيان سندس لکيل ڪتاب جي صفحي نمبر 39 تي هن ريت موجود آهي: ”حيدرآباد جو شهر چاڙهين جي ڪري مشهور آهي. هتي ڪجهہ چاڙهين جو ذڪر ڪجي ٿو. جيڪڏهن پڪي قلعي جي دروازي کان شروع ڪجي تہ اوپر طرف ڏتل شاهہ جي

چاڙهي، هيمو جي چاڙهي، نوڙهي چاڙهي، چٽيل چاڙهي، سخي پير جي چاڙهي ۽ ڪاري موري ڄي چاڙهي اچي وڃن ٿيون. مرزا صاحب فقط ڏتل شاهہ جي چاڙهي جو ذڪر ڪيو آهي، پر درويش جنهنجي نالي چاڙهي آهي، ان جي مزار جو ذڪر نہ ڪيو آهي.

پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي ڪتاب ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 33 تي ڏتل شاهہ جي مزار جو ذڪر ڪيو آهي. جڏهن تہ صفحي نمبر 34 تي ڏتل شاهہ جي چاڙهي جو ذڪر ڪيو آهي. تاريخي ڪتابن مان اهو معلوم نہ ٿي سگهيو تہ درويش ڪهڙي دؤر جا هئا. ڪٿان ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ هتي آيا هئا، سندس وصال ڪڏهن ٿيو. بهرحال حضرت سيد ڏتل شاهہ جي درگاهہ کان سواءِ ٻيون بہ تمام گهڻيون اهڙيون درگاهون موجود آهن، جن جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ موجود نہ آهي. مون اهڙين ڪافي درگاهن جي تاريخ لکي شايع ڪرائي آهي، جن جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ موجود نہ آهي ۽ اڃا اهو سلسلو هلندڙ آهي؛ جي حياتي ساٿ ڏنو ۽ عبرت مئگزين جي رهنمائي برقرار رهي تہ هر هڪ جاءِ کي نمايان ڪندو ويندو تہ جيئن اسان جو نوجوان ۽ ايندڙ نسل حيدرآباد جي قديم ۽ جديد تاريخ کان مڪمل طرح واقف هجي.

بهرحال حضرت ڏتل شاهہ جي درگاهہ شهر ۾ نمايان آهي. اڳي درگاهہ پراڻي نهيل هوندي هئي، هن وقت جديد ۽ اعليٰ عمارتسازي جي فن سان درويش جي مزار مٿان خوبصورت قبو ۽ مينار تعمير ٿيل آهي. درگاهہ جو احاطو بلڪل ننڍو آهي. خلائق جي زيارتگاهہ آهي، عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا آهن. درويش جو ميلو هر سال 26 رجب تي لڳندو آهي. اڳي ڏتل شاهہ جي درگاهہ ڀرسان شهر جي قديم باشندن سنڌين جا ڪجهہ گهر هوندا هئا. شهر ۾ ٿيندڙ خونريز فسادن

دوران اتان لڏي ويا. هن وقت اتي سنڌين جو فقط هڪ گهر آهي، جيڪو درگاهہ جي متولي جو آهي. ان جو نالو عزيز احمد ذات جو پيرزادو آهي. معلوم ڪرڻ بعد ان جي فرزند رحمت الله پيرزادي صاحب سان ملاقات ٿي. هن جو لوهر جو دڪان درگاهہ جي سامهون قلعي جي پٽ جي هيٺان رستي تي هو. ان مختصر ٻڌايو تہ هي شهر جا پراڻا باشنده آهن. سندس وڏن کان وٺي درگاهہ جا خدمتگار ٿيندا پيا اچن. هي نوجوان درگاهہ جو پسمنظر ٻڌائي نہ سگهيو. مرزا صاحب مذڪوره ڪتاب جي صفحي نمبر 33 تي ڦٽي گرن جو ذڪر ڪن ٿا، جن جي گهٽي سيد ڌتل شاهہ جي مزار وٽ هئي. هونئن تہ درويش جو تفصيلي پسمنظر ڪتابن ۾ بيان ٿيل نہ آهي، پر اهڙن مختصر بيانن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ يا تہ درويش انگريزن جي دؤر جا آهن يا ان کان اڳ جي دؤر جا آهن.

مرزا صاحب ڪتاب جي صفحي نمبر 46 تي قديم ۽ انگريزن جي دؤرِ حڪومت ۾ ٺهيل مسجدن جو ذڪر ڪن ٿا. قديم مسجدن ۾ هڪ مسجد ٻن قبرن ويجهو بيان ڪن ٿا. ٻہ قبرون ڌتل شاهہ جي مزار کان ڪجهہ فاصلي تي چاڙهي پرسان آهن. انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ ٺهيل مسجد جو ذڪر ڌتل شاهہ چاڙهي لوهرن جي مسجد جو ڪن ٿا. اهي پراڻيون مسجدون هن وقت ساڳئي حالت ۾ نہ آهن، نئين سر تعمير ڪرايون ويون آهن. مسجد جي نالن جي ڪنهن کي خبر نہ آهي. مرزا صاحب مذڪوره ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي شهر ۾ قديم مسجدن مان مسجد مائي شهربانو پائي خان چاڙهي جي مٿان جو بہ ذڪر ڪن ٿا. هن وقت ان علائقي ۾ ڪافي مسجدون موجود آهن، انهي قديم مسجد جي خبر نہ آهي تہ ڪهڙي آهي، جو هر هڪ مسجد کي نئين سر تعمير ڪرايو ويو آهي.

تاريخي ڪتاب پڙهڻ، زميني حقيقتن تي غور ڪرڻ ۽ موجوده حالتن کي ڏسندي اهو نظر ٿو اچي تہ پراڻي شهر جي ڪابہ گهٽي يا رستو قديم مسجدن کان بہ خالي نہ هو پر انهن قديم مسجدن کي نئين سر تعمير ڪرائي، انهن تي بيا نالا رکيا ويا آهن ۽ مسجدن جا سنياليندڙ بہ نوان آهن. اهي قديم مسجدون هن وقت گنجان آبادي جي گهيري ۾ آهن. شهر جي قديم مسجدن مان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 69 تي پائي خان چاڙهي مٿان ڪوڙو خان ناريجو جي حويلين پرسان قديم مسجد جو ذڪر ڪيو آهي. يعني ڊاڪٽر صاحب جي بيان مان معلوم ٿيو تہ اها مسجد بہ ٽالپرن جي دؤر حڪومت جي آهي، جو ڪوڙو خان ناريجو ٽالپر حڪمرانن جي خاص مصاحبن مان هو. اتي مسجد تہ موجود آهي، پر ساڳي حالت ۾ نہ آهي، ان کي نئين سر تعمير ڪرايو ويو آهي.

جنهن علائقي جي درگاهن ۽ مسجدن جي تاريخ لکي وئي آهي، اها شهر جي ميونسپل وارڊ "E" جي حد آهي، جيڪو شهر جو اوائلي علائقو آهي، پڪو قلعو بہ انهي حد ۾ آهي.

(پهرين جنوري کان 15 جنوري 2014ع)



# فقير جي پڙ جو تاريخي پسمنظر

فقير جو پڙ منهنجي خيال موجب تہ هن وقت نہ رڳو حيدرآباد ۾ سنڌ تہ ڇا پر ڪاروباري نقطء نگاهہ سان سڄي پاڪستان ۾ نمايان ۽ مشهور آهي. فقير جو پڙ شهر جي مک شاهي بازار سان ڳنڍوڳنڍ آهي. حيدرآباد جي شاهي بازار جو نقشو ڏيگهہ ۾ بيهڪ بلڪل منفرد طريقي ۽ انداز ۾ آهي. ان ڪري ملڪ ۾ هن بازار کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. اڇو تہ فقير جي پڙ جو تاريخي پسمنظر، تاريخي ڪتابن جي حوالي سان، بزرگن جي ٻڌايل زباني روايتن ۽ زميني حقيقتن جو تحقيقي جائزو وٺڻ بعد بيان ڪريون تہ جيئن اسان جي نوجوان نسل ۽ ايندڙ نسل کي انهن تاريخي جاين جي پسمنظر جي صحيح ڄاڻ ٿئي ۽ اها بہ ڄاڻ ٿئي تہ جن بزرگن جي نالي اهي جايون آهن، اهي اصل ڪير هئا. پر شرط اهو آهي تہ نوجوان نسل جيڪي پنهنجي تاريخ جي ڄاڻ رکڻ سان دلچسپي رکن ٿا، انهن کي هي تاريخ ضرور پڙهڻ گهرجي ۽ ڄاڻڻ گهرجي تہ اسان جي شهر جي تاريخي حيثيت ڇا هئي ۽ هن وقت ڇا حالت آهي.

آئون حيدرآباد شهر جي قديم ۽ جديد تاريخ لکندي بار بار اهو ورجائي، ورجائي لکي رهيو آهيان تہ حاڪم سنڌ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو کي دارالخلافہ قائم ڪرڻ ۽ نئون شهر آباد ڪرڻ لاءِ هڪ نئين جاءِ جي ڳولا هئي. ميان صاحب کي دارالخلافہ قائم ڪرڻ ۽ نئون شهر آباد ڪرڻ لاءِ هي موجوده جاءِ بيحد پسند آئي، جو اها جاءِ تمام

گهٽي مٿي ٽڪريءَ تي هئي. دفاعي توڙي بئي هر مقصد جي نقط نگاهہ سان اها جاءِ بلڪل موزون هئي. ان ڪري حاڪم سنڌ پراڻي نيرون ڪوٽ جي جاءِ تي، جيڪو تمام گهڻو پراڻو ٿي ڊهي چڪو هو ان جا فقط ڪي آثار وڃي بچيا هئا. هڪ نئون قلعو ان جاءِ تي 1770ع بمطابق 1182هجري تعمير ڪرائي، ان کي پنهنجو دارالخلافہ بنائي، هڪ نئون شهر آباد ڪيو ۽ ان جو نالو 'حيدرآباد' رکيو. اهڙيون حقيقتون حيدرآباد بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهن.

مٿين علائقن جي تاريخ مڪمل ڪرڻ کان پهرين پراڻي تاريخي ڪتاب فتح نامہ سنڌ عرف چچ نامو جي صفحي نمبر 166 ۽ 167 تي سنڌ تي محمد بن قاسم جي حملي جي وقت جا ڪجهہ واقعا لکيل آهن، جن جو تعلق نيرون ڪوٽ سان آهي. اهي پڙهندڙن آڏو پيش ڪجن ٿا. ڇاڪاڻ تہ حيدرآباد جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين ان جو نالو 'نيرون ڪوٽ' هو ۽ موجوده قلعو بہ انهيءَ پراڻي قلعي واري جاءِ تي ٺهيل آهي.

محمد بن قاسم جو پنهنجا اعتماد جوڳا ماڻهو نيرون ڪوٽ ۾ موڪلڻ:

پوءِ محمد بن قاسم پنهنجن خاص ۽ مکيہ ماڻهن مان ڪي اعتماد جوڳا ماڻهو نيرون جي قلعي ۾ موڪليا ۽ چيائين تہ: اسان تي قلعي جي دروازن بند ڪرڻ، ڏاڍو (برو) اثر ڪيو پر جڏهن غير حاضريءَ جو عذر پڌو ويو تڏهن ڪاوڙ ٺري وئي ۽ توهان ڏانهن مهرباني ۽ عزت جو خيال ڪيو ويو آهي. تنهن ڪري مقدم الدولت پنڊ رکو شمني کي کي دلجاءِ ۽ تسلي سان حاضر ٿيڻ گهرجي، سندس حق ۾ مهربانيءَ ۽ تربيت جي ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي ويندي.

شمني جو سمر ۽ تحفن سميت محمد بن قاسم جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ

ڏينهن، جڏهن صبح صادق اونداهيءَ جي پردي مان اطلس جو لباس پهري ظاهر ٿيو. تڏهن شمني پڻ بي انداز تحفن ۽ بي پايان نذرانن سان محمد بن قاسم جي خدمت ۾ حاضر. رضامنديءَ جي خلعت پهري ۽ قلعي جو دروازو کولي، محمد بن قاسم جي مهماني ڪيائين ۽ لشڪر کي اناج ڪشادو ملڻ لڳو.

محمد بن قاسم قلعي تي هڪ گورنر مقرر ڪيو. پڌ جي بتخاني جي جاءِ تي هڪ مسجد نهرائي ۽ بانگ، نماز ۽ امام مقرر ڪيو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ سيوستان وڃڻ جو ارادو ڪيائين. اهو قلعو مهراڻ جي مغربي ڪناري تي جبل جي مٿان آهي.

مٿئين بيان مان اهو ثابت ٿيو تہ محمد بن قاسم تقريبن 90_92 هجري درميان (تقريبن 43_1342 سال اڳ) نيرون ڪوٽ فتح ڪرڻ بعد اتي مسجد نهرائي هئي. انهي قديم مسجد جا ڪي بہ آثار موجود نہ آهن، جي اهي محفوظ ڪيا وڃن ها تہ حيدرآباد جي قديم تاريخ جا اهي نشان ۽ آثار حصو هجن ها.

حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن جي حوالن سان پهرين فقير جي پڙ جو تاريخي پسمنظر ٿو بيان ڪيو وڃي. مرزا عباس علي بيگ جي تاليف ڪيل ڪتاب خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي جي صفحي نمبر 145_146 تي بيان ٿيل آهي تہ ”ميان نور محمد خان ڪلهوڙي، جوڻيجن مان بہ هڪ شادي ڪئي هئي، جنهن مان ميان غلام نبي ۽ عبدالنبي پيدا ٿيا. تنهن ڪري غلام نبي خان سنڌ جي حاڪم ٿيڻ سان پنهنجي ڀاءُ عبدالغني کي قلعو جو انچارج ڪيو ۽ رڪيل خان کي قلعي جو قلعدار مقرر ڪيو جو رڪيل خان ٻنهي ڀائرن جو مامون هو. ميان سرفراز ۽ ٻين قيدين جا سمورا نگهبان چوڪيدار ۽ جلاد وغيره جوڻيجا هئا. ميان فقير محمد خان جنهن جي

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :277

نالي سان فقير جو پڙ آهي، سو رکيل خان جو ڀائيٽو هو. ميان فقير محمد خان جوٽيجو جنهن جي نالي فقير جو پڙ آهي، جي اوائلي تاريخ اتان شروع ٿئي ٿي ۽ حيدرآباد ۾ جوٽيجن جي آمد جو ثبوت بہ اتان ملي ٿو. ميان غلام نبي خان ڪلهوڙو سن 76-1775 عيسوي کان سنڌ جي حڪمراني جي مسند تي ويٺو هو يعني انهيءَ ئي سال جوٽيجن جي حيدرآباد ۾ آمد جي تاريخ شروع ٿئي ٿي. مٿي ماڻٽي جي لحاظ کان پهرين هي ڪلهوڙن جا ماڻهو هئا. ڪلهوڙن جي حڪومت جي خاتمي بعد هي ٽالپرن سان مليا هئا.

رحميداد مولائي شيدائي جي لکيل ڪتاب "ٽالپرن جي مختصر تاريخ" جي صفحي نمبر 99 تي بيان ڪيو ويو آهي تہ حيدرآباد شهر ۾ "پڙ فقير و بازار"، فقيري خدمتگار جو يادگار آهي، جيڪو مير فتح علي خان جي وقت کان وٺي ميرن جي دربار جو صلاحڪار ملازم ٿي رهندو آيو.

هن مير ڪرم علي جي وقت ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ ميان علي بخش حيدرآباد شهر جو ڪوتوال ٿيو. مير ڪرم علي خان ٽالپر 1812ع کان 1828ع تائين سنڌ تي حڪمراني ڪئي، انهي عرصي دوران بيان موجب ميان فقير محمد خان جوٽيجي وفات ڪئي هئي. ميان فقير محمد جي وفات جي وقت ڪٿي بہ بيان ٿيل نہ آهي ۽ نہ سندس قبر جي ڪٿي نشاندهي ٿيل آهي. يعني اهڙي تاريخي پسمنظر ۽ حيثيت رکندڙ شخصيت جي نشاني ۽ يادگار فقير جو پڙ تہ موجود آهي، پر ان جي آخري آرامگاهہ موجود نہ آهي. ميان فقير محمد جوٽيجو جي اولاد جي ڪابہ خبر نہ آهي تہ اهي هن وقت ڪٿي ٿا رهن. حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتاب ۾ انهن جي تاريخ ڪٿي بہ موجود نہ آهي.

حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 70 تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بيان آهي تہ ”ان جي پرسان فقير خدمتگار جو پڙ هو جو هينئر عام طور تي فقير جو پڙ سڏجي ٿو. ان جي پرسان ميان يونس وارن جون حويليون هيون. ميان يونس جي نياڻي مير محمد نصير جي گهر ۾ هئي.“ ميان يونس ذات جو سومرو هو ان ڪري ان نالي جي ڪري ان جو اولاد يونساڻي سڏجڻ لڳو جيڪي بعد ۾ الهندي ڪچي گل شاهہ جي پڙ وٽ رهندا هئا. فقير جي پڙ ۾ اجا تائين علم پاڪ لڳل آهي. اتان هر سال محرم مهيني جي 5 تاريخ يوسفاڻي ماتمي قافلو برآمد ڪندا آهن. جيڪو يونساڻين جو پڙ سڏبو آهي. يونساڻين جا ڪجهہ بزرگ اسان ڏٺا هئا. انهن مان جن بزرگن جا نالا ياد اچن ٿا. هڪ بزرگ احمد يونساڻي ۽ بيو ماستر شهباز علي يونساڻي هئا. ماستر شهباز علي جي آخري آرامگاهہ گاڏي کاتو ڀائي خان چاڙهي لڳ سورج واري باغ ۾ آهي. سورج واري باغ ۾ يونساڻين جي پاڙي جي مختصر تاريخ اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي. انهي خاندان سان تعلق رکندڙ محترم محمد انور سومرو جيڪو هن وقت وڪيل آهي. الهندي ڪچي گول بلڊنگ کان ڪجهہ فاصلي تي رهندو آهي.

هن وقت فقط فقير جي پڙ جو نالو وڃي رهيو آهي. باقي اتي پڙ جي ڪابہ جاءِ مختص ٿيل نہ آهي. جيئن بين پڙن ۾ جايون ۽ ميدان مختص ٿيل آهن. اتي سوڙهي جاءِ ۾ يونساڻين جي پڙ جو هڪ علم پاڪ لڳل آهي. باقي پير رکڻ جي لاءِ بہ ڪا جاءِ موجود نہ آهي. اڳي محرم جي مهيني ۾ اتي نغارا وڄندا هئا. بين پڙن تان قافلا اتي اچي بيهندا هئا. نغارا رکڻ جي جاءِ هوندي هئي. هن وقت اتي ڪجهہ بہ نہ آهي. پراڻا سڀيئي عمل ختم ٿي چڪا آهن. فقير جي پڙ ۾ لالا عبدالستار پشوري جو دڪان هوندو هو جتي هو برف وڪڻندو هو. هن

جو ڪچو دڪان بہ ڪليمن واري قانون جي گهيري ۾ هو. ڪجھ سنڌي مڪراني قليگرن جا بہ دڪان هوندا هئا. جيڪي ٽامي پتل جي ٿانون کي قلعي ڪندا هئا. ننڍا هوندا هئاسين تہ اتي بزرگوار سيد مٺن شاهہ جو ڪتاب گهر هوندو هو. ڪجھ ساٽين جا دڪان بہ هوندا هئا. جيڪي پلو مڇي وڪڻندا هئا. ان کان علاوه ڪجھ ٻيا بہ سنڌين جا دڪان هوندا هئا. هن وقت اتي ڪنهن بہ سنڌيءَ جو دڪان موجود نہ آهي.

فقير جي پڙ جي زمين تي ٻيا بہ ڪيترائي پڙ ۽ پاڙا موجود هئا. جن مان ڪجھ جو تاريخي پسمنظر نظر اچي ٿو. يونسانٽين جي پڙ جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. اتي هڪ ٻيو پڙ بہ آهي. جيڪو مٽين ڪاساين جو پڙ سڏبو هو. شايد ان پڙ جي اڳواڻ جو نالو عبدالله ڀٽي هو. اتي علم پاڪ اجا تائين نسب ٿيل آهي. پڙ جي جاءِ بہ مختص ٿيل آهي. ان پڙ لڳ شهر جي قديم باشندن ڀٽي صاحبان جا ڪجھ گهر هوندا هئا. هن وقت اتي ڪنهن بہ سنڌيءَ جو گهر موجود نہ آهي. شهر ۾ ٿيندڙ هنگامن دوران، انهن ڀٽي صاحبان جي هڪ نوجوان ڇوڪري کي قتل ڪيو ويو هو. تنهن بعد اهي جانيون بچائي اتان وڃي ٻئي محفوظ هنڌ تي آباد ٿيا هئا. ٻڌايو ويندو هو تہ انهن ڀٽي صاحبان جا وڏا ڪاسائي جو ڪم ڪندا هئا. انهن ڀٽين مان سيٺ محمد عثمان ڀٽي جو ڪاروبار ۽ صنعتڪار هئڻ ڪري نالو مشهور ٿيو هو. هن سائيٽ ايريا ۾ سکر فلور مل قائم ڪئي هئي. سندس لاڏاڻي کان پوءِ سندس فرزند محمد يوسف عرف سيٺ ڪوثر فلور مل هلائي رهيو آهي. هن وقت وڏو صنعتڪار، زميندار ۽ سياستدان آهي. نهايت ئی شريف طبيعت ۽ سخي ماڻهو آهي. هن سان اسان جو نيازمندي وارو ناتو آهي.

اهو ضروري آهي تہ شهر ۾ اسين پراڻا باشنده هن وقت موجود نہ آهيون. ڪنهن سازش تحت اسان کي شهر مان لڏڻ تي مجبور ڪيو ويو پر اسان جو شهر سان روحاني ناتو نہ ٽٽڻ جهڙو آهي. اسين تہ ڇا پر اسان جي نوجوانن ۽ ايندڙ نسل جو بہ هن شهر سان روحاني رشتو قائم ۽ دائم رهندو. ڇاڪاڻ تہ اتي اسان جي شهر جي بزرگن جون قائم ڪيل يادگارون ۽ نشانيون اڃا تائين موجود آهن. شهر ۾ موجود قديم قلعا، پوءِ ڇاهي اهي ڪهڙي بہ حالت ۾ آهن، درگاهون، قبرستان، پاڙا، پڙ، گهٽيون، عمارتون، پراڻي شهر جي حيثيت ۽ سڃاڻپ کي برقرار رکندا پيا اچن. ڪيترين ئي جايون آسائشون، وڻ، تفريح گاهون، قبرستان ۽ عمارتون ڊاهي ختم ڪيون ويون آهن. اهڙين ختم ڪيل ڪيترين ئي جاين جي نشاندهي ڪئي وئي آهي، باقي جيڪي جايون ختم ڪيون ويون آهن ۽ اهي لکڻ کان رهجي ويون آهن، انهن کي بہ قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڪم جاري آهي، جي زندگي ساٿ ڏنو تہ ڪنهن بہ شيءِ کي نہ ڇڏيو ويندو. هر هڪ شيءِ کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي (انشاءَالله)

ڪاسائين جو پڙ جنهنجي مختصر تاريخ مٿي لکي وئي آهي، اهو فقير جي پڙ جي اتر طرف آهي، ان جي بلڪل پرسان نقاشن جو پاڙو آهي. هن پاڙي جو پسمنظر حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. نقاشن جي پاڙي بابت ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جي لکيل ڪتاب ”حيدرآباد جو شهر ٽالپرن جي دؤر ۾“ جي صفحي نمبر 37 تي بيان ٿيل آهي تہ نقاش معنيٰ نقش و نگار ڪيڻ وارا. حيدرآباد شهر ۾ فقير جي پڙ لڳ، گنج بخش شاھ جي پڙ ۾ نقاشن جو پاڙو آهي. نقاش بہ ٽالپرن جا آباد ڪرايل آهن. جيئن تہ مير صاحبن کي چٽساليءَ جو ڪم نهايت گهڻو وڻندو هو ان ڪري انهن کي

نقاشي لاءِ حيدرآباد شهر ۾ آباد ڪرايو ۽ پڻ سندن حوصلا افزائي ڪئي وئي. نقاش قلعي اندر ميرن جي جاين تي خوبصورت گل، ٻوٽا ۽ نقش و نگار ڪيندا هئا. مسجدن جي ڇتين، پيرن جي درگاهن ۽ مقبرن تي نهايت خوبصورت چٽسالي ڪندا هئا.

اڄ بہ ٽالپرن جي مقبرن تي ٿيل چٽسالي انهن محنت ڪش نقاشن جي ياد تازي ڪري ٿي. انهن گلن ۽ ٻوٽن ۾ اهڙي تہ سونهن آهي، جو اڄ جي جديد فن سان مقابلو ڪري ٿي. هن وقت انهن جو اولاد ساڳئي جاءِ تي آباد آهي، مگر پنهنجي بزرگن جو فن وساري چڪا آهن. تقريبن نوجوان طبقو سرڪاري نوڪرين ۾ آهي.

نقاشن جي پاڙي بابت ڊاڪٽر مرزا صاحب جو مختصر بيان، وڏي قيمتي ۽ معلوماتي سرمايو آهي. ٻين بہ ڪيترن ئي ڪتابن ۾ هن پاڙي جو ذڪر آهي، پر ڪنهن بہ تاريخ نويس، اهو ظاهر نہ ڪيو آهي تہ انهن ڪاريگرن مان پهرين ڪهڙا بزرگ هتي اچي آباد ٿيا هئا ۽ اهي ڪهڙي ٽالپر حڪمران جي دؤر حڪومت ۾ آيا هئا. هن وقت نقاشن جو پاڙو تہ موجود آهي، پر اتي ان خاندان مان ڪوبہ فرد موجود نہ آهي. شهر ۾ ٿيندڙ هنگامن دوران تاريخي حيثيت رکندڙ شهر جا قديم باشنده پاڙو ڇڏي وڃي ٻين محفوظ هنڌن تي رهيا هئا.

محترم ڊاڪٽر مرزا صاحب ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي گنج بخش شاھ جي پِڙ جو بہ ذڪر ڪيو آهي، پر ان پِڙ جو تاريخي پسمنظر بيان نہ ڪيو آهي تہ اهي بزرگ ڪير ۽ ڪهڙي دؤر جا هئا. انهي سوڙهي گهٽي واري پِڙ ۾ پيت سان گڏ علم پاڪ نصب ٿيل هوندو هو جنهن کي گنج بخش جو پِڙ چيو ويندو هو پر انهي پِڙ مان ماتمي قافلو نہ نڪرندو هو. اتي پير سرهندي بزرگن جو بہ پاڙو هو. جنهن جو ذڪر پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا پنهنجي ڪتاب حيدرآباد جو

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 282

اڳيون اوج جي صفحي نمبر 259 تي ڪيو آهي. انهن بزرگن پير سرهندينؒ جو قبو ۽ قبرستان پناڻ ڪالوني ۾ آهي، جنهن جي تاريخ شايع ٿي چڪي آهي. ڪجهه سال اڳي انهي ئي پاڙي ۾ هڪ بزرگ رهندو هو، جيڪو پير ايراني جي نالي مشهور هو. انهي پير ايراني جو به تاريخي پسمنظر بيان نه ڪيو آهي. معلوم ڪرڻ بعد اهو ٻڌايو ويو هو ته پير ايراني صاحب جو خاص خدمتگار عبدالجبار صديقي هو جيڪو سنڌي هو.

عبدالجبار صديقي مهاجرن جي ايتري گنجان آبادي واري علائقي مان به پيرا ميونسپل ڪائونسلر چونڊيا ويا هئا. سندن سياسي تعلق جماعت اسلامي سان هو. صديقي صاحب سندس ڪائونسلري واري دؤر ۾ عوام جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. شهر توڙي سندس پاڙي جا ماڻهو هن جي بيحد عزت ڪندا هئا. نماز روزي جا پابندي، پرهيزگار، ايماندار ۽ بااصول ماڻهو هئا. ٻڌايو ويندو هو ته سيد مهدي شاهه مٽياري وارو محرم جي مهيني دوران انهي پاڙي ۾ اچي رهندو هو. نياز و نذر، خير و خيرات دل کولي ڪندو هو. اهو به ٻڌايو ويندو هو ته فلم، ٽي وي ۽ ريڊيو جو مشهور اداڪار سيد يار محمد شاهه سائين بزرگ جو فرزند هو گنج بخش شاهه جو پڙ ته موجود هو پر محرم جي مهيني ۾ اتان قافلو وغيره نه نڪرندو هو جن بزرگ جو ذڪر ڪيو ويو آهي، انهن مان اتي هن وقت ڪوبه موجود نه آهي.

تاريخي ڪتابن ۾ حيدرآباد شهر بابت لکيل حقيقتن جو مطالعو ڪرڻ بعد بزرگن جي ٻڌايل ڳالهين ۽ 55_50 سالن جو اکين ڏٺو حال ڏسڻ بعد اهو معلوم ٿيو ته ڪلهوڙن جي دؤر حڪومت ۾ ڪن چند قبيلن جا ماڻهو ٻاهران آڻي هتي اچي آباد ڪيا ويا هئا. ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ هن شهر وڏيڪ ترقي ڪئي هئي، جو عالم، اديب،

شاعر، ڪاريگر، پورهيت، فوجي ۽ حڪمرانن جا مصاحب ٻاهران آڻي هتي آباد ڪيا ويا هئا. جن جي نالن تي اجا تائين ڳوٺ، ٽنڊا، گهٽيون، پاڙا ۽ پڙ وغيره اجا تائين موجود آهن. انگريزن جي دور حڪومت ۾ شهر تمام گهڻي ترقي ڪئي هئي. جو سنڌي هندو تمام گهڻي تعداد ۾ اچي هتي مقيم ٿيا هئا. جن جون جوڙايل عمارتون، محل، تفريح گاهون ۽ آسائشون، جيڪي ڪجهه بچيون آهن انهن کي ڏسي پراڻي حيدرآباد جون يادون تازه ٿين ٿيون. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جي ڇا حالت آهي، هر ڪو ڏسي رهيو آهي.

ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ هن شهر جي ڊيگهه اندازو آهي ته پڪي قلعي کان وٺي گولا اندازن جي پاڙي (موجوده ڪورين جو پڙ يا ڪاهي روڊ) تائين هئي. جو گولا انداز غلام شاهه ڪلهوڙا سان گڏ آيا هئا. ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ انهي ايراضي ۾ ٻن يا ٽن قبيلن جا ماڻهو ۽ حڪمرانن جا مصاحب آباد ٿيا هئا. ٽالپرن جي دور حڪومت 83_ 1782ع کان 1843ع فيبروري مهيني تائين جو جائزو ٿو وٺجي ته پڪي قلعي کان وٺي ٽنڊي ولي محمد تائين شهر وڌيو هو. ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ پڪي قلعي جي اردگرد ڪيترن ئي قبيلن جا ماڻهو جيڪي حڪمرانن جا مصاحب فوجي، ڪاريگر، واپاري پورهيت عالم وغيره اچي آباد ٿيا هئا. انهن مان ڪجهه جون نشانيون موجود آهن. باقي حيدرآباد جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين (نيرون ڪوٽ) جي وقت جا ماڻهو، جيڪي به هتي آباد هئا. انهن جي تاريخ ڪانه ٿي ملي. سواءِ چند درويشن جي آرام گاهن جي جڏهن ته پراڻي شهر جي هرهڪ گهٽي، پاڙي ۾ درويشن جون آخري آرام گاهون موجود آهن. پر انهن جي مڪمل تاريخ موجود نه آهي.

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :284

تاريخ جا ورق ڀڏائين ٿا تہ انگريزن جي دور حڪومت ۾ بہ فقير جي پڙ کي وڏي اهميت حاصل هئي. اتي پوليس اسٽيشن قائم هئي. ان بابت پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جو بيان سندس ڪتاب حيدرآباد جو اڳيون اوج جي صفحي نمبر 41 تي هن ريت موجود آهي. فقير جو پڙ پوليس اسٽيشن هي وڏو ٺاٺو هو جو بلڪل ان هنڌ هو جت هينئر ياڄي وارا ويهندا آهن هتي عموماً هڪ سينئر صوبيدار ۽ بہ ڪن جمعدار ۽ ڪيترا سارا سپاهي موجود هوندا هئا. مرزا صاحب جي بيان مان اهو اندازو ٿي رهيو آهي، تہ فقير جي پڙ وارو ٺاٺو پاڪستان قائم ٿيڻ بعد ختم ڪيو ويو هو هن وقت اتي وڏي ياڄين جي مارڪيٽ ۽ وڏو ڪاروباري مرڪز آهي. پراڻيون نشانيون ختم ٿي چڪيون آهن.

گنج بخش شاهہ جي پڙ جي پرسان سيد ابراهيم شاهہ جو پڙ آهي. مٿيل ڄاڻ موجب تہ اهو پڙ تقريبن هڪ صدي پراڻو آهي، پر ان جو تاريخي منظر ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ موجود نہ آهي. هن پڙ جي سيج مشهور آهي، جيڪا هر سال محرم مهيني جي 9-8 تاريخ تي اڌيءَ رات جو نڪرندي آهي. ٻڌايو ويو آهي تہ اهي سادات اڄان تائين اتي رهندا آهن. پڙ ۾ علم پاڪ نسب ٿيل آهي، آبادي جي وچ ۾ پڙ جو ڪجهہ احاطو آهي.

سيد ابراهيم شاهہ جي پڙ جي پرسان سوڙهي گهٽيءَ ۾ ڪارو فقير مگڻهار جو گهر هوندو هو ان جي وفات بعد ان جو اولاد نظير ۽ بشير فقير ۽ ٻيا اتي رهندا هئا، ڪارو فقير دهل وڄائڻ ۾ ماهر هوندو هو خاص ڪري محرمن جي مهيني ۾ قافلن سان هن جي ڊڪ وڄائڻ مشهور هوندي هئي. هن جو اولاد بہ پيءُ وانگيان دهل ۽ شهنائي وڄائڻ جا ماهر آهن. هنگامن دوران اهي فقير پنهنجون حياتيون بچائي وڃي محفوظ جاين تي مقيم ٿيا هئا.

هنگامن کان پهرين اتي ٻين سنڌين جا ٻہ ڪجهہ گهر هوندا هئا. ياد ٿو اچي تہ هڪ گهر جناب ٻگهيو صاحب جو ٻہ هو. جيڪو تعليم کاتي ۾ اعليٰ عهدي تي فائز هو. هنگامن دوران ان گهر جي هڪ نوجوان کي قتل ڪيو ويو هو ۽ گهر مان ڦرلٽ بہ ڪئي وئي هئي. ٻين سنڌين جيان اهي بہ اتان ڏي ويا هئا. اهڙي طرح شهر جو سڀ کان قديم علائقو سنڌين جي وجود کان خالي ٿي ويو. فقير جي پڙ ۽ ان جي اردگرد. ايڏي وڏي گنجان آباديءَ ۾ هئا تہ سنڌين جا تمام ٿورا گهر پر انهن جي اتي رهڻ ڪري، وڏي رونق ۽ اچ وڃ هوندي هئي، اتي سنڌين جا ڪجهہ ٻيا بہ پاڙا هئا. جن جي تاريخ هلندڙ سلسلي ۾ لکي ويندي (عبرت مئگزين 16 جنوري 2014ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪڇي جي تاريخ

(حصو ڇهون)

فوجداري روڊ جتي ختم ٿئي ٿو اولهہ طرف ڪجهہ فاصلي تي رسالا روڊ شروع ٿو. هي بہ شهر جو مک رستو آهي. اتر کان ڏکڻ طرف ان جو ڇيهہ حيدر چوڪ تائين ٿئي ٿو. اولهہ طرف وارو رستو بوهري بازار ۽ سولجر بازار تائين آهي، اتان ٻيا بہ ڪيترائي رستا نڪرن ٿا. شهر جي پراڻي جامع مسجد، ڪجهہ اڳتي ڪينٽ ٿاڻو ڪجهہ فاصلي تي پراڻي نيو مئجسٽڪ سئنيما آهي. هن سئنيما جو مالڪ لالا نورالدين هو. (حيدرآباد جي تاريخ صفحو نمبر 574.) هي پراڻي سئنيما اڄ پڄاڻي تي پهتي آهي، گهڻ ماڙ عمارت تعمير ڪرڻ جون تياريون ٿي رهيون آهن. فوجداري روڊ جي ختم ٿيڻ بعد بوهري بازار وارو رستو پوليس لائين کان شروع ٿئي ٿو. هي پوليس هيڊ ڪوارٽر انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ قائم ڪيو ويو هو. هن جي ايراضي وسيع آهي ۽ ڪيترائي دروازا آهن. مک دروازو انهي رستي آهي، ان کان علاوه ٻيا بہ دروازا آهن. هڪ دروازو سرفراز چاڙهي وٽ بہ آهي. پوليس هيڊ ڪوارٽر ڇانوڻيءَ واري علائقي ۾ اچي ٿو. پوليس ڪوارٽرن جو ذڪر پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا ”حيدرآباد جو اڳيون اوج“ جي صفحي نمبر 203 تي ڪيو آهي.

رسالا روڊ جي ايرندي وارو علائقو ميونسپل وارڊ ايف آهي، جڏهن تہ اولهہ وارو پاسو ڪينٽ ايراضي ۾ آهي. رسالا روڊ ـي ڪنڊ

تي هڪ ايراني جي ڪيفي جارج هوندي هئي، هي هوٽل شهر ۾ پراڻي هئي. هن هوٽل جو ماحول پرسڪون ۽ پرامن هوندو هو. هي هوٽل گهڻو ڪري اديبن، صحافين، شاعرن، اداڪارن ۽ فنڪارن جي اوطاق هوندي هئي. ڏينهن کان رات تائين گهڻو ڪري ان هوٽل ۾ نوجوان ۽ پوڙها ويٺا هوندا هئا. ڏکڻ طرف هلندي ڪجهه فاصلي تي هڪ گهٽي آهي، ان ۾ خالد ميموريل اسڪول آهي. ان گهٽي ۾ هڪ گهر سنڌي ساداتن جو هو. ڪنهن بزرگ جو آستانو بہ آهي، هاڻي جي تہ خبر نہ آهي پر اڳي اتي قوالي جي محفل ٿيندي هئي. اڳي شهر ۾ ڪيترن ئي جاين تي قوالي جون محفلون ٿينديون هيون. ڪيترين ئي جاين ۾ مهاجر بزرگن جا آستانہ هوندا هئا. جتي پڻ قوالي جون محفلون منعقد ٿينديون هيون. مشهور قوال عبدالرحمان ڪانچ والا، چوٽي صالح محمد قوال و همنوا ۽ ڪيترائي ٻيا قوال اچي قوالي ٻڌائيندا هئا. قوالي وقت ماحول دلچسپ نظر ايندو هو. جڏهن بزرگ عقيدتمند احترام ۽ ادب سان قوالي ٻڌندا هئا ۽ قوالن جو ڏاڍو قدر ڪندا هئا. ان قوالي جي محفل ۾ وڏيڪ دلچسپ منظر تڏهن پيدا ٿيندو هو جڏهن بزرگ وجد ۾ اچي بيحال ٿي ويندا هئا ۽ ماڻهو انهن کي چؤطرف گهيري ويندا هئا. اهڙي طرح جيئن شهر جي پراڻي درگاهن تي ڌمال دوران جهونن کي وجد اچي ويندو هو.

خالد ميموريل اسڪول واري گهٽي کان وٺي راحت سئنيما واري رستي تائين چند دڪان هئا ۽ دڪانن جي مٿان گهر هئا. اڳي رسالا روڊ تي بہ ماحول پرسڪون ۽ پرامن هوندو هو اڳي اتي گاڏين، ماڻهن جي ايتري رش نہ هئي، جهڙو حال هن وقت آهي. اڳي اتي نہ ڪو ايترا دڪان هئا نہ رش. هن وقت رستي تي بہ ماڻهن دڪان قائم ڪري ڇڏيا آهن. راحت سئنيما واري رستي جي مشهوري ۽ زينت

سئنيما هئي. اها سئنيما بہ قاضي صاحب جي هئي. راحت سئنيما وڏي اوج تي هلي، جو ان وقت ماڻهن جي مک تفريح گاهہ سئنيما هيون. سئنيما ختم ٿي وئي، ان جاءِ تي گهڻ ماڙ عمارت تعمير ٿي چڪي آهي. راحت سئنيما وٽ هڪ پناڻ ڪشميري سيپ ڪان پهرين فرائي مرغي جو دڪان قائم ڪيو هو. ان وقت اڃا فارمي ڪڪڙيون نہ هيون. راحت سئنيما وارو رستو فوجداري روڊ سان ملي ٿو. ان روڊ تي اڳي ڪجهہ دڪان ۽ سئنيما جي ڪري پان بيڙي جون ڪجهہ مانڊليون هيون.

راحت سئنيما جي بلڪل پرسان ڏکڻ طرف هڪ سوڙهي گهٽي آهي، جيڪا سيد مهر شاهہ رحہ جي درگاهہ طرف وڃي ٿي. راحت سئنيما جي پوئين پٽ جي بلڪل لڳ درويش جي مزار آهي. درويش جي درگاهہ جي موجودگي اهو ثابت ڪري ٿي تہ هن علائقي يعني الهندي ڪچي جي تاريخ قديم آهي، پر تاريخ نويسن جي نگاهہ کان رهجي وئي آهي. حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتاب ۾ درويش بابت لکيل تاريخ پسمنظر منهنجي نظرن مان نہ گذريو آهي. تحقيقي جائزو وٺڻ سان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ درويش جي درگاهہ الهندي ڪچي جي تاريخ جي قديم هئڻ جي علامت آهي، پر اهو ثابت نہ ٿي رهيو آهي تہ درويش اصل ڪير هئا. ڪٿان ۽ ڪهڙي سال ۾ آيا هئا، ڪهڙي مقصد لاءِ آيا هئا. ڪڏهن سندن وصال ٿيو سندن بزرگ ۽ اولاد ڪٿي آهي، جو تاريخي ڪتاب اهڙيون حقيقتون ظاهر ڪرڻ کان خاموش آهن. اهڙا جملا آئون هر هڪ مضمون ۾ لکندو رهندو آهيان. باقي بزرگن جون ٻڌايل سينہ بہ سينہ ڳالهيون، ڏندڪٿائون، انهن ڳالهين جي ڪمي نہ آهي، اهڙيون ڳالهيون ماڻهن جي ذهنن کي ڦيرائين ٿيون.

زميني حقيقتن تي غور ڪرڻ بعد ظاهري طور اهو نظر ٿو اچي تہ حضرت مهر علي شاهہ جي درگاهہ آبادي کان اڳ جي آهي. مزار مبارڪ مٿان قبو تعمير ٿيل نہ آهي، مزار مبارڪ چوڌيواري جي احاطي اندر آهي، درگاهہ تي ساليانو ميلو بہ منعقد ٿيندو آهي. درگاهہ لڳ امام بارگاهہ آهي، ان ۾ تابوت رکيل آهي. هن کان پهرين وارو پراڻو تابوت زبون ٿي ويو هو، بعد ۾ موجوده نئون تابوت ٺهرايو ويو هو. محرم مهيني جي ڏهين جي رات ۽ يوم عاشوره تي تابوت ڪڍيو ويندو آهي، جيڪو شهر ۾ مخصوص جاين تي ويندو آهي. تابوت کي عزادار ڪلهن تي کڻندا آهن. درگاهہ وٽ علم پاڪ نسب ٿيل آهي. درگاهہ جي پرسان ميلي لاءِ ڪجهہ ٿوري جاءِ ڇڏيل آهي. انگريز سرڪار جي نظام حڪومت طرف توجهہ ڪبي تہ جتي بہ مسجدون، درويشن جون آرامگاهون، پڙ يا مذهبي رسمن ادا ڪرڻ جا هنڌ آهن، اتي ڪجهہ حصا خالي ڇڏيا ويا آهن. اهڙيون حقيقتون انگريز سرڪار جيڪي انهيءَ دؤر حڪومت ۾ سروي ڪرايون ۽ نقشا تيار ڪرايا هئا اهڙين حقيقتن کي ظاهر ۽ ثابت ڪن ٿا، پر بعد ۾ قبضا ڪيا ويا آهن ۽ اڏاوتون ڪيون ويون آهن.

حضرت سيد مهر علي شاهہ جي درگاهہ جي پرپاسي شهر جي پراڻن باشندن جا ڪيترائي گهر هئا. انهن مان ڪجهہ لڏي چڪا آهن، ان هوندي بہ ڪافي گهر آهن. انهن گهرن ۾ ڪجهہ ساداتن جا ۽ ڪجهہ غير ساداتن جا گهر اڃا تائين موجود آهن. مهر علي شاهہ جي درگاهہ جا سنڀاليندڙ سادات آهن. انهن جا گهر درگاهہ جي قريب آهن. اسان درگاهہ جي سنڀاليندڙ سيد غلام شاهہ مرحوم کي وڏي عمر دوران ڏٺو هو. بزرگ رمضان جي مهيني ۾ جاڳا ۽ نعتون پڙهندو هو. امن و امان واري دؤر ۾ فسادن کان پهرين، شهر جي هر هڪ سنڌي پاڙي ۾

رمضان جي مهيني ۾ ماڻهن کي جاڳائڻ لاءِ جاڳا پڙهڻ وارن جون جماعتون هونديون هيون. رمضان المبارڪ جي مهيني جي آخري ڏهي ۾ مسجدن ۾ جڏهن ختم القرآن يا ٻيون محفلون منعقد ڪيون وينديون هيون. سنڌي پاڙن ۾ جيڪي مسجدون هيون، اتي سڄي شهر جون جاڳا پڙهڻ وارن جون جماعتون اچي گڏ ٿينديون هيون. اهڙين محفلن ۾ روحانيت محسوس ٿيندي هئي. سيد غلام شاهه جاڳا پڙهڻ وارن ۾ سريلو ۽ صف اول جو پڙهندڙ هوندو هو. سائين جي سريلي آواز ۾ جاڳا ٻڌڻ لاءِ شهر جا ماڻهو اچي گڏ ٿيندا هئا. غلام شاهه درويش صفت سادات هو. بلڪل سادگي ۾ زندگي گذاريائين. وقت تيز رفتاري سان گذري ويو. اهڙا درويش صفت ماڻهو ياد ٿا اچن، جو انهن جي لاڏاڻي بعد اهڙا ماڻهو وري نه پيدا ٿيا.

سيد غلام شاهه جي لاڏاڻي بعد درگاهه جو انتظام سندن فرزند سيد حيدر شاهه سنڀاليو هي سائين پنهنجي والد جيان جاڳا پڙهندو هو. سائين حيدر شاهه سان اسان جو نيازمندي ۽ عقيدتمندي وارو ناتو هوندو هو. شهر ۾ رهندا هئاسين ته سائين سان ملڻ ۽ ڪچهريون ڪرڻ جو ناتو قائم هو. شهر ڇڏڻ ۽ مصروفيتون وڌي وڃڻ ڪري سائين سان ملڻ ۽ ڪچهريون ڪرڻ جو ناتو بلڪل گهٽجي ويو هو. سائين نهايت ئي شريف مزاج، سادگي سان زندگي گذارڻ وارو سادات هو. سائين شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ شهيد بينظير ڀٽو جو شيدائي هوندو هو. سائين جي دماغي توازن ۾ ڪجهه فرق اچي ويو هو سائين ايتري وڏي عمر جو نه هو. هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. سٺن ماڻهن جي وڃڻ ڪري انهن پاڙن جون رونقون به ختم ٿيو وڃن. جو وڃڻ وارن جهڙا اچي نه رهيا آهن. حضرت سيد مهر علي شاهه جي درگاهه ۽ ان جي گادي نشين ساداتن جي خدمت هڪ پورهيت ماڻهو

نالي علي نواز تمام گهٽي ڪندو هو. هن سان ملاقات ٿيندي رهندي هئي، هي هوٽل تي مزدوري ڪندو هو. هن ٻڌايو هو تہ هي شڪارپور جو رهندڙ ذات جو مهر آهي. هن جو هتي گهر نہ هو اڪيلو هو ان ڪري درگاهہ ۾ رهندو هو. خبر پئي آهي تہ اهو پورهيت خدمتگار فوت ٿي چڪو آهي. .

راحت سئنيما واري رستي رسالا روڊ واري ڪنڊ تي بہ هوٽل هوندي هئي، هن هوٽل جو بہ اوج هوندو هو. ڪجهہ اڳيرو بيڪريون هونديون هيون، انهن بيڪرين ۾ سلطان بيڪري مشهور هوندي هئي. ڪجهہ اڳيرو اي ڪي سنز بيڪري واري جو دڪان آهي، هي بيڪري بين بيڪرين جيان ايتري پراڻي نہ آهي. هن بيڪري جا ڪيڪ ۽ بسڪوٽ بہ اعليٰ معيار جا آهن. هن بيڪري ۽ بمبئي بيڪري جا ڪيڪ جهڙوڪ هڪبئي سان مقابلو ڪري رهيا آهن، پر بمبئي بيڪري تمام گهٽي پراڻي ۽ سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. اي ڪي سنز بيڪري بہ مشهوري ماڻي رهي آهي. اتي اڳي بخارا هوٽل بہ هئي، جيڪا ختم ٿي چڪي آهي. هن بخارا هوٽل ۽ گاڏي کاتي واري نعمت ڪده بخارا هوٽل جا مالڪ ساڳيا هئا. هن هوٽل جو بہ اوج هوندو هو. هن جي سامهون شهر جي مشهور پراڻي ڪراچي هوٽل هوندي هئي.

چند قدمن جي فاصلي تي هڪ گهٽي آهي، ان گهٽيءَ جي ڪنڊ تي اڃا تائين پان سگريٽ واري جي مانڊلي آهي، اها مانڊلي بہ تمام پراڻي آهي، هن مانڊلي جا پان بہ مشهور هوندا هئا. گهٽي جي ٻئي پر، مانڊلي جي سامهون هڪ پٿر لڳل هو ان پٿر تي ڪوڙو خان ناريجو روڊ لکيل هوندو هو. پٿر جون ڪجهہ نشانيون ڪجهہ وقت پهرين نظر اينديون هيون، ان تي لکيل اکر ڊهي چڪا هئا. ڪوڙو خان ناريجو ٽالپرن جي دور جي شخصيت هو هن جي مختصر تاريخ آئون اڳئين

مضمون ۾ لکي چڪو آهيان. مڪمل تاريخ بابت جيئن ڪا معلومات حاصل ٿي تہ اها لکي ويندي. ڪوڙو خان ناريجو بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 61 تي بيان آهي تہ شاهي بازار جو الهندو پاسو (ذڪرڪان اتر) قلعي جي دروازي آڏو برج هوندو هو جنهن تان سڌو شاهي بازار تي توڙي الهندي ڪان ايرندي پاسن نظر پوندي هئي. انهيءَ برج جي الهندي طرف مير نصير خان جو پڙ هوندو هو (ٽالپرن جي دور جو آخري تاجدار لکندڙ جا ذاتي لفظ) جنهن جي پرسان اتر طرف مير محمد خان جو پڙ هو. انهيءَ جي پرسان جمعدار ڪوڙي ناريجي جون حويليون هونديون هيون. جتي ناريجن واري مسجد اڃا موجود آهي. ڊاڪٽر صاحب جو اهو مختصر بيان وڏو تاريخي سرمايو فراهم ڪري ٿو پر اهي تاريخي جايون ۽ نشانيون مٽجي چڪيون آهن ۽ گهڻيون تبديليون اچي چڪيون آهن. هاڻي ڪتابن تائين موجود آهن.

انهي گهٽيءَ ۾ شيرازي ساداتن جون حويليون آهن. هي سادات شهر جا قديم باشندا آهن. هنن جو تاريخي پسمنظر آهي. انهن شيرازي ساداتن مان سيد مير حيدر شاهہ ذاڪر اهلبيت ۽ شاعر هو. لجپت روڊ تي سيد احسان علي شاهہ جو اوتارو امام بارگاهہ ۽ مزارون آهن. هي انهن جو گادي نشين هو. سيد مير حيدر شاهہ جي وفات بعد ان جي فرزند سيد احسان علي شاهہ والد صاحب جي ذميواري سنڀالي هئي. هي سادات بہ لاڏاڻو ڪري ويو. سيد احسان علي شاهہ جي امام بارگاهہ اوتاري ۽ مزارن جي پراڻي تاريخ آهي. ان جي تاريخ هلندڙ سلسلي ۾ لکي ويندي.

انهيءَ پاڙي ۾ رهندڙ هڪ بزرگ سادات ياد اچي ٿو جنهن جو نالو سيد غلام شاهہ هو. هي سادات نهايت ئي شريف ۽ محنتي هوندو

هو. هن وٽ ڳائو مال هوندو هو. هميشہ اڇي لباس ۾ صاف سٿرو نظر ايندو هو. هي بزرگ سادات گھڻو وقت اڳي وفات ڪري ويو هو. مشهور ڳائڻي عبدالغفور جو تعلق بہ هن پاڙي سان هوندو هو. هن جو اولاد هن وقت ڪلهوڙا ڪالوني وٽ رهي ٿو. ساداتن جي حويلين وٽ ميونسپل طرفان پاڻي جو هڪ نلڪو لڳل هوندو هو. جتان اتي جا رهواسي ۽ پکالي پاڻي ڀريندا هئا. اڳي پراڻن پاڙن ۾ ميونسپل ڪميٽي طرفان پاڻي ڀرڻ لاءِ نلڪا لڳل هوندا هئا. هن وقت ڪنهن ڪنهن پاڙي ۾ نلڪن جون نشانيون نظر اچن ٿيون. حضرت مهر علي شاهہ جي درگاهہ جي ويجهو هڪ وڏو ڏوبي گهاٽ هوندو هو. اهو ختم ٿي چڪو آهي. انهي ڏوبي گهاٽ وٽ سنڌين جا گھر هوندا هئا. لالا محمد يوسف پٺو جو گھر اتي هوندو هو. هي پهلوان طاقتور مڙس هو. پهرين پريس ۾ پوءِ چانڊني سئنيما ۾ ملازمت ڪيائين. سئنيمائن جي اوج واري دؤر ۾ جهيڙي يا ڪنهن ٻئي طرف جي بدنظمي پيدا ٿيڻ جي صورت ۾ انهن تي ضابطو رکڻ لاءِ طاقتور ماڻهو (جنهن کي ان وقت داداگير چوندا هئا) جي ضرورت هوندي هئي. لالا يوسف تي انهي ڪم جي ذميواري عائد هوندي هئي. هن سان نيازمندي وارو رشتو هوندو هو. ان پاڙي مان لڏي المصطفيٰ ٽائون فيز ون قاسم آباد ۾ اچي رهيو هو. ويجهڙائي ۾ لاڏاڻو ڪري چڪو آهي. آخر ۾ تمام گھڻو ضعيف ٿي ويو هو.

انهيءَ پاڙي ۾ هڪ گهٽي ۾ سادات رهن ٿا. اتي پڙ آهي ۽ علم پاڪ بہ نسب ٿيل آهي. اهي سادات بہ شهر جا پراڻا باشنده آهن. انهن ساداتن مان هڪ جو نالو سيد شاهنواز شاهہ هو. پريس ۾ ڪم ڪندو هو. نهايت ئي شريف. محنتي ۽ قرب ڏيڻ وارن مان هو. اسان جو گھڻو ڪري پاڻ ۾ ملڻ جلڻ هوندو هو. ڪنهن مذهبي تنظيم جو مرڪزي اطلاعات سيڪريٽري هوندو هو. خبر پئي آهي تہ اهو سادات هن فاني

دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪو آهي. هن وقت ان پاڙي ۾ گنجان آبادي ٿي وئي آهي، دڪان ۽ ڪاروباري مرڪز قائم ٿي چڪا آهن. گنجان آبادي ٿيڻ ڪري هن پاڙي جو جهڙوڪ نقشو ئي بدلجي ويو آهي.

اتي قريب شيخن جو پاڙو آهي، هي بہ شهر جا قديم باشنده آهن. هنن جا وڏا اڳي ڪو بيو ڪم ڪندا هئا. پر انهن جي اولاد هن ترقي يافتہ دؤر ۾ اهو ڪم ڇڏي ڏنو آهي. هنن جون پوڙهيون ماڻهن کي جرون هٽي خراب رت جسم مان ٻاهر ڪڍنديون هيون، اهي ان ڪم جون ڄاڻو ۽ وڏيون ماهر هونديون هيون. انهي ڪم ۾ جهڙوڪ هو ڊاڪٽر وارو ڪم ڪنديون هيون، جو اڳي هن دؤر جيان جديد علاج دريافت نہ ٿيا هئا. ماڻهو بزرگن جي ٻڌايل ڏسن تي ديسي علاج ڪندا هئا. جرن وسيلي جسم مان خراب رت ڪڍڻ بہ ديسي علاج ۾ شامل هو. شيخ صاحبان جي بزرگن سندن پاڙي ۾ پڙ قائم ڪري علم پاڪ نسب ڪيو هو جيڪو اڄا تائين موجود آهي. شيخ صاحبان جي بزرگن مان جيڪي لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. هڪ نالي بچو جيڪو جاين جي خريد ۽ وڪرو ڪرائيندو هو. ٻيو بزرگ غلام نبي تعليم کاتي ۾ ملازم هوندو هو هن بزرگ سان نيازمندي وارو رشتو هوندو هو محنتي ۽ شريف ماڻهو هوندو هو.

جمعدار ڪوڙو ناريجو واري رستي کان ذڪڻ طرف هڪ گهٽي آهي، اتي مولائن جو پڙ آهي. اهو پڙ مرحوم محمد يعقوب قائم ڪيو هو هي ڪورٽ ۾ نائڪ هوندو هو اتي علم پاڪ نسب ٿيل آهي. اتي روڊ تي هڪ سنڌي جو دڪان هوندو هو جيڪو بيضا، ڊبل روٽيون ۽ بسڪوٽ وغيره وڪڻندو هو. برزگ ڳائو مال ڏارڻ جو بہ شوقين هوندو هو. وقت تيز رفتاري سان گذري ويو قرب ڏيڻ وارا بزرگ لاڏاڻو ڪري ويا. انهن جون جايون ٻين اڇي والاريون آهن، پر اهي وچڻ وارن جهڙا نہ آهن.

شيخن جي پاڙي کان ونې مکيہ لجپت روڊ تائين، پاڃي، گوشت، مڇي، پلي ۽ ڪڪڙين جي مارڪيٽ آهي. پراڻا ماڻهوُ هن علائقي کي بہ صدر چوندا هئا. هاڻي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو. اڳي اهي دڪان محدود وقت تائين کليل هوندا هئا، پر هن وقت رات جو دير تائين کليل هوندا آهن، ڏينهن رات ماڻهن جي رش هوندي آهي. فارمي ڪڪڙين جي اچڻ کان پوءِ تہ رنگ ئي ٻيا ٿي ويا آهن، گهڻا دڪان فارمي ڪڪڙين وارن جا آهن. اردگرد جي رهائشين جي خريداري جو اهو مکيہ مرڪز آهي. اڳي هن مارڪيٽ ۾ يوسف ڪڇي پاڃي واري جو دڪان مشهور هوندو هو. هن جو پڪو دڪان نہ هو گهٽي ۾ زمين تي ويهي پاڃيون وڪڻندو هو، بيحد قربائتو ۽ ايماندار دڪاندار هوندو هو. ساڻي پاڙي جا پراڻا ساٿي زمين تي ويهي مڇي پلو وڪڻندا هئا. سنڌي ڪاساين جا بہ ڪجهہ دڪان هئا. اهي پراڻا ڪاروباري شهري لاڏاڻو ڪري ويا، انهن جون چڏيل جايون ٻين اڇي والاريون آهن. هن روز بروز وڌندڙ آبادي ۾ خبر ئي نہ آهي تہ اُهي ڪير آهن. اڳي هئا تہ چند دڪان پر اهي ماڻهن جي ڪري مشهور هوندا هئا. اتي هڪ هوٽل سنڌي سومرن جي باقي وڃي بچي آهي، اهي سمورا ڪاساين جي پڙ ۾ اچا تائين رهن ٿا، جڏهن تہ ٻيا لڏي ويا آهن.

مهر شاهہ جي پاڙي کان هڪ سوڙهي گهٽي امام علي شاهہ جي اوتاري مکيہ لجپ روڊ تائين نڪري ٿي، ان سوڙهي گهٽيءَ ۾ ٻن مشهور وڪيلن جون آفيسون هونديون هيون. هڪ آفيس شوڪت علي جمالي جيڪو سول ڪيسن جو وڏو ماهر وڪيل هوندو هو ۽ ٻي آفيس سيد سرفراز احمد وڪيل جي. سپريم ڪورٽ جي جج جناب انور ظهير جمالي اهو ٻڌايو وڃي ٿو تہ هي شوڪت علي جمالي جو فرزند آهي. انور ظهير بابن جمالي جج بڻجڻ کان پهرين حيدرآباد ۾ وڪالت

ڪندو هو. سيد سردار احمد سنڌ جو اڳوڻو چيف سيڪريٽري ۽ هن وقت ايم ڪيو ايم جو مکيه اڳواڻ سيد سرفراز احمد وڪيل جو ڀاءُ آهي. هن گهٽيءَ ۾ نمر جو هڪ پراڻو وڻ هوندو هو. هن وقت انهي پرامن گهٽي جي حالت بدلجي چڪي آهي.

الهندي ڪچي جي جنهن حصي جي هي تاريخ آهي، ان ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي گهٽيون آهن. جيڪي اڳي فقط رهائشين جي استعمال لاءِ هيون. ماحول پرسڪون ۽ پرامن هوندو هو. وڌندڙ آبادي جي ڪري هن وقت انهن گهٽين جي اڳوڻي حالت نه رهي آهي، نه ئي اهي اڳوٽا ماڻهو آهن.

(عبرت مئگزين پهرين فيبروري کان 15 فيبروري 2014ع)



# ناھين جو پڙ ۽ گولا اندازن جي پاڙي جو تاريخي پسمنظر

حيدرآباد شهر جيڪو تقريبن 243 سال اڳ وجود ۾ آيو هو. هي شهر قدرتي نعمتن سان مالا مال ۽ انسان جي ناهيل هٿ جي هنرن، عمارتسازي جي فن سان ناهيل، قلعا، قبا، خوبصورت عمارتون، رانديون، وندر ۽ تفريح گاهون مهيا ڪندڙ جاين سان سرشار شهر هوندو هو. درياءَ جي مٺي وهندڙ پاڻي، واهن، ٽڪرين، ٿڌين هوائن، امن سڪون، قرب ڏيندڙ ڪچهريون ڪندڙ ماڻهن، عبادتگاهن، درسگاهن، آسانيءَ سان روزگار مهيا ڪندڙ درويشن جي آرامگاهن ۽ عالمن جو شهر هوندو هو.

حيدرآباد شهر جي ٽڪري مٿان گنجان آبادي جي گهيري ۾ آيل شهر ۾ ناهين جي پڙ ۽ گولا اندازن جي پاڙي جي اوائلي قديم تاريخي حيثيت ۽ پسمنظر آهي. ان بابت تمام گهڻ ماڻهن کي منهنجي خيال موجب اهڙي معلومات هوندي. سنڌ ۾ ناهيان ذات آهي، هي پڙ انهي ذات وارن جي نالي آهي، پر ستم ظريفي اها آهي تہ پاڪستان قائم ٿيڻ بعد، هندستان مان اردو ڳالهائيندڙ جيڪي لڏي هتي اچي آباد ٿيا هئا. انهن ناهين جي پڙ جو نالو ئي بگاڙي ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ تہ اردو زبان ۾ لفظ ناهين جو تلفظ زبان مان ڏاڍو مشڪل ٿو نڪري، ان ڪري اردو ڳالهائڻ وارا بجاءِ ناهين جو پڙ چوڻ جي ان کي "نائي ڪا پڙ" ڪري چوندا آهن. جڏهن تہ اردو ڳالهائڻ وارا حجام کي نائي چوندا آهن. اردو

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾ :298

ڳالھائڻ وارن اھو بگڙيل لفظ ايترو تہ مروج ڪري ڇڏيو آھي، جو اسان جي نوجوان سنڌين کي بہ نائي جو پڙ چوندي ٻڌبو آھي. اھڙين حقيقتن تي غور ڪرڻ گھرجي. ٻئي طرف عدم معلومات جي ڪري سنڌي بہ گولا اندازن کي گھٽو ڪري گلنداز ڪري چوندا آھن. اھڙي طرح بگڙيل تلفظ جي ڪري، اھڙن لفظن جون ٻيون معنائون نڪرن ٿيون. ان ڪري اھڙين حقيقتن جي صحيح ڄاڻ رکڻ ضروري آھي.

اڄو تہ ناھين جي پڙ ۽ ٻيو گولا اندازن جي پاڙي جو تاريخي پسمنظر، ڪتابن جي حوالي سان، بزرگن جي زباني روايتن سان ۽ زميني حقيقتن جو تحقيقي جائزو وٺڻ بعد تفصيلي بيان ڪريون تہ جيئن اسان جي نوجوان ۽ ايندڙ نسل کي انھن تاريخي جاين جي صحيح ڄاڻ حاصل ٿي سگھي، پر شرط اھو آھي تہ اھي نوجوان جيڪي پنھنجي تاريخ جي ڄاڻ رکڻ سان دلچسپي رکن ٿا، انھن کي ھي قديم ۽ جديد تاريخ ضرور پڙھڻ گھرجي ۽ اھو معلوم ھئڻ گھرجي تہ ھن شھر جي تاريخي حيثيت ڇا ھئي ۽ ھن وقت ڇا آھي.

ناھين جو پڙ فقير جي پڙ کان ڪجھہ فاصلي تي گنجان آبادي جي وچ ۾ موجود آھي. ناھين جي حيدرآباد شھر ۾ آمد بابت ڊاڪٽر قمر جھان مرزا جو بيان سنڌس ڪتاب حيدرآباد شھر ٽالپرن جي دؤر ۾ جي صفحي نمبر 31 تي ھن ريت موجود آھي: ”ميان غلام شاھہ جي وقت ۾ جن ماڻھن بابت يقيني طور چئي سگھجي ٿو تہ اھي اڇي شھر ۾ وينا ھئا، تن مان ھڪڙا ھئا ’ناھيان‘، جي سپ فوج جا ماڻھو ھئا ۽ ٻيا ھئا توبن جا گولا انداز جن کي پوءِ ’گلنداز‘ ڪري سڏيو ويو. چون ٿا تہ گولا اندازن جو وڏو شھباز خان ھو جو قنڌار مان آيو ھو.

مرزا صاحب جي مٿئين بيان موجب تہ ناھيان غلام شاھہ ڪلھوڙي جي وقت ۾ اڇي شھر ۾ وينا ھئا. ناھين جي پسمنظر بابت

وڏيڪ ٻيو ڪوبہ حوالو تاريخي ڪتابن مان منهنجي نظر مان نہ گذريو آهي. جيڪڏهن اهڙو ڪو حوالو نظر مان گذريو تہ هلندڙ تاريخي سلسلي ۾ شايع ڪيو ويندو. جڏهن تہ پراڻي وقت کان شهر ۾ ناهين جو پڙ موجود آهي. ناهين جي ڪنهن وڏي فوجي بزرگ جو نالو بہ بيان ٿيل نہ آهي. شهر جي بزرگن ٻڌايو تہ اڳي پڙ ۾ ناهين جا گهر هوندا هئا. اسان جڏهن هوش سنڀاليو تہ اهو ڏٺو تہ پڙ جو ننڍو احاطو هو اتي ٿلهو ٺهيل هو ان تي علم پاڪ نسب ٿيل هو جيڪو هر سال لاهي، ان کي ٻيهر سينگاري بلند ڪيو ويندو هو. محرم جي مهيني ۾ نغارا وڄايا ويندا هئا، پڙ ۾ وڏيون رونقون نظر ايندڙيون هيون، جو ان جي چوڌاري ٻين ڪيترن ئي قديم سنڌين جا پاڙا ۽ گهر هوندا هئا. 1988ع کان هي پڙ پاڙا ويران ٿي ويا، ماڻهو لڏي ويا، رونقون، بهارون، اوج ۽ رهاڻيون ختم ٿي ويون، هاڻي اتي جايون پڙ درگاهون، مسجدون ۽ نشانيون تہ موجود آهن، پر پراڻا ماڻهو موجود نہ آهن.

حيدرآباد شهر ۾ علم پاڪن جي نصب ٿيڻ جي تاريخ جو ڪئلينڊر جنهن جي تحقيق عبدالستار درس ڪئي آهي. عزادار رابطہ ڪميٽي حيدرآباد پاران علي گوهر چانڊيو جاري ڪيو آهي. ڪئلنڊر جي صفحي نمبر 18 تي ناهين جي پڙ جو ذڪر آهي، جنهن ۾ علم پاڪ نصب ڪندڙ جو نالو گل محمد ناهيون، علم پاڪ نصب ڪرڻ جو سال 1800ع لکيل. جڏهن تہ هن وقت پڙ جي سنڀاليندڙ جو نالو شمشاد علي ناهيون لکيل آهي. جيڪڏهن علم پاڪ نصب ٿيڻ جو اهو سال صحيح ۽ ثبوت سان آهي، تہ پوءِ اهو دؤر ٽالپر حڪمرانن جي پهرئين حاڪم مير فتح علي خان ٽالپر جو آهي. انهي حساب موجب هي پڙ 213 سال اڳ جو آهي. جڏهن تہ ناهيان غلام شاهہ ڪلهوڙي حاڪم سنڌ جي وقت ۾ اچي هتي آباد ٿيا هئا. ناهين جي هي تاريخ

اڻ مڪمل آهي، جو هي شهر جا اوائلي باشنده آهن، مڪمل تاريخ ڳولي پئي وڃي، جيئن ئي نظر مان گذري تہ هلندڙ سلسلي ۾ شايع ڪئي ويندي

ناهيان ذات جا ماڻهو حيدرآباد شهر ۽ ان جي پرپاسي وارن ڳوٺن ۾ اجا تائين رهن ٿا. مشهور شخصيت بزرگوار دريا خان ناهيون جو وسيع ايراضي تي وڏو ڦٽين جو ڪارخانو ڦليلي کان ٽنڊو نوڙهو ويندڙ روڊ تي هوندو هو. ڪافي سال اڳ ختم ٿي ويو. هن وقت اها وسيع ايراضي شهري آبادي ٿي ويئي آهي. ناهيان ذات مان هڪ ٻي شخصيت بہ ياد اچي ٿي، ان جو نالو خميسو خان هوندو هو. ڪيسانہ موري لڳ ڳوٺ آبري جو رهندڙ هو. 1969ع مسلم آرٽس ڪاليج ۾ پڙهندو هيس تہ هي ڪاليج ۾ ملازم هو. ٻڌايو ويو هو تہ ان کان پهرئين هي ماستر هو، ان ڪري ماستر خميسو خان ناهيون نالي مشهور هو. ڪيسانہ موري ويجهو ڳوٺ حاجي دريا خان ناهيون آهي، جنهن ۾ هڪ شاندار ڪوٽ ڏٺل آهي، جيڪو ڪچي قلعي جون سِڪون لاهي ٿو. اهو ڪوٽ 16 ايڪڙن تي مشتمل آهي، ۽ پرپاسي ۾ ناهين جي وڏي زمينداري آهي. ان ڪوٽ اندر هڪ شاندار محل نهيل آهي، جيڪو رئيس دريا خان ناهيون نهرايو هو. ان محل جو نقشو دهلي مان نهرايو ويو ۽ اهو محل نما بنگلو سوين سال گذرڻ باوجود عاليشان نموني سنڀاليل آهي. ان کان علاوه ناهيان بدين کان علاوه سنڌ جي ٻين ضلعن ۾ بہ رهن ٿا ۽ خوشحال ماڻهو آهن..

ناهين جي پڙ لڳ سيد خدا بخش شاهہ (گهٽو ڪري خدو شاهہ وارو پڙ چيو ويندو هو) جي درگاهہ آهي. درويش جي مزار مٿان قبو تعمير ٿيل نہ هو. درگاهہ جو احاطو بلڪل محدود هوندو هو. درگاهہ جي ٻن طرفن کان آبادي ۽ ٻن پاسن کان رستو هو. ننڍي

چؤديواريءَ مان درويشن جون مزارون ڏسڻ ۾ اينديون هيون. هن درويش جو تاريخي پسمنظر ڪنهن به ڪتاب ۾ نظر مان نہ گذريو آهي، جنهن سان اهو معلوم ٿئي تہ بزرگ ڪهڙي دؤر جا هئا. زميني حقيقتون ڏسڻ سان اسان کي اهو نظر اچي رهيو هو تہ درويش پراڻي دؤر جا آهن، پر تاريخ لکڻ وارن جي نظرن کان رهجي ويا آهن. درگاهہ جي احاطي ۾ علم پاڪ نصب ٿيل آهي، جنهن بابت مذڪوره ڪئلينڊر ۾ ڄاڻايل آهي تہ اهو 1800ع ۾ سيد خدا بخش شاهہ نصب ڪيو هو (مير فتح علي ٽالپر جو دؤر حڪومت). درگاهہ جا متولي شهر جا قديم باشده سومرا آهن. هن وقت درگاهہ جو متولي بدر سومرو آهي. درويش جو تاريخي پسمنظر جڏهن بہ معلوم ٿيو تہ هلندڙ سلسلي ۾ شايع ڪيو ويندو.

جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي تہ ناهين جي پڙ ۾ ناهين جا گهر هوندا هئا، انهن جا بزرگ سنہ 1770ع ۾ حاڪم سنڌ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سان گڏ حيدرآباد ۾ مقيم ٿيا هئا، يعني 243 سال اڳ جو اهي فوج جا ماڻهو هئا. هن وقت اتي ناهين جو ڪوبہ گهر نہ آهي. فقط پڙ ۽ پڙ جو نالو موجود آهي. انهي ذات جي ماڻهن سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. آخرڪار ڪنهن بزرگ مهرباني ڪري رابطو ڪرايو. شمشاد ناهيون سان رابطو ڪيو ويو. ان تصديق ڪئي تہ هي انهن ئي بزرگن ناهين جي اولاد مان آهي، جيڪي ناهين جي پڙ ۾ رهندا هئا. شمشاد ناهيون اهو ٻڌايو تہ سال 1988ع شهر ۾ ٿيندڙ خوني فسادن ۽ هنگامن دوران هي جانيون بچائي، اتان لڏي ڪلهوڙا ڪالوني ۾ اچي مقيم ٿيا آهن. ان فقط پنهنجن ٻن بزرگن گل محمد ۽ يار محمد جا نالا ٻڌايا، جيڪي ان پڙ جي سنڀال ڪندا هئا. ان وڌيڪ ٻڌايو تہ هن وقت پڙ جا خدمتگار ۽ سنڀاليندڙ هي آهن.

ناهين جي پڙ جي پرپاسي ڪجهه ٻين سنڌين جا گهر بہ هوندا هئا. ناهينٰ جي پڙ لڳ الهندي طرف ڪتين جو مشهور ويڙهو هوندو هو. اهي بہ پراڻي وقت کان اتي آباد هئا. ڪتي اصل ۾ ذات جا سومرا هئا، پر پيشي جي لحاظ کان انهن کي ڪتي چيو ويندو هو. منهنجي والده مرحومہ جو تعلق بہ هن ويڙهي سان هو. ڪتين جي ويڙهي ۾ پڙ بہ هوندو هو جتي علم پاڪ نصب ٿيل هو. پڙ لاءِ احاطو ڇڏيو هو امن امان واري دؤر ۾ هن ويڙهي جو وڏو اوج هوندو هو. ڪتين جي پاڙي ۾ پراڻي مسجد امير حمزه هوندي هئي. هن ويڙهي ۾ جيڪي مشهور ماڻهو ٿي گذريا، انهن ۾ محمد جمن جنهن کي جمعو چيو ويندو هو سر فهرست هو. هي نهايت ئي شريف، نماز روزي جو پابند عبادتگذار ۽ درويش صفت ماڻهو هوندو هو. هن جا بہ فرزند محمد اسماعيل سومرو ۽ محمد رمضان سومرو بہ نهايت ئي شريف ۽ پورهيت آهن، پنهنجي اباڻي پيشي کي جاري رکندا پيا اچن. حڪيم فتح محمد سومرو مرحوم جو تعلق بہ هن ويڙهي سان هو. هي ميونسپل ڪميٽي ۾ ملازمت ڪرڻ سان گڏوگڏ حڪمت جو ڪم بہ ڪندو هو. نظير سومرو بہ اتي رهندو هو جيڪو ڪارن ناهڻ جو ڪاريگر هو. ان کان علاوه ٻين بہ ڪيترن ئي سومرن جا گهر اتي هوندا هئا، جيڪي پورهيت هئا. سڀيئي لڏي ويڙهو خالي ڪري ويا، جو هنگامن دوران شهر ۾ ڪنهن بہ سنڌيءَ جي زندگي محفوظ نہ هئي. هن وقت ڪتين جي ويڙهي ۾ رڳو محمد ابراهيم سومري مرحوم جو اولاد مجبوري جي ڪري رهندو آهي.

مٿي بيان ڪيل حقيقت کان علاوه اچو تہ ڪتين جي ويڙهي جو پسمنظر تاريخي ڪتابن مان ڏسي وڌيڪ حقيقتون معلوم ڪريون. حيدرآباد شهر جي پاڙن بابت پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جو ڪتين جي ويڙهي (ناهين جي پڙ وٽ) بابت مختصر بيان سندس

ڪتاب جي صفحي نمبر 34 تي موجود آهي. ان کان علاوه ڪتين جو ويڙهو (ناهين جي پڙ وٽ) جو مختصر بيان, ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جي لکيل ڪتاب 'حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دؤر ۾' جي صفحي نمبر 39 تي موجود آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بہ مختصر بيان, ڪتين جي ويڙهي بابت حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 70 تي موجود آهي. هن ويڙهي بابت تفصيلي بيان ۽ دؤر واضح بيان ٿيل نہ آهي, پر جائزو وٺڻ بعد اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ اهو ويڙهو بہ ٽالپرن جي دؤر جو آهي. هن ويڙهي جي تاريخ ناهين جي پڙ سان ملي ٿي. ڪتين مان ڪنهن بہ بزرگ جو نالو ظاهر نہ ڪيو ويو آهي. ناهين جي پڙ بابت ڊاڪٽر صاحب جو بيان مذڪوره ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي هن ريت آهي: "ان بعد ناهين جو پڙ هو جتي ناهيان رهندا هئا, جي ڪلهوڙن جي ڏينهن کان فوج ۾ هئا ۽ ميرن جي ڏينهن ۾ پڻ فوج ۾ شامل ٿيل هئا."

ناهين جي پڙ کان چند قدمن جي فاصلي تي اتر طرف قاضي ساداتن جو پاڙو هو جنهن مان مشهور شاعر فاضل شاهہ ٿيو. هن پاڙي جو مختصر ذڪر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 70 تي ڪيو آهي. ان پاڙي ۾ قاضي ابراهيم شاهہ مسجد هئي. بزرگ پڙهائيندا هئا سائين شهر قاضي هئا. پراڻي صدر واري عيدگاهہ ۾ ساليانہ عيد نماز پڙهائيندا هئا. ان پاڙي ۾ ساداتن جا ڪجهہ گهر هئا. انهن ساداتن مان سيد گل شاهہ شهر جي مشهور شخصيت هئا. عبدالوهاب شاهہ جيلاني رحہ جي درگاهہ جا خاص عقيدتمند هوندا هئا. درگاهہ جي پابندي سان حاضري ڀريندا هئا. خاص ڪري جمعرات درگاهہ تي قوالي جي محفل ۾ سائين وجد ۾ اچي ويندا هئا. واڍن جي پڙ لڳ خير شاهہ جي پڙ جا متولي هئا. خير شاهہ جي پڙ

جو ذڪر ڊاڪٽر صاحب مذڪوره ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي ڪيو آهي. خير شاهہ جي پڙ جو ذڪر پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا حيدرآباد جو اڳيون اوج جي صفحي نمبر 34 تي ڪيو آهي.

حيدرآباد ۾ نصب ٿيل علم پاڪ جي تحقيق ۽ تاريخ عبدالستار درس جي مرتب ڪيل ڪئلينڊر جيڪو عزادار رابطا ڪميٽي حيدرآباد پاران شايع ڪيو ويو هو ان جي صفحي نمبر 18 تي خير شاهہ جي پڙ ۾ علم نصب ڪرڻ واري جو نالو خير شاهہ ۽ علم نصب ٿيڻ جو سال 1722ع لکيو ويو آهي. جڏهن تہ حيدرآباد شهر جو بنياد 1770ع ۾ پيو هو. ڪئلينڊر ۾ شايع ٿيل تاريخ موجب هي پڙ حيدرآباد جي وجود ۾ اچڻ کان 48 سال اڳ جو ٻڌايو ويو آهي، جيڪو نيرون ڪوٽ جي تاريخ ۾ اچي ٿو. بهرحال زوار عبدالستار درس کي جيڪا معلومات فراهم ڪئي وئي هوندي، ان موجب تاريخ لکي وئي آهي. قاضي ابراهيم شاهہ جي مسجد جي سامهون ڏاڪڻ هئي، اتي مٿي ڪجهہ گهر هئا. انهن مان هڪ گهر سرائي غلام محمد جو هو. هي عريضي نويس هوندو هو گاڏي کاتي ۾ اورينٽ هوٽل جي مک دروازي سامهون فوٽ پاٿ تي عريضي نويسن جا ٽيبل ڪرسي رکڻ جيترا بغير ڇت دڪان هوندا هئا. انهن مان ڪي رڳو درخواستون لکندا هئا تہ ڪي ٽائيپ ڪندا هئا. سرائي صاحب اتي درخواستون لکندا هئا. پٽيان پٽ تي سندن نالي وارو بورڊ ٽنگيو پيو هوندو هو. سرائي صاحب کي اسان وڏي عمر هوندي ڏٺو هو. لکڻ پڙهڻ جا هوشيار ۽ ڄاڻو هوندا هئا. ان پاڙي ۾ عرساڻي صاحبان جو بہ گهر هوندو هو. هڪ بزرگ عبدالفتاح عرساڻي ميونسپالٽي ۾ هيلٿ آفيسر هو رٽائر ٿيڻ بعد وڪالت ڪندو هو. سيد گل شاهہ جي حويلي پرسان هڪ گهر ساداتن جو هو جن لاءِ ٻڌايو ويو تہ اهي اجا تائين اتي رهندا آهن.

ناهين جي پڙ کان بہ گهٽيون ڪورين جي پڙ (ڪاهي روڊ) ڏانهن وڃن ٿيون. هڪ گهٽي ۾ پاڙي جي تاريخ لکي وئي آهي، اتي آغا صاحبان جو بہ گهر هوندو هو. ٻي گهٽي سيد امير شاهہ بخاري رحہ جي درگاهہ واري گهٽي وٺان ڪورين جي پڙ طرف وڃي ٿي. اتي ڏينوءَ جو پڙ هوندو هو. ڏينو شيخ نيروتي هو ۽ سندس اولاد مان، ميرن جو مشهور خفتي شڪاري محمد شينهن مار ٿيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ حيدرآباد جي تاريخ صفحي نمبر 70. ڏينوءَ جي پڙ ۾ ڪجهہ گهر ساداتن جا هوندا هئا. انهن مان مشهور شخصيتون سيد علي اشرف شاهہ سيشن جج جيڪو رٽائر ٿي چڪو آهي، ڊاڪٽر سيد شهزادو شاهہ، سيد مقبول شاهہ ۽ سيد ميون شاهہ اتي رهندا هئا. ڪجهہ ٻين ساداتن جا بہ اتي گهر هئا. ٻڏايو ويو تہ اتي هڪ قدآور شخصيت جيڪو لالا قاضي نالي مشهور هوندو هو رهندو هو. ان لاءِ اهو بہ ٻڌايو ويو تہ عمليات ۽ تعويذ وغيره لکڻ جو عمل ڪندو هو. ان پڙ ۾ مرحوم شهباز علي سومرو، جيڪو پهرين ڊوبي جو ڪم، پوءِ بيڪري کولي هئائين. ان جو اولاد صوفي استاد شفيع محمد سومرو، شڪيل احمد، جميل احمد، جمشيد علي ۽ شاڪر علي هن وقت المصطفيٰ ٽائون فيز-2 ۾ رهندا آهن. بزرگوار محمد عثمان سومر جو گهر بہ ان پڙ جي قريب هوندو هو. اهو بہ ٻين جيان سال 90-1988ع وارن هنگامن ۾ اتان لڏي اچي مٿئين ٽائون ۾ مقيم ٿيو هو. محمد عثمان سومرو سان اسان جا قريبي ۽ عقيدتمندي وارا تعلقات آهن. هي صاحب ترڪ دنيا، عبادتگذار ۽ درويش صفت ماڻهو آهي.

مٿي جن رستن، گهٽين، پاڙن، پڙن، درگاهن، مسجدن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، اهي اتي اڄ بہ موجود آهن. پر انهن جي اڳئين صورت ۽ حالت نہ رهي آهي. جن شخصيت جو ذڪر ڪيو ويو آهي،

انهن مان بہ گھڻا لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. انهن جو فقط نالو موجود آهي، وجود نہ آهي.

رنگريزن جي پاڙي جو بلڪل مختصر ذڪر ڊاڪٽر قمر جهان مرزا پنهنجي ڪتاب حيدرآباد ٽالپرن جي دؤر ۾ جي صفحي نمبر 38 تي هن ريت ڪيو آهي: "رنگريز ميرن جي زماني کان حيدرآباد ۾ آباد آهن. هن وقت سنڌي رنگريز تمام مختصر ٿي ويا آهن، تاهم هو پاڻ کي رنگريز ئي سڏيندا آهن." مرزا صاحبہ جي انهي مختصر بيان مان اهو ظاهر ٿيو تہ نيروتي/ رنگريز بہ ٽالپرن جي دؤر جا پراڻا رهاڪو آهن ۽ انهن جي بزرگ جو نالو دينو هو جنهن جي نالي پٺيان پڙ سڏجي ٿو. بزرگ جي اولاد جي خبر نہ آهي تہ اهي هن وقت ڪٿي ٿا رهن. ڇاڪاڻ تہ اهو پاڙو پڙ ۾ گهٽي، شهر جي قديم سنڌي باشندن کان خالي آهي.

دينوءَ جي پڙ کان چند قدمن جي فاصلي تي سيد امير شاهہ بخاري رحہ جي حويلي آهي، سندس اولاد اجا اتي رهندو آهي، ان جي ويجهو شهر جي قديم باشندن گولاانداز (گلندازن) جو پاڙو آهي. گهٽيءَ ۾ هڪ گهر اجا منظور عرف منو سومرو جو آهي. اڳي اتي سومرن جا ڪجهہ ٻيا گهر بہ هئا. جيڪي لڏي ويا. پٽ سان گڏ علم پاڪ نصب ٿيل هوندو هو.

تاريخي ڪتابن ۾ واضح آهي تہ گولا انداز (گلنداز) حيدرآباد جا سڀ کان پراڻا باشندا آهن. اهي حاڪم سنڌ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سان گڏ سنہ 1770ع ۾ هتي آيا هئا. گولا اندازن بابت ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جو بيان سندس ڪتاب حيدرآباد شهر ٽالپرن جي دؤر ۾ جي صفحي نمبر 39 تي هن ريت آهي: گولا انداز توپن جا گولا، جن کي "گل انداز" ڪري سڏيو ويو. هنن کي ڪلهوڙن حيدرآباد ۾ آباد

ڪرايو هو. سندن وڏو شهباز خان هو جو قنڌار مان آيو هو. هي ڪلهوڙن جا ماڻهو هئا. تن کي پهريائين ميرن شڪ جي نگاهہ سان ڏٺو جنهن ڪري شهباز خان روپوش ٿي ويو. چون ٿا تہ وفات بہ اتر سنڌ ۾ ڪيائين ۽ ڪيس آدم شاهہ جي ٽڪريءَ تي دفنايو ويو. ميرن پوءِ گولا اندازن جي دلجوئي ڪري کين آباد ڪيو. گولا انداز اڄا تائين اتي رهندا آهن.

گولااندازن جي پاڙي وٽ، ڪورين جو پڙ آهي. اتي ڪورين جي پڙ جي نشاني علم پاڪ لڳل آهي. اڳي ڪاٺ جو ٺهيل علم پاڪ هوندو هو. جنهن کي هر سال لاهي سينگاري وري بلند ڪيو ويندو هو. هن وقت اسٽيل جو علم نصب ڪيو ويو آهي. اڳي علم وٽ پڙ جي جاءِ هوندي هئي، اتي دڪان ٺهي ويا آهن. پڙ جا سنيالينڊڙ پانڊياڻي آهن. هن وقت ڪورين جي پڙ کي ڪاهي روڊ بہ چيو وڃي ٿو. آخوند ڏاتر ڏني جو پڙ ۽ چاڙهي بہ ان جي ويجهو آهي. ڪورين جي پڙ جي اتر طرف واڍن جو پڙ آهي، هن پڙ جي بہ پراڻي تاريخ آهي.

علم پاڪن جي ڪري بہ حيدرآباد شهر سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. هتي علم تمام گهڻي تعداد ۾ نصب ٿيل آهن. وڏا وڏا عالم خطيب جيڪي هتي اچن ٿا، اهي دنيا جي ملڪن ۾ حيدرآباد ۾ نصب ٿيل علمن جو حوالو ڏيندا آهن. اڳي ناهين جي پڙ ۾ خدا بخش شاهہ (خدو شاهہ) جي پڙن ۾ ڪاٺ جا علم نصب ٿيل هوندا هئا. جيڪي هر سال لاهي، انهن کي سينگاري پيهر بلند ڪيو ويندو هو. هن وقت ان جاءِ تي اسٽيل جا علم نصب ٿيل آهن. جن کي بيٺي ڏاڪڻ جي سهاري سينگاريو ويندو آهي.

ناهين جي پڙ جي اوير طرف ڪيانتو چوڪ ۽ چنيل چاڙهي آهي. چنيل چاڙهي تي بہ پڙ آهي، جتي علم پاڪ نصب ٿيل آهي. اهو

پڙ ابراهيم شاهہ جي پڙ وارن ساداتن جو آهي. ناهين جي پڙ جي اولهہ طرف سانول شاهہ جي درگاهہ آهي. سيد امير شاهہ بخاري ۽ چٽن شاهہ بخاري جي درگاهہ ناهين جي پڙ جي اتر طرف آهي. چٽن شاهہ بخاري ۽ سانول شاهہ جي پڙ وٽ بہ سنڌين جا گهر هوندا هئا. جيڪي شهر ۾ ٿيندڙ 90_1988ع وارن فسادن دوران پاڙا خالي ڪري لڏي ويا.

(عبرت مئگزين 16 فيبروري کان 28 فيبروري 2014ع)



# حيدرآباد شهر جون چاڙهيون

هونئن تہ حيدرآباد جو قديم شهر سنہ 1770ع (243 سال اڳ) وجود ۾ آيو هو. اهو شهر مٿي ٽڪريءَ تي آباد ڪيو ويو هو. پراڻي ٽڪريءَ واري شهر تائين پهچڻ لاءِ چاڙهيون استعمال ڪيون وينديون هيون. حيدرآباد شهر جي آباد ٿيڻ کان وٺي، ڪلهوڙن جي دور جي خاتمي تائين (83_ 1782) شهر ايترو وسيع ۽ آباد نہ هو. ان وقت هتي آباد، چند ذاتين جو ثبوت تاريخي ڪتابن مان ملي ٿو. حيدرآباد شهر جو تاريخي پسمنظر بہ ڪتابن ۾ موجود آهي. چاڙهيون بہ شهر جي شهريت ۽ سونهن جو حصو آهن. ان ڪري بہ شهر کي وڏي اهميت حاصل آهي. چاڙهين طرف نظر ڊوڙائبي، تہ ڪي چاڙهيون تمام گهٽي اوچائيءَ تي آهن. انهن جو جائزو ٿو وٺجي تہ اهو نظر ٿو اچي، تہ ٽڪر جي سڌائي هڪ جهڙي نہ آهي، بلڪ ٽڪريءَ جي مٿان ننڍيون ٽڪريون هيون. جيڪي قدرت واري جي عجيب جوڙجڪ جي علامت آهن.

ٽڪريءَ تي آباد پراڻي شهر جي جوڙجڪ، نقشي ۽ شهري منصوبہ بندي طرف گهري نظر سان ڏسبو تہ شهر کي ٻن طرفن اوپر ۽ اولهہ طرف مکيہ چاڙهيون آهن. جن جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ مرجود آهي. ان کان علاوه اندروني شهر ۾ بہ ننڍيون چاڙهيون موجود آهن، انهن مان ڪجهہ چاڙهين جو رُخ اتر طرف تہ ڪن جو رخ ڏکڻ طرف آهي. جيڪي تاريخ لکڻ وارن کان رهجي ويون هيون. پراڻي شهر

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 310.

وارين چاڙهين کان علاوه. شهر ۾ ٻيون بہ ڪينٽريون ئي چاڙهيون موجود آهن. ڇاڪاڻ تہ شهر جن ٽڪرين تي آباد آهي. هڪ وڏي ٽڪر تي ٻڪو قلعو ۽ غلام شاهہ ڪلهوڙي جي قبي وارو قلعو آهي. جڏهن تہ ٻئي هيٺ واري ٽڪر تي شاهہ مڪي (جئي شاهہ) وارو ڪچو قلعو آهي. ٻئي قلعا ٽڪر جي چيڙي تي ٺاهيا ويا هئا. انهي هيٺ واري ٽڪريءَ تي بہ ڪيٽريون ئي چاڙهيون آهن. پراڻي شهر وارين چاڙهين جيان، هن چاڙهين جي تاريخ لکڻ بہ ضروري آهي. انهن کي وسارڻ سان تاريخ وري بہ اڻ مڪمل رهجي ويندي.

ٽڪري تي آباد پراڻي شهر جي جوڙجڪ. نقشي ۽ منصوبہ بندي طرف گهري نظر سان ڏسبو تہ شهر کي چئن ئي طرفن اوڀر. اولهہ. اتر. ڏکڻ طرفن کان ڪيٽريون ئي وڏيون ۽ ننڍيون چاڙهيون آهن. مکيہ چاڙهين جو ذڪر تہ تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. پر ڪافي چاڙهيون اهڙيون بہ آهن. جن جي تاريخ نہ لکي وئي آهي. اوڀر طرف قلعي جي پٺ جيڪا اولهہ طرف وڃي ٿي. اتي پٺ وٽ چاڙهي آهي. جيڪا گهٽي اوچائي تي آهي. ان کي ڏتل شاهہ جي چاڙهي چيو ويجي ٿو. اتر طرف چند قدمن جي فاصلي تي هڪ ٻي چاڙهي آهي. جتي پهرين سومرن ڏوٻين جا گهر ۽ ڏوٻي گهاٽ هوندو هو. هن چاڙهيءَ کي قمر جهان مرزا صاحبہ شايد هيمو جي چاڙهي چيو آهي. جو ان جو ذڪر ڏتل شاهہ چاڙهي بعد ڪيو ويو آهي ۽ ان بعد نوڙها چاڙهي جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ڪجهہ اڳتي اتر طرف سيٺ ڪمال الدين اسڪول جي پٺيان. شهر جي پراڻن باشندن شيخن جي پاڙي وٽ تمام وڏي اوچائي تي ڏاڪڻ آهي. جيڪا جعفرين جي پاڙي کان نوڙها چاڙهي طرف وڃي ٿي. تنهن بعد مشهور نوڙها چاڙهي آهي. جيڪا فقير جي پڙ طرف وڃي ٿي.

نڪر تي آباد ٻراٽي شهر جي اوپر ڪان چوٿين چاڙهي تارا چند اسپتال پرسان مٿي ڪيانٽو چوڪ ڏانهن وڃي ٿي. ٿنهن بعد ڇٽيل چاڙهي آهي، هي شهر جي پنجين چاڙهي آهي. ان چاڙهي جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. آخوند ڏاتر ڏني يا ڪاهي روڊ واري چاڙهي، هي اوپر طرف شهر جي ڇهين چاڙهي آهي. هي چاڙهي ٻين چاڙهين جيان ايتري اوچي يا اڀي نہ آهي، هن چاڙهي جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. ڊومڻ واهہ روڊ واري چاڙهي، هي اوپر طرف ٻراٽي شهر جي ستين چاڙهي آهي. ٿنهن بعد سخي پير واري انين چاڙهي آهي. شهر جي نائين ۽ آخري چاڙهي سينٽرل جيل واري آهي. هي چاڙهي ايتري مٿي اوچائي تي اڀي نہ آهي. پراڻين چاڙهين جو هن چاڙهيءَ تي دنگ ٿئي ٿو. هڪ ٻي ڏاڪڻ واري اندروني چاڙهي بہ آهي، جيڪا ڪيانٽو چوڪ ڪان سيد فضل شاهہ جي درگاهہ تائين وڃي ٿي. پڪي قلعي ڪان وٺي ڊومڻ واهہ روڊ واري چاڙهي، ست چاڙهيون مڪي ڊومڻ واهہ روڊ سان ملن ٿيون، اتان مٿي گنجان آبادي واري شهر طرف وڃن ٿيون.

هاڻي شهر جي اولهہ طرف وارين چاڙهين جو جائزو ٿو وٺجي. قلعي جي پٽ، جيڪا اوپر طرف وڃي ٿي اتي چاڙهي آهي. ان چاڙهي کي قدم گاهہ واري چاڙهي چئبو آهي، اولهہ طرف هي پهرين چاڙهي آهي. ٿنهن بعد ٻي هومسٽيڊ هال واري چاڙهي آهي. هنن ٻنهي چاڙهين جو سنگم اسٽيشن روڊ سان آهي. ٽين ياٺي خان واري چاڙهي آهي، هي چاڙهي مٿين ٻن چاڙهين ڪان گهٽي اوچي ۽ مٿانهين تي آهي. ياٺي خان چاڙهي مٿي چڙهي جتي ختم ٿي ٿئي، اتي بہ ننڍيون چاڙهيون بيون بہ آهن، هڪ اتر طرف پڪو پير چاڙهي طرف وڃي ٿي. ٻي چاڙهي ڏکڻ طرف هومسٽيڊ هال چاڙهي طرف وڃي ٿي. انهن ننڍين چاڙهين

ڪي ڏسي اهو نظر نو اچي، تہ اتي تڪر مٿان ٽڪريون آهن. هن چاڙهيءَ تي جايون بہ مٿئ ٽڪريءَ تي نهيل نظر اچن ٿيون. چوٿين پڪو پير واري چاڙهي آهي. هن چاڙهي جو رُخ ٽن چاڙهين ڪان مختلف آهي، جو ان جو رخ ڏکڻ ڪان اتر طرف آهي. پڪو پير چاڙهي تي اوپر طرف ڪان، بہ اندروني ٻيون بہ چاڙهيون آهن. جن تي ڏاڪڻون نهيل آهن. گاڏي ڪاتي جي تاريخ ۾ انهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. پڪو پير چاڙهي مٿان اندروني ٽين چاڙهي بہ آهي، جنهن جو رخ اتر ڪان ڏکڻ طرف آهي.

قدم گاهہ هومسٽيڊ هال، ياٽي خان ۽ پڪو پير چاڙهين جو ذڪر تہ تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي، پر جيڪي اندروني چاڙهيون وسريل هيون، انهن جو ذڪر ڪري چاڙهين جي تاريخ کي مڪمل ڪيو پيو وڃي. اولهہ طرف پنجين بلاول چاڙهي آهي، هي چاڙهي زنانہ اسپتال جي ڏکڻ واري ديوار پرسان آهي. ڇهين چاڙهي زنانہ اسپتال جي اتر طرف واري پٽ جي پرسان آهي. هي چاڙهي ٻين سيني چاڙهين ڪان گهٽي اوچي آهي، چاڙهي مٿان ٻي چاڙهي تي ڏاڪڻون نهيل آهن، جيڪي جابلو پٿر جون هونديون هيون. چوٽڪي گهٽي واري ستين چاڙهي آهي. بوچالو شاهہ واري انين چاڙهي آهي. هن چاڙهي جو تحقيقي جائزو ونڻ ۽ زميني حقيقتون ڏسڻ بعد، بوچالو شاهہ جي چاڙهي ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. عيد گاهہ واري چاڙهي (هن چاڙهي کي هن وقت بلديہ واري چاڙهي چيو ويندو آهي) پراڻي ٽڪري واري شهر جي اولهہ طرف واري چاڙهي آهي.

تلڪ چاڙهي هي شهر جي ڏهين تاريخي چاڙهي آهي. تلڪ چاڙهي جي مٿان اندروني هڪ ٻي چاڙهي بہ آهي. هن اندروني چاڙهيءَ جو رُخ اتر ڪان ڏکڻ طرف آهي، جيڪا اڪال پونگا لائين سان وڃي

ملي ٿي. هن چاڙهي جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ موجود نہ آهي. هومسٽيڊ هال چاڙهي کان تلڪ چاڙهي تائين جيڪي بہ چاڙهيون آهن، انهن جو سنگم شهر جي اولهہ طرف مکي فوجداري روڊ سان ٿئي ٿو. تلڪ چاڙهي واري چوراهي کان اتر طرف دادن شاهہ ڪالوني وارو رستو آهي. چوراهي جي ڪنڊ تي اتر طرف جامعہ عربيہ هاءِ اسڪول آهي، ان کان چند قدمن جي فاصلي تي گهٽي آهي، ان ۾ ڏاڪڻ واري چاڙهي آهي، جيڪا تلڪ چاڙهي واري رستي سان وڃي ملي ٿي، چاڙهي کان هيٺ سچل ڪاليج ۽ چاڙهي جي مٿان ٽريننگ ڪاليج جو مکي دروازو آهي. چاڙهي کي ڏسي اهو اندازو ڪيو ويندو هو تہ اها چاڙهي پاڪستان قائم ٿيڻ بعد ناهي وئي هوندي. دادن شاهہ ڪالوني نئين آبادي آهي، اڳي اهو وسيع علائقو شهيدن جو مقام سڏبو هو. انهي ڳتيل آبادي جي گهٽين ۾ بہ ننڍيون ننڍيون چاڙهيون آهن. جو انهي آبادي جو ڪجهہ حصو هيٺ تہ ڪجهہ حصو مٿي ٽڪريءَ تي آهي.

سرفراز ڪلهوڙي واري چاڙهي، هي شهر جي اولهہ طرف واري ٻارهين چاڙهي آهي. هي چاڙهي ايوب خان جي دور حڪومت ۾ قديم تاريخي قبرستان کي مسمار ڪري چاڙهي تعمير ڪئي وئي هئي. ٻارهين چاڙهي زبيده گرلز ڪاليج جي پٺ پرسان آهي. هن چاڙهي کي مختلف نالن سان سڏيو ويجي ٿو. پراڻي ٽڪري واري شهر جي اولهہ طرف واري هي آخري چاڙهي آهي. هڪ چاڙهي حر ڪئمپ واري آهي، غلام شاهہ ڪلهوڙو جي قبي پرسان اتر طرف آهي. پراڻي شهر وارو ٽڪر پڪي قلعي کان شروع ٿي، غلام شاهہ ڪلهوڙو جي قبي واري قلعي وٽ ختم ٿئي ٿو. اڳي اهو وسيع علائقو خالي پيو هوندو هو. 50 ـ 40 سالن جي عرصي اندر اتي وسيع آبادي، ٿي وئي آهي. ٽڪر کان هيٺ هر ڪئمپ واري ايراضي بہ شهري آبادي ٿي ويئي آهي.

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾: 314

ٽڪري تي قائم ۽ آباد قديم شهر جي چاڙهين جو جائزو وٺڻ ۽
انهن جي تاريخ لکڻ بعد. انهن جي تاريخ لکي هاڻي شهر جي ٻئي هيٺ
واري ٽڪر جو جائزو وٺي اتي موجود چاڙهين جي تاريخ تي لکجي، ته
اهي ڪيتريون ۽ ڪٿي آهن. موجوده پڪيون چاڙهيون. پراڻي ٽوڙي
نئين شهر ۾ جيڪي به ٺهيل آهن. يقينن اهي انگريزن جي دور
حڪومت ۾ ٺهيون هونديون. ان کان پهرين به اهي چاڙهيون ضرور
هونديون پر پٿراليون هونديون.

هيٺ وارو ٽڪر شاهه مڪي (جئي شاهه) واري قلعي کان
شروع ٿئي ٿو. اهو ڪچي مٽيءَ سان جوڙيل قلعو ٽڪر جي مٿان ڇيڙي
تي آهي. (حاڪم سنڌ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنه 1770 - 1768ع ۾
تعمير ڪرايو هو) هيٺ وارو ٽڪر اتان شروع ٿي، فوجي ڇانوڻي واري
علائقي گورا قبرستان تائين نظر اچي ٿو. قلعي جي اولهه واري طرف
کان هلڻ شروع ڪبو ته پهرين اميدن پڙئي واري چاڙهي آهي. هي
چاڙهي اوچي ور وڪڙ تي آهي. ڏکڻ کان اتر طرف هن چاڙهي جو رخ
آهي. انهي چاڙهي تان هلندي اميدن پڙئي جو قبو نظر اچي ٿو. ٻي
چاڙهي به ان جي پرسان آهي. اميدن پڙئي واري چاڙهي پراڻي شهر
ڏانهن وڃڻ لاءِ آهي، ۽ ٻي چاڙهي پراڻي شهر کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ آهي.
اميدن پڙئي واري چاڙهي ايوب خان جي دور حڪومت ۾ تعمير ڪئي
وئي هئي، جڏهن ته ٻي چاڙهي شايد ان کان بعد جي آهي. هن وقت اهي
ٻئي چاڙهيون شهري آبادي جي گهيري ۾ آهن.

پراڻي شهر جي هيٺ واري ٽڪر جي اولهه طرف کان ٽين
چاڙهي آهي، جيڪا گدوءَ واري چاڙهي نالي مشهور هئي. هن وقت ان
چاڙهي کي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو ڪي ماڻهو هن کي جيم
خانه واري، ته ڪي ٽنڊي سڙڪ واري چاڙهي ڪري چوندا آهن. ان

چاڙهيءَ کي اڳي گدوءَ واري چاڙهي، ان ڪري چيو ويندو هو. جو اتان کان ڪجهه ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي گدوءَ جو ٽنڊو هو. جيڪو ڪجهه گهرن تي مشتمل هڪ ڳوٺ هوندو هو. ڪجهه سال اڳي ان جو نالو بدلائي حسين آباد رکيو ويو هو ۽ هن وقت ڳوٺ مان شهر تي ويو آهي. گدوءَ جي ٽنڊي جي پراڻي تاريخ آهي: ديوان گدومل بہ حاڪم سنڌ مياں غلام شاهہ ڪلهوڙو سان گڏ 1770ع ۾ آيو هو ۽ هتي اچي مقيم ٿيو هو ان ڪري گدوءَ جو ٽنڊو چيو ويو. ديوان گدومل ڪلهوڙا حڪمران ميان نورمحمد ۽ ميان غلام شاهہ جي خاص مصاحبن مان هو. اڳي اها چاڙهي ايتري تہ مشهور هئي. جو ان تي لوڪ گيت ناهيا ويا هئا. جيڪي جهونيون عورتون شادين ۽ ٻين خوشين جي موقعن تي ڳائينديون هيون.

گدو واري چاڙهي جي رستي وٽان هڪ ٻي چاڙهي نڪري ٿي، جيڪا سول لائين واري رستي سان ملي ٿي، انهي چاڙهي جو رُخ ڏکڻ کان اتر طرف آهي. اها اُڀي ۽ اوچي آهي، ۽ ور وڪڙ تي آهي. گدو واري رستي تان اتر طرف مٿي اوچي ٽڪر تي هڪ پراڻي عمارت نظر ايندي هئي، ان وقت بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ اها عمارت عيسائي صاحبان جي عبادتگاهہ گرجا گهر آهي. ان وقت هن عمارت بابت بزرگ عجيب قسم جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. فوجي بيرڪن ۽ ڪجهه پراڻين جاين کان علاوه گرجا گهر جي اردگرد سڄو علائقو پٽرالو خالي پيو هوندو هو. حيدرآباد جي تاريخ حسين بادشاهہ جي صفحي نمبر 342 تي ان گرجا گهر بابت هن ريت بيان ٿيل آهي: "ٿورڙي اوچائيءَ تان گدو بندر ڏانهن نهاريو تہ سينٽ ٿامس جو پروٽيسٽنٽ گرجا گهر ڏسڻ ۾ ايندو. جيڪو 1859 - 60 ۾ حڪومت جي خرچ سان پنجيتاليهہ هزار روپين جي لاڳت سان نهرايو ويو. اهو 118 فوٽ ڊگهو ۽ انونجاهہ فٽ ويڪرو آهي ۽ گرجا

گهر ۾ منارو آهي. جنهن جي اوچائي اپ ۾ پنجهتر فٽ آهي. رنگين شيشي جي مدد سان سينگاريل درين واري گرجا گهر ۾ ڇهه سئو ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش آهي. گرجا جي ميڙاڪي واري هنڌ تي اترئين پاسي کان پتل جي پليٽ تي، انهن آفيسرن ۽ ماڻهن جا نالا لکيل اهن. جيڪي مياڻي ۽ دبي جي جنگ ۾ مارجي ويا هئا. ڏاکڻي پاسي لڳل هڪ ٻي پليٽ تي، گرجا جي نهڻ ۽ افتتاح واري تاريخ لکيل آهي.

سول لائين واري رستي سان هڪ چاڙهي ٽنڊو جهانيه طرف وڃي ٿي، اڳي اها چاڙهي پٿرالي هوندي هئي، بعد ۾ ان کي ڏامر وارو پڪو رستو ناهيو ويو. آبادي جي وڌڻ ۽ جايون تعمير ٿيڻ ڪري، سول لائين وٽان اندروني چاڙهي ناهي وئي هئي. جيڪا ماهي ماهڻ جي ٽنڊي پرسان گذرندي ٽنڊي سڙڪ سان ملي ٿي. اتي وڏا وڏا بنگلا ۽ گهڻ مار عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن. ڪجهه سال اڳي اهو سمورو علائقو خالي پيو هوندو هو. ٽڪر پيو نظر ايندو هو. اهو علائقو ٽنڊو جهانيه ۽ مائي ماهڻ جو ٽنڊو سڏبا هئا. قديم باشندن جا ڪجهه گهر هوندا هئا. هن وقت اها وسيع ايراضي قيمتي ٿي چڪي آهي، ڊفينس نالي سڏجي ٿي. شاهوڪار ماڻهن جا وڏا وڏا شاهي بنگلا ۽ گهڻ ماڙ عمارتون تعمير ٿي چڪيون آهن.

اسڪول پڙهڻ وارو زمانو موڪل واري ڏينهن تي يا ان بعد واندڪائيءَ جي وقت دوستن سان گذجي، تفريح يا راند روند لاءِ ويندا هئاسين. هر هڪ علائقو پيا ڏسندا ۽ گهمندا هئاسين. شهر جي ايتري آبادي نه هئي، وڏا وڏا ميدان خالي پيا هوندا هئا. هر هنڌ وٽڪاري هوندي هئي، امن امان وارو دور هو ڪو خوف خطرو نه هوندو هو. ان وقت اِتي ڏڪر، لاٽون ڦيرائڻ، لغڙ اڏائڻ، ڪوڏي راند، ونجهه وٽي راند، پٽا راند، ماڻهن جي تفريح ۽ شغلو هوندا هئا. ڪٿي ڪٿي جسماني

ڪسرت ۽ ملھ جا آکاڙا بہ ھئا. پھلوان پچريون ڪٽي ملھ وڙھي طاقت جو مظاھرو ڪندا ھئا تعليم يافتہ ماڻھو تمام گھٽ ھوندا ھئا. ماڻھو گھڻو ڪري پورھيت ھئا.

ان وقت اھا ڳالھ مشھور ٿي ھئي تہ مائي ماھڻ جي ٽنڊي (موجوده ڊفينس وارو علائقو) وٽان سرنگھ نظر آئي آھي. اسين دوست گڏجي اھا ڏسڻ ويا ھئاسين. اھا سرنگھ ڏسڻ لاءِ پيا بہ ماڻھو اتي موجود ھئا. سرنگھ بابت ھرڪو پنھنجي راءِ جو اظھار ڪري رھيو ھو. پر ڪي بزرگ مستند ڳالھ ٻڌائي رھيا ھئا. تہ اھا سرنگھ پڪي قلعي کان ڪچي قلعي تائين آھي، ۽ اتان غلام شاھ ڪلھوڙو جي قبي واري قلعي طرف وڃي ٿي. بزرگ اھو بہ ٻڌائي رھيا ھئا. تہ ڪنھن ٻئي ملڪ جي حملي جي خطري ۽ جنگي حالتن ۾ فوج ۽ حڪمران پنھنجي بچاءَ لاءِ ھڪ قلعي کان ٻئي قلعي تائين پھچڻ لاءِ اھو زير زمين لنگھ ناھيو ھو. ياد ٿو اچي تہ اھا سرنگھ تقريبن 8_7 فوٽ يا ان کان بہ وڏيڪ اونھي ۽ تقريبن 5_4 فٽ ويڪري ھئي. عجائبات نما نظر اچي رھي ھئي. انھي سرنگھ جو ڪنھن بہ تاريخي ڪتاب ۾ حوالو موجود نہ آھي. جڏھن نہ اسين ان جا اکين ڏٺا شاھد آھيون. قلعي ۾ سرنگھ بابت اچا تائين ماڻھو ٻڌائيندا آھن. ٻڌايو وڃي ٿو تہ اتي ڪنھن بزرگ جي مزار بہ آھي، جنھن جو ذڪر محترمہ قمر جھان مرزا بہ ڪيو آھي. اھو اندازو نہ ٿو لڳائي سگھجي تہ اھا سرنگھ ڪھڙي دور جي ھئي. نيرون جي دور جي، ان کان اڳ جي دور جي يا غلام شاھ ڪلھوڙا جي دور جي. ڇاڪاڻ تہ ٽئي قلعا غلام شاھ ڪلھوڙي ٺھرايا ھئا.

شھر جي الھندي طرف قاسم چوڪ رٽ بہ چاڙھي آھي، پر اھا چاڙھي ٻين چاڙھين جيان ايتري اپي يا اوچائي تي نہ آھي. گورا قبرستان وٽان بہ چاڙھي آھي، جيڪا اچا پڙالي آھي. اھا بہ قاسم

چوڪ واري رستي سان ملي ٿي. هي فوجي ڇانوڻي مان اندروني چاڙهي آهي، هن چاڙهي جو رُخ اتر کان ڏکڻ طرف آهي. اهو گورا قبرستان ڪڏهن کان آهي، ڪنهنجو آهي، اها مستند خبر نہ پئجي سگهي، بهرحال انهي قبرستان ۾ پراڻيون پٿر جون ٺهيل قبرون هونديون هيون.

موجوده عيدگاهہ جيڪا راڻي باغ جي پرسان آهي، ايوب خان جي دور حڪومت ۾ تعمير ڪئي وئي هئي. عيد گاهہ جي پاسي واري رستي کان قاسم چوڪ طرف هلبو تہ رستي جي ٻنهي پاسن کان وسيع زمين خالي پئي هوندي هئي. گهڻو ڪري ان زمين تي پاڻي پريو پيو هوندو هو. هن وقت ان زمين تي رستي جي ڏکڻ واري پاسي وڏا وڏا بنگلا تعمير ٿي رهيا آهن. ان جي باوجود بہ اتي اجا ڪافي زمين خالي پئي آهي، جنهن تي پاڻي پريل آهي. اهو علائقو فوجي ڇانوڻي جو آهي. اڳي اهو رستو سوڙهو هوندو هو. ڪجهہ سال اڳ ان کي ويڪرو ڪري ٺاهيو ويو آهي، هڪ پاسو اچڻ جو ۽ ٻيو وڃڻ جو آهي. قاسم آباد جي داخلي رستن تي ڏکڻ واري پاسي ڪجهہ سال اڳ فلاءِ اوور بہ تعمير ڪيو ويو هو.

حيات فقير جي درگاهہ واري رستي، جيڪو سرفراز چاڙهي کان زبيده ڪاليج واري چاڙهي طرف وڃي ٿو اتي سرفراز ڪالوني وٽ بہ چاڙهي آهي، اها چاڙهي بہ اوچي آهي، جيڪا سول اسپتال جي پٺئين دروازي ۽ مسلم هاسٽل تائين وڃي ٿي.

ان کان علاوه، سرفراز ڪالوني ۽ پناڻ ڪالوني جي گنجان آبادي ۾ بہ ڪيتريون ئي اندروني چاڙهيون آهن. جيئن شهر وارين پراڻين چاڙهين جا نالا آهن، تيئن انهن چاڙهين جي سڃاڻپ لاءِ ڪي بہ نالا نہ آهن. اهي چاڙهيون مٿي پراڻي ٽڪري واري شهر طرف وڃن ٿيون. اهي علائقا هاڻي آباد ٿيا آهن، ۽ اتي اڪثريتي آبادي غير سنڌين جي آهي.

ڪليڪٽر (ڊپٽي ڪمشنر) جي بنگلي وٽ بہ چاڙهي آهي. ڪليڪٽر جو بنگلو انگريزن جي دور حڪومت ۾ تعمير ڪيو ويو هو ۽ ان وقت جي نشاني ساڳي حالت ۾ موجود آهي. بنگلي جو احاطو گهڻو وسيع آهي، ان ۾ باغ ۾ چانوَ ڏيندڙ ۽ ميويدار وڻ هوندا هئا. بنگلي جي ٻاهران رستي جي پرسان بہ ڪافي وڻ هوندا هئا، جيڪي وڍي ختم ڪيا ويا هئا. ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي جي سامهون سول ڪورٽ جي گهڻ مار عمارت آهي. ڪجهہ سال پهرين تعمير ڪئي وئي آهي. اڳي ان جاءِ تي انگريزن جي دور حڪومت ۾ تعمير ٿيل عمارت هئي، جيڪا پراڻي ۽ زبون ٿي چڪي هئي.

جيڪڏهن پراڻي شهر واري ٽڪر ۽ هينئين شهر واري ٽڪر تي جيڪي بہ ننڍيون، وڏيون توڙي اندروني چاڙهيون آهن. انهن سڀني جو ڳاڻاٽو ڪجي تہ اهي تمام گهڻيون آهن. جيستائين چاڙهين طرف نظر ڊوڙي انهن جي تاريخ لکي اٿم. جيڪڏهن ڪا چاڙهي رهجي بہ وئي آهي تہ هلندڙ سلسلي ۾ ان جي تاريخ بہ لکي ويندي جيئن پريس ڪلب جي سامهون واري رستي کان ڪينٽ ٿاڻي طرف وڃبو بہ اتي بہ ننڍي چاڙهي آهي. چند قدمن جي فاصلي تي هڪ ٻي بہ ننڍي چاڙهي آهي، جيڪا سيد حاجي شاهہ جي درگاهہ ۽ بوهري بازار طرف وڃي ٿي. معلوم ٿيو تہ اهو علائقو ڪجهہ مٿاهون آهي. اهو بہ واضع ڪرڻ بهتر ٿو سمجهجي، جن حيدرآباد شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن جو آئون پنهنجي تاريخ ۾ حوالو ڏئي رهيو آهيان، اهي ڪنهن حد تائين اڻ مڪمل آهن. ان ڪري ڪجهہ غلطيون صادر ٿي رهيون آهن. تنهن هوندي بہ انهن غلطين کي درست ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش پئي ڪئي وڃي، جو هي تاريخ آهي ڪوشش اهائي آهي تہ غلطين کان بچيل هجي.

(عبرت مئگزين، پهرين مارچ کان 15 مارچ 2014ع)



# حيدرآباد شهر جي الهندي ڪچي جي تاريخ

(حصو ستون)

رسالا روڊ پوليس لائين ڪان ڏکڻ طرف حيدر چوڪ تائين هلجي يا حيدر چوڪ ڪان اتر طرف پوليس لائين تائين هلجي. اڀرندي طرف الهندي ڪچي ميونسپل جي حد آهي، جڏهن تہ اولهہ طرف گهڻو حصو ڪينٽ جي حد آهي. ڪينٽ انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ قائم ڪئي وئي هئي، جتي فوجين جي رهڻ ۽ تربيت حاصل ڪرڻ جون جايون هيون. ان ڪري اڳي ان کي فوج گاهہ چيو ويندو هو. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد بہ ان علائقي جي ساڳي حيثيت برقرار رهي، اڄ بہ ڪينٽ جي وسيع ايراضي ۾ فوجي ڇانوڻي موجود آهي ۽ ان ۾ انگريزن جي دؤر حڪومت جون ڪيترين ئي يادگارون ۽ نشانيون موجود آهن. جڏهن تہ اڀرندي وارو حصو شروع ڪان ئي شهري آباديءَ لاءِ مختص هو.

جمعدار ڪوڙو خان ناريجو واري رستي جي ڪنڊ ڪان ڏکڻ طرف هلبو تہ چند قدمن جي فاصلي تي بہ دڪان سنڌين جا هئا، هڪ دڪان گهڙي ساز جو ۽ ٻيو دڪان حجام جو هوندو هو. چند قدمن جي فاصلي تي مک لجپت روڊ آهي، اتي چوراهو آهي. اڀرندي طرف لجپت روڊ فوجداري روڊ سان وڃي ملي ٿو. شهر جي مشهور وسيع ايراضي تي موجود ڪنڊ تي پوڪياٽي بلڊنگ آهي. هن عمارت جي چئني طرفن ڪان رستا آهن. اڳي شهر جا ماٺهو هن بلڊنگ کي سوسائٽي چوندا هئا،

ان ڪري هن علائقي جو نالو ٿي سوسائٽي مشهور هوندو هو. پير علي محمد راشدي به هن بلڊنگ جو ذڪر پنهنجي لکيل ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' جلد ٽئين جي صفحي نمبر 173 تي ڪيو آهي. پير صاحب هن کي "پوهوڪياٽي" بلڊنگ تلڪ چاڙهيءَ وٽ لکيو آهي. گول بلڊنگ (1965_66ع) تعمير ٿيڻ بعد هن علائقي کي گول بلڊنگ چيو وڃي ٿو پر پراڻا ماڻهو اڃا تائين سوسائٽي چوندا آهن. هن علائقي کي رسالا روڊ کان لجپت روڊ تان اوڀر طرف فوجداري روڊ تائين هلبو ته ڏکڻ طرف لجپت روڊ تي پوڪياٽي بلڊنگ موجود آهي.

پوڪياٽي بلڊنگ ۾ ڪيترائي گهر آهن. پر اهي غير سنڌين جا آهن. شايد اهي مختلف ماڻهن کي ڪليمن واري قانون تحت مليل آهن. ايڏي وڏي پراڻي ۽ شاهي عمارت زبون نظر اچي رهي آهي. انهي عمارت کان اوڀر طرف فوجداري روڊ ڏانهن هلبو ته لجپت روڊ کابي هٿ طرف پيچارن جا گهر آهن. اهي شهر جا پراڻا رهاڪو آهن. سوڙن ٺاهڻ جا ماهر آهن. ساڳئي لائين ۾ چند قدم اڳتي سنڌي ڪڇي نالي محمد جي پان بيڙي جو دڪان هوندو هو. هن دڪان جو وڏو اوج هوندو هو. هن دڪان جون فرمائشي بيڙيون مشهور هونديون هيون. اها مانڊڻي ختم ٿي وئي. اتي چوراهو آهي. اتان چار رستا نڪرن ٿا. ٻن طرفن جي تاريخ لکجي رهي آهي. اتر طرف پاڃي مارڪيٽ ۽ ٻيا دڪان آهن. جنهن جي تاريخ شايع ٿي چڪي آهي. ڏکڻ طرف وارو رستو جنهن کي پڻ لجپت روڊ ئي چيو ويندو آهي. ڪوڪرن جي پاڙي طرف وڃي ٿو.

رسالا روڊ کان فوجداري روڊ تائين. لجپت روڊ ڪنهن جاءِ تي سوڙهو ته ڪٿي ويڪرو آهي. انهي روڊ تي چوراهي لڳ ساڄي پاسي محمد حيات سومري جي هوٽل هوندي هئي. هن بابت اڳي لکي چڪو آهيان ته هن کي بوچالو شاهه چاڙهي وٽ وڳوڙن دوران قتل ڪيو ويو

هو. مڙس پهلوان هوندو هو. حيات سومرو چاءِ ٺاهڻ جو وڏو ماهر هوندو هو. هوٽل تہ ڪچي نهيل هئي، پر هر وقت چانهہ پيئڻ جي شوقينن جي رش لڳي پئي هوندي هئي. حيات جي وفات بعد هوٽل ختم ٿي وئي. لجپت روڊ ڪوڪرن جي پاڙي ڏانهن ويندڙ رستي تي سومرن جي هڪ ٻي بہ هوٽل هوندي هئي، جيڪا محمد رمضان سومرو ۽ سندس ڀاءُ محمد آچر هلائيندا هئا. هي ٻئي ڀائر بہ چانهہ ٺاهڻ جا ڪاريگر هوندا هئا. هنن جي هوٽل ڪچي دڪان ۾ هوندي هئي، جهونن جي ڪچهري ڪرڻ جي اوطاق مثل هوندي هئي. شايد ڪليمن واري قانون جي وڪڙ ۾ آيل هئي، گهڻو وقت اڳي هوٽل بند ٿي وئي هئي. محمد رمضان سومرو هوٽل بند ٿيڻ بعد اسان جي محڪمي ۾ چوڪيداري جي نوڪري ڪندو هو. هي سومرا شهر جا قديم باشنده هئا، ڪاساين جي پڙ ۾ رهندا هئا.

حيات جي هوٽل کان ڪجهہ قدمن جي فاصلي تي ڊاڪٽر نثار احمد جي اسپتال هوندي هئي، اسپتال جو بورڊ تہ اڄا تائين لڳو پيو آهي، پر داڪٽر صاحب شايد پاڻ ڪين ٿا ويهن، جو تمام گهڻي وڏي عمر تي چڪي اٿن. ٻڌايو ويو تہ ڊاڪٽر صاحب سندس گهر ۾ اسپتال قائم ڪئي آهي، اتي محدود مريضن کي ڏسندو ۽ علاج ڪندو آهي. اڳي شهر ۾ ايترا گهڻا ڊاڪٽر نہ هئا، ان وقت هي هوشيار ۽ تجربيڪار ڊاڪٽرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. ان وقت ڊاڪٽر پنج يا ڏهہ روپيا وٺندا هئا، جنهن ۾ هي سئي بہ هڻندا هئا تہ اسپتال جي دوا بہ ڏيندا هئا. ڊاڪٽر نثار احمد هندوستان مان لڏي آيل مهاجر هو. اسپتال لڳ هڪ رستو آهي، ان جي ٻئي پر ڊاڪٽر ضامن حسين جي اسپتال هوندي هئي. هي ڊاڪٽر شايد بوهره ذات جو هو. هي ڊاڪٽر ٻارن جي بيمارين جو خاص ۽ ماهر داڪٽر هوندو هو. پر علاج هر هڪ

ماڻهو جو ڪندو هو. هن ڊاڪٽر وٽ مريضن جي وڏي رش لڳي پئي هوندي هئي. هي ڊاڪٽر فوت ٿي ويو. اسپتال ۾ هن وقت ٻيا ڊاڪٽر وينا آهن. اڳي ڊاڪٽر اسپتال ڏينهن ۽ رات ٻئي وقت هلائيندا هئا. هن وقت جيان اڳي گهڻو ڪري ڊاڪٽر سرڪاري اسپتالن ۾ ملازم نه هئا. ان ڪري گهڻو وقت مريضن تي علاج طرف توجهه ڪندا هئا. مريضن جو علاج سندن وس کان ٻاهر هوندو هو ته ٻئي ڊاڪٽر جو ڏس ڏيندا هئا. پئسي ڪمائڻ جا لالچي نه هئا.

پهرين بيان ڪري چڪو آهيان ته الهندي ڪچي وارڊ 'ايف' جو نقشو ماهرن انجنيئرن جو منصوبا تحت ناهيل آهي. ان ڪري رستن گهٽين جي تمام گهٽي سهولت مهيا ٿيل آهي. هن علائقي ۾ رستن کان علاوه ويڪريون توڙي سوڙهيون گهٽيون به تمام گهٽيون آهن. اڳي اهي فقط رهائشن جي استعمال لاءِ هيون ۽ بلڪل پرامن ماحول هوندو هو. هن وقت رستن، ويڪرن توڙي سوڙهين گهٽين ۾ ڪاروباري مرڪز ۽ دڪان کلي ويا آهن. ماڻهن جي وڏي رش هوندي آهي. ڊاڪٽر نثار جي اسپتال جي پرسان سليمان برادرس ڪتابن ڪاپين ۽ لکپڙهه جي استعمال ۾ ايندڙ شين جو مشهور دڪان هو. هن دڪان جا مالڪ اردو ڳالهائيندڙ هئا. نهايت ئي شريف ڪاروباري ماڻهو هئا. شهر ۾ هن دڪان جو وڏو اوج هوندو هو. ان جي سامهون روڊ جي ٻئي پر پنجابي حجام جو دڪان هوندو هو. هي دڪان شهر جي بزرگن جي ڇنڊڪ اوطاق هو. شهر جا جهونا گهڻو ڪري هن دڪان تي اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ ڪچهريون ڪندا هئا. جو هن دڪان جو مالڪ نهايت ئي قربائتو هو. پنجابي ته هو پر گهڻي وقت کان حيدرآباد ۾ آباد هو.

حجام جي دڪان جي ويجهو سوڙهي گهٽي ۾ ڪراچي سائيڪل ورڪس واري جو دڪان هوندو هو. دڪان جو مالڪ اردو

ڳالهائيندڙ مهاجر هو. اهو وقت غربت جو هوندو هو. تمام گهٽي تعداد ۾ شهر جا ماڻهو پورهيت هوندا هئا. ماڻهن وٽ سائيڪل خريد ڪرڻ جيتري طاقت به نه هئي. جڏهن ته ان وقت نئين سائيڪل جي قيمت هڪ سئو کان ٻه سئو روپيا هوندي هئي. جنهن وٽ سائيڪل هوندي هئي. اهو حيثيت وارو ماڻهو سڏبو هو. جو ان وقت ڪارون ۽ موٽرسائيڪلون تمام گهٽ محدود ماڻهن وٽ هونديون هيون. هن دڪان تي سائيڪلن جي مرمت جو ڪم به ٿيندو هو ته سائيڪلون به ٻه آنا يا چار آنا في ڪلاڪ مسواڙ تي به ملنديون هيون. هن وقت ڇا حالت آهي. ڪارون ۽ موٽرسائيڪلون ايتريون ته گهڻيون ٿي ويون آهن. جو سوڙهيون گهٽيون به ڪارن جي استعمال جا رستا بڻجي ويا آهن.

موٽر سائيڪلون ته ايتريون آهن جو انهن جو ڳاڻاٽو ڪرڻ به مشڪل آهي. وڪٽوريه تانگا ۽ سائيڪلون جن جو اوج هوندو هو 25-20 سال اڳي کان انهن جو زوال اچڻ شروع ٿي ويو هو هاڻي ورلي ڪو تانگو يا سائيڪل نظر اچي ٿي. حجام جي دڪان پرسان بيڪري هوندي هئي. اها بيڪري هن وقت جي مشهور بينجو نواز محمد عزيز جي والد جي هوندي هئي. ان وقت پاڻ هوٽل اورينٽ جي بيڪري ۾ ڪاريگر هوندو هو. عزيز سان منهنجي دوستي تمام گهٽي وقت کان آهي ٻئي گڏجي شروع ۾ استاد فيض محمد مڪراني کان بينجو سکندا هئاسين. بعد ۾ عزيز بينجو وڄائڻ جي تربيت جڳ مشهور بينجو نواز ماسٽر بلاول بيلجم کان ورتي. هن وقت عزيز موسيقي جي دنيا ۾ گهڻو اڳتي نڪري ويو آهي. خود ماسٽر آهي. بمبئي بيڪري ۾ ڪم ڪندو آهي.

لجپت روڊ تي پوکياڻي بلڊنگ ۾ هڪ هوٽل هوندي هئي. جهونا ٻڌائيندا هئا ته پهرين اها هوٽل ڪنهن هندوءَ جي هوندي هئي.

ان جي ڇڏي وڃڻ بعد بہ هوٽل هندو جي نالي ئي مشهور هوندي هئي. شهر جي ماڻهن کي تہ هوٽل جيٰ مالڪ بابت ڄاڻ هوندي هئي، پر اردگرد ۽ پري جي ماڻهن کي اها خبر نہ هئي. هندو جي ڇڏي وڃڻ بعد هوٽل جا مالڪ مسلمان پنجابي ٿيا هئا. اسان جڏهن ڏٺو تہ هن هوٽل جو مالڪ پيرو پنجابي هو، درحقيقت هن جا وڏا پخالي هوندا هئا، جيڪي پوکياڻي بلڊنگ ۾ ئي رهندا هئا. انهن پخالين ۾ مشهور چاچا ڪرم دين هوندو هو، هي گهڻو ڪري سنڌي بہ ڳالهائيندا هئا. پيرو زنانہ اسپتال لڳ اشرف شاهہ جي اوتاري واري پراڻي جاءِ اجو شاهہ کان خريد ڪري ان ۾ رهندو هو، اهو اسان جو بہ پراڻو پاڙو هو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هوٽل جا طعام سادا پر بيحد ذائقي وارا هوندا هئا، مناسب اگهہ تي ملندا هئا. هوٽل تي گراهڪن جي وڏي رش نظر ايندي هئي. ٻاهر جا ماڻهو جيڪڏهن شهر ڪنهن ڪم سانگي ايندا هئا تہ ماني هن هوٽل جي کائيندا هئا جو کاڌي جي قيمت مناسب هئي. هن هوٽل تي ٻوڙ رڌڻ جا پراڻا ماهر ڪاريگر هوندا هئا. خاص ڪاريگرن ۾ ڪرشن ۽ شيرو هوندا هئا. هوٽل جو مالڪ مسلمان هئڻ جي باوجود بہ اهو ظاهر ڪندو هو تہ هوٽل هندو جي آهي جو ان جي مشهوري جو اثر ماڻهن جي ذهنن ۾ سمايل هوندو هو. هوٽل ۾ ايتري ناهہ جوڙ ٽيل نہ هوندي هئي، بلڪ بلڪل عام سادي قسم جي هوندي هئي.

انهي روڊ تي نهاري واري انصاف تاج هوٽل اڄا تائين موجود آهي. اڳي اها هوٽل وڏي هوندي هئي، ان جا ٻہ حصا ٿي ويا، هڪ حصي ۾ هوٽل قائم آهي. ٻيهرين شهر ۾ نهاري جا ڪي چند دڪان هوندا هئا، نہ شهر اڄ جي دؤر جيان ايترو وسيع هو نہ ئي ايتري ڳتيل آبادي يا گهڻ ماڙ عمارتون هونديون هيون. هن وقت شهر جي رستن، گهٽين ۽ پاڙن ۾ نهاري جون هوٽلون قائم ٿي ويون آهن. اڳي نهاري فقط صبح جو سوير

ملنديون هئي، هن وقت هر هوٽل تي هر وقت نهاري ملي ٿي. هندستان مان لڏي آيل مسلمان پاڻ سان گڏ اهو تحفو بہ کڻي هتي آيا هئا ۽ هتي اچي نهاري جون هوٽلون قائم ڪيون هئائون. هن وقت هر طبقي جا ماڻهو اهو ڪاروبار ڪري رهيا آهن. انصاف تاج هوٽل پراڻي آهي، هن جي نهاري جو معيار اڄ تائين بين نهاري وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻو بهتر آهي. نهاري جي کائڻ وارن شوقينن جي هن هوٽل تي وڏي رش هوندي آهي. مهانگائي جي ڪري هن وقت نهاري جي پليٽ جو اگهہ سٺ پنجهٺ روپين تائين پهچي چڪو آهي. نہ تہ اڳي چار اٺ آنا پليٽ ملنديون هئي. هڪ ٻي آني ملندڙ نان جي قيمت بہ ڏهن روپين تائين وڃي پهتي آهي. امن امان ۽ سستائي وارو دؤر ڏاڍو ياد ٿو اچي.

درحقيقت شهر جي تاريخ ۾ لجپت روڊ جو بہ تاريخي پسمنظر آهي. هن جي قديم هئڻ جون ڪجهہ ثابتيون اڄا تائين موجود آهن. لجپت روڊ جو انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ نالي پيو هو تي سگهي ٿو تہ هن کان پهرين هن روڊ جو نالو ڪو ٻيو هجي، جيڪو منجي ويو هجي. ان روڊ تي طالب شوري جو کير جو دڪان، کير جي ڊيري، ليمون حجام جو دڪان جو هوندو آهي، اهي سيئي دڪان ختم ٿي ويا. پيراڊائيز ڊرائي ڪلينر کتري صاحبان جو اڃا تائين موجود آهي. هن روڊ تي ٻنهي طرفن کان پراڻيون عمارتون اڃا تائين موجود آهن. ٽرانزسٽر بيٽري ۽ بجلي تي هلندڙ ريڊيا بعد ۾ ٽيپ رڪارڊر جي اوج واري دؤر جو روبي ريڊيي واري جو دڪان بہ هن روڊ جون پراڻيون يادون آهن. احسان علي شاهہ جي اوتاري جي پرسان حفاظ الدين رفوگر جو مٿي ماڙي تي دڪان هوندو هو اهو هن جو گهر بہ هوندو هو جنهن ۾ اڪيلو رهندو هو. هي ڦاٽل ڪپڙن کي ڏاڳي کي وڏي مهارت سان جوڙيندو هو. حفاظ الدين شايد پنجابي هو جو پنجابين واري گوڏ

ٻڌندو هو. محرم جي مهيني ۾ نوحه پڙهندو هو رمضان جي مهيني ۾ رات جو جاڳا ۽ نعتون پڙهندو هو. رمضان جي مهيني ۾ هن جي جماعت ٻين جاڳا پڙهڻ وارن جي جماعت کان نرالي هوندي هئي. نوجوانن جو وڏو تعداد ڪنهن نوجوان جي ڪلهي تي روشني لاءِ گيس بتي، ڪنهن نوجوان جي هٿ ۾ جهنڊو شهر جي گهٽين پاڙن ۾ پيا جاڳا پڙهندا هئا. حفاظ الدين جي سنگت گهڻو ڪري سنڌين سان هوندي هئي. هي پاڻ به ڳائيندو هو ته هن وٽ ڳائڻا ۽ سازندا ويٺل نظر ايندا هئا. مشهور ڳائڻو سينگار علي سليم جي حيدرآباد هوندو هو ته گهڻو ڪري هن وٽ ئي ويٺو هوندو هو. ايترو ضرور مجبو ته حفاظ الدين ڦر ب ڏيڻ وارو ۽ مهمان نواز هوندو هو.

احسان علي شاهه جو اوتارو لجپت روڊ تي آهي، هن اوتاري جي پراڻي تاريخ نظر اچي ٿي. هن اوتاري جو بلڪل مختصر ذڪر ڪتاب ”حيدرآباد جي تاريخ“ جي صفحي نمبر 69 تي ٿيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بيان آهي ته هيٺ الهندي طرف ڪاسائين جو پڙو ۽ احسان علي شاهه جو اوتارو هئا، جتي پڻ ٻاهريان قومي سردار اچي اوطاقي ٿيندا هئا. احسان علي شاهه جي اوتاري ۾ امام بارگاهه به  هي. ان ۾ پراڻي وقت جو مضبوط ڪاٺ جو ماهر ڪاريگرن هٿان نهيل تابوت رکيل آهي، جيڪو رنگين پنين سان سهڻو سينگاريل آهي، تابوت وزندار آهي. محرم جي مهيني جي ڏهين جي رات ۽ ڏهين جي ڏينهن (يوم عاشوره) ڪڍيو ويندو آهي ۽ مقرره پڙن ۽ رستن تان گشت ڪندو آهي، تابوت ڪلهن تي کنيو ويندو آهي. امام بارگاهه جي احاطي ۾ وڏو علم پاڪ به نسب ٿيل آهي. اوتاري جي احاطي اندر هڪ ننڍو قبرستان به آهي، جنهن ۾ 20 مزارون آهن، انهن مان ٽي مزارون ننڍيون آهن. امام بارگاهه ۽ اوتاري جو احاطو

وسيع نہ آهي، ان ۾ نم جو پراڻو وڻ موجود آهي، ڪبوتر بہ گھڻي تعداد ۾ ويٺا آهن. انهن لاءِ پٽ تي گھر ٺاهيا ويا آهن. جيڪي ڪاٺ جا آهن. امام بارگاهہ ۽ اوتاري بابت جيتري ڄاڻ ملي سگھي آهي، لکي وئي آهي، جيڪڏهن ڪا وڌيڪ معلومات حاصل ٿي تہ هلندڙ سلسلي ۾ لکي ويندي.

احسان علي شاهہ جي اوتاري کان چند قدمن جي فاصلي تي اپرندي طرف فوجداري روڊ آهي. فوجداري روڊ جي اپرندي طرف چوٽڪي گھٽي چاڙهي آهي. چاڙهي جي کاٻي هٿ طرف ڪنڌ تي سٺي ٿاڻو آهي. اهو ٿاڻو انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ قائم ڪيو ويو تقريبن 1901ع ۾. اڳي چوٽڪي گھٽي واري پاسي سٺي ٿاڻي جي حد ۾ دڪان نہ هئا. اتي هڪ ديوار ٺهيل هئي، ان جي اندر پوليس جي سپاهين جي رهڻ لاءِ ڪوارٽر ٺهيل هئا. انهن ۾ سپاهي رهندا هئا، انهن سپاهين جا بہ فرزند نالي ارباب علي ۽ محمد حيات اسڪول ۾ گڏ پڙهندا هئاسين. انهن جي ذات ياد ڪانہ ٿي اچي. انهي ديوار جي پرسان ٽانگن وارا ٽانگا هڪبئي جي پٺيان قطار ۾ بيهاري سوار ٿيڻ وارن جو انتظار پيا ڪندا هئا. اتي دڪان تعمير ٿي چڪا آهن، جتي ماڻهن جي ۽ گاڏين جي وڏي رش هوندي آهي.

رستي جي ٻي پر سامهون لوهر جو دڪان هوندو هو چريون، قينچيون ۽ ٻيو سامان ٺاهڻ جا وڏا ڪاريگر هوندا هئا. اهي ڪاريگر گھڻي وقت کان سنڌ ۾ آباد پنجابي هئا، سنڌي چٽي ڳالهائيندا هئا. وڏي بزرگ لوهر جو نالو عبدالرحمان هو ان جا بہ پٽ عبدالحميد ۽ عبدالمجيد بہ ڪاريگر هئا. پڪي پيڙ ۾ رهندا هئا، پوءِ اتان لڏي ويا. چوٽڪي گھٽي چاڙهيءَ تي اسڪول هو اسڪول جو احاطو وسيع هوندو هو ان ۾ وڏو ميدان بہ هوندو هو. اسڪول جي

پٽ جي پرسان پراڻو سامان وڪڻڻ وارن ڪباڙين جا دڪان هوندا هئا. جيڪي بغير پٽ ۾ چٽ هوندا هئا. اتي هڪ پراڻن گراموفون ناهڻ واري جو بہ دڪان هوندو هو. اهو پراڻا گراموفون ناهڻ سان گڏوگڏ پراڻا رڪارڊ بہ وڪڻندو هو. گراما فون تي هلڻ وارن نون رڪارڊ وڪڻڻ وارن جا دڪان بہ اتي هوندا هئا. بجلي تي هلڻ وارن نون نون سامانن جي ايجاد ٿيندي رهي، پراڻن سامانن جو وجود ختم ٿيندو ويو. هن وقت انهن جو نالو شان بہ موجود نہ آهي. اسڪول جي پرسان هڪ ننڍي گوشت مارڪيٽ بہ هوندي هئي، ان ۾ مشهور ڪاسائي غلام حسين نومريي جو دڪان هوندو هو. جيڪو فوجداري روڊ تي حسين شاهہ جي درگاهہ جي پرسان حافظ موسيٰ ڪاسائي لائين ۾ رهندو هو. اسڪول جي پرسان هڪ گهٽي آهي، جيڪا بوچالو شاهہ چاڙهي طرف وڃي ٿي.

شهر جي پراڻي ۾ مشهور ڊاڪٽر شريف جي اسپتال چوٽڪي گهٽي چاڙهي تي هوندي هئي، اردو ڳالهائيندڙ هو. ان دؤر جي لحاظ کان وڏو ماهر ۽ هوشيار ڊاڪٽر هوندو هو. پهرين هن جي اسپتال هڪ ننڍي دڪان ۾ چوٽڪي گهٽي شاهي بازار کي ملائيندڙ چوراهي کان اوپر طرف سرور قبي لائين ۾ هوندي هئي. بعد ۾ اها اسپتال اتان منتقل ڪري وڏي جاءِ ۾ چوٽڪي گهٽي چاڙهي وٽ منتقل ڪئي هئي. 77-1976ع تائين ڊاڪٽر صاحب جو وڏو اوج هوندو هو. بعد ۾ پاڻ ڊاڪٽر بہ بيمار رهندو هو جو وڏو عمر جو ٿي چڪو هو.

محمد صديق عمراڻي حجام جو دڪان چوٽڪي گهٽي چاڙهي مٿان، شاهي بازار جي ويجهو هوندو هو. پاڻ بزرگ ٽنڊو طيب ۾ رهندو هو. هن جي گفتگو مٺي هر هڪ کي قرب ڏئي پنهنجو ڪرڻ وارو هوندو هو. حجام جي ڪم جو پراڻو ۽ ماهر ڪاريگر هوندو هو.

هن جو دڪان وڏي اوج تي هليو. دڪان ۾ گراهڪن جي هر وقت رش هوندي هئي. 88_1987ع کان شهر ۾ ٿيندڙ هنگامن ۾ هن جو دڪان به متاثر ٿيو هو. دڪان تہ ختم ٿي چڪو آهي. باقي بزرگ بابت ڄاڻ نہ آهي. محرم مهيني جي 7 تاريخ جمن شاھ جي پڙ مان برآمد ٿيندڙ ماتمي قافلو آخري منزل رات جي آخري پهر هن جي دڪان وٽ ڪندو هو. هي نياز ورهائيندو هو. چوڪي گهٽي جي ساڄي هٿ وارو پاسو ميونسپل وارڊ 'ڊي' آهي. کابي طرف وارڊ 'بي' آهي. هن علائقن جي تاريخ اڳيئي شايع ٿي چڪي آهي. ڪجھ رهجي ويل يادون لکيون ويون آهن.

پوڪياٽي بلڊنگ جي ڏکڻ واري پاسي بہ هڪ رستو آهي (هن عمارت کي چئني طرفن کان رستا آهن) اهو رستو سڌو فوجداري روڊ سان وڃي ملي ٿو. هي رستو ڪنهن جاءِ تان ويڪرو تہ ڪنهن جاءِ تي سوڙهو آهي. ان رستي تي چاڪي جي گهر ۾ پراڻي وقت وارو تيل ڪڍڻ وارو گهاڻو اڄا تائين موجود آهي. انهن چاڪي جهونن جا نالا نور محمد ۽ تاج محمد هئا. هن وقت جديد دؤر آهي. تيل بجلي تي هلندڙ مشينن ذريعي ڪڍيو وڃي ٿو پر هي پنهنجو پراڻو خانداني طريقو قائم رکندا پيا اچن. گهاڻي ۾ اُٺ يا ڍڳو هلايو ويندو هو. اڳي شهر ۾ ڪيترن ئي چاڪين جي گهرن ۾ اهڙا گهاڻا هوندا هئا. گهاڻا ڪاٺ جا نهيل هوندا هئا. انهن جي ناهڻ جا ڪاريگر واڍا بہ هوندا هئا. هن وقت چاڪين يا تہ گهاڻن جي جاءِ تي مشينون لڳائي ڇڏيون آهن يا اهو ڪاروبار ختم ڪري ڇڏيو آهي. هن وقت اهي چاڪي ڇوڙڻ تي ناراض ٿين ٿا.

انهي رستي تي هڪ مسجد آهي. تقريبن 40 سال اڳي روڊ تي اها مسجد تعمير ڪئي وئي هئي. مسجد ناهڻ ڪري اتان رستو

ڪجھہ سوڙھو ٿي ويو هو. اها مسجد مرحليوار يعني پهرين ڪچي پوءِ پڪي ناهي وئي هئي. انهي مسجد جي حصي ۾ ڪجهہ دڪان بہ تعمير ڪيا ويا هئا. مسجد جي دروازي جي سامهون عبدالستار قلفي، آئسڪريم، گلاب ڳنڊيو (گولا ڳنڊا) واري جو گهر ۽ دڪان هوندو هو. ان جي پرسان هڪ سنڌي جو گهر هوندو هو، ان بزرگ جو نالو وسري ويو آهي. اتي چوراهو آهي، ڪنڊ تي آفيم وڪڻڻ واري دڪان هوندو هو جنهن کي آفيم جو اڏو چيو ويندو هو. ان دڪان جي صفائي، آفيم تورڻ جي ساهمي، آفيم ڪٽڻ جو چاقو آفيم تورڻ جو طريقو ڏسڻ وٽان هوندو هو. ان وقت شهر جا ڪافي ماڻهو آفيم کائڻ جا عادي هوندا هئا، اهي گهڻو ڪري پورهيت هوندا هئا، ڪم ڪار کان واندا ٿي هوٽلن تي ويهندا هئا، هر هڪ موالي جي ويهڻ جي مخصوص هوٽل هوندي هئي. آفيم کائي جهوٽا کائڻ تيز مٺي چانهہ پيئڻ جو انداز موالين جو ڏسڻ وٽان هوندو هو. انهن جي گفتگو جو انداز بہ نرالو هوندو هو. آفيم جو اڏو بہ ختم ٿي ويو.

آفيم جي اڏي جي پرسان رستي تي فضل خان جو برف جو دڪان اڃا موجود آهي. هن وقت جهونو ٿي چڪو آهي، مهاجر آهي. اڏي کان چند قدمن جي فاصلي تي لجپت روڊ طرف ويندڙ رستي تي، فقيري موچي جو دڪان هوندو هو. هو هندو هو پر هن جو طور طريقو مسلمانن جهڙو ۽ محبت بہ مسلمانن سان هوندي هئي. نيون جتيون بہ ناهيندو هو ۽ پراڻيون چنل جتيون بہ ڳنڍيندو هو ان ڪم جو هي وڏو ڪاريگر هوندو هو. دڪان ۾ ئي سندس گهر هو پاڻ ۽ سندس گهر واري ان دڪان ۾ رهندا هئا، اولاد نہ هين. فقيرو نهايت ئي شريف ۽ محبتون ڏيڻ وارو ماڻهو هو. فقيري جي دڪان کان ٿورو اڳتي خدا بخش شوري جو گهر هوندو هو. هي ڪير ۽ ڏهي جو ڪاروبار ڪندو هو.

هن وقت انهن مان ڪوبہ موجود نہ آهي، جهان ڇڏي ويا آهن. فقط انهن جون يادون دل ۾ سمايل آهن.

چوراهي کان چند قدمن جي فاصلي تي ڪوڪرن جي پاڙي طرف ويندڙ رستي تي، شهر جي مشهور نياز بيڪري هوندي هئي. هن بيڪري جون تيار ڪيل ڊبل روٽيون، توش، بسڪوٽ ۽ ڪيڪ اعليٰ معيار جا ۽ ذائقيدار هوندا هئا. اها بيڪري پنجابي جي هوندي هئي، هن جو وڏو اوج هوندو هو. مال ناهڻ وارا ماهر ڪاريگر هوندا هئا.

(عبرت مئگزين، 16 مارچ کان 31 مارچ 2014ع)



# ڪلهوڙا حڪمرانن جا مقبره

حيدرآباد شهر ۾ ڪلهوڙا حڪمرانن جا ٽي قبا آهن. هڪ ميان غلام شاهه جو ٻيو ميان غلام نبي ۽ ٽيون ميان سرفراز خان جو آهي. اهي ٽئي هڪٻئي پٺيان سنڌ جا حڪمران ٿيا هئا. ميان غلام شاهه جو قبو ننڍي قلعي اندر شهر جي اتر طرف ٽڪريءَ جي ڇيڙي تي آهي. ڪجهه قدمن جي فاصلي تي ميان غلام نبي جو مقبرو آهي. اهي ٻئي حاڪم سنڌ ميان نور محمد جا فرزند هئا. انهن ٻنهي ڀائرن جون مائرون علحده هيون. ميان غلام شاهه جي والده جو نالو مائي گلان هو جنهن جو خانداني پسمنظر بيان ٿيل نہ آهي.

ميان غلام نبي جي والده جوڻيجو ذات جي هئي، جنهن جو نالو مهر ڪاڇيلوي پنهنجي ڪتابچي ”شهيد سنڌ جنرل هوش محمد“ جي صفحي نمبر 27 تي مائي جامان بيان ڪيو آهي. ڪلهوڙا خاندان جي آخري فرمانروا ميان عبدالنبي ۽ ميان غلام نبي جي ماءُ ساڳئي هئي. ساڳئي ڪتابچي جي ساڳي صفحي تي ڪاڇيلوي صاحب وڌيڪ بيان ڪري ٿو تہ حيدرآباد جو قلعو ٻن سالن تائين ميان عبدالنبي جي والده مائي جامان جوڻيجي جي تدبر ۽ قلعدار جنرل شالمين شيدي جي بهادري جي ڪري ڪلهوڙا فوج جي قبضي ۾ ئي رهيو. بلوچي لشڪر ٻن سالن تائين گهيرو ڪري حملا ڪندو رهيو. آخر هڪ بلوچ جيڪو ڪلهوڙا فوج ۾ هو جي غداري جي ڪري ديوار ۾ شگاف ٿي پيو. اهڙي طرح تالپري لشڪر قلعي ۾ داخل ٿي ويو. جنرل شالمين گرفتار ٿيو مگر

باهوش نوجوان حاڪم مير فتح علي خان ٽالپر ڪمال نوازش ڪري ڪيس آزاد ڪيو. ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي ملڪ سان بيحد وفادار ثابت ٿيو هو. جيڪا هر بهادر انسان جو شيوو هوندو آهي. جڏهن ٽالپرن جي طرفان ڪلهوڙن جي اهل و عيال کي نڪري وڃڻ جي مهلت ملي ته مائي جامان سنڌ جو سڄو خزانو ڪمال تدبر ۽ دليريءَ سان خفيه طور ڪيڊرائي پٽ شاهه ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سجاده نشين وٽ پهچايو جتان وري خچرن تي ڪڻائي راتو رات جوڌپور گهرائي ورتو جتي جوڌور جي مهاراجا وٽ سرڪاري خزاني ۾ بطور امانت جمع ڪرائي ڇڏيو ۽ رسيد لکرائي ورتي. ان بعد ڪلهوڙا شاهي خاندان جي ماڻهن وڏيون ڪوششون ڪيون ته اهو خزانو واپس ملي، پر نه ملي سگهيو.

ميان غلام نبي جي قبي ڪان ذڪڻ طرف ٽڪريءَ جي وچ تي مشهور نئين آبادي (سرفراز ڪالوني) غلام شاهه جي پٽ ميان محمد سرفراز جو قبو آهي. غلام شاهه جي وفات بعد هي سنڌ جو حڪمران ٿيو هو. قبي هيٺان ٽي مزارون آهن. هڪ ميان محمد سرفراز جي، ٻي سندس پٽ مير محمد خان ۽ ٽين سرفراز جي ڀاءُ ميان محمود خان جي. هي ميان سرفراز جي معزولي بعد ڪجهه وقت لاءِ سنڌ جو حڪمران ٿيو هو. ڪلهوڙا خاندان مان هڪ قبر ميان محمد عطر خان ڪلهوڙي (جيڪو ميان نور محمد جو ميان مراد ياب بعد ٻيو وڏو پٽ هو) جي زبيده گرلس ڪاليج جي احاطي اندر هڪ ٻي قبر سان گڏ موجود آهي. قبرن مٿان قبو يا ڪا ٻي اڏاوت ٺيل نه هئي، اهي چارئي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي دوَر حڪومت ۾ قتل ٿيا هئا. ميان عطر خان جي شخصيت ۽ قبر بابت منهنجي راءِ موجب ته تمام گهٽ ماڻهن کي ڄاڻ هوندي. ميان غلام نبي جنگ لانياري (تعلقي شهدادپور) مير بجار خان ٽالپر سان جنگ وڙهندي قتل ٿي ويو هو.

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سنہ 1972ع ۾ وفات ڪئي هئي، جنهن قلعي اندر ميان جي مزار آهي، اهو ميان صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ پڪي قلعي جي حفاظتي چوڪي طور نهرايو هو. ميان جي مزار مٿان موجوده تعميرات سندس فرزند ميان سرفراز پنهنجي حڪمراني واري دؤر ۾ ڪرائي هئي. قديم عمارتسازي جي فن جي لحاظ کان ميان صاحب جي مزار مٿان جيڪا شاهي عمارت نهيل آهي، اها پنهنجو مثال پاڻ آهي. شهر ۾ ايتري اوچي ۽ اهڙي مضبوط، ماهر ڪاريگرن هٿان تعمير ٿيل عمارت ٻي موجود نہ آهي. عمارت مٿان قبو نهيل نہ آهي، بلڪ گارڊر، ٽيئر ۽ سرن جي ڇت نهيل آهي. اهو معلوم نہ ٿي سگهيو آهي تہ عمارت جي مٿان قبو ناهيو ويو هو يا نہ. يلا جي ناهيو ويو هو تہ ڊهي تہ نہ ويو هو. تاريخي ڪتاب اهڙي حقيقت ٻڌائڻ کان خاموش آهن. اها عمارت اندازو آهي تہ تقريباً 40_239 سال پراڻي آهي. مٿي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ بہ نهيل هئي، پر هن وقت مٿي وڃڻ جي اجازت نہ آهي. بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ اڳي ماڻهو مٿي ويندا هئا. هن وقت اها قيمتي، عظيم عمارت عدم توجهہ ۽ مرمت نہ ٿيڻ ڪري بلڪل زبون حالت ۾ آهي. اسان جي حڪمرانن ۽ عملدارن جو اهڙين تاريخي، يادگار عمارتن جي حفاظت ڪرڻ طرف ڪوبہ توجهہ نہ آهي. هي اسان جي ڌرتيءَ جا اثاثا آهن، جيڪي اسان جي پراڻي تاريخ کي برقرار رکندا پيا اچن. اهڙيون عمارتون ڊهي وڃڻ بعد وري نهڻ تمام گهڻو مشڪل ڪم آهي. هي عمارت گاري گچ ۽ پڪين سرن جي نهيل آهي. چٽسالي ۽ سنگ تراشي جو ڪم بہ ڏاڍو سنو ٿيل هو اهو بہ معلوم نہ ٿي سگهيو تہ اها عمارت ڪيتري عرصي اندر نهي مڪمل ٿي هئي.

قلعي جو احاطو وسيع ۽ بيضي نما گول، ڪچي مٽيءَ جو نهيل آهي. قلعي جو داخلي دروازو دفاعي نڪتہ نگاهہ سان وڏي مهارت سان

نهيل آهي. قلعي ۾ مقبري ٻاهر احاطي ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي پراڻيون قبرون موجود آهن. انهن مان ڪي ڪچي مٽي ۽ سرن جون ٺهيل آهن، تہ ڪي پٿر جون ٺهيل آهن. جن تي عربي ۽ فارسي ۾ ڪتبا لکيل آهن. انهن پراڻين قبرن بابت معلوم نہ آهي تہ اهي ڪنهن جون آهي. اهي قبرون بہ زبون ٿي چڪيون آهن. تاريخي ڪتاب فقط ايترو ٻڌائين ٿا تہ الهہ بخش ليکي جيڪو راجو ليکي جو پٽ هو. جو لاش حيدرآباد آڻي ميان غلام شاهہ جي مقبري اڳيان دفن ڪيو ويو هو. (سنہ 1189 هجري) سندس قبر جي نشاندهي ٿيل نہ آهي. مزار تي وڃڻ لاءِ ڏاکڻ جي پرسان اتر طرف هڪ قبر موجود آهي، منهنجي ذاتي راءِ موجب اها پراڻي قبر الهہ بخش ليکي جي ٿي سگهي ٿي. قبي جي ٿلهي تي ۽ قلعي جي احاطي ۾ ڪجهہ نيون قبرون بہ موجود آهن. جن جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو. قلعي ۾ اتر اوڀر طرف پٽ جي پرسان هڪ پراڻو کوهہ بہ هوندو هو. جيڪو مٽي پري ختم ڪيو ويو هو.

ميان عطر خان ڪلهوڙي جي مزار ڏسڻ لاءِ زبيده گرلس ڪاليج جي حدن اندر وڃڻ جو موقعو مليو. ميان جي مزار ڪاليج جي احاطي اندر چؤديواري ۾ ڏکڻ طرف اهي. ميان جي قبر هڪ ٻي قبر سان گڏ ٿلهي تي موجود هئي. ٻنهي قبرن مٿان پڙ (غلاف) چڙهيل هئا. ڪاليج جا ملازم وڏي ادب احترام سان عطر شاهہ بابا چئي رهيا هئا. باقي ٻيو ڪوبہ ماڻهو ڏسڻ ۾ نہ آيو. زميني حقيقتون ڏسڻ بعد اهو نظر آيو تہ اتي رڳو بہ قبرون نہ پر هڪ ننڍو قبرستان هو. اتي ٻن مکيہ قبرن کان علاوه 11 قبرون ٻيون بہ موجود هيون. انهن 11 قبرن مان ٽن کان سواءِ ٻيون سڀ ڪچيون هيون. پر معلوم نہ ٿي سگهيو تہ اهي قبرون ڪنهن جون آهن. ڪجهہ پراڻا وڻ بہ موجود هئا. پراڻي ڪتاب ۾ جيڪا تصوير موجود آهي، ان ۾ ميان عطر خان جي قبر ۽ گڏ ٻي قبر

بلڪل زبون حالت ۾ پراڻيون نظر اچي رهيون هيون. زميني حقيقتون ڏسڻ بعد وڏيڪ اهو نظر آيو تہ ٻئي قبرون نئين سر تعمير ڪرايون ويون هيون. انهن 11 قبرن مان هڪ ٻي قبر جيڪا وڏي هئي، ان تي بہ غلاف چڙهيل هو. سيئي قبرون پراڻيون نظر اچي رهيون هيون. انهيءَ قبرستان جي صفائي سترائي لاءِ ڪوبہ خاص ماڻهو مقرر ٿيل نظر نہ آيو. قبرستان جي احاطي اندر گندگي نظر اچي رهي هئي. مون سان گڏ منهنجو دوست غلام مصطفيٰ ميمڻ هو. تعجب ٿو ٿئي جو اهڙو تاريخي قبرستان عوام جي نظرن کان لڪل آهي. هن قبرستان بابت محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بيان حيدرآباد جي تاريخ جي صفحي نمبر 68 تي هن ريت موجود آهي: "ميان غلام شاهہ جو پاءُ ميان عطر خان ميان غلام نبي لڳ دفن ٿيو. سندس قبر گورنمينٽ گرلس ڪاليج جي حدن اندر هڪ چوديواري ۾ ٻن وڏين قبرن گڏ ٻيئل قبرن مان ايرندي طرف واري آهي." ڊاڪٽر صاحب جن قبرن کان علاوه اتي موجود ٻين قبرن لاءِ ڪجهہ بہ نہ چيو هو.

ڪلهوڙن جي مقبرن مان شهر جي اتر طرف ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو قبو چند قدمن جي فاصلي تي ڏکڻ طرف وچ ۾ ميان غلام نبي ڪلهوڙي جو قبو آهي. ڏکڻ طرف ڪجهہ قدمن جي فاصلي تي ميان عطر خان ڪلهوڙي جي قبر (تئي پائر) ان کان تقريباً اڌ ڪلوميٽر جي فاصلي تي ڏکڻ طرف ميان سرفراز خان جو قبو آهي. هي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو وڏو پٽ هو ميان جي وفات بعد سنڌ جو حڪمران ٿيو هو. تنهي قبن جي احاطي اندر ٻيون بہ ڪيتريون ئي پراڻيون قبرون مرد توڙي عورتن جون موجود آهن. پر خبر نہ آهي اهي قبرون ڪنهن جون آهن. ميان عطر خان جي قبر مٿان نہ ڪو قبو آهي نہ ڪا ٻي اڏاوت ٿيل آهي. تاريخي ڪتابن ۾ گهٽن قبن ۽

پراڻين قبرستانن جو حوالو بہ ڏنل نہ آهي. باقي انهن کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي ۽ ذهن ۾ ڪيترين ئي ڳالهيون ۽ خيالَ تري ٿا اچن. هن تاريخ ۾ انهن کي ظاهر ڪيو پيو وڃي، باقي پس منظر بيان ڪرڻ مشڪل ڪم آهي. درگاهن تي موجود ماڻهو جيڪي زباني ڳالهيون ٻڌائين ٿا ۽ بزرگ جيڪي ڪجهہ بيان ڪن ٿا، انهن کي قلمبند ڪندي خوف ٿو ٿئي تہ انهيءَ حوالي سان ڪا ہي نئين تاريخ نہ جنم وٺي. ڪلهوڙن جا ٺئي قبا قديم عمارتسازي جي فن جي لحاظ کان خاص اهميت رکن ٿا.

ميان غلام نبي ڪلهوڙي جي قبر مٿان قديم عمارتسازي جي فن جو سرن ۽ گچ سان ٺاهيل قبو آهي. قبو مٿي ٿلهي تي ٺهيل آهي. قبي جي احاطي اندر ٻيون بہ ڪيترين ئي پراڻيون قبرون موجود آهن. انهن قبرن ۾ ڪنهن کي دفن ڪيو ويو هو اهڙي حقيقت نہ ڪنهن تاريخي ڪتاب ۾ لکيل آهي نہ ڪنهن ٻڌايو آهي. قبي جو احاطو وسيع آهي، جتي چوڌيواري ٺهيل آهي. قبي جي احاطي اندر مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي آخري آرامگاهہ آهي.

ميان غلام نبي ڪلهوڙو جنگ لانياري ۾ مير بجار خان ٽالپر سان جنگ وڙهندي قتل ٿي ويو هو سن 1190 هجري بمطابق 1776ع ۾ موجوده قبو سندس ننڍي ڀاءُ ڪلهوڙا حڪمرانن جي سلسلي جي آخري فرمانروا ميان عبدالنبي تعمير ڪرايو هو. قبو هن وقت بلڪل زبون حالت ۾ آهي. قبي کي تعمير ٿيندي تقريباً 236 سالن جو طويل عرصو گذري چڪو آهي. اهڙي تاريخي ۽ يادگار عمارت کي مرمت ڪرائڻ ۽ محفوظ ڪرڻ طرف نہ حڪمرانن جو ۽ نہ ڪنهن عملدار جو توجهہ آهي. اهڙيون يادگار عمارتون ڊهڻ کان پوءِ ٻيهر ٺاهڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي.

---

حيدرآباد شهر تاريخ جي [illegible] ۾ ص: 339

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي واري قبي جي قلعي جي حدن اندر ٻيون بہ ڪيترڀون ئي زبون حالت ۾ قبرون موجود آهن. قبي کان ٻاهر اوڀر طرف سرن ۽ گچ سان ٺهيل تجر هيٺان چار قبرون عورتون جون آهن، پر خبر نہ آهي تہ ڪنهن جون آهن. عورتن جي قبرن اندر ڪنهن مرد کي وڃڻ جي اجازت نہ آهي. ميان جي قبي اندر هڪ ٻي بہ قبر آهي، ان بابت بہ خبر نہ آهي. قبي جي اپرندي ۾ ڏکڻ پنج قبرون هيون. انهن مان بہ قبرون پٿر جون تي سرن ۽ گچ جون ٺهيل هيون. هڪ قبر عورتن جي تجر پرسان سرن ۽ گچ جي ٺهيل موجود هئي. اهي سيئي قبرون گمنام بزرگن جون هيون. مٿي ٿلهي تي قبي جي ڏکڻ طرف 3 قبرون هيون. هڪ قبر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ۽ ٻي سندس اهليہ جي، جڏهن تہ هڪ قبر ڪنهن نامعلوم بزرگ جي هئي.

ٿلهي کان هيٺ اتر طرف 3 قبرون هيون. انهن مان هڪ ڪاشيءَ جي رنگين سرن جي ۽ بہ قبرون بلڪل ڪچيون ٺهيل هيون. انهن قبرن بابت معلوم نہ ٿي سگهيو تہ آهي ڪنهن جون هيون. قبي کان ڏکڻ طرف مٿي ٿلهي تي پنج قبرون موجود هيون. هڪ قبر مولانا غلام محمد گرامي جي ۽ چار قبرون نامعلوم بزرگن جون هيون. قبي کان هيٺ ڏکڻ طرف 7 قبرون نظر آيون. انهن مان هڪ پڪي قبر مشهور سنڌي ڳائڻي فقير عبدالغفور جي هئي. باقي ڇهہ پراڻيون زبون قبرون نامعلوم بزرگن جون هيون. اتي ڪبڙ ۽ پيرون جا ڪجهہ گهاٽا وڻ هئا. ڪجهہ نظر نہ آيو اندازو ٿي رهيو هو تہ انهن وڻن جي هيٺان بہ ڪجهہ لڪل قبرون هجن. زميني حقيقتن جو جائزو وٺڻ بعد هي تاريخ لکي وئي آهي. قبي تي ڪوبہ خدمتگار موجود نہ هو. ڪجهہ عورتون مرد زيارت لاءِ ايندڙ نظر اچي رهيا هئا. هن وقت شهر ۾ غلام شاهہ ڪلهوڙي جو مقبرو وڏي زيارتگاهہ آهي. خاص ڪري خميس ۾

جمعي جي ڏينهن وڏي تعداد ۾ عقيدتمند حاضري ڀرڻ ايندا آهن. اردو ڳالهائڻ وارن ۾ ’ميان صاحب مچي والا بابا نالي مشهور آهي. عدم معلومات جي ڪري مختلف قسمن جون ڳالهيون ماڻهن کي ٻڌايون وينديون آهن.

اڳي ڪلهوڙا خاندان سان تعلق رکندڙ ميان صاحب کي پنهنجو بزرگ سمجهي، مچي ماني جون باسون باسيندا هئا. شادي جي موقعي تي پٽ ڄمڻ جي خوشي يا ڪنهن ٻئي موقعي تي ميان جي مزار تي خانداني رسمون ادا ڪرڻ ويندا هئا. مزار تي احترام، عقيدت سان حاضري ڀري غلاف چاڙهي، مچي ماني ڪارائي، عورتون ڳائينديون وڄائينديون هيون. هن وقت اهي خانداني رسمون نوجوان نسل مان ختم ٿي ويون آهن. سال 66-1965ع کان اڳ اهو وسيع علائقو خالي پيو هوندو هو. پٿرالي زمين تي پري کان ٻه قبا پيا نظر ايندا هئا. ميان غلام شاهه جي قلعي کان ڏکڻ طرف ڪجهه قبرون هونديون هيون. قلعي جي اندر قبي جي خدمتگارن جو گهر هوندو هو. هن وقت اهو وسيع علائقو آبادي جي گهيري ۾ اچي ويو آهي. قلعو بلڪل زبون ٿي آبادي جي گهيري ۾ اچي جهڙوڪ لڪي ويو آهي. انهي علائقي ۾ غلام شاهه ڪلهوڙا ڪالوني، بلديه ڪالوني، صحافي ڪالوني ۽ ٻيون ٻه ڪيتريون ئي ڪالونيون قائم ٿي چڪيون آهن. پر گهڻو ڪري اتي سنڌي آبادي آهي. ناهين جي پڙ وارو شمشاد ناهيون ٻه قلعي لڳ رهندو آهي. حڪومت طرفان قائم ڪيل اکين جي علاج جي اسپتال ميان غلام نبي جي قبي وٽ آهي. قبي ڏانهن وڃڻ واري مکيه رستي تي ساڄي هٿ پاسي سينٽرل جيل آهي، جيڪو انگريزن جي دور حڪومت ۾ تعمير ڪيو ويو هو. کاٻي هٿ طرف زبيده گرلس ڪاليج آهي، جيڪو شايد ايوب خان جي دور حڪومت ۾ تعمير ڪيو ويو هو.

قبي کان اتر اولهہ طرف ٽڪريءَ هيٺ جيڪب تلاءُ آهي، اتي سيد جيوڻ شاهہ بخاري جي درگاهہ هئي. سوڙهي رستي واري بلڪل اڀي چاڙهي لهي اتي پهتا هئاسون. مون سان گڏ شمشاد ناهيون، غلام مصطفيٰ ميمڻ ۽ غلام قادر چانديو هئا. حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو اتي وڃڻ ٿيو هو. اڳي جيڪب تلاءُ ۽ جيوڻ شاهہ جي درگاهہ بابت ٻڌندا هئاسون. جو ڪجهہ عقيدتمند اتي ويندا رهندا هئا. درگاهہ تي مکڻ خان جتوئي ڪجهہ ٻين خدمتگارن سان گڏ تي وينا هئا. انهن اسان کي بيحد عزت ڏئي ويهاريو. هنن ٻڌايو تہ هي درگاهہ جو متولي آهي. ۽ وڏن کان وٺي درگاهہ جي خدمت ڪندا پيا اچن. هن ٻڌايو تہ درگاهہ جي احاطي اندر سيد مسڪين شاهہ جي مزار لڳ هن جي والد بابا فقير رحميداد جتوئي جي قبر آهي. هن ٻڌايو هي تہ اتي جا پراڻا باشنده آهن. درگاهہ جو احاطو تمام وسيع هو. اتي ٻي ڪابہ پڪي اڏاوت ٿيل نہ هئي. بغير ڇت ڪچي مسجد بہ هئي. مکڻ خان ٻڌايو تہ درگاهہ تي هر جمعي جي رات جي روحاني ذڪر ۽ صوفياڻي راڳ جي محفل ٿيندي آهي. زائرين ۽ عقيدتمندن کي لنگر جي ماني کارائي ويندي آهي.

جيڪب تلاءُ بابت اهو ٻڌايو ويندو هو تہ اهو آڳاٽو آهي، جڏهن ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو قلعو نهرائي رهيو هو تہ ان جي لاءِ مٽي هتان کنئي ويندي هئي ۽ پاڻي بہ اتان ڀريو ويندو هو بعد ۾ قبي جي تعمير لاءِ بہ ائين ئي ڪيو ويو هو. انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ ان جو نالو جيڪب تلاءُ رکيو ويو هو. اهو ٻڌايو ويو تہ اڳي تلاءُ تمام گهڻي ايراضي تي هوندو هو ۽ جيوڻ شاهہ جي مزار تلاءُ جي وچ ۾ هوندي هئي، جتي وڃڻ لاءِ رستو نهيل هوندو هو. شهر بابت لکيل تاريخي ڪتابن ۾ سيد جيوڻ شاهہ جي مزار جو ذڪر منهنجي نظر مان نہ

گذريو آهي. هن وقت درگاهہ جي چوڌاري تمام گهڻي زمين خالي پئي آهي. تلاءَ جي ايراضي بہ محدود آهي. تقريبن اڌ ڪلوميٽر جي فاصلي تي اولهہ ڏکڻ طرف ڪنيرن جو پراڻو پاڙو ۽ ہي آبادي آهي، اتي لاءِ بہ ٻڌايو ويو تہ ڪجهہ آثار ۽ يادگارون پراڻي وقت جون موجود آهن، جن جو بہ جائزو ورتو ويندو.

ڪلهوڙن جي مقبرن جي هر طرف ڪان وڏي آبادي وجود ۾ اچي چڪي آهي. ٽڪر واري انهي وسيع ايراضي ۾ الاءِ ڪيتريون چاڙهيون هيون، اهو ڏسڻ جو موقعو نہ مليو هو باقي جنهن چاڙهيءَ تان اسان جو گذر ٿيو هو اها تمام گهڻي اڀي ۽ متانهين هئي، لنگهہ ايترو ويڪرو نہ هو. موٽر سائيڪل جي هلڻ ۽ پنڌ هلڻ وارن جيتري گنجائش هئي. جيل جي پٺيان وڏي ايراضي تي ٺهيل اسماعيلي خواجن جي رهائشي مبارڪ ڪالوني هئي. سنڌ جو نامور ڏاهو اديب، ليکڪ، پارکو ۽ ٻين ڪيترين ئي صلاحيتن جي مالڪ محمد ابراهيم جويو جو بنگلو بہ ڪلهوڙن جي مقبرن وٽ هو. محمد اسماعيل سوهو جو گهر بہ اتي هو هي پليجاڻي اسٽيشن لڳ ڳوٺ جو رهندڙ هو. ڪافي سالن کان حيدرآباد ۾ مقيم آهي. اسان جي محڪمي ۾ ڪنهن عهدي تي فائز هو نهايت ئي شريف ۽ قربائتو ماڻهو هو.

قلعي کان ٻاهر اپرندي طرف، پٽ جي پرسان بہ ڪجهہ قبرون موجود هيون. ٻڌايو ويو تہ اهي غلام شاهہ ڪلهوڙي جي قبي جي پراڻن خدمتگارن جون هيون، پر انهن قبرن ۾ مدفون ماڻهن جي نالن ۽ وقت جي خبر نہ پئجي سگهي. اتي هڪ علائقو ٽڪري کان هيٺ اتر طرف حر ڪئمپ نالي بہ سڏجي ٿو. ان لاءِ بہ ڪيتريون ئي ڳالهيون زباني طور ٻڌايون وڃن ٿيون. جڏهن بہ ان بابت ڪو پختو دستاويزي ثبوت مليو تہ ان جي تاريخ بہ قلمبند ڪئي ويندي ڇاڪاڻ تہ اڳي اهو نالو نہ

ٻڌندا هئاسين. ڪجهه وقت پهرين مشهور ٿيو هو. ٻڌايو وڃي ٿو تہ ان ٽڪري واري وڏي ايراضي ۾ ٻيون بہ ڪيٽريون ئي نشانيون آثار ۽ يادگارون موجود آهن. انهن تائين بہ پهچڻ ۽ تحقيق ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي

منهنجي اها ڀرپور ڪوشش آهي تہ ڪابہ شيءِ رهجي نہ وڃي، بلڪ تاريخ مڪمل هجي، تہ جيئن نوجوان ۽ ايندڙ نسل حيدرآباد جي پراڻي ۽ نئين تاريخ کان باخبر هجي، جنهن لاءِ جدوجهد ۽ محنت جاري آهي، دعائن جو طالبو آهيان.

(عبرت مئگزين، پهرين اپريل کان 15 اپريل 2014ع)



# راڄو ليڪي ۽ تاجو ليڪي جا مقبره

تقريبن 55_50 سال اڳ جڏهن حيدرآباد شهر گهڻ ماڙ عمارتن جي وجود کان محفوظ هو شهر جي ايتري گهٽي آبادي به نه هئي. ان وقت ڪنهن مٿاهين جاءِ تي بيهبو هو ته پري پري جا منظر پيا ڏسڻ ۾ ايندا هئا. گنجي ٽڪر جي اتر طرف واري ڇيڙي تي به عجائبات نما قبا نظر ايندا هئا. ان وقت اهو ٽڪر وارو وسيع علائقو خالي پيو هوندو هو. بزرگن کان انهن قبن بابت معلوم ڪبو هو ته اهي انهن قبن بابت عجيب قسم جي ڏند ڪٿائن تي مبني يا سندن وڏن کان ٻڌل ڳالهيون ٻڌائيندا هئا، پر انهن ٻن قبن بابت ڪنهن کي به صحيح ڄاڻ نه هئي. اڄو ته انهن ٻن قبن هيٺان مدفون ٽيل شخصيتن جو تاريخي پسمنظر، تاريخي ڪتابن جي حوالي سان ۽ زميني حقيقتون ڏسڻ بعد بيان ڪريون.

انهن ٻنهي قبن کي تاريخي ڪتابن ظاهر ڪري اهو ٻڌايو آهي ته هڪ وڏو قبو جيڪي هوائي اڏي جي نزديڪ آهي، اهو راڄو ليڪي جو ۽ ٻيو قبو تاجو ليڪي جو آهي. راڄو ليڪي پيءُ ۽ تاجو ليڪي پٽ هو. راڄو ليڪي بابت مرزا عباس علي بيگ جو بيان سندس ڪتاب ”خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي“ جي صفحي نمبر 48 تي هن ريت آهي: ”سنه 1190هجري (1776ع) ۾ مير بجار خان جي حرمين کان سنڌ ۾ اچڻ جي خبر هر طرف پئجي وئي، جنهن کان خاص ڪري بلوچ قوم جا سيئي خوشيون ڪرڻ لڳا. هيڏانهن راڄو

کي بہ پنهنجو ضمير ملامت ڪرڻ لڳو تہ مير بجار خان ايندو تہ الائجي مون سان ڪهڙو حشر ڪندو. آخر مير جي آمد جي ڊپ جو تاب نہ جهلي سگهيو ۽ زهر کائي خودڪشي ڪيائين. سندس پٽ تاجو ليکي جيڪو گهڻين ڳالهين ۾ هوبهو پيءُ جهڙو هو. تنهن جي ڪوشش سان حڪيمن گهڻو ئي پاڻ پتوڙي، ليڪن زهر ڪافي اثر ڪري چڪو هو جنهن ڪان راڄو جو سَنڌ سَنڌ ڦاٽي پيو ۽ رت وهڻ لڳو. نيٺ هي ڪلهوڙا سلطنت جي زوال جو باني مباني ٽئين ڏينهن فوت ٿي ويو. سندس قبو حيدرآباد ۾ هوائي اڏي جي ويجهو گنجي ٽڪر تي آهي.

تاريخي ڪتابن راڄو ليکي، تاجو ليکي ۽ سندس ٻين فرزندن جو ڪردار سٺو بيان نہ ڪيو آهي، تنهن هوندي بہ انهن کي ڪلهوڙا حڪمرانن ميان غلام شاهہ ۽ ميان سرفراز وٽ وڏي اهميت حاصل هئي، انهن جا نالا نامور جنرلن جي فهرست ۾ شامل هئا. ڏسو 'تاريخ سنڌ عهد ڪلهوڙا' جلد ٻيو، صفحو 938. وڌيڪ هن ريت بيان ٿيل آهي تہ راڄو ليکي ميان سرفراز تي حاوي هو ان کي ٽالپرن جو اقتدار پسند نہ هو. هو ڪوڙيون ڪوڙيون ڳالهيون ٺاهي ٺاهي، مير بهرامہ جي خلاف ميان جي دل ۾ بدگمانيون پيدا ڪرڻ لڳو. وجهہ خواه ڪهڙي بہ هجي بدگمانيون پيدا ٿيون ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ انهيءَ عداوت جي شڪل اختيار ڪئي، جنهن جو نتيجو وڏو دردناڪ ٿيو. صفحو نمبر 696. مورخن ۽ محققن ڪلهوڙن جي سلطنت جي زوال جو ذميوار راڄو ليکي کي قرار ڏنو هو. ان حاڪم سنڌ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دل ۾ مير بهرام خان ٽالپر خلاف جنهنجي ڪلهوڙا حڪومت ۾ وڏي اهميت ۽ عزت هئي بدگمانيون پيدا ڪري، ان کي قتل ڪرايو هو جيڪو عمل ڪلهوڙا حڪومت جي زوال جو سبب بڻيو.

هاڻي ان حقيقت طرف بہ ٿورو غور ڪريون ٿا تہ ليڪي اصل ڪير هئا. انهن جو تاريخي پسمنظرُ ڇا هو. اهڙي حقيقت ڪنهن بہ تاريخي ڪتاب ۾ منهنجي نظر مان نہ گذري آهي. بهرحال تاريخي ڪتاب ليکي ذات کي ثابت ڪن ٿا ۽ انهن جا عهدا ۽ ڪردار بہ تاريخي ڪتابن ۾ نمايان آهن. سنڌن ڪجهہ قبرون بہ حيدرآباد ۾ موجود آهن. راجو ليکي جي پٽ الهہ بخش ليکي جنهن کي مير صوبدار خان ٽالپر سندس والد مير بهرام خان جي قتل وقت ان ارادي سان قتل ڪيو هو تہ الهہ بخش ليکي، راجو جي سڄي ٻانهن هو ۽ راجو کي قدر پوي تہ قتل ڪيئن ڪرائبو آهي (خدا يار خاني ميان سرفراز خان عباسي صفحو 38) الهہ بخش ليکي جو لاش حيدرآباد آڻي ميان غلام شاهہ جي مقبري اڳيان دفن ڪيو ويو هو. (صفحو نمبر 139)

’تاريخ سنڌ عهد ڪلهوڙا‘ جلد ٻيو جي صفحي نمبر 698 تي راجو ليکي بابت تمام اهم ڳالهہ هن ريت بيان ٿيل آهي: راجو ليکيءَ مير بهرام خان کي ميان سرفراز جي نظرن مان ڪيرائڻ لاءِ ڪوڙين شڪايتن جو سلسلو جاري رکيو.

تاريخ ٻڌائي ٿي تہ راجو ليکي ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر ۾ ترقي جي ڏاڪڻ تي پير رکيو هو. اهڙو بيان ڪتاب ”خدايار خاني ميان سرفراز خان عباسي“ جي صفحي نمبر 29 تي هن ريت موجود آهي: راجو ليکي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ترقي جي ڏاڪڻ تي پير رکيو. جيئن تہ سندس قوم ان وقت طاقتور هئي، تنهن ڪري ڪلهوڙن جي اوائلي صاحبيءَ ۾ ئي ناليوارو ٿيو. ميان نور محمد جي دؤر ۾ ئي خاص درباري ٿيو ۽ ميان غلام شاهہ خان جو تہ ننڍي هوندي کان ئي طرفدار ۽ دوست هو. جڏهن ميان غلام شاهہ پنهنجي ڀائرن عطر خان ۽ احمد يار جي فسادن سبب سنڌ ڇڏي تر ۽ مارواڙ ڏي

ويو تڏهن راڄو ليڪي هڪ وفادار ملازم جي حيثيت ۾ ساڻس ڏک سک ۾ شريڪ رهيو ۽ وري جڏهن موٽي اچڻ تي ميان غلام شاهه سنڌ جو حاڪم ٿيو تڏهن راڄو ليڪي کي قلمدان وزارت سپرد ڪيائين. ميان غلام شاهه جي وفات کان پوءِ ميان سرفراز به راڄو جي قدر شناسي فرمائي ڪيس ساڳئي عهدي تي قائم رکيو. مير بهرام ۽ راڄو ليڪي، ڪلهوڙن جي حڪومت جا ان وقت به وڏا رڪن هئا. جيتوڻيڪ راڄو ليڪي، مير بهرام کي مارائڻ جي سازش، ميان غلام شاهه جي عهد کان ئي شروع ڪئي، پر غلام شاهه خان راڄو جي فريب ۾ نه آيو.

مرزا عباس علي بيگ جي مٿئين بيان مان اهو واضح ٿيو ته راڄو ليڪي وڏي عمر ماڻي هئي. هي ڪلهوڙا حڪمرانن ميان نور محمد، ميان غلام شاهه ۽ ميان سرفراز جي ٽن دؤرن ۾ وڏن عهدن تي فائز رهيو هو. تاريخي ورق اهو به ثابت ڪن ٿا ته راڄو ليڪي سان گڏ سندس اولاد يعني تاجو ليڪي، الهه بخش ليڪي، سجاول ۽ بلاول ليڪي به ڪلهوڙا دؤرن ۾ اعليٰ عهدن تي فائز رهيا هئا ۽ ڪلهوڙا حڪمرانن وٽ انهن جي عزت هوندي هئي. تاجو ليڪي حيدرآباد ۾ گنجي ٽڪر جي اتر واري چيڙي تي مدفون آهي. قبر جي مٿان ننڍو قبو سرن ۽ مٽي جو ٺهيل آهي، جيڪو هن وقت عدم توجهه ۽ مرمت جي ڪري پراڻو ۽ زبون ٿي چڪو آهي. هن وقت اهو علائقو وڏي آبادي جي گهيري ۾ اچي ويو آهي ۽ قبو جهڙوڪ ڍڪجي ويو آهي. نه ته اڳي پري کان اهو قبو ٽڪر مٿان نمايان نظر ايندو هو. تاجو ليڪي جي وفات جو وقت بيان ٿيل نه آهي. غلام شاهه ڪلهوڙي جي قبي جي ٻاهران پرپاسي ٻيون به ڪيتريون ئي پراڻيون زبون قبرون موجود آهن. انهن مان الهه بخش ليڪي جي قبر جي نشاندهي ٿيل نه آهي. غلام شاهه جي قبي جي ٺلهي هيٺان ڏاکڻ جي پرسان هڪ اڪيلي قبر موجود آهي ۽ پراڻي نظر

اچي ٿي. منهنجي ذاتي راءِ موجب ته اها قبر الهه بخش ليکي جي آهي، جو الهه بخش ليکي کي مير صوبدار خان ٽالپر تقريباً سنه 76_1775ع ۾ قتل ڪيو هو. باقي سجاول ۽ بلاول ليکي جي قبرن بابت ڪابه نشاندهي ٿيل نه آهي.

تاريخي حقيقتن مان اهو ثابت ٿيو ته راڄو ليکي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو وزير هو ۽ سندس اولاد به اعليٰ عهدن تي فائز ٿيو. جڏهن ميان حيدرآباد کي پنهنجو دارالسلطنت ٺاهيو هو ۽ پنهنجي اهل و عيال، خاص مصاحبن ۽ فوجين سان گڏ حيدرآباد ۾ اچي مقيم ٿيو هو ته يقيناً راڄو ليکي به سندس اهل و عيال سميت حيدرآباد ۾ مقيم ٿيا هوندو، پر ان جي نالي شهر ۾ ڪابه يادگار يا نشاني موجود نه آهي. جيئن ڪلهوڙا دؤر ۾ ٻين قومن جا ماڻهو جهڙوڪ: ناهيان، گولانداز، جوڻيجا، ديوان گدومل ۽ ٻيا اچي مقيم ٿيا هئا ۽ انهن جي نالي پاڙا، پڙ ۽ جايون موجود آهن. ساڳئي طرح ليکي ذات جي ماڻهن جي ڪابه يادگار يا نشاني سواءِ ٻن قبن ۽ هڪ قبر جي موجود نه آهي، نه شهر ۾ هن ذات جو ڪو ماڻهو موجود آهي، جيئن ٻين ڪجهه ذاتين جا ماڻهو موجود آهن. جڏهن ته تاريخي ڪتابن هن ذات وارن ۽ سندن ڪردارن کي ظاهر ڪندي اهو به بيان ڪيو آهي ته ليکي قوم جا ماڻهو طاقتور هئا.

اهو جائزو وٺڻ به ضروري آهي ته حيدرآباد شهر جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين هتي ڪهڙن بزرگن جون آخري آرامگاهون موجود هيون. حيدرآباد شهر بابت جيڪي به تاريخي ڪتاب اسان وٽ موجود آهن، انهن موجب سڀ کان آڳاٽي هتي اصحابي سڳوري ابو رافع رضي الله عنه جي مزار (پڪي قلعي دروازي سامهون) گمنام به قبرون (پڪي قلعي پرسان) محمد شاهه مڪي (جئي شاهه) محبت علي شاهه بخاري

الهندو ڪچو عبدالوهاب شاهہ جيلاني بابت بہ بيان ٿيل آهي تہ اهو بہ اڳاتو آهي. شهر لڳ ابراهيم شاهہ بخاري، گنجي ٽڪر تي نهال شاهہ، انهن بزرگن جي مزارن کان علاوه گنجي ٽڪر تي ڪجهہ ٻين پراڻن بزرگن جون بہ آرامگاهون آهن، جن جو تاريخي ڪتابن ۾ حوالو موجود آهي. شهر جي بنياد پوڻ کان اڳ جي ڪنهن بہ مسجد جي وجود جو حوالو موجود نہ آهي.

تاجو ليکي جي قبي تي پهچي زميني حقيقتن جو جائزو وٺڻ سان اهو ڏسڻ ۾ آيو تہ قبو تمام گهڻو زبون ٿي چڪو هو. تاجو ليکي کي فوت ٿئي 200 سالن کان بہ وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي. يقيناً قبو بہ ايتري ئي وقت جو پراڻو هوندو. قبي جي اڳوڻي حالت نہ آهي، تعميراتي ڪافي شيون ڊهي باقي ڍانچو وڃي بچيو آهي. قبي جون ڪافي پراڻيون نشانيون بہ ختم ٿي ويون آهن. قبي هيٺ هڪ ئي قبر آهي. قديم عمارتسازي جي فن جي لحاظ کان هڪ بهترين يادگار عمارت هئي. پٿرن ٿلهيون، ويڪريون، گچ ۽ گاري جون نهيل هيون. تعميرات وڏي مهارت سان ٿيل نظر آئي. قبو ۽ قبرستان شهر جي حدن اندر گنجي ٽڪر جي اتر طرف واري چيڙي تي واقع آهي.

قبي پرسان مقام هو ان مقام ۾ ڪجهہ قبرون پراڻيون پٿر جون نهيل ڏسڻ ۾ آيون، اهو مقام مير ٽالپر صاحبان جو هو. ان مقام ۾ ڪيتريون ئي قبرون مير صاحبان جون موجود هيون. ٽالپرن کان علاوه ٻين فوتين جون ڪجهہ قبرون بہ اتي نظر آيون. سنڌ جي مشهور سياسي ۽ هردلعزيز شخصيت مير رسول بخش خان ٽالپر جي مزار بہ ان مقام جي احاطي اندر هئي. مزار جي مٿان ٿنڀن تي ڇٽي نما جديد تعميرات جو قبو نهيل هو. مير صاحب 1981ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو هو. سندس وڏي ڀاءُ مير علي احمد علي خان ٽالپر جي مزار

بہ اتي هئي. ٻئي پاٿر مير ٽالپر وڏيون يادون ڇڏي ويا هئا. انهن جي خدمتن جي علحده تاريخ لکڻ جي ضرورت آهي. اڳي مقام کي چؤديواري نهيل نہ هئي، هن وقت چؤديواري هئي. سائيٽ پوليس ٿاڻو بہ اتي آهي، ٿاڻي کان ايرندي طرف ٻيو مقام بہ آهي، پر اهو پراڻو نہ آهي.

راڄو ليکي جي قبي بابت تاريخي ڪتابن مان ڪجهہ پڪا ثبوت حاصل ڪريون ٿا. جو هن وقت اتي زميني حقيقتون مختلف آهن. مرزا عباس علي بيگ جي ڪتاب "خدا يار خاني ميان سرفراز خان عباسي" جي صفحي نمبر 134 ـ 142 جي وچ ۾ راڄو ليکي ۽ تاجو ليکي جي قبن جون تصويرون موجود آهن. تصويرون پراڻيون ڪڍيل آهن. زميني حقيقتون ڏنيون ويون. ٿوري مرمتي قيرقار هئي، پر قبي جو نقشو ۽ تعمير ساڳي هئي. قبي جي مکيہ دروازي مٿان راڄو ليکي بدران "امان شاهہ بابا" لکيل هو. منتظم جو نالو قاسم شاهہ بابا لکيل هو ۽ ڪجهہ ٻين منتظمين جا نالا بہ لکيل هئا. قبو ايئرپورٽ روڊ تي فوجي ڇانوڻي جي حدن اندر واقعو هو اتر اولهہ طرف ٽڪري جي چيڙي تي نهيل هو. قبو تاريخي ڪتابن موجب تقريبن 240 سال پراڻو آهي. قديم تعميراتي فن جي لحاظ کان قبو هڪ عاليشان يادگار هو. سرون، گچ ۽ گاري سان نهيل هو مرمت ۽ رنگ وغيره ٿيڻ ڪري قبو مضبوط نظر اچي رهيو هو قبر کي بہ نئون ناهي سينگاريو ويو هو قبي هيٺ زمين تي ۽ قبي جي پٽن جي هيٺئين حصي تي ماربل جي سرن جو ڪم ٿيل هو.

اڳي قبو ڏسڻ ويا هئاسين تہ اتي موجود فوجي پهريدارن قبي تائين وڃڻ نہ ڏنو هو. انهن ٻڌايو هو تہ فقط خميس جي ڏينهن ٽين وڳي کان مغرب جي وقت تائين قبي جو دروازو کوليو ويندو آهي ۽ قبي وٽ وڃڻ جي اجازت هوندي آهي. خميس جي ڏينهن مقرر وقت تي قبي

تائين وچڻ جو موقعو مليو هو. مون سان گڏ منهنجو ساٿي غلام مصطفيٰ ميمڻ هو. قبي وٽ پهچي زميني حقيقتن جو تحقيقي جائزو ورتو ويو. خدمتگار قبي جي اندران ۽ ٻاهران صفائي ڪري رهيا هئا. زائرين جي ويهڻ لاءِ ڪوبہ مناسب بندوبست ٿيل نہ هو. قاسم شاهہ بابا بابت معلوم ڪيو ويو. ٻڌايو ويو تہ ضرور ايندو. ڪافي دير بعد وڏي عمر جو ماڻهو آيو. اسين قبي کان ٻاهر ويٺا هئاسين. بزرگ جي زيارت ٿي، سڀ کان پهرين پاڪر پائي اسان سان اچي مليو خوش عافيت ڪيائين ۽ وڏا قرب ۽ محبتون ڏنائين. قبي اندر وڃايل مسند تي وڃي ويٺو. زائرين جي آمد شروع ٿي چڪي هئي. مرد تمام گهٽ پر عورتن جو تمام گهڻو تعداد گڏ ٿي ويو هو. زائرين مرد توڙي عورتون گل ۽ تبرڪ کڻي اچي رهيا هئا. عورتون نوجوان توڙي پوڙهيون بابا وٽ وڃي پئي ويٺيون ۽ سندن مسئلا بيان ڪري رهيون هيون. اسان ٿوري دير اتي ويهي منظر ڏسي واپس روانا ٿياسون.

قبي جي دروازي سامهون ٿلهي تي هڪ پراڻي قبر موجود هئي. ٻڌايائون تہ اها قبر بخاري بابا جي آهي، پر نالي جي خبر نہ هين. اها قبر پراڻي تصوير ۾ بہ نظر اچي رهي هئي. ٿلهي کان هيٺ هڪ ٻي قبر بہ موجود هئي، جنهن تي عبدالقدوس خطيب ۽ پيش امام جامع مسجد لطيف آباد يونٽ نمبر 8 لکيل هو ۽ وفات 3 نومبر سال 1983ع لکيل هئي. ان کان علاوه اتي ٻي ڪابہ يادگار نشاني يا قديم اثاثو نظر نہ آيو. پرپاسي فوجي آفيسرن جون رهائشي جايون هيون. قبي وٽان ٽڪر کان هيٺ اترـ اولهہ طرف اماني شاهہ ڪالوني جون عمارتون نظر اچي رهيون هيون. اها نئين آبادي غير سنڌين جي هئي. راڄو ليکي جي قبي تائين وڃڻ لاءِ بہ چاڙهيون چڙهڻيون پيون هيون. جيڪو رستو فوجي ڇانوڻي، ايئرپورٽ ۽ ٻي آبادي طرف وڃي رهيو هو. جڏهن تہ

تاجو ليکي جي قبي تائين پهچڻ لاءِ بہ اندس پهاڙي واري اپي چاڙهي چڙهڻي پئي هئي.

گنجي ٽڪر جو تمام گهڻو حصو هن وقت آباد ٿي چڪو آهي. سرڪاري آفيسون، ملون، صنعتون ۽ شهري آبادي تمام گهڻي وڌي وئي آهي. اها آبادي تقريبن 30_25 سالن جي عرصي اندر وڌي آهي. گهڻو ڪري ٻاهران آيل ماڻهو هتي اچي مقيم ٿيا آهن. ٽڪر تي جهڙوڪ هڪ نئون شهر وجود ۾ اچي چڪو آهي. اهو ٽڪر حيدرآباد شهر جي تاريخ ۾ شامل آهي. اڳي اتي ڪجهه پراڻا ڳوٺ هوندا هئا. ميٽ کاڻ بہ گنجي ٽڪر جي حصي ۾ هئي، اتان ميٽ نڪرندو هو. اڳي ماڻهو غسل ڪرڻ وقت ميٽ استعمال ڪندا هئا. عورتون بہ ميٽ شوق سان کائيندڻيون هيون. اتي جا رهاڪو گڏهن تي ميٽ کڻي شهر ۾ وڪڻڻ لاءِ ايندا هئا. اتي ڪجهه مالوند ماڻهو بہ رهندا هئا، جيڪي شهر ۾ مکڻ ۽ ڏڌ وڪڻڻ ايندا هئا. ٽڪر واري نئين آبادي جي تاريخ لکڻ بہ ضروري آهي، پر ان لاءِ وڏي محنت ۽ وقت گهرجي.

گنجي ٽڪر تي نہ ڪو وڻ هوندو هو نہ ٻوٽو، ان ڪري گنجو ٽڪر چيو ويندو هو. گنجي ٽڪر تي ڪيترائي پراڻا عجائبات، اثاثا، نشانيون، درويشن جون آرامگاهون موجود آهن، جن جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ موجود آهي. مير علي شير قانع تحفة الڪرام جي صفحي نمبر 448_447 ۾ گنجي ٽڪر تي آرامي ڪجهه درويشن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ لکيو آهي تہ هن ٽڪر کي 'گنجو ولين جو منجو' جي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي.

منهنجي نظر ۾ هي هڪ اهڙو معاملو سامهون آيو آهي، جنهن جي تاريخي حقيقتن ۽ زميني حقيقتن ۾ وڏو فرق آهي. اها خبر بہ نہ پئجي سگهي تہ راجو ليکي جو نالو اماني شاهہ بابا ڪنهن رکيو ۽

جيڪو سلسلو هن وقت رائج آهي ڪيتري وقت کان رائج آهي، اسان کنهن بہ بزرگ کان اڳ اهو نالو نہ ٻڌو هو. جڏهن تہ ماڻهن کي درحقيقت نہ راڄو ليڪي نہ تاجو ليڪي جي شخصيتن جي خبر هئي نہ انهن جي قبن جي. هاڻي اهو معاملو تاريخ پڙهڻ وارن آڏو پيش ٿو ڪجي تہ اهي پڙهي غور ڪن. مون جيڪي ڪجهہ پڙهيو ۽ ڏٺو پڙهندڙن سامهون رکيو آهي. چاڪاڻ تہ هي تاريخ آهي هن ۾ ردوبدل ڪرڻ سان مونجهارا پيدا ٿيندا. هونئن بہ حيدرآباد شهر ۽ ان جي پسگردائي جي جيڪي ڪجهہ تاريخ اسان وٽ موجود آهي اها اڻ مڪمل آهي. آئون پنهنجي وس آهر اهڙي تاريخ لکي رهيو آهيان جو نوجوان نسل ۽ ايندڙ نسل مون حقير فقير کي ياد ڪندو رهندو.

تاريخ لکڻ وارن راڄو ليڪي ۽ تاجو ليڪي جو ڪردار سنو بيان نہ ڪيو آهي، تنهن هوندي بہ هي سنڌ جون شخصيتون هيون. راڄو ليڪي جي قبر تي تہ رونقون لڳيون پيون هيون، زائرين حاضريون پري رهيا هئا. شعبان مهيني جي 21_20 تاريخ تي ميلو منعقد ڪيو وڃي ٿو. باقي سندس فرزند تاجو ليڪي ويران جاءِ تي هڪ زبون قبي هيٺ آرامي آهي.

(عبرت مئگزين، 16 اپريل کان 30 اپريل 2014ع)



# ڪينٽ حدن جي ڪجھہ حصي جي تاريخ

شهر ۾ انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ تعمير ٿيل سرڪاري عمارتون بہ تمام گهٽيون آهن، جن کي تعمير ٿئي تقريباً هڪ سؤ سالن کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي. انهن عمارتن مان حيدرآباد ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر (جنهن کي اڳي ڪليڪٽر جو بنگلو چيو ويندو هو، اهڙو بورڊ بہ مکيہ دروازي تي لڳل هوندو هو) بنگلو ٽڪري جي مٿان چيڙي تي آهي. ان بنگلي جي ايراضي وسيع آهي، بنگلي کي چؤديواري ڏنل آهي، ان ۾ وڻ موجود هوندا هئا. اهو بنگلو انگريزن جي دؤر حڪومت جي يادگار ۽ نشاني آهي. بنگلو ساڳي حالت ۾ آهي، پر پراڻو هئڻ ڪري ان جي مرمت ٿيندي رهندي آهي. بنگلي جي سامهون سول ڪورٽ جي عمارت آهي، جنهن جو مکيہ دروازو ٻئي روڊ تي آهي. انگريزن جي دؤر حڪومت واري عمارت کي ڊاهي، جيڪا پراڻي ۽ زبون ٿي چڪي هئي، ان جي جاءِ تي نئين گهڻ ماڙ عمارت ٺاهي وئي آهي. عمارت جو نقشو ڏاڍو سهڻو ۽ پائيدار آهي. ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي اڳيان چاڙهي آهي، اهو چاڙهي وارو رستو شهر جي مکيہ رسالا روڊ سان ملي ٿو. بنگلي واري پاسي هيٺ ڪنڊ تي جتي ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر جو بنگلو هوندو هو، اتي ميويدار وڻ هوندا هئا، ماڻهو گرميءَ جي مند ۾ وڻن جي ڇانوَ ۾ آرام ڪندا هئا. ميويدار وڻ وڍي وڍڪاري ختم ڪئي وئي. سول ڪورٽ جو احاطو وڏو هوندو هو، ان احاطي ۾ ڪوارٽر ٺهيل هوندا هئا، جنهن ۾ ملازم رهندا

هئا. اهي ڳاڙهن ڪوارٽرن جي نالي مشهور هوندا هئا. انهن ڪوارٽرن ۾ اسان جو واقفڪار نالي طالب حسين رهندو هو اسان وٽ ايندو رهندو هو محمد عثمان سان علم، ادب، تاريخ ۽ سياست تي وڏو بحث مباحثو ڪندو هو. ڪوارٽرن واري جاءِ تي ٻيون نيون عمارتون بہ تعمير ٿي چڪيون آهن.

ڪورٽ جي احاطي ڪي چارون طرف چوديواري هوندي هئي، ان جي مٿان مضبوط لوهہ جي گرل لڳل هوندي هئي. ڪورٽ جي احاطي ۾ ڪجهہ نم ۽ ڪجهہ ٻير جا وڻ هوندا هئا. انهي علائقي جو ماحول بلڪل پرسڪون ۽ پرامن هوندو هو. ڪورٽ ٽائيم ۽ آفيس ٽائيم بعد ان علائقي مان ماڻهن جي اچ وڃ تمام گهٽ هوندي هئي. سرڪاري عملدارن جون رهائشون ۽ ڪورٽ هئڻ ڪري اتي پوليس ۽ چوڪيدارن جو پهرو هوندو هو. شهر جي ايتري آبادي بہ نہ هوندي هئي. ڪورٽ جي احاطي پرسان سوڙهي گهٽي هئي، ڪورٽ وارو پاسو ڪينٽ جي حد هئي، جڏهن تہ گهٽي جي اوپر وارو طرف ميونسپل وارڊ 'ايف' جي حد هئي. انهي حصي جي بہ قديم تاريخ آهي، جيڪا الهندي ڪڇي جي تاريخ جو حصو آهي. گهٽي جو ڏکڻ طرف ويندڙ رستو ڪورٽ روڊ/ فاطمہ جناح روڊ سان ملي ٿو. گهٽي جي ڪنڊ تي فردوس سئنيما هوندي هئي، جيڪا قاضي صاحبان جي هئي، ان کي ختم ڪري پيٽرول پمپ ۽ سي اين جي اسٽيشن قائم ڪئي وئي آهي. چاڙهي جي هيٺان ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي کان وٺي، اتر طرف پوليس لائين ٽائين، اولهہ طرف وارو پاسو ڪينٽ ايريا آهي.

ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي جي هيٺان وڏي ايراضي ۾ انگريزن جي دؤر حڪومت جا بنگلا ڪوارٽر ٺهيل هئا. بنگلن ۾ سرڪاري عملدارن ۽ آفيسر رهندا هئا. جڏهن تہ ڪوارٽرن ۾ ننڍي درجي جي

ملازم رهندا هئا. انهي احاطي ۾ ڏوبي گهاٽ بہ هوندو هو. انهن بنگلن ۾ جناب الهبچايو جاکرو رهندو هو. جيڪو روينيو کاتي ۾ اعليٰ عملدار هو. نهايت ئي ايماندار، بااصول، سچائي تي هلندڙ آفيسر هو. اعليٰ عملدار هوندي بہ زندگي نهايت ئي سادگيءَ سان گذاريائين. سندس نوجوان مائٽ ميانداد جاکرو پهلوان. جوان هو ڪسرت ڪندو هو ۽ وزن کڻندو هو. ڪسرت پهلواني جي ڪيترن ئي مقابلن ۾ ڪاميابي ماڻي وڏا وڏا انعام حاصل ڪيائين. پوليس کاتي ۾ صوبيدار جي عهدي تي ڀرتي ٿيو هو سني ڪارڪردگي ڏيکارڻ جي ڪري ترقي ماڻيندي پوليس آفيسر جي عهدي تائين پهتو هو. دلير پوليس آفيسر هو. پوليس ۾ ڏاڍي مشهوري ماڻيائين. ٻڌايو ويو تہ رٽائر ٿي چڪو آهي، رٽائر ٿيڻ بعد گوشہ نشين آهي.

انهن بنگلن ۾ رهڻ وارا جيڪي عملدار ياد ٿا اچن، انهن مان گهڻو وقت اڳي ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر علي اڪبر عباسي اتي رهندو هو. ديوان بلديوَ متراڻي ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر بہ ان بنگلي ۾ رهندو هو. ديوان صاحب گهڻو وقت ايڊيشنل سٽي مئجسٽريٽ جي عهدي تي بہ رهيو هو. هي صاحب غريبن جو همدرد، هوشيار ۽ محنتي آفيسر هو. نثار احمد صديقي اسسٽنٽ ڪمشنر سٽي بہ انهي احاطي ۾ موجود بنگلي ۾ رهندو هو. صديقي صاحب ترقي ماڻيندو سيڪريٽري حڪومت سنڌ جي عهدي تائين پهتو هو. نثار احمد صديقي ايماندار، دلير ۽ هوشيار آفيسر هو پر رهڻي ڪهڻي بلڪل سادگي واري هيس. هن صاحب ايمانداري ۽ دليري جي ڪري ڏاڍو نالو ڪمايو. پنهل خان جتوئي ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر بہ اتي رهندو هو. صديقي صاحب، جتوئي صاحب ۽ ديوان صاحب سان اسانجي اداري جي ڪمن سانگي ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. نهايت ئي قربائتا ۽ نندي

ملازم ڪي مانُ ڏيندڙ آفيسر هئا. اهي عملدار رٽائر ٿي چڪا آهن. آهن تہ الاءِ ڪٿي، پر بيحد ياد ٿا اچن.

عملدارن ۽ ملازمن جي رهائش واري وسيع ايراضي ڪي ٽن طرفن کان پٿر ۽ سيمينٽ سان ٺهيل پٽ هوندي هئي. جڏهن تہ چوٿين اولهہ طرف ٽڪري هئي، جنهن تي مٿي ڊپٽي ڪمشنر جو بنگلو هو. ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي کان اتر طرف هلبو تہ جتي ديوار ختم ٿيندي هئي، اتي ڪچي هوٽل هئي. اولهہ طرف سامهون دروازو لڳل هو. جيڪو ڪاٺ جو ٺهيل ان ۾ لوهہ جو شِيخون لڳل هيون. دروازي جي ٻي پر وڏو ميدان هوندو هو. جتي ماڻهو لغڙ اڏائيندا هئا ۽ اِتي ڏڪر راند ڪندا هئا. ميدان جي اتر طرف گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي عمارت، اولهہ طرف ريڊيو پاڪستان جي عمارت. جڏهن تہ ڏکڻ طرف ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي جي پڪي پٿر ۽ سيمينٽ سان ٺهيل پٽ هئي. ريڊيو اسٽيشن جي عمارت ايوب خان جي اوائلي دؤرِ حڪومت ۾ ٺهي هئي. هن وقت اهو وسيع ميدان آباد ٿي چڪو آهي. خبر نہ ٿي پوي تہ اتي ڪير ڪير آباد ٿي چڪا آهن. شهر جا ڪجهہ پراڻا رهندڙ ماڻهو بہ اتي مقيم آهن.

تعليمي ماهر پروفيسر ڪريم بخش چنا جو گهر بہ اتي دروازي کان ٻاهرئين پاسي هو. ڪجهہ اڳيرو جانورن جي پاڻي پيئڻ جو حوض ۽ ماڻهن جي پاڻي پيڻ لاءِ نل لڳل هوندو هو. اهو ثواب جو ڪم ڪنهن سنڌي ديوان هندو يادگار طور ٺهرايو هو. اتي وڏو گهاٽن ٽارين سان پپر جو وڻ هوندو هو. جنهن ڪي وڍي ختم ڪيو ويو. جانور حوض مان پاڻي پي وڻ جي ڇانوَ هيٺ ويٺا هوندا هئا. حوض جي نشاني تي موجود آهي، پر اهو ختم ٿي چڪو آهي. ڪنهن اها جاءِ والاري ڇڏي آهي. اها سهولت ٽانگن وارن لاءِ ۽ شهر ۾ هلندڙ چوپائي مال لاءِ هوندي

هئي. هن وقت نہ شهر ۾ ٽانگا آهن نہ چوپايو مال. امن امان واري دؤر ۾ مالوند ماڻهو ڳائو مال چڏي ڏيندا هئا. جيڪو پاڙي جي گهٽين ۾ پيو هلندو هو. سنڌي پاڙي وارا انهن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ پيا کارائيندا هئا. جانور هجي يا پکي ان جي فطرت آهي تہ ان کي جتي کائڻ ۽ پيئڻ لاءِ ملندو تہ اهي ان گهر جي ضرور حاضري ڀريندا. بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پهرين، هندو ڳائي مال جي بيحد خدمت ڪندا هئا. گهرن جي اڳيان سائو گاهہ لهرائيندا هئا. جيڪي جانور کائيندا هئا. بزرگ ٻڌائيندا هئا تہ پاڪستان ٺهڻ بعد هندن جي جاين ۾ جيڪي هندوستان مان لڏي آيل مسلمان ڀائر اچي رهيا هئا، انهن جانورن کي کارائڻ جي بجاءِ مارڻ شروع ڪيو هو. ان ڳالهہ تان جهيڙا بہ ٿيا هئا. ان ڪري گهڻن مالوند ماڻهن پنهنجن جانورن کي وٿاڻ کان ٻاهر ڪيڻ ڇڏي ڏنو هو. جانورن جي پاڻي پيئڻ لاءِ ڪيترن ئي ماڻهن پنهنجن گهرن جي اڳيان ننڍا ننڍا حوض ٺهرايا هئا. اهي بہ پڇي ختم ڪري اتي جايون ٺهرايون ويون آهن.

چاچا محمد سليمان ڪنير، هي چاچا پيرو ڪنيرو جنهن جو گاڏي کاتي جي تاريخ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، جو ڀاءُ هو. گورنمينٽ اسڪول جي ڪنڊ وٽ فوٽ پاٿ تي جانورن جي کائڻ جو سائو گاهہ لوسڻ بغير ڀتون ۽ ڇت دڪان تي ويٺو وڪڻندو هو. سيارو هجي توڙي اونهارو مينهن هجي توڙي طوفان ويچارو پيٽ گذر لاءِ ويٺو هو. دڪان جي مٿان پپر جي وڻ جي ڇانوَ هوندي هئي. ٽانگن گڏهہ گاڏين وارا گاهہ وٺي جانورن کي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهاري پيا کارائيندا هئا. انهي وقت گاهہ جي قيمت بہ ڇا هوندي هئي، آنہ بہ آنا موڙي، هن وقت نہ ٽانگا آهن، نہ وڻن جي ڇانوَ آهي ۽ نہ وري گاهہ وڪڻڻ وارا آهن. شهر ۾ هن وقت تہ اهڙو گاهہ ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي. چاچا محمد سليمان ڪڪڙ پالڻ

۽ انهن کي ويڙهائڻ جو بہ شوقين هوندو هو. ڳاهہ بہ پيو وڪڻندو هو تہ ڪڪڙ کي بہ پيو ڳاتيندو هو. بزرگ شادي نہ ڪئي هئي، وڏي عمر جو هو. تقريباً 25 سال اڳ لاڏاڻو ڪري ويو.

اتان گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي حد شروع ٿيندي هئي. اسڪول وسيع ايراضي تي انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ تعمير ڪيو ويو هو. اسڪول جي عمارت مضبوط نقشو سهڻو ۽ ماهر ڪاريگرن هٿان ٺهيل نظر ٿو اچي. اهو اسڪول هن وقت شهر جو اثاثو ۽ يادگار آهي. اسڪول جي پرسان سنڌ لا ڪاليج جي عمارت آهي. هن اسڪول ۽ ڪاليج مان ڪيترن ئي شاگردن تعليم حاصل ڪري وڏن وڏن عهدن ۽ منصبن تي پهتا. هن ڪاليج ۽ اسڪول جي تعليم جو معيار ڏاڍو سٺو هوندو هو. ماهر پروفيسر ۽ استاد شاگردن کي پڙهائيندا هئا. ڪاليج ۽ اسڪول جو نظام ڏاڍو سٺو هوندو هو. ڪاليج جا جيڪي نامور پرنسپال ٿي گذاريا انهن ۾ قاضي احمد محمد وڪيل، پي ايم امر وڪيل ۽ احمد علي شيخ وڪيل ياد اچن ٿا. ايل ايل بي ۾ آئون هن ڪاليج جو شاگرد هئس.

ڪاليج جي مکيہ دروازي وٽ پپر جو وڻ هوندو هو. ان وڻ جي ڇانوَ هيٺ جي ايس ٽي جي بسن بيهڻ جو اسٽاپ هوندو هو. اتان گهڻو ڪري سرڪاري بسون حسين آباد (گدو)، ڪوٽڙي تائين وينديون هيون. ان وقت خانگي بسون يا سوزوڪيون شهر جي اندروني رستن تي نہ هلنديون هيون. ماڻهو سرڪاري بسن يا ٽانگن وسيلي قريبي فاصلي جو سفر ڪندا هئا. ايتري فاصلي تائين سائيڪل بہ ڏاڍي آسان سواري هوندي هئي. شهر ۾ موٽر سائيڪلون تمام گهٽ ماڻهن وٽ هونديون هيون. ڪاليج جي اتر واري پاسي پٽ جي پرسان ٽيڪسي اسٽينڊ هوندو هو. ڪاري رنگ جون پيلي رنگ جي ڇت

واريون 50 ماڊل جون شورليٽ ڪارون بيٺيون هونديون هيون. بزرگ جيڪي ڊرائيوري ڪرڻ کان رٽائرڊ ٿي چڪا هئا، انهن جا آواز پيا ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. مٺياري، پٽ شاهه، هالا يعني اهي ٽيڪسيون انهن شهرن ڏانهن وينديون هيون. انهن آواز ڏيندڙن ۾ مولا بخش عرف مولو مشهور هوندو هو. ٻي گهر هوندو هو رات جي وقت هومسٽيڊ هال چاڙهي سروس اسٽيشن ۾ سمهندو هو. ماٺهو وڏي عمر جو هو سڄو ڏينهن پيا ماڻهو هن سان چرچا ڪندا ۽ چيڙائيندا هئا.

سنڌ لا ڪاليج جي اتر طرف واري حد جتي ختم ٿئي ٿي، اتي چوراهو آهي. اولهه طرف وارو رستو پريس ڪلب، پوسٽ آفيس، بسنت هال کان چاندني بازار تائين وڃي فوجي چانوڻي واري رستي سان ملي ٿو. پريس ڪلب جي پرسان ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي عمارت آهي، ڏکڻ طرف ويندڙ رستي جو نالو ميران محمد شاهه روڊ آهي، اهو رستو فاطمه جناح ڪورٽ روڊ سان وڃي ملي ٿو. ان رستي ڏيئل داس ڪلب آهي، جنهن جي وسيع ايراضي آهي. ڏيئل داس ڪلب وٽ سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بينچ حيدرآباد جو مکيه دروازو آهي. چاڙهي وارو رستو هاءِ ڪورٽ ڏانهن وڃي ٿو. هاءِ ڪورٽ جي عمارت مٿي ننڍي ٽڪريءَ تي آهي. مکيه دروازي جي پرسان سنڌ زميندار ڪوآپريٽو بئنڪ جي پراڻي عمارت آهي. سنڌ هاءِ ڪورٽ جي چاڙهي واري رستي تي ڪجهه پراڻيون جايون تهيل آهن.

گورنمينٽ هاءِ اسڪول، سنڌ لا ڪاليج جي اوڀر طرف شهر جو مکيه رسالا روڊ آهي. چوراهي پرسان پريس ڪلب واري رستي تي عبدالرسول آغا وڪيل جي پراڻي وقت جي تهيل آفيس هوندي هئي. آغا صاحب فوجداري ڪيسن جو وڏو ماهر وڪيل هوندو هو. آڏي پڇا ڪرڻ جي وڏي مهارت هوندي هيس. ڪن ڪيسن ۾ ته پيرا منهنجو

وڪيل ٿيو هو. هن سان گڏ ٻيو ٻـ وڪيل محمد عمر احمداڻي ويهندو هو. آغا صاحب سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ جج ٻـ مقرر ٿيو هو. اتي هن جي طبيعت خراب ٿي پئي هئي، رٽائرڊ ٿيو هو. آغا صاحب جهڙو سهڻو هو. تهڙي هن جي مٺي سليقي واري گفتگو هوندي آهي. اميلن سان هن جو رويو پيار محبت وارو هوندو هو. چوراهي وٽ جانورن جو ڏارو وڪڻڻ وارو اردو ڳالهائيندڙ عبدالغني جو دڪان هوندو هو. ان جي پرسان فوٽو گرافر جو اسٽوڊيو هوندو هو. ان جي مٿان سيد پناهہ علي شاهہ جو گهر هوندو هو. پرسان رستو هو جيڪو ڪاڇيلي صاحب جي بنگلي طرف ويندو هو. ان رستي تي ونجهہ وٽي راند ٿيندي هئي. مهر شاهہ جي پاڙي وارن جي ونجهہ وٽي راند جي ٽيم جي اها جاءِ هوندي هئي. انهي ٽيم ۾ ونجهہ وٽي راند جا سٺا نوجوان رانديگر هوندا هئا. گرميءَ جي مند ۾ ونجهہ وٽي راند جي ڪري هن رستي تي وڏيون رونقون هونديون هيون. راند ڏسڻ جا شوقين وڏي انگ ۾ اچي راند ڏسندا هئا. ان ٽيم جا سرپرست ۽ منتظمين سيد قادري شاهہ. سيد شاهنواز شاهہ ۽ سيد حيدر شاهہ هوندا هئا. بزرگ رانديگرن جي وڏي حوصلا افزائي ڪندا هئا. ان وقت شهر ۾ ونجهہ وٽي راند جو وڏو اوج هوندو هو. ڪجهہ اڳيرو ديوان جو ڪانين ۽ ڪوئلن جو وڏي احاطي ۾ ڪارخانو هوندو هو. ڳائي جانورن سان ديوان جي وڏي محبت هوندي هئي. جانورن لاءِ هي روزانو هڪ يا ٻـ گاڏيون سائي گاهہ جون لهرائيندو هو. جانورن جي پيئڻ جي پاڻي جو حوض ٻـ هن ٺهرايو هو. شهر جا جانور هن وٽ ويندا هوندا هئا. ان رستي تي ڪجهہ گهر هوندا هئا. ماحول پرسڪون ۽ پرامن هوندو هو.

درحقيقت جتي هن وقت گول بلڊنگ ۽ لا ڪاليج آهي، اهو علائقو اڳي سوسائٽي نالي سڏبو هو. گول بلڊنگ ٺهڻ کان پوءِ هن

علائقي جو نالو بدلجي ويو آهي، پر پراڻا ماڻهو هن علائقي کي اڃا تائين سوسائٽي چوندا آهن. لا ڪاليج جي پٺ جي پرسان پريس ڪلب واري روڊ تي ٽانگن جو اسٽينڊ هوندو هو. اتي جانورن جي پيئڻ جي پاڻي جو حوض به نهيل هوندو هو. گهوڙن جو گاهه وڪڻڻ وارو به اتي ويٺو هوندو هو. ٽانگا اسٽينڊ سان گڏ حوض به ختم ٿي ويا. هن وقت اتي سوزوڪي اسٽينڊ آهي.

جنهن رستي تي ونجهه وٽي راند ٿيندي هئي اتي وڏي ايراضي تي مشتمل گوشت مارڪيٽ هوندي هئي. اها گوشت مارڪيٽ انگريزن جي دؤر حڪومت جي تعمير ٿيل هئي. ڪينٽ ايريا ۾ اها وڏي گوشت مارڪيٽ هئي. ان کي ختم ڪري ٻيا ڪاروباري مرڪز قائم ڪيا ويا. اڳي گوشت مارڪيٽن ۾ صفائي سٿرائي تي وڏي چوڪسي ۽ سختي هوندي هئي. گوشت مارڪيٽن کان ٻاهر وڪڻڻ تي سخت پابندي هوندي هئي. گوشت مارڪيٽ جي پٺئين پاسي ڪرسيون واڻڻ وارن ڪاريگرن جا دڪان هوندا هئا. اڳي ڪرسيون نيٽ جي لڪڻ تان ڪلون لاهي ان مان واڻيون ويندیون هيون. جيڪي ڏاڍيون مضبوط ۽ پائيدار هونديون هيون. پلاسٽڪ جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ڪرسيون پلاسٽڪ جي تندن سان واڻڻ شروع ڪيون ويون. پراڻو فن رواج ۽ ڪاروبار ختم ٿي ويو.

گوشت مارڪيٽ جي حد اتر طرف جتي ختم ٿيندي هئي، اتان اولهه طرف رستو ويندو هو. اهو رستو رسالا روڊ کان ڪجهه مٿاهين تي هو. ڪجهه اڳيرو چوراهو هو. چوراهي کان اتر طرف ويندڙ رستو بوهري بازار سڏبو هو. اولهه طرف واري رستو چانوٽي چانڊني بازار طرف ويندو هو. اهو رستو ڪجهه هيٺاهين تي هو. جڏهن تہ ڏکڻ طرف وارو رستو پريس ڪلب واري رستي سان وڃي ملندو هو. چوراهي وٽ

سيد حاجي شاهہ بخاري جي درگاهہ ۽ مسجد آهي. احاطي ۾ نم جو وڏو وڻ لڳل هوندو. زميني حقيقتون ڏسڻ بعد اهو نظر آيو تہ بوهري بازار وارو علائقو ڪجهہ متاهين تي هو. رسالا روڊ جي اولهہ طرف ڪينٽ جي علائقي جي حد ۾ پراڻي ڪراچي هوٽل هئي. هن هوٽل جي سڄي پاڪستان ۾ مشهوري هئي. هي هوٽل ڳائڻن، اداڪارن، اديبن، شاعرن، ليکڪن جي جڙڻ تہ اوطاق هوندي هئي. سڄي رات ڪليل هوندي هئي، گهڻو وقت اڳي هوٽل ختم ٿي وئي، اهڙي طرح هن روڊ جون اڳيون رونقون بہ ختم ٿي ويون.

حيدرآباد شهر جون جيڪي يادون، ماڻهو اثاثا، مسجدون، درگاهون، ماڳ مڪان، ميدان، تفريح گاهون، عمارتون، تڪريون، وڻ، رستا گهٽيون، رانديون وغيره جيڪي منجي ويون يا موجود آهن، هر هڪ جي جيڪڏهن تفصيلي تاريخ لکجي تہ حياتي تہ ختم ٿي ويندي، پر تاريخ مڪمل ڪرڻ ناممڪن نظر اچي ٿي. تنهن هوندي بہ جيتري همت آهي حقير فقير اوتري ڪوشش ڪري رهيو آهي، ايندڙ وقت جي خبر الله سبحانہُ کي تہ ڇا ٿيندو. ڪراچي هوٽل کان چند قدمن جي فاصلي تي ڪونڙي والا بازار قائم ڪئي وئي هئي، اها بہ ختم ٿي وئي. پرسان پراڻي جاءِ ۾ نيشنل بئنڪ هوندي هئي، اتان بئنڪ ختم ڪري ڪنهن ٻي هنڌ منتقل ڪئي وئي هئي. اتان اولهہ طرف رستو بوهري بازار ڏانهن وڃي ٿو. رسالا روڊ شهر جو اندروني مکيہ رستو آهي. وڌندڙ آبادي ۽ ٽريفڪ جي وڌڻ کان اڳ اهو رستو اچڻ وڃڻ لاءِ استعمال ٿيندو هو بعد ۾ ٽريفڪ لاءِ هڪ طرف ڪيو ويو. هن روڊ جون بہ تمام گهٽيون يادگارون آهن. هن روڊ جو اوپر وارو علائقو ميونسپل جي حد آهي، ان رستي جي ٻنهي پاسن کان اڄا تائين ڪجهہ پراڻيون عمارتون موجود آهن.

اتي شهر جي پراڻي انگريزن جي دؤر حڪومت ۾ تعمير ٿيل وسيع ايراضي تي مشتمل عمارت موجوٗد آهي، جيڪا نور بلڊنگ نالي مشهور آهي. هن وقت اها عمارت تمام گهڻي پراڻي ٿي چڪي آهي، ان ۾ اڄا تائين ماڻهو رهندا آهن. شهر جي قديم باشندن جا ڪجهه گهر بہ ان عمارت ۾ هوندا هئا. اتي رسالا روڊ ختم ٿئي ٿو. سامهون پوليس لائين جو مکيہ دروازو آهي، اتان اوڀر طرف فوجداري روڊ ۽ اولهہ طرف سولجر بازار ويندڙ روڊ شروع ٿين ٿا.

(عبرت مئگزين، پهرين مئي کان 15 مئي 2014ع)



حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾

(حصو پهريون)

مصنف: محمد وارث عباسي



## ڪتاب جي مصنف جو تعارف

ڪتاب جو مصنف محمد وارث عباسي حيدرآباد شهر جي پراڻي رهواسي مالوند پورهيت غلام حيدر عباسي مرحوم جي گهر (پڪو پير چاڙهي/ موجوده ريشم گلي) ۾ پهرين جنوري 1951ع تي ڄائو. هن ابتدائي تعليم هوپفل اسڪول ۽ برانچ نور محمد هاءِ اسڪول مان حاصل ڪري، مئٽرڪ جو امتحان سال 1967_1966ع نور محمد هاءِ اسڪول مان پاس ڪيو. بي. اي جو امتحان سچل آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان، ۽ سنڌ لا ڪاليج ۾ ايل. ايل. بي جو شاگرد به تي رهيو هو.

هڪ غير سرڪاري اداري ۾ 41 سالن کان طويل عرصو ملازمت ڪرڻ ڪانپوءِ 31 ڊسمبر 2010ع تي ملازمت کان رٽائر ٿيو رٽائر ٿيڻ بعد هن ادب جي مختلف صنفن جو مطالعو شروع ڪيو. سندس ڪجهه مضمون مختلف رسالن ۾ شايع پڻ ٿيا ۽ اڃا به شايع ٿيندا رهن ٿا. مصنف هڪ سياسي تاريخ به لکي آهي، جيڪا وٽس اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي، ان کان علاوه مصنف حڪمرانن، وزيرن، عملدارن، آفيسرن، سياستدانن ۽ ٻين کي جيڪي سماجي مسئلن تي خط لکيا، اهي به وٽس ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جيترو مواد موجود آهي.

حيدرآباد جي اڻ مڪمل تاريخ کي ڏسندي هن حيدرآباد شهر جي تاريخ لکي، جيڪا عبرت مئگزين ۾ شايع ٿي هئي ۽ ٿي رهي آهي. مئگزين ۾ شايع ٿيل مضمونن کي هڪ هنڌ سهيڙي، هن "حيدرآباد شهر تاريخ جي آئيني ۾" (حصو پهريون) تيار ڪيو آهي ۽ ٻئي حصي مڪمل ڪرڻ ۾ مصروف آهي.

حيدرآباد جي تاريخ جي حوالي سان ڪيترن ئي محققن قلم کنيو آهي ۽ عباسي صاحب سيني جي راءِ کي سامهون رکندي تحقيق ڪئي آهي. اها دعويٰ ته نه ٿي ڪري سگهجي ته هن ڪتاب ۾ غلطيون نه هونديون. يقينن هونديون، ڇاڪاڻ ته هي ڪم هڪ انسان جو ٿيل آهي ۽ انسان کان غلطي ٿي سگهي ٿي، پر آءُ پڙهندڙن کي گذارش ڪندس ته اهي غلطين جي نشاندهي ڪري مصنف کي آگاهه ڪن ته جيئن هو اُنهن کي نئين اشاعت لاءِ سنواري سگهي. منهنجي دعا آهي ته مالڪ سائين ڪيس وڏي عمر ۽ همٿ عطا ڪري جو هو حيدرآباد جي تاريخ کي مڪمل ڪري سگهي.

غلام مصطفيٰ ميمڻ

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٽُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کـي پيئسا گڏ کـيا ويندا. جيـڪـڏهن کـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان کـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن کـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)